# ڪٿي نہ پڄبو ٿڪ مسافر

(آتم ڪهاڻي)

## شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد سنڌ.

1996ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻه سؤ پنج

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | ذڪي پرنٽنگ پريس، ڪراچي. |
| پهريون ايڊيشن | آڪٽوبر 1996ع |

قيمت 120/- رپيا



KITHEY NA BHUNGBO THAK MUSAFER. (An Autobiography) By SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications; Tando Wali Mohammad, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition October 1996. Price Per Copy Rs. 120/-
Book No. 205

## پـــ اكـــر

هي ڪتاب ستار پيرزادي ڏيڍ مهينو ساندهہ ڪاپي
ڪيو آهي، جنهن لاءِ مان سندس ٿورائتو آهيان.

شيــخ اياز

# انتساب

پنهنجي رفيقه حيات زرينا جي نالي جنهن جي تعاون
کان سوا مان هي ڪتاب نه لکي سگهان ها. هن لاءِ
ٻيو ڇا لکان! فقط رحيم خان خانان جو هيٺيون شعر
ياد اچي رهيو آهي:

من توشدم تو من شدي، مان جان شدم تون تن شدي،
تا ڪس نه گويد بعد ازين من ديگرم تو ديگري.

(مان تون ٿيس، تون مان ٿيين جئن هن ڪان پوءِ ڪوئي
چئي نه سگهي ته مان ٻيو آهيان، تون ٻي آهين)

محبت ۽ احترام سان

شيخ اياز

منهنجو ڪتاب ’ڪٿي ته پيچبو ٽڪ مسافر‘ ڇپجي آيو ته زرينا غصي ۾ چيو ته: ”مون تنهنجو سڄي عمر ساٿ ڏنو آهي، توسان سک ڏک ورهايا اٿم، تنهنجي ٻارن جي پرورش ڪري انهن کي وڏو ڪيو آهي، تنهنجي ڪم ۾ رخنو نه وڌو آهي، پر ان سڀ جي باوجود تو مون تي فقط هڪ صفحو لکيو آهي. ڪيڏي نه افسوس جي ڳالهه آهي.“

مون کيس چيو: ”زرينا! توکي ياد آهي ته ننڍي هوندي مون توکي رنگا رنگ پوپٽ پڪڙي ڏنو هو ته تو ان کي توري دير ڇپڻيءَ ۾ جهلي، ڇڏي ڏنو هو ۽ چيو هو ته: ”هن کي نه ڇڏيان ها ته هن جا پر ٽٽجي پون ها.“

”هائو، مون کي ياد آهي.“ زرينا جواب ڏنو. ”پر توکي اهو اڄ ڇو ياد اچي رهيو آهي؟ ڇا اڃا اڏامڻ چاهين ٿو؟ مون سڄي عمر توکي آزاد ڇڏيو آهي، اڃان ڪائي حسرت رهي اٿئي ڇا؟“ زرينا جي منهن تي مرڪ ائين هئي جيئن گلاب جي مکڙي پهرين ٽڙڪي ۾ ماڪ تي مُرڪندي آهي.

”نه - نه. منهنجو مطلب اِهو ته نه هو، اڄ منهنجو جنم ڏينهن آهي. بسنت ڦٽي چڪو آهي. توکي ته معلوم آهي ته مارچ شاعرن ۽ آرٽسٽن جي جنم جو مهينو هوندو آهي ۽ مان ان مهيني جي 2 تاريخ تي ڄائو هوس. مون کي پنهنجي زندگيءَ جا 72 سال ياد اچي رهيا آهن. اهو سفر مون ڪجهه ته ’ڪٿي ته پيچبو ٽڪ مسافر‘ ۾ لکيو آهي ۽ ڪجهه هاڻي لکڻ ٿو چاهيان. پر ان سفر ۾ جمال ابڙي، ابراهيم جوئي، غلام رباني آگري ۽ رشيد ڀٽيءَ کان سواءِ ٻيا به ڪيئي همسفر آهن، جن جو ذڪر مان هن ڪتاب ۾ ڪرڻ ٿو چاهيان.“

”مثلاً.“ زرينا غصي مان پڇيو.

”مائيڪل اينجلو.“

”اهو ڪير هو؟“ هن تعجب مان مون ڏانهن ڏٺو.

”اهو دنيا جو عظيم ترين مصور هو. جنهن لاءِ چيو ويو آهي: هُن اُن هر

ڳالهہ جو اظهار ڪيو آهي، جو مصوريءَ ۾ انساني جسم جي باري ۾ ڪري سگهجي ٿو، ان جي هر اشاري، هر چرپر جي باري ۾. هو صنم تراشيءَ ۾ بہ اهڙو ئي چڱو هو. هو سال 1475ع ۾ فلارنس جي ٽسڪنيءَ شهر ۾ ڄائو هو ۽ دنيا جا عظيم ترين شهڪار تخليق ڪيا اٿائين. هڪ ڀيري مُنهنجي مرحوم دوست نعيم صديقيءَ مون کي ٻڌايو تہ جنهن وقت هو، مائيڪل اينجلو جي فلارنس جي چرچ ۾ تخليق ڪيل سسٽين چئپل (Sistine Chapel) ۾ بيٺو هو، تنهن وقت هن ائين محسوس ڪيو هو تہ هو بهشت ۾ اچي نڪتو آهي. هن جي مٿان ڪروبي اڏامي رهيا آهن. هو موت ۽ حيات جو ڊرامو ڏسي رهيو آهي، جنهن ۾ انسان جي ساري تاريخ ڪائنات جي تخليق کان وٺي منقش آهي. مون هن جي زندگيءَ تي چارلس مارگن (Charles Morgan) جو ناول ساندهہ ٻہ راتيون پڙهيو هو ۽ ان منهنجي ننڊ حرام ڪري ڇڏي هئي. منهنجو هڪ مداح سانگهڙ جو حسن وساڻ مون کي هن جي زندگيءَ تي هڪ وڊيو ڪئسٽ بہ ڏئي ويو هو، جيڪا مون ڏهہ ڀيرا ڏٺي آهي.

هن فن کي زندگي ائين ارپي هئي، جيئن مون ارپي آهي. مون هن سان اجنتا جي مصوريءَ ۽ صنم تراشي گڏ ڏٺي هئي. اميد تہ توکي ڪوئي اعتراض نہ ٿيندو. جي مان هن کي توسان گڏ زندگيءَ جي سفر ۾ ڪڻان. آرٽ جي ڪتابن ۾ آهي تہ هو سورهينءَ صديءَ ۾ مري ويو، پر مون لاءِ هو اڃان جيئرو آهي، ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪچهري بہ ڪندو آهي. مون هن جي اصرار تي 1963ع ۾ هن کي اجنتا جون گفائون ڏيکاريون هيون."

زرينا جواب ڏنو: "مون کي ڪهڙو اعتراض ٿي سگهي ٿو. هن جا تہ هڏا بہ ڀُري ويا هوندا."

"مون جواب ڏنو: "زرينا هو اَمر آهي. عظيم آرٽسٽ ۽ شاعر مرندا نہ آهن."

"ٻيو ڪير؟ زرينا پڇيو.

"وان گوگ."

زرينا مون ڏانهن حيرت مان ڏسي پڇيو: "اهو وري ڪير آهي؟ ڇا اهو بہ ڪو اَمر انسان آهي؟"

"هائو، اهو بہ اَمر انسان آهي. سال 1990ع کي يورپ ۽ آمريڪا ۾ وان گوگ جو سال ڪري ملهايو ويو هو. ان وقت ڪنهن جپاني آرٽ جي ذخيري اندوز (Art Collector) هن جي هڪ تصوير ساڍن پنجاسي ملين ڊالرن ۾ خريد

ڪئي هئي. جيئري هن ڏاڍا ڏک ڏٺا هئا. دنيا هن جي قدر شناسي نہ ڪئي هئي."

"اهو ڪير هو؟" زرينا پڇيو.

"اهو بہ عظيم مصور هو جو نيدرلئنڊ ۾ 1883ع ۾ ڄائو هو ۽ زندگيءَ جي آخري حصي ۾ ديوانو ٿي پيو هو. هن جي برش جا جهٽڪا تصويرن تي ائين ڊوڙندا هئا، جيئن منهنجون ستون پني تي ڊوڙنديون آهن، انهن ۾ ڪائي برقي رو هوندي آهي. اهو مون کي هر ڏک ۾ ڏڍ ڏيندو رهندو آهي ۽ جڏهن بہ مون شاعريءَ کي ترڪ ڪرڻ جو خيال ڪيو آهي تہ هن مون کي جهليو آهي. ڇا هن جي سفر ۾ شموليت تي توکي ڪوئي اعتراض آهي."

"نہ." زرينا جواب ڏنو. "پر اهي تہ ٻئي مصور هيا، تون تہ شاعر آهين."

"مون ٻوليءَ ۾ مصوري ڪئي آهي. منهنجي شاعريءَ ۾ جيتريون تصويرون آهن. اوتريون ڪنهن بہ مصور جي مصوريءَ ۾ نہ آهن. ها مان سفر ۾ شاعر بہ ساڻ کڻڻ ٿو چاهيان."

"ڪهڙا؟"

"پهرين تہ برونو، جيڪو اطالوي شاعر هو. جنهن کي جيئري جلايو هئائون. هو مون سان ڇڪيا ۾ گڏ هو، جنهن باهہ جا شعلا مون کي بہ وڪوڙي ويا هئا. ٻيو ٻتائي، هو مون سان لاڙ ۽ ٿر جي سفر ۾ ساڻ هو. جيتوڻيڪ جمال، ابراهيم، ٻتي ۽ ٻيا هن کي ڏسي نہ ٿي سگهيا، پر مان هن کي نہ رڳو ڏسي رهيو هوس، پر هن سان ڳالهائي بہ رهيو هوس."

"مان ڀِٽائيءَ جو تہ معتقد آهيان. تون مڃ نہ مڃ پر هو توکان وڏو شاعر هو. هو ولي الله هو، تنهنجي ساري زندگي معصيت ۾ گذري آهي،" زرينا چيو.

"ٿي سگهي ٿو. پر مون کان هن جون ٻہ سٽون نہ ٿيون وسرن. هڪ، "مون کي ماءُ مجاز، پڄاري جيان پڇيو." ۽ ٻي مون دل ۾ ورجائي پرينءَ جي پستان جو. فاقوئي فرحت. آهي عبداللطيف کي."

"ٻيو بہ ڪوئي."

"ها هونءَ تہ ڪيترائي شاعر منهنجا همسفر رهيا آهن. هومر جي ڏوُر کان وٺي منهنجي ڏوُر تائين، جيڪي ڪجهہ وقت مون سان گڏ رهيا آهن. پهرين انهن مان ڪبير کي کڻڻ ٿو چاهيان."

"ڪهڙو ڪبير؟ ڀڳت ڪبير؟"

"هائو، ڀڳت ڪبير، هُو برصغير ۾ ڀڳتي تحريڪ جو سڀني کان اهم

شاعر هو. هن ڪان انسانيت جو جيڪو سبق مون پرايو آهي، ٻئي ڪنهن شاعر ڪان نہ پرايو آهي. ٻيون ڪجهہ شاعرائون بہ آهن، جيڪي مري چڪيون آهن. هڪ تہ هئي تورو دت."

"ڪير؟"

"تورو دت." مون ورجايو. "اها بنگال جي شاعره هئي، پر هن انگريزيءَ ۾ شاعري ڪئي هئي. هن کي ٽن ٻولين تي دسترس هئي. بنگالي، انگريزي ۽ فرينچ. پر هوءَ پنهنجا سپنا، انگريزيءَ ۾ اُٿي سگهندي هئي. مون کي ڇئن زبانن تي عبور آهي. انگريزي، سنڌي، اردو ۽ فارسي. پر مان پنهنجا سپنا فقط سنڌيءَ ۾ اُٿي سگهندو آهيان. اسان ٻنهي جو تاڃي پيٽو الڳ آهي ۽ هن جو ڪجهہ جهونو ٿي چڪو آهي. تورو 4 مارچ 1856ع ۾ پيدا ٿي هئي، ۽ ننڍيءَ عمر ۾ 1877ع ۾ مري وئي. مون هن جو هڪ ڪتاب پنهنجي استاد هاسانند جي مدد سان ٽئين درجي انگريزيءَ ۾ پڙهيو هو. هن ئي مون کي سنسڪرت ادب سان آشنا ڪرايو هو. جنهن جو هوءَ مطالعو ڪري رهي هئي ۽ جنهن ۾ بيحد دلچسپي وٺي رهي هئي. هڪ ڀيري لنڊن ۾ هن چيو هو تہ ٻي ڀيري مان جڏهن لنڊن ايندس تہ سنسڪرت جي پوري پنڊتياڻي ٿي ايندس. مان هن سان سروجني نائڊو ۽ چٽو پاڌيا ۽ هندستان جي جديد انگريزي ادب تي بہ بحث ڪندو آهيان."

"ائين تہ فيض احمد فيض، سبطِ حسن ۽ ٻيا دنيا جا ڪيئي شاعر ۽ اديب منهنجا همسفر رهيا آهن، مون سان گفتگو ڪئي اٿائون. جيئن ڀٽائي سان سامي، آڏوتي، گاروڙي وغيره ڪندا هئا ۽ ڀٽائيءَ اُمي هوندي، انهن ڪان ايترو علم پرايو جو عظيم شاعري ڪئي اٿائين. ڀٽائيءَ ڪان سواءِ ٻيا بہ ڪيئي صوفي منهنجا همسفر رهيا آهن. بيدل دهلوي، جنهن جو غالب ۽ اقبال تي اثر هو. غالب جو هڪ بہ شعر تہ بيدل دهلويءَ جي شعرن جو ترجمو آهن. جيئن ڀٽائيءَ جا هڪ بہ بيت فريد شڪر گنج جي پنجابيءَ ۽ ميران ٻائيءَ جي هندي دوهي جو ترجمو آهن. برصغير جا ٻيا بہ شاعر آهن. جن سان مون ڪافي وقت گذاريو آهي. خاص ڪري امير خسرو، ٽئگور ۽ اقبال. انهن سان بہ هم ڪلام رهيو آهيان ۽ انهن جي دؤر جي هنن ڪان پڇا ڪئي اٿم. سندن شاعريءَ جا ڪتاب اردو، فارسي ۽ انگريزيءَ ۾ براهِ راست پڙهيا آهن. پر مون ڪيترن مشرق ۽ مغرب جي شاعرن جو ترجمو انگريزيءَ ۾ پڙهيو آهي،

پر انهن سان منهنجي صحبت نہ رهي آهي. سواءِ ڪجهہ شاعرن جي جن جو ذڪر مون اڳ ۾ ڪيو آهي.“

”تو فلسفي جو مطالعو بہ تہ ڪيو آهي ۽ منهنجي راتين جي ننڊ ڦٽائي آهي، منهنجي اکين جا ڇپر اڃان تائين توتي دانهين آهن.“ زرينا چيو.

”ها زرينا.“ مون جواب ڏنو. ”مان سقراط، ارسطوءَ کان وٺي اسپنوزا ۽ سارتر ۽ فارابي ۽ ابن سينا کان وٺي ابن عربي ۽ اخوان الصفا تائين سيني سان سفر ڪيو آهي. اقبال تہ منهنجي حياتيءَ ۾ گذاري ويو، پر مان هن سان ’بانگِ درا‘، ’بال جبريل‘، ’ضربِ ڪليم‘، ’پيام مشرق‘، ’اسرار خودي‘، ’رموز بي خودي‘ ۽ ’جاويد نام‘ ۾ گڏ رهيو آهيان. جيتوڻيڪ ڪٿي ڪٿي منهنجو هن سان اتفاق نہ آهي. اهو سفر بہ ٻين سفرن وانگر وقت ۾ سفر آهي، ائين چئجي تہ خيالن جي دنيا جو سفر آهي.“

”تو سياست ۾ بہ ڪافي وقت وڃايو آهي. ڪنهن سياستدان کي سفر ۾ ڪٿندين.“

”ها، حشو ڪيولراماڻيءَ ۽ مهاتما گانڌيءَ کي، منهنجي نظر ۾ گانڌي هن صديءَ جو عظيم انسان هو. اهي سڀ انسان جي مون سان سفر ۾ رهيا آهن، منهنجي زندگيءَ جو اڻٽوٽ حصو ٿي رهيا آهن. مان چڱيءَ طرح ڄاڻان تہ اهي ڇا هيا، اهي اڃان تائين منهنجي پاڻ ۾ سمايل آهن. مون سان هر ڪلام رهندا آهن ۽ اهي ائين منهنجا پنهنجا آهن، جيئن منهنجو نالو پنهنجو آهي. ها، مان پنهنجي زندگيءَ جو پورو پوتا ميل فقط يتائيءَ کي ڏيڻ چاهيان ٿو. جيئن ڪازان زاڪس مصور ايل گريڪو کي ڏيڻ لاءِ تيار هو. جيڪو هن جو پيش رَو يوناني آرٽسٽ هو. يتائي نہ صرف منهنجي ٻوليءَ جو شاعر هو پر هن کان مون ڪافي ڪجهہ پرايو آهي.“

”مان انهن مصورن مان ۽ مغربي شاعرن مان تہ نہ ڄاڻان. تون ٿي انهن جي باري ۾ مون کي ٻڌائجانءِ. مون تہ فقط شاهہ، سچل ۽ ساميءَ کي ٿورو پڙهيو آهي.“ زرينا چيو.

”سچل ۽ سامي ايڏا وڏا شاعر نہ آهن. انهن فقط ڪجهہ سٺيون چڱيون چيون آهن. هومر، اليڊ ۽ آڊيسي نہ لکي ها ۽ فقط ڪجهہ مترنم شعر لکي ها تہ هن جي ايتري قدر قيمت نہ ٿئي ها. هونءَ تہ شيڪسپيئر جون آٿيلو مان ڪجهہ سٽون هن جي امرتا لاءِ ڪافي آهن.

"مرڻ ۽ ننڊ ڪرڻ
اتفاق سان سپنو ڏسڻ
اتي ئي تہ مهتو اڇي ٿو."
يا هيءَ هنڌ چيو اٿائين:
"وقت زندگيءَ جو تت آهي
۽ زندگي وقت لاءِ هڪ بيوقوف وانگر آهي
۽ وقت جو ساري زندگيءَ تي حاوي آهي
ان لاءِ ضروري آهي تہ اهو
ڪٿي بيهي وڃي."

اهي ٻہ ٽڪرا ئي شيڪسپيئر ڪي زندگيءَ جاويد ڏيڻ لاءِ ڪافي آهن. پر پوءِ بہ هن 39 ڊراما لکيا ها. مون ويسٽ منسٽر ايبي ۾ هن جي قبر تي بيهي چيو: "اتي مون سان ڳالهاءِ. هي ڪميونسٽ تنهنجي باري ۾ جڪ ماري رهيا آهن. ڇا تون فقط پنهنجي دؤر جو آئينو هئين، يا تو ان تان فقط زنگ متايو هو جو ازل ابد جو آئينو آهي." پر مون ڪي توسان ۽ ڪجهہ خاص پين سان سفر ۾ زياده گفتگو نہ ڪرڻي آهي نہ تہ هي داستان الف ليلا جي داستانن کان وڌو ٿي ويندو."

زرينا، مون انگريزيءَ ۾ هڪ عجيب ڪتاب پڙهيو هو Story of Briday Murphy (برائڊي مرفيءَ جي ڪهاڻي) جنهن ۾ ڏيکاريو ويو هو تہ هڪ هپناٽسٽ (Hypnotist) هڪ ڇوڪري تي تجربو ڪيو. هن ڪي هپناسس (Hypnosis) هيٺ آڻي هو چوي ٿو تہ: "پنتي وڃ." تہ هوءَ ڏهہ سال پنتي جون ڳالهيون ٻڌائي ٿي. هو وري هن ڪي چوي ٿو: "اڃان بہ پنتي وڃ." تان جو هن ڪي پنهنجي ڄمر تائين وٺي ٿو وڃي، جو هوءَ 'اوٺان اوٺان' ڪرڻ لڳي ٿي. اوچتو Hypnotist ڪي ڪوئي خيال اچي ٿو ۽ هن ڪي چئي ٿو: "اڃان بہ پنتي وڃ." ٿورڙيءَ دير ۾ هوءَ ٽپ ڏئي اٿي ٿي ۽ عجيب غريب ناچ ڪري ٿي جو هپناٽسٽ ڪٿي بہ نہ ڏٺو هو، هن ڇوڪريءَ کان جڏهن پڇيو تہ: "اهو ناچ تو ڪٿي سکيو آهي؟" تہ چيائين تہ: "مان سترهين صديءَ ۾ آئرلينڊ ۾ رهندي هيس، منهنجو نالو برائڊي مرفي هو ۽ منهنجو پيءُ بئريسٽر هو." پوءِ هن ڪي پنهنجي رهائش جي جاءِ جي باري ۾ ٻڌايائين ۽ ٻيا ڪيئي تفصيل ٻڌايائين، جي هن ناچ ٽئپ ڊانس (Tap Dance) سوڌا ٽيپ رڪارڊ ڪيا ويا.

پوءِ سائنسدانن جو هڪ پئنل مقرر ڪيو يو، جن آئرلئنڊ وچي ڪافي تفتيش ڪئي، رڪارڊ ڏٺا ۽ ان نتيجي تي پهتا تہ برائڊي مرفيءَ جي ڳالهہ صحيح هئي ۽ پنر - جنم هڪ حقيقت هئي. ان ڪتاب جون انگريزيءَ ۾ ئي ڪروڙين ڪاپيون وڪاميون هيون. ڪيئن چئجي تہ اها ڪوڙي ڪهاڻي هئي ۽ پئسي جي لالچ جي ڪري گهڙي وئي هئي. پر جنهن وقت اهو ڪتاب ڇپيو هو تہ نقاد ان راءِ جا هئا تہ اها ڪجهہ ماڻهن جي ٽولي لاءِ گهڙڻ ناممڪن هئي. بهر صورت ڪهاڻي نهايت دلچسپ هئي. مون بہ ائين زرينا کي چيو تہ: ”تون ۽ مان ساڳئي پاڙي ۾ ويجهو رهندي زندگي گذاري آهي. پنهنجي وچ ۾ ياد ڪر تہ ننڍي هوندي اسان جي شڪارپور ۾ اسان جو پاڙو، اسان جي اردگرد، اسان جي ٻولي ۽ اسان جي روزمرهہ جي زندگي ڪيئن هوندي هئي.“

زرينا ٿڌو ساهہ ڀري چيو: ”سٺ ڪان مٿي سال ٿيا آهن ۽ هاڻي منهنجا وار بہ اڇي اڇا ٿيا آهن.“ ۽ پنهنجي ڏوهٽي روماسا جي مٿي تي هٿ ڦيريندي چيائين: ”هر ڏينهن جو هن جي زندگيءَ ۾ وڏي رهيو آهي، اسان جي زندگيءَ مان گهٽجي رهيو آهي.“

مون اهي لفظ ٻڌي ائين محسوس ڪيو تہ مان ڪائنات جي ڇيڙي تي پهچي چڪو آهيان ۽ مون ۾ رڳو اها خواهش وڃي رهي آهي تہ پنهنجي سوانح حيات کي پورو ڪريان، ۽ ان ڪان پوءِ ان جي آخري ڪنڊ تان پولار ۾ ٽپو ڏيان. موت ڪيتري وقت ڪان خلا ۾ منهنجو انتظار ڪيو آهي.“ اوچتو خيال آيو تہ ڇا موت، پولار آهي، نيستي آهي، انسان ڪجهہ بہ نہ آهي ۽ ان ڪجهہ بہ نہ ۾ سمائجي وڃي ٿو، جا ازل ڪان ابد تائين ڇوليون هڻي رهي آهي؟“

مون جڏهن ساميءَ جي نالي سلوڪ لکيا هئا، تڏهن منهنجي اها ڪيفيت هئي، پر هاڻي تہ مان روح جي ابديت ۾ اعتبار ڪيان ٿو ۽ ساڳيو ماڻهو نہ رهيو آهيان. اها بي ڳالهہ آهي تہ مان سدائين محويت جي عالم ۾ پنهنجي وجود ڪان غافل رهيو آهيان. ان تي مون کي بايزيد بسطاميءَ جي باري ۾ هڪ ڳالهہ ياد اچي ٿي. ڪنهن شخص کي بايزيد سان ملاقات جو شوق ٿيو ۽ وڏو سفر ڪري هن جي شهر بسطام ۾ اچي نڪتو. هيڏانهن هوڏانهن پڇا ڪري بايزيد جو گهر اچي ڳولي لڌائين ۽ ان جو ڪڙو ڪڙڪايائين تہ هڪ باريش شخص ٻاهر نڪري آيو، جنهن سان السلام عليڪم ڪري هن

ڪانئس بايزيد جي باري ۾ پڇيو. ان باريش شخص ڪيس جواب ڏنو: ”هتي تہ بايزيد جي نالي سان ڪوئي شخص نہ رهندو آهي.“ اهو شخص جو بايزيد جي ڳولا ۾ نڪتو هو، پنتي موٽيو ۽ پاڙي اوڙي ڪان بايزيد لاء پڇيائين، جنهن تي، ڪنهن شخص جو هن جي ويجهو بيٺو هو، ڪيس چيو تہ: ”جنهن باريش شخص توسان ڳالهايو پئي اهو ئي تہ بايزيد هو.“ هو وري در تي موٽي آيو ۽ ڪڙو ڪڙڪايائين تہ ساڳيو بزرگ ٻاهر آيو ۽ هن ڪيس چيو تہ: ”پاڙي وارا تہ چون ٿا تہ اوهان ئي بايزيد آهيو.“ ان تي بزرگ وراڻيو تہ: ”مان هن گهر ۾ ڏهن سالن کان رهندو آهيان، مون کي تہ بايزيد جي نالي سان ڪوئي ماڻهو نہ مليو آهي.“ اها آهي استغراق جي ڪيفيت جنهن ۾ ماڻهو پنهنجي وجود کي وساري ٿو ڇڏي. ڪافي سالن کان شاعريءَ مون تي اها ڪيفيت طاري ڪئي آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ مون کي Spilt Personality (وکريل شخصيت) آهي ۽ جڏهن وڪالت ڪندو هوس تہ مون کان وسري ويندو هو تہ مان ڪو شاعر بہ آهيان.

”چگو هاڻي تون ننڍي هوندي جون سارون بہ ٻڌاءِ!“

زرينا وري روماسا جي مٿي تي هٿ ڦيريندي پڇيو تہ: ”هوءَ ڪهڙي سٽ ٻڌائيندو آهين، ’جڳ مڙيو ئي سپنو‘؟ اها پوري سٽ ڪيئن آهي؟“

مون جواب ۾ چيو: ” ’آسو آڪاٽي، جڳ مڙيو سپنو.‘ زرينا! مان انهيءَ سپني جي آڪاٽي لکڻ ٿو چاهيان. اهو سپنو جو ڪنهن وقت آبشار وانگر وهيو آهي. ڪنهن وقت جوالا مکي وانگر ڦاٽ ڪاڏو اٿائين. اسان ننڍپڻ گڏ گذاريو آهي ۽ توکان سواءِ شايد ئي ٻيو انسان آهي جنهن سان مان ايترين يادگيريون ورهائي سگهان.“

هوءَ ڳالهائيندي رهي ۽ مون نوٽ ورتا. ڪجهہ هن جي يادگيرين جا، ڪجهہ پنهنجي يادگيرين جا.

هاڻي ’ڪٿي تہ پڄبو ٽڪ مسافر‘ جي ڇپجڻ ۽ اُن جي مقبوليت کان پوءِ خيال آيو آهي تہ انهن کي قلم بند ڪيان. اسان سؤٽيءَ سؤٽ هئاسون ۽ شڪارپور جي شيخن جي پاڙي ۾ رهندا هئاسي، جتي تي وڏيون نمون هيون جن جي چوڌاري هندڪا ۽ مسلمانڪا گهر هوندا هئا. مان ۽ منهنجا جيڏا سرتا ۽ زرينا جون سرتيون جيڏيون گڏجي راند ڪندا هئاسين. مان اڄ بہ

صاف ڏسي رهيو آهيان تہ جنڊيءَ تي لٽل لاٽوٽي زندگيءَ جي ڦيري وانگر ٽِڪ ٻڌي ڦري رهي آهي. جا زرينا جي پيءُ آندي هئي. جيڪو جيڪب آباد ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر هوندو هو ۽ ڪشمور جي جنڊيءَ جو سامان لاٽوٽيون لاٽون، اٽي ڏڪر، ڏوريون، منڊيئڙا، چٽٺا، ويلڻ، اکريون مهريون، دٻلا، دلن جون ڍڪڻيون، گهگهين جا بونبا، ڪتن جا پاوا جنڊيءَ تي چڙهيل پٽ سان ڪٽوليون، گلدان، هٿ ۾ ڪڻ جون سوئيون، ڪپڙن ڌوئڻ جون سوئيون، ننڍڙا ٻارن لاءِ ۽ وڏا وڏن جي لاڏڻ لاءِ پينگها ۽ ميڻ بتين جون گهوڙيون وٺي ايندو هو. جن سان زرينا جن جو گهر ايترو تہ پريل هوندو هو، جو جنڊيءَ جي هنر جي نمائش لاءِ ڪافي هو. اِني ڏڪر بہ جنڊيءَ تي چڙهيل هوندا هئا. بڪٽ لين مون، نار، آر، وهي، يڪ، نہ ڄاڻان اهي ڪهڙيءَ ٻوليءَ جا لفظ هئا! ڪنهن مصور وانگر زرينا جي زندگيءَ جو ننڍپڻ رنگن ۾ گذريو آهي.

مون ڳالهہ تي ڪٿي تہ لاٽوٽي ٽڪ ٻڌي ڦري رهي هئي. منهنجي زندگي بہ ائين لاٽوٽي وانگر ڦرندي رهي آهي. جيتوڻيڪ هڪ هنڌ ٽِڪ ٻڌي بيٺي نہ آهي. زرينا کان پوءِ منهنجو وارو آيو. مون لاٽوٽيءَ تي ڏور ويڙهي هلائي تہ اها ائين تيزيءَ سان ڦرندي رهي، جيئن شاعريءَ وقت منهنجو دماغ تيزيءَ سان ڦرندو آهي. انسان جي زندگيءَ ۾ هلي هلي لاٽوٽي انسان جي صحت وانگر ڪِري پوندي آهي. جيئن هاڻي سويي جي صحت ڪِري پئي آهي. ڪالهہ هن مون کي فون ڪئي تہ هن جو ذهن مهينن کان پيٽ خراب ٿي پيو آهي ۽ هو ڪراچيءَ نہ اچي سگهيو آهي، ۽ مون سان ملي نہ سگهيو آهي. تازو هو آغا خان اسپتال مان نڪتو آهي ۽ ڪافي مايوس آهي. هن وڌيڪ چيو تہ مان سوچي بہ نہ سگهندو هوس، تہ منهنجي بہ ڪا صحت خراب ٿيندي. ان تي مون کيس چيو تہ: "ڪوتر ٻڌ چواڻي ٻڌاپو، روڳ ۽ مرتيو هر ماڻهوءَ جي جيون ۾ اوس اچڻو آهي." ان تي هن چيو تہ: "مان توسان سهمت آهيان. ڪنهن وقت توکي فون ڪري تو وٽ پٽ ۽ ننهن سان گڏجي ايندس." بہ ڏينهن پوءِ مون هن کي فون ڪيو تہ ڪڏهن ٿو اچي. هن جواب ڏنو تہ: "جج لاڙڪاڻي ۾ ڪيس ملتوي نہ ٿا ڪن، سو ان ڪري اڄ لاڙڪاڻي وڃان ٿو. صحت البت ٺيڪ آهي." سويو هاڻ پنجهتر ورهين جو ٿي چڪو آهي.

مون کي پاسترنڪ جي زندگيءَ مان هڪ واقعو ياد آيو. پاسترنڪ (Pasternak) 'پيري ڊيلنڪو' نالي وستيءَ ۾ رهندو هو، جا ماسڪو کان سٺ ميل پري هئي، جتي هن کي فيڊن (Fedin) ۽ ٻين روسي اديبن سان لڳ هڪ ڊاچا (ننڍڙو گهر: Dacha) هو. هڪ ڏينهن پاسترنڪ کي گيڙ آيو تہ هو اسٽالن کي فون ڪري. جڏهن هن اسٽالن کي فون ڪيو، تڏهن اسٽالن پنهنجي فولادي بنڪر (ٻُهرو، Bunker) ۾ ويٺو هو ۽ فون هن جي ملٽري سيڪريٽريءَ کڻي اسٽالن کي ٻڌايو تہ هن سان پاسترنڪ ڳالهائڻ ٿو چاهي. پاسترنڪ، اسٽالن تي هڪ نظم لکيو هو، ان ڪري اسٽالن کي هن لاءِ نرم گوشو هوندو هو. سو ملٽري سيڪريٽريءَ کي چيائين تہ فون مون کي ڏي. هن پنهنجي فائيلن مان ڪنڌ ڪڍي پاسترنڪ کي چيو: "ڇو توکي ڇا گهرجي؟"

پاسترنڪ چيو تہ: "مان توسان موت ۽ زندگيءَ جي مسئلي تي ڳالهائڻ ٿو چاهيان."

"احمق!" ايترو چئي اسٽالن فون رکي ڇڏي. جي اسٽالن، پاسترنڪ کي ٻڌي ها تہ انساني زندگيءَ کي ناپائيدار سمجهي ها ۽ ڄاڻي ها تہ اها هلندي هلندي لاٽوءَ وانگر بيهي تي ويجي تہ هو ايترو ظلم نہ ڪري ها. اسٽالن ڪجهہ وقت کان پوءِ رت جي داٻ جي ڪري مري ويو. هن جي دماغ جي رڳ ڦاٽي پئي. انسان ذات جيتريءَ تيزيءَ سان ياد ڪري سگهندي آهي، اوتري تيزيءَ سان وساري بہ سگهندي آهي.

استاد بخاريءَ جي موت کان پوءِ چار ڏينهن اخبارن ۾ هن جا قطعا ڏنائون ۽ پوءِ هن کي وساري ڇڏيائون. هاڻ هن کي ورسيءَ تي ياد ڪندا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪو مداح هن تي ليک لکندو آهي.

سوچيو گيانچنداڻي جڏهن بہ ڏينهن اڳ آيو هو، تڏهن هن سان گفتگو ڪندي مون کي هندستاني مصور پنداريءَ جو قول ياد اچي رهيو هو، جو هن جي سوانح نگار راءِ چٽرجيءَ پنهنجي تصنيف ڪيل ڪتاب 'پنداريءَ' جي پهرين صفحي تي ڏنو آهي.

"مان ڌرتيءَ جو آهيان. مان ڌرتيءَ تي گهمان ٿو. مان ڌرتيءَ جو ڪانوان ٿو ۽ ڌرتيءَ کان سواءِ ڪنهن ٻي ڳالهہ جي باري ۾ نہ ٿو سوچيان. هتي ڳالهيون مون لاءِ پوري ڪتب خاني وانگر آهن ۽ مون کي ٻي ڪنهن ڳالهہ ۾ دلچسپي نہ آهي. ان ڪري ئي مان سپنن جون تصويرون نہ ڪيندو آهيان.

جيڪي مون هن دنيا ۾ پرايو آهي، ان جا چتر ڪيندو آهيان. ٻيون ڳالهيون مون لاءِ اهم نہ آهن."

سوڀي جون ڳالهيون ٻڌي مون کي فيض احمد فيض ياد آيو هو، جو بہ سوڀي وانگر منهنجو دوست هو. فيض، سوڀي سان لاهور قلعي ۾ گڏ قيد هو. سوڀو هن جو هر هر ذڪر ڪري چوندو هو تہ جڏهن شام جو فيض ۽ سوڀي کي چهل قدميءَ لاءِ ڪمري کان ٻاهر ڪيندا هئا، تڏهن جيڪڏهن سوڀو هن کان ڪجهہ پڇندو هو تہ هو فقط ڪنڌ ڌوڻ سان ها يا نہ جو جواب ڏيندو هو. سوڀو اهو بہ ٻڌائيندو هو تہ هن لاهور قلعي ۾ ڪهڙيون عقوبتون سَٺيون هيون ۽ هن کي جنهن سيل ۾ قيد رکيو هئائون، ان ۾ نہ فقط سخت سردي هوندي هئي، پر وڇون بہ هوندا هئا. جڏهن اتم ۽ سندري سکر ۾ مون وٽ مهمان هئا، تڏهن سوڀو بہ مون وٽ ترسيل هو ۽ پنهنجا جيل جا تجربا ٻڌائي رهيو هو. سندري جڏهن مون سان اڪيلو ڳالهائي رهي هئي، هوءَ اهڙي گفتگو کان بوريت ڏيکاري رهي هئي ۽ چيو هئائين تہ هن جي دنيا تہ فقط جيل تائين محدود آهي." ان وقت ئي مون محسوس ڪيو هو تہ سندريءَ ۾ ڀرپور زندگيءَ جي تمنا آهي.

مون سکر جي بازار مان سندريءَ کي تحفي ۾ هڪ اعليٰ درجي جي لپ اسٽڪ ۽ روج وٺي ڏنو هو جو هن قبول تہ ڪيو هو پر چيو هو تہ اسان اهي شيون نہ لائيندڙيون آهيون. هوءَ هڪ آدرشي اشتراڪي عورت وانگر سستي سوٽي ساڙهي پائيندي هئي ۽ ميڪ اپ نہ ڪندي هئي. هن ڀيري جڏهن مان بمبئيءَ ويو هوس تہ هوءَ ستر جي لڳ ڀڳ تي چڪي هئي. پر هن کي خوبصورت ريشمي ساڙهيون پهريل هيون ۽ ميڪ اپ بہ ٿيل هو. هوءَ وڏي عمر جي باوجود هڪ سندر استري لڳي رهي هئي ۽ پنهنجي ڌيءَ بينا جي چڻ وڏي ڀيڻ ٿي لڳي. باقي اتم ساڳي ڊڪ جي پينٽ، لنڊي بشرٽ ۽ چمپل پاتل هو، ۽ اڳي وانگر هڪ آدرشي ساميوادي لڳي رهيو هو، هن جڏهن بمبئي ريڊيو تي مون کان انٽرويو ٿي ورتو تہ مون کان آرٽ سان وابستگيءَ جي باري ۾ سوال وڌيڪ اهميت سان پڇيو هئائين. سندري سامهون ويٺي هئي. بينا مون کان سال کن اڳ بمبئيءَ مان ڪراچيءَ فون ڪري سندريءَ جي ڪهاڻين جي باري ۾ منهنجا تاثرات پڇيا هئا، جي مون هن کي لکايا هئا، جيڪي هن سندريءَ جي ڪتاب جي پٺيان ڏنا هئا.

سوڀي سان ڳالهيون ڪندي اڪثر سبطِ حسن ۽ ڪامريڊ حسن ناصر جو ذڪر ايندو هو، جنهن کي لاهور فورٽ ۾ اذيتون ڏئي ماريو هئائون. سوڀي سان پرچي وديارٿي، ڦيرو، هيمون ڪالاڻي ۽ عينشي وديارٿي ۽ ٻين انگريزن خلاف دهشتگردن جو ذڪر به ايندو هو جن انگريزن جي حڪومت جو تختو اڏائڻ ٿي چاهيو. هيمون، جو ورهاڱي کان اڳ وارو گهر اسان جي سکر واري گهر کان ٻہ سئو قدم پري هو، جتي مان ورهاڱي کان پوءِ رهندو هوس. جڏهن مان هيمونءَ جي گهر وٽان لنگهندو هوس تہ منهنجي دل انگريز سامراج خلاف نفرت سان پرجي ويندي هئي. شايد ان ڪري ئي مون هيمونءَ تي ڪجهہ وائيون لکيون هيون. پرچو وديارٿي منهنجو ۽ منهنجي يار ديوان پرمانند جو ڪلاس فيلو هو ۽ پرمانند سان شڪارپور ڪاليج جي هاسٽل ۾ ساڳئي ڪمري ۾ رهندو هو. پرمانند ٻڌائيندو هو تہ پرچُو رات جو ٻہ چارڀيرا هاسٽل جي گراؤنڊ تي تيزيءَ سان ڊوڙندو هو تہ جيئن گرفتاريءَ جا آثار ڏسي هو تيزي سان ڀڄي وڃي.

پاڪستان کان پوءِ ڦيروءَ جو ڀاءُ پيسومل ڪجهہ وقت لاءِ منهنجو جونيئر هو ۽ پوءِ جيڪب آباد ۾ وڪالت ڪندو هو. اهو ٻڌائيندو هو تہ هندستان ۾ ڪنهن هاءِ ڪورٽ ڦيروءَ کي ڪنهن قتل ۽ ڌاڙي جي ڪيس ۾ ڦاسيءَ جي سزا ڏني هئي. پارٽ ۾ ڦيروءَ ڪيئي ڌاڙا هنيا ۽ ڌاڙي هٽندي قتل بہ ڪيا هئا. ڪجهہ پنهنجي جرم جي احساس ۽ ڪجهہ مقدمي جي ڪارروائيءَ جي خاتمي ۾ دير سبب ڦيرو جيل ۾ زير حراست قيدي تي رهندي زندگيءَ مان بيزار ٿي پيو هو ۽ هاءِ ڪورٽ ۾ اپيل هلندي هن ججن کي گاريون ڏنيون ۽ چيو تہ: ”مان اپيل واپس ٿو وٺان ڇو تہ مون کي اوهان مان انصاف جي ڪائي اميد نہ آهي. اوهان ڀلي مون کي ڦاسي ڏيو.“ هن جي ڀاءُ پيسو مل هن جي ڪيس جو پيپر بوڪ ۽ هاءِ ڪورٽ جي فتوي ڏيکاري مون کان صلاح ورتي هئي تہ فتوي خلاف سپريم ڪورٽ ۾ اپيل ڪئي وڃي يا نہ؟ ريڪارڊ پڙهي مون کي يقين ٿي ويو هو تہ ڦيرو انقلابي نہ رهيو هو ۽ جرم هن جو پيشو ٿي چڪو هو. هو بہ منهنجو ڪلاس فيلو رهيو هو، مون ڦيروءَ جي ڀاءُ کي صلاح ڏني تہ اپيل مان ڪوئي فائدو نہ ٿيندو. ورهاڱي کان پوءِ ڦيروءَ جو ڪنهن سياسي آدرش ۾ اعتبار نہ رهيو هو. پرچُو، عنشي ۽ ٻيا انگريزن جي وڃڻ کان پوءِ آزاد سنڌ حڪومت جا خواب لهندا هئا. ان

حڪومت جي قيام لاءِ هنن کي پئسي جي ضرورت پوندي هئي، جنهن لاءِ هو ڌاڙا هڻندا هئا. هنن جو پاڻ ۾ معاهدو هو تہ جيڪڏهن ڪوئي ڌاڙي هڻندي گرفتار ٿي پوي تہ هن کي سندس ساٿي گولي هڻي ماري ڇڏي، جيئن پيڙا ملندي بہ ساٿين جا نالا ظاهر نہ ڪري. عشنشي شڪارپور جي اناج منڊيءَ ۾ جڏهن پڪڙجي پيو هو تڏهن پنهنجي ساٿيءَ جي گوليءَ جو ڪاچ ٿي ويو هو. پرچي تي پنجراپور جي ڌاڙي وارو مشهور ڪيس ٿيو هو، جنهن ۾ هو روپوش هو. هن هڪ واڻئي جي گهر ۾ ڌاڙو پئي هنيو، پر سٽس پوندي، جنهن جي پاءُ در جي ٻاهران ڪڙو ڏئي ڇڏيو. پرچي ڀڄڻ لاءِ بالڪنيءَ مان ٽپو ڏنو، پر هن جي ٽنگ تي ضرب اچي وئي ۽ هو تيزيءَ سان ڀڄي نہ سگهيو ۽ گرفتار ڪيو ويو. پوءِ ڪراچي جيل ۾ پاڻ واري سيل تي چاڙهيل ڪلف جي چابيءَ جو نرم صابڻ ۾ قالب ٺاهي هن جيل کان ٻاهر موڪليو ۽ ان قالب تي ڪنجي ٺاهڻ لاءِ ڪجهہ ساٿين کي هدايت ڪئي. ان وقت پرچو سڀاش چندر بوس جي آزاد هند واري قومي تحريڪ سان تعلق رکندو هو، پر هن کي هندوستان ۾ ضم ٿيڻ مان ڪوئي فائدو نظر نہ آيو هو ۽ هن پنهنجي ريڊيو اسٽيشن ٺاهي ۽ سنڌ جي آزاد حڪومت تي قائم ڪرڻ گهري. جڏهن پرچي کي قالب تي ٺهيل چابي ۽ رواتي پهتي تہ هن چابيءَ کي ٺيڪ ڪري ڪلف کي کولي ڏٺو ۽ پوءِ ساٿين سان وقت رکيائين تہ هو جيل جي ڦلاٽي پاسي کان ڪار ۾ هن جو انتظار ڪن. اها سڄي ڳالهہ مون کي حشو ڪيولراماڻيءَ، جو بہ شايد ساڳئي جيل ۾ نظربند هو، ٻڌائي هئي. حشوءَ وڏيڪ ٻڌايو هو تہ پرچي جيل ۾ قيدين کان ڇهہ ست ڪمبل هٿ ڪري پاٽيءَ ۾ پڇايا جيئن اهي آلا ۽ ڳورا ٿي پون. هن اهي يت جي پار اڇلايا، جي هن جا دوست سڪ ڪري جهلي بيٺا. (اهو هن ڪهڙيءَ طرح ڪيو، مون کي پوريءَ ريت حشوءَ نہ ٻڌايو هو.) بهرصورت پرچي، جنهن کي ڦاسيءَ جي سزا لڳل هئي، ڪراچي جيل جي يت ٽپي ڀڄي ويو. ڪراچي جيل جي تاريخ ۾، ان نوعيت جو اهو پهريون واقعو ٿيو هو. ان کان پوءِ بہ پرچي ڪراچيءَ ۾ ڌاڙا هنيا، جنهن جو محرڪ سياسي جذبو نہ هو. پرمانند ڪيترو وقت پوءِ مون کي ٻڌايو هو تہ، ”مون سان پرچو 1948ع ۾ مليو هو. مون هن کي چيو تہ: ”تنهنجي خلاف ڊيٿ وارنٽ آهي، تون ائين بيپرواهيءَ سان پيو گهمين.“ تہ پرچي هن کي هڪ ڪيسي مان پستول ڪڍي ڏيکاريو، جنهن ۾ گوليون

پريل هيون ۽ پئي ڪيسي مان سوَ سؤ جي نوٽن جون ڏهن هزارن جون ٿهيون ڪڍي ڏيکاري ڪيس چيو تہ: ”اهڙي ئي بہ ٿهي منهنجي اندرئين ڪيسي ۾ پئي آهي. جيڪڏهن ڪوئي گرفتار ڪرڻ آيو تہ ان کي گوليءَ سان ختم ڪري ڇڏيندس، پر جي گرفتار ٿي پيس تہ ڏهن ويهن هزارن جي رشوت ڪافي آهي. هتان جي پوليس بي ايمان آهي، پئسن تي پيءُ جو خون بہ معاف ڪري ڇڏيندا.“

1965ع ۾ سوڀي مون کي سکر جيل ۾ ٻڌايو هو تہ هو ڪيرت ٻاٻاڻيءَ سان فريئر روڊ تي فليٽ ۾ ملڻ ويو. پل ۾ سوڀي، ڪيرت جي ٻيو واري فليٽ جو دروازو کڙڪايو تہ دروازو ٿورو کليو ۽ وٿيءَ مان پهرين ريوالور جي نالي نڪتي ۽ پوءِ دروازو يڪدم کليو. مون ڏٺو تہ پرچو بيٺو هو. پرچي سوڀي کي تحڪمانہ انداز ۾ چيو: ”سوڀا اندر اَءُ! هن ميز جي سامهون ويهہ.“ پستول جي نالي سوڀي جي لوندڙي ڏانهن وڌائيندي چيائينس تہ: ”جي ڪوڙ ڳالهائيندين يا ٽڪي ڪندين تہ پستول جي گولي تنهنجي لوندڙيءَ ۾ هوندي.“ پوءِ پستول سڌو ڪري چيائين: ”سوڀا، مخبريءَ لاءِ آيو آهين؟“

”نہ -“ سوڀي جواب نہ ڏنو. ”مون پل ۾ ڪيرت جو فليٽ سمجهي در کڙڪايو هو.“ شايد اها موهن پنجابيءَ جي فليٽ هئي، جو مون سان هن پيري بمبئيءَ ۾ مليو هو، ۽ اسان جي ويهارو دوستن سان گڏ دعوت بہ ڪئي هئائين. هو ان وقت ’ساٿي‘ رسالو ڪيندو هو، جنهن جون ايڊيٽر روشن (ريشمر) مغل ۽ سندري اتمر چنداڻي ۽ ٻيون هندو اديبائون هيون ۽ جنهن جي ڪافي ضخيم پرچي ۾ روشن جا بہ نظم (مکڙي جا ڪان شرمائي ۽ هن دنيا جي ويرانيءَ ۾ منزل ملندي يا نہ، شايع ٿيل هئا. اهي نظم مان ڪنهن بہ مناسبت سان پئي هنڌ ڏيندس.)

سوڀو پرچي جو گرجدار آواز ٻڌي وائڙو ٿي ويو. هو تيستائين پئي دوست هئا، جيستائين انگريز سامراج جي خلاف جدوجهد ڪري رهيا هئا. هو سمجهندا هئا تہ آزادي گوليءَ پنڌ تي آهي. سوڀي وٽ پرچي جا ڪيئي راز محفوظ هوندا هئا. پر جڏهن سوويت روس جرمن سامراج سان اتحاد ڪيو ۽ سوڀو ڪميونسٽ جي حيثيت ۾، ورودي ڌر جي مخالفت ڇڏي اتحادي ڌر ۾ شامل ٿيو، جنهن ۾ انگريز ۽ ٻيا اچي ٿي ويا تہ هن جي انگريز دشمني ختم ٿي وئي هئي. سباش چندر بوس هندستان مان ڀڄي جپانين جي مدد سان

آزاد هند فوج ٺاهي جنهن ۾ هندو ۽ مسلمان سپاهي ڀرتي شامل هئا. انهن جو مقصد هندستان جي آزادي هو، ۽ جي اها ڪامياب ٿئي ها تہ برصغير جي تقدير ٻي هجي ها. بهرصورت ان ڳالهہ تي تاريخ پوري فتويٰ نہ لکي آهي. مون ’جڳ مڙيوئي سپنو‘ ۾ ان باري ۾ الڳ ڪهاڻي لکي آهي. سو پرچي، سويي کي انگريز سرڪار جو خابرو سمجهي هن کي چيو: ”سويا، اڳين دوستيءَ جي ڪري تنهنجي جان بخشي ٿو ڪريان، پر منهنجي وڃڻ کان پوءِ پورو اڌ ڪلاڪ دروازي مان قدم ٻاهر نہ ڪڍجانءِ! جي تو ائين نہ ڪيو تہ منهنجا ساٿي پاسيرا بيٺا آهن ۽ اهي توکي گهڙيءَ ۾ ختم ڪري ڇڏيندا.“

سويي وڌيڪ ٻڌايو تہ: ”مون کي خبر نہ هئي تہ سياست کي دوستي ائين بي مُروت ڪري ڇڏيندي آهي. مان پوَ ۾ اڌ ڪلاڪ بدران چاليهہ منٽ ويهي پوءِ ٻاهر نڪتس ۽ ڪيرت جو دروازو ڪڙڪايم.“

جي هيمون ڪالاڻي ۽ هنسراج وايرليس سوڍو، ليکيو وڃي تہ سنڌ جو انقلابي لڏو ڪلپنا دت جي ’چٽگام جي انقلابين‘ کان گهٽ نہ هو ۽ انهن تي قراة العين حيدر جي ’آخر شب کي همسفر‘ کان وڌيڪ دلچسپ ناول لکي ٿو سگهجي.

مون ايترو لکيو تہ ٽي - ويءَ تي ستين وڳي خبر آئي تہ اسلام آباد ۾ بم جا زوردار ڌماڪا ٿيا آهن. مصري سفارتخانو تباهہ ٿي ويو آهي ۽ 65 ماڻهو زخمي ٿيا آهن. جن ۾ 5 مصري، هڪ افغاني ۽ ست پاڪستاني بہ زخمين ۾ شمار آهن، اهو بہ ٻڌايو ويو تہ بم گاڏيءَ ۾ رکيل هئا ۽ رموٽ ڪنٽرول (Remote Control) وسيلي ڌماڪو ڪيو ويو هو. اها ڪارروائي مصر جي جامع اسلاميہ نالي گروپ پاڻ تي تسليم ڪئي ۽ مون کي دهشتگردي کان نفرت اچي وئي. جنهن ۾ بيگناهہ ماريا تا وڃن ۽ مون 1857ع جي بلوي تي آپيرا لکڻ جو خيال لاهي ڇڏيو ۽ مون کي ’ڀڳت سنگهہ کي ڦاسي‘ واري پنهنجي آپيرا جي ڪجهہ سٽن تي افسوس ٿيو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هي ٽيڪنالوجيءَ جو دؤر آهي ۽ رموٽ ڪنٽرول سان پوري عمارت کي اڏائي ٿو سگهجي. اڳ تہ ٻانهن جو زور آزمائبو هو ۽ مڙس جو مڙس سان مقابلو ٿيندو هو. هاڻ ٻار ۽ عورتون بہ ماريا وڃن ٿا. 1857ع واري بلوي ۾ بہ ٻار، ٻيا ۽ عورتون بہ ماريون ويون هيون، جنگ ۾ دشمن لاءِ نفرت انسان کي اندو ڪري ٿي ڇڏي ۽ هن مان خون ناحق جو احساس ئي ڪڍي ٿي ڇڏي. ان

ڪري 1857ع ۾ دهلي، ڪانپور، اوڌ، بهار، جهانسي، راجپوتانا، مڌيہ پرديش ۽ پنجاب ۾ بلوي ۽ ان جي اهم ڪردارن نانا صاحب، تانتيا ٽوپي، جهانسيءَ جي راڻي لڪشمي ٻائي ۽ بيگم حضرت محل وغيره تي مون ڪتاب ويڙهي رکيا آهن، جن ۾ لکيل هو تہ بلوي ۾ انهن تي ۽ انگريز زالن ۽ ٻارن تي ڪيترا ڪيس ڪيا ويا.

انهن سان گڏ مون ’علماء ڪا شاندار ماضي‘ جا ٽي جلد بہ ويڙهي رکي ڇڏيا آهن، جن سامراج جي خلاف تحريڪ ۾ حصو ورتو هو. جيڪي انڊمان نڪوبار ٻيٽن تي نظربند ڪيا ويا هئا. ان سان گڏ مون فرانس، اٽلي، اسپين، روس، لاطيني آمريڪا، اتر يورپ، برٽين ۽ يونائيٽيڊ اسٽيٽس (USA) ۾ ٿيل انفرادي ۽ اجتماعي دهشتگرديءَ جي تجزئي تي مواد طاقِ غفلت جي حوالي ڪري ڇڏيو.

مون کي ياد آيو تہ تانتيا ٽوپيءَ تي روزاني ’برسات‘ ۾ ڇپيل اٺ نو قسطن مان آخري قسط جو اختتام مون هيٺين ريت ڪيو هو: ”مون کي ياد ٿو اچي تہ جڏهن مان لنڊن ۾ ڪرامويل هاسپيٽل ۾ هوس تہ هڪ انگريز شاعر مون وٽ هڪ سنڌي دوست سان گڏجي آيو هو. جنهن لورڪا جي شاعريءَ جي باري ۾ ڳالهائيندي، مون کان پڇيو هو تہ: ”ڇا تو لورڪا کي پڙهيو آهي؟ ڏسڻ ۾ تہ مون کي تون هن کان ڪافي متاثر ٿو لڳين.“

”هسپانوي زبان تہ مان نہ ڄاڻان، پر هن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ٻہ چار ڀيرا پڙهيو اٿم.“ مون جواب ڏنو هو.

هن چيو: ”مان توکي هن جو هڪ نظم ٿو ٻڌايان جيڪو ترجمي ۾ شامل ناهي.“ پوءِ هن مون کي لورڪا جو هيٺيون نظم ٻڌايو.

” ”جي مان مري وڃان تہ بالڪني کولي ڇڏجانءِ!
ننڍڙو ڇوڪرو نارنگيون کائي رهيو آهي،
(مان بالڪنيءَ مان هن کي ڏسي سگهان ٿو.)
هاري ڪٽڪ لٽي رهيو آهي
(مان بالڪونيءَ مان هن کي ٻڌي سگهان ٿو.)
جي مان مري وڃان
تہ بالڪني کولي ڇڏجانءِ!“

مان تانتيا ٽوپي تي هيءَ لکڻي لکي سوچي رهيو آهيان تہ جي مان

جهانسيءَ جي راڻي ۽ تانتيا ٽوپيءَ تي بالڪني ڪوليان تہ ڇا هو ٻاهر پنهنجي آزاد ڌرتي ڏسڻ چاهيندا يا هڪ نظر ڌرتيءَ تي وجهي بالڪني بند ڪري ڇڏيندا؟ آخر ٻاهر ڏسڻ جهڙو ڇا آهي؟"

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ آزاديءَ لاءِ جيڪو رت وهيو، سو رائگان ويو. اها ڳالهہ نہ رڳو هتي پر ويٽ نام ۽ آمريڪا جي جنگ تائين سچي آهي، آمريڪا ۾ بہ ٽنڊن منڊن War Veteran جون حالتون پڙهي روح ڏکي ٿو وڃي.

سال 1984ع ۾ ماسڪو ۾ دهشتگرديءَ تي هڪ ڪتاب ڇپيو هو، جو مون پڙهيو آهي. اهو ڪتاب گورباچوف جي پيرسترائيڪا کان هڪ سال اڳ ڇپيو هو. ان ڪتاب ۾ اولهہ يورپ، يون وچ سمنڊ، (Mediteranion) واري علائقي ۽ لاطيني آمريڪا ۾ ڪاٻي ڌر واري دهشتگردي کي نندي ڇيو ويوآهي تہ: "دهشتگرديءَ سان ڪو مسئلو حل نہ ٿوٿئي."

دهشتگرديءَ ڏانهن لاڙي جا اثر اڄان اتر آمريڪا، ڏکڻ آفريڪا، ايشيا ۽ آسٽريليا ۾ بہ آهن. لاتعداد واقعا ٿيا آهن، بمن جي ڌماڪن، يرغمال ۾ ورتل شخصن جي غارتگريءَ جا ۽ هوائي جهازن کي يرغمال بڻائڻ جا. هيءَ ڌرتيءَ پاڻ نيوڪلئر تجربات جي ڪري هڪ ٽائيم بم وانگر ٿي رهي آهي، ۽ دهشتگرد ان کي اڏائي سگهڻ جا اهل آهن. تاريخ ڏيکاريو آهي تہ ساڄيءَ ڌر وارا ۽ نوان فاشسٽ، ڪاٻيءَ ڌر وارن کان اڳ فعال ٿين ٿا، جيئن مٿي ذڪر ڪيل اسلام آباد واري واقعي مان ظاهر آهي.

اڪثر دهشتگرديءَ جي واقعات کي جنون جي حد تائين قوم پرستي يا مذهبي تصورات جو پس منظر آهي. تازو ڪيئي حلقا پاڻ کي سامراج جي ظلم ۽ استبداد جي خلاف احتجاج لاءِ دهشتگرديءَ کي ذريعو بڻائين ٿا. پر ڪاٻي ڌر وارا الفاظ Phraseology (محاورن جو علم) استعمال ڪري، هو پنهنجا مقصد جائز قرار ڏئي نہ ٿا سگهن. مثال طور اي. ٽي. اي (A.T.A.) جا اسپين ۾ باسڪ دهشتگردن جي تنظيم آهي. The Boseque Terrorist Organization انهيءَ تنظيم فرانڪو جي آمريت جي زماني ۾ فرانڪو جي سلطنت جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ دهشتگرديءَ کي ضروري سمجهيو، جيئن پوءِ هو باسڪ جي خودمختيار حڪومت ٺاهي سگهي. باسڪ اسپين جو هڪ صوبو آهي. ان تحريڪ ۾ فاشزم جي خلاف نعرا ها ۽ ان جو مقصد انتها پسند معاشي تبديلي (Radical Social Transformation) هو. انهيءَ وقت اها تحريڪ

ڪاهيءَ ڏر واري دهشتگرديءَ جي هئي، پر جڏهن فرانڪو جي حڪومت ڏهي پئي تہ اڳئين ڪاهي ڏر واري مسخري بند ڪئي وئي، ۽ اي. ٽي. اي. هڪ قومپرست دهشتگرد تنظيم ٿي پئي. اسان آفريڪا جي ’مائو مائو تحريڪ‘ جي باري ۾ پڙهيو آهي ۽ آمريڪا جي سياهہ فامن خلاف ڪوڪلس ڪلان (Ku Klux Clan) جي باري ۾ بہ ڪتاب پڙهيا آهن ۽ وڊيو ڪئسٽ بہ ڏٺا آهن. انئين برابر آهي تہ جڏهن سياهہ فام نقاب پوشيءَ تي لهي آيا ۽ مِسي سِپي شهر کي باهہ ڏنائون. تڏهن سفيد فام آمريڪي سڌا ٿيا. پر جنگ، تخريبڪاري، دهشتگردي غلط طريقا آهن تہ انهن سان انصاف جي گهر ڪئي وڃي، پوءِ اهو الجيريا، زمبابوي، نڪاراگوا ۾ هجي يا نندي ڪنڌ جي ڪنهن ملڪ ۾ هجي. دهشتگرديءَ جو متحرڪ جذبو مارڪسي، فاشي، اسلامي، يا عبراني هجي، دهشتگردي غلط آهي. مون ويجهڙائيءَ ۾ ٽالسٽاءِ جا ڪتاب پڙهيا آهن، هن کي بہ انارڪسٽ (تخريبڪار) ڪوٺيندا هئا. چاڪاڻ جو انارڪزم بہ دهشتگرديءَ جي پس منظر ۾ آهي. ٽالسٽاءِ جي انابت (Conversion) کان اڳ تہ اها ڳالهہ ڪنهن حد تائين صحيح هئي، ان ڪري ان تي جرمن افسانہ نويس اسٽيفن زيوگ چيو هو تہ: ”ٽالسٽاءِ اسان جي دؤر جو سيني کان وڌيڪ جذباتي انارڪي پسند ۽ اجتماعيت دشمن آهي.“ جڏهن ڪنهن جرمن اسڪالر ٽالسٽاءِ کي انارڪي پسند چئي، ٻين ساڳين نظرئي وارن سان ڪتاب ۾ شامل ڪيو تہ ٽالسٽاءِ ناراض نہ ٿيو، چو تہ هن ڪتاب ۾ اهو بہ لکيو هو: ”ٽالسٽاءِ تشدد جو مخالف هو، دراصل ٽالسٽاءِ تي بہ ٻين اديبن جي خيالات جو اثر هو.“ فرينچ مفڪر پروڌان (Proudhan) جو ڪتاب ’ملڪيت ڇا آهي‘ (What is Property) کان ڏاڍو متاثر ٿيو هو. مان يانيان ٿو تہ پروڌان جا نظريا انارڪيت جا باني هئا، هن جي چوٽي آهي تہ: ”قوم پرستي ئي آزاديءَ جي راهہ ۾ وڏو روڙو آهي.“

”سڀ حڪومتون هڪ جيتريون بريون ۽ چڱيون آهن. اهو انارڪيءَ جو بهترين آدرش آهي.“ ٽالسٽاءِ مٿي ذڪر ڪيل پروڌان جو ڪتاب 1857ع ۾ پڙهيو هو. 1882ع ۾ ٽالسٽاءِ، پروڌان سان بروسيلز ۾ مليو هو، ۽ هن سان خيالات جي ڪافي ڏي وٺ ڪئي هئائين. ڪجهہ وقت کان پوءِ ٽالسٽاءِ هن جي باري ۾ لکيو: ”پروڌان ئي فقط هڪ انسان هو، جنهن اسان جي دؤر کي سمجهيو ٿي، ۽ جنهن عوامي تعليم ۽ پريس جي اهميت ڄاتي ٿي.“ ٽالسٽاءِ،

پروڏان ڪان متاثر ٿي ڪتاب لکيو تہ جنگ انساني نفسيات تي ديرپا اثر ڇڏي ٿي، جيتوڻيڪ سياسي ۽ ملٽري ليڊر ان ڪان ايترو متاثر نہ ٿا ٿين.

اسان جي لاءِ برصغير جي نفسياتي درستيءَ لاءِ ٽالسٽاءِ جو مطالعو نهايت ضروري آهي.

بڪونن جا تخريبڪاريءَ جا نظريا ٽالسٽاءِ کي نہ وڻندا هئا. بڪونن، هن جي نظر ۾ اهڙو تخريبڪار هو، جنهن ساري مصنوعي دنيا جو خاتمو آڻڻ ٿي چاهيو، جا متاهين سماج ۽ سياست جي چنبي ۾ هئي، توڙي اها ڳالهہ تشدد کان سواءِ ۽ اخلاق جي تبديليءَ سان بہ ٿي سگهي ها.

ٽالسٽاءِ، پرنس ڪروپوٽڪن جو وڏو مداح هو، جيتوڻيڪ هن جي ڪروپوٽڪن سان ملاقات نہ ٿي هئي. اسان وٽ محمد ابراهيم جويو، شروعات ۾ پرنس ڪروپوٽڪن جو مداح هو ۽ هن جي ڪتاب 'امداد باهمي' (Mutual Aid) جو سنڌيءَ ۾ ترجمو بہ ڪيو هئائين. ان ۾ شڪ ناهي تہ توڙي محمد ابراهيم جويو سنڌي نوجوانن کي ڪوئي دڳ نہ ڏسي سگهيو آهي، پر سنڌي نوجوان جي شعور جي ارتقا ۾ هن جو وڏو هٿ آهي.

رومين رولان (Romain Rolland) ڪروپوٽڪن جي باري ۾ چيو هو تہ:

"هن پنهنجي ساري دولت ۽ پنهنجي سماجي حيثيت عوام لاءِ قربان ڪئي هئي."

ٽالسٽاءِ پنهنجي ڪتاب "هڪ انقلابيءَ جون ساروڻيون" ۾ بہ ڪروٽوپڪن جي ڏاڍي ساراهہ ڪئي هئي. جيتوڻيڪ ڪروپوٽڪن تشدد جي حمايت ڪئي هئي، پر هو ان مان خوش نہ هو. تشدد هن جي فطرت جي خلاف هو. ڪروپوٽڪن کي بہ ٽالسٽاءِ لاءِ ڏاڍي عزت هئي. هن کي 'ساري دنيا جي دل ۾ پيهي ويندڙ انسان' (The Most Touchingly Loving Man In The World) چيو هئائين. ڪروپوٽڪن جنهن ڳالهہ کي 'امداد باهمي' ٿي چيو، اها ٽالسٽاءِ جي پيار جي نظرئي کان پري نہ هئي. جڏهن ٽالسٽاءِ ڪوهہ ڪاف ۾ آفيسر هو، تڏهن هو پهاڙي ماڻهن ۽ قزاقن (ڦورن) جي ويجهو آيو، ۽ ڏٺو هئائين تہ اهي ماڻهو فطرت جي ڪيترو قريب هيا ۽ زندگيءَ جي هر شهري بدعنوانيءَ کان ڪيترو پري هئا. سائبيريا جي رهاڪن جي باري ۾ بہ ڪروپوٽڪن جا بہ ساڳيا خيال هئا.

ٽالسٽاءِ کان سڀ کان وڌيڪ متاثر انسان مهاتما گانڌي ٿيو آهي. مهاتما گانڌيءَ هڪ بي مثال حڪمت عمليءَ سان هندوستاني قوم کي

جاڳايو ۽ رت وهائڻ کان سواءِ هنن جي رهنمائي ڪئي. گانڌي ڪيترن ئي آزادي پسند مفڪرن کان متاثر هيو، پر هن جي 'اهنسا' جي تحريڪ آمريڪي مفڪر ٿارو (Thoreau) ۽ روسي مفڪر ٽالسٽاءِ جي زير اثر تربيت ورتي ۽ ڳوٺن ۾ پنچاتي سرشتي جو خيال ڪيس پرنس ڪروپوٽڪن جي مطالعي مان مليو. مون چاهيو ٿي تہ سوڀي گيانچنداڻيءَ کي ٻڌايان تہ مان انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان تہ ٽالسٽاءِ ۽ پرنس ڪروپوٽڪن کان سواءِ ٻين روسي مفڪرن انسان ذات کي غلط راهہ تي لاتو هو. مون اهو بہ چاهيو تہ مون هڪ ڪتاب 'لينن کان گورباچوف تائين' جو هڪ بول شاعره کان خريد ڪيو هو، جنهن جو لنڊن ۾ ڪراموپل اسپتال پرسان ڪتاب گهر هو ۽ جنهن جو ذڪر مون اڳيئي ڪيو آهي، اهو سوڀي کي پڙهڻ لاءِ ڏيان ڇو تہ ان ۾ لينن کان وٺي گورباچوف تائين دليل ۽ انگ اکر ڏئي ثابت ڪيو ويو آهي تہ سوويت انقلاب ناڪامياب ٿيو آهي، پر مون سمجهيو تہ هو اها ڳالهہ مڃيندو ڪونہ، ان ڪري مون ڪيس اهو ڪتاب نہ ڏنو.

ڳالهيون ڪندي مون سوڀي کي چيو تہ: "مون کي تاريخ جي مطالعي اهو سيکاريو آهي تہ انسان بنيادي طرح جاهل ۽ ظالم آهي ۽ اشرف المخلوقات ٿيڻ لاءِ هن کي وڏو جهاد نفس ڪرڻو آهي، ۽ ان جو بار انسان تي آهي تہ هو ثابت ڪري تہ هو اشرف ٿي سگهيو آهي." ميڪاوليءَ جي گلا لاءِ ڪهڙا بہ سبب هجن، پر هن جي انسان جي ڪميڻائيءَ جي باري ۾ اندازو صحيح آهي تہ: "اها ڳالهہ انسان جي فطرت ۾ مضمر آهي، تہ اهڙا ڪم ڪري جي سماجي نظام کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏين ۽ ان جي سگهہ کي نهوڙي نين ۽ غالباً ان ڳالهہ کي ڪرستاني دينيات جي ماهرن اصلوڪو گناهہ (Original Sin) ڪوٺيو آهي.

هاڻي منهنجو انسان جي چڱائيءَ مان اعتبار نڪري ويو آهي ۽ انگريز مضمون نگار سوِفٽ (Swift) ۽ شوپنهار کي ياد ڪندو آهيان. افسوس جي ڳالهہ آهي تہ مُلا بہ مون تي ناراض رهيا آهن ۽ ڪميونسٽ بہ ناراض رهيا آهن. اقبال نيڪ چيو آهي:

"تِري آزاد بندون ڪي نہ يهہ دنيا نہ وه دنيا."

مون سوڀي کي اهو بہ چيو تہ: "ڪميونزم جي بنيادي ڳالهہ اقتصادي مشيت (Economic Determinism) ناڪام ٿي آهي. روس ۾ 1917ع کان

1975ع تائين روسي اقتصاديات ۾ ڦيري لاءِ ڪوشش ڪئي وئي، پر اها ناڪام وئي ۽ انساني ڪردار تي اثر انداز نہ ٿي سگھي. دراصل انساني ڪردار ۾ ڦيرو ئي ملڪي معيشت بدلائي سگھندو آهي. جڏهن تہ صاحبِ ڪردار شخص اقتدار ۾ هوندا آهن، تڏهن ئي عوام کي اقتصادي انصاف حاصل ٿيندو آهي."

سوپي چيو تہ: "تون بہ مون وانگر ٿو چوين تہ چڱا ماڻهو ئي معاشي ڦيرو آڻي ٿا سگھن. پر مان اهو نہ ٿو مڃيان تہ انسان ذات سڌري نہ سگھندي، جي ائين آهي تہ ماڻهو جيئي ڇا جي لاءِ ۽ آپ گھات ڇو نہ ڪري."

مون جواب ڏنو: "جنهن ڳالهہ لاءِ اڳي جيئندو هو، خود شناسيءَ ۽ خدا شناسيءَ لاءِ." سوپي کي انهيءَ جواب ڪافي مايوس ڪيو.

مون کي اوچتو ياد آيو تہ هڪ ڀيري سوپيو مون کي نشاط سئنيما جي پرسان رهندڙ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اهم رڪن گجرال وٽ وٺي هليو هو. (جيڪو ڪافي سال پوءِ اندرا گانڌيءَ جي ڏينهن ۾ پارت جو پرڏيهي وزير رهيو هو ۽ هاڻي بہ آهي.) ۽ چيو هئائين تہ: "Meet our Red Poet" (اسان جي سرخ شاعر سان مل.) گجرال پرتپاڪ هٿ ملايو هو ۽ چيو هئائين تہ: "سنڌي نظم پڙهاءِ تہ مان ان جي رواني ۽ موسيقيءَ جو اندازو لڳائي سگھان." مون هن کي، "او باغي، او راڄ دروهي،" پڙهايو تہ هو ڏاڍو خوش ٿيو هو، ۽ چيو هئائين تہ: "تون شاعريءَ ۾ چندر شيکر آزاد آهين." گجرال، دراصل پنجابي هو ۽ هن جو پيءُ ان دؤر ۾ پنجاب اسيمبليءَ جو ميمبر هو. چندر شيکر آزاد؛ اصل ۾ ڀڳت سنگهہ جو ساٿي هو ۽ وڏو دهشتگرد ۽ انقلابي هو.

پوءِ سوپي اهو چئي موڪلايو تہ: "ان ڳالهہ تي مان توسان متفق آهيان تہ اسان جي دوستي ذاتي آهي، نظرياتي ناهي. اسان سدائين ائين دوست رهنداسون."

منهنجو سِسي فس جي ڏند ڪٿا (Myth of Sisifus) ۾ ويساهہ نہ رهيو آهي، جو هو هر هر ڇپ کي چوٽيءَ تي صرف ان لاءِ کھلي پهچائيندو هو تہ اها ڳڙڳڙاهٽ ڪندي هيٺ اچي ڪِري. ان ڳالهہ تي ڪيترو صبر ڪري ٿو سگھجي. سوپي جي وڃڻ کان پوءِ مون کي نوبل انعام کٽندڙ اديب وليم فالڪنر (Willium Falkner) جا لفظ ياد آيا تہ: "زندهہ رهڻ لاءِ قوت، هر ڳالهہ جي جذب ۽ سان برداشت ڪرڻ ۽ ان جي باوجود ثابت قدم رهڻ."

The capacity to survive and absorb and endure and still be steadfast.

ڪيٽس چئجي تہ هن مٿيان لفظ ڪنگ ليئر (King Lear) ۾ هڪ ڪردار ايڊگر جا لفظ ڦيرگير ڪري ورجايا هئا.

Men must endure,
Their going hence, even as their coming hither.
Ripness is all.

"انسانن کي برداشت ڪرڻ گهرجي
انهن جو وڃڻ ۽ سندن موٽي اچڻ بہ؛
رچي راس ٿيڻ ئي سڀ ڪجهہ آهي -"

مان اڄ تائين ڪنهن نظرئي کي پڄيءَ ۾ نوڙ ڪري وجهڻ پسند نہ ڪيو آهي. مان غلامي ۽ گلوخلاصيءَ ۾ فرق چڱيءَ طرح سڃاڻان. تخليق جي آزاديءَ کان سواءِ تخليق بي جان آهي، ان ڪري منهنجي ڪنهن بہ نظرياتي پارٽيءَ سان وابستگي نہ آهي ۽ نہ رهندي.

سوڀيو منهنجي دوستن ۾ سڀني کان دلچسپ دوست آهي، مان هن تي پورو ڪتاب لکان ها، جي هو موٽي اچي ها، پر واعدو ڪري بہ هو نہ موٽيو ۽ لاڙڪاڻي هليو ويو. مان سوڀي کي در تائين ڇڏي، زرينا ڏانهن موٽي تو اچان، جنهن کي مان ڪجهہ وقت لاءِ ڇڏي هليو ويو هوس. لاتوٽي اڃان ڦري رهي آهي؛ پر هاڻي ان کي ڏور وري ويڙهٽي آهي.

گوئٽي جي ان ڳالهہ تہ: "ذات جي اڏاوت خاموشيءَ ۾ ٿيندي آهي." سان نہ رڳو فرانسيسي اديب مارسل پراؤسٽ (Marcel Proust) متفق هو، پر مان بہ متفق آهيان.

مان ۽ زرينا هاڻي ٻہ نہ رهيا آهيون. رڳو جديد طبيعات جي ماهرن وانگر اسان مڪان جي ٽن پکيڙن (Dimensions) کي زمان جي لازميءَ چوٿين پکيڙ سان ملايو آهي. مون سموري زندگيءَ کي هڪ ڳوريءَ ريڙهيءَ وانگر جڳهہ جڳهہ گهليو آهي ۽ ان ۾ نوان نوان ادبي ساز و سامان ريڙهيا آهن. هاڻي اها ريڙهي، پيهر بيهاري زرينا کان اهو ڪجهہ وٺي رهيو آهيان جو هن وٽ وقت جي شڪست ۽ ريخت کان بچيو آهي.

"زرينا ننڍي هوندي اسان ٻيون کهڙيون رانديون کيڏندا هئاسين؟"

ڇدن سان ڳچي راند کيڏندا هئاسين. اِنڊا، ڪبوتري، رنگارنگي پٽراوان چِدا، رنگ رنگ جون گوليون، ڇدو ڇدي کي ڇٽيو وڃي تو ۽ .سڀ گل'

جون صدائون اڃن ٿيون. زرينا جون جيڏيون ڪوڏين سان ليڪڙ، وڏڪاٽي، چنر، اِڪي ٻور، رانديون ڪن ٿيون. مان 65 سال واري ٿو ڇڏيان.

ڏهن سالن جي ٻار وانگر، منهنجي نظر ٻہ ٻارن جي پاندن ۾ بائليون، سُرميل، گبو، ڊينگ ۽ گانءِ ڪوڏيون آهن. بائلي نيڙي سونهري ڪوڏيءَ کي، ڊينگ ٿلهيءَ ڪوڏيءَ کي، گبو خاڪي رنگ واري ڪوڏيءَ کي، سُرميل، سرمائي رنگ واري ڪوڏيءَ کي ۽ گانءِ، چنڪمري ڪوڏيءَ کي چوندا هئا. ليڪڙ جي کيڏارين مان هر هڪ، هڪ بائلي ڏيندو هو، پوءِ هر کيڏاري سڀ بائليون ڦٽي ڪندو هو. ۽ جنهن جي بائلي اونڌي پوندي هئي، اهو کٽي ويندو هو.

"زرينا، 'ذرا عمر نکتہ کو آواز دينا'، ٻيون ڪهڙيون رانديون ڪندا هئاسين؟ مون ڪان تہ ڪوڙئين ڪتاب پڙهي پنهنجي زندگي ئي وسري وئي آهي. فرانس، جرمني، اٽلي، انگلنڊ، آمريڪا، جپان، چين، هندستان، پوري مغرب ۽ مشرق جي ادب کي مون ڏٺو آهي، پر مون کي منهنجي جنم ڀومي شڪارپور ياد نہ آهي. ڪاليج جي زماني ۾ مان انگريزي شاعر گولڊ سمٿ جو نظم 'ويران ڳوٺ' (Deserted Village) پڙهندو هوس. پر شڪارپور اڄڪلهہ ان ڪان بہ وڌيڪ ويران لڳي رهي آهي. اسان ان کي پنهنجي تصور ۾ ئي اياري سگهون ٿا.

مون سئمون دي بوار جو سارتر تي لکيل ڪتاب 'الوداع' (Adieu) پڙهيو. جنهن ۾ سارتر جي موت ڪان اول سئمون سان ڪيل گفتگو ڏنل آهي. خدا نہ ڪري تہ هي ڪتاب ان ڪتاب وانگر ثابت ٿئي. مون کي اڄان ڪيئي ڪتاب لکڻا آهن. مون هڪ هنڌ لکيو هو تہ: "جنرل ضياءُ الحق مون کي مدو (وائيس چانسيلرشپ جو) پورو ڪرڻ ڏنو تہ موت ايترو بي مروت ڪٿي آهي؟" منهنجي ذات جڏهن بہ علي بابا وانگر 'کل جا سم سم' چوندي آهي تہ هڪ نئون ادبي خزانو لڀي پوندو آهي. ها، تون سلسلي کي جاري رک. ٻيون ڪهڙيون رانديون ڪندا هئاسين."

زرينا جواب ڏنو تہ: "اسان ڇوڪريون تہ هڪ راند 'ايسي موري لال ڪٽوري' کيڏنديون هيونسين. جنهن ۾ ڇوڪريون پاڻ ۾ هٿ ملائي ڦيرا ڏينديون هيون ۽ ڪاريءَ رات ۾ ائين لڳنديون هيون، ڄڻ ڪتيون آسمان ۾ ڦري رهيون آهن. اسان جي وارن جون ربنيون ۽ هٿن ۾ شيشي جون رنگا رنگ

ڪنگٿيون ٿيري وقت دلفريب فضا پيدا ڪنديون هيون. ڪيئي رانديون کيڏنديون هئاسين. کھڙيون ٻڌائي کھڙيون ٻڌايانءِ. نوڙيءِ ٽپي، لِڪي ڇپي، جھومڙي جھمي، اِٽي ڏڪر. جھومڙي جهڻي ۾ چار پيچي هوندا هئا. اهي سيئي پنهنجي هٿ تي هٿ هٽندا هئا. هڪ سڄي هٿ جي تري ابتي رکندو هو ۽ ٽي ڄڻا سبتي رکندا هئا، تہ اهو ڇڻي ويندو هو. جي ٻہ ڄڻا ترپون سُبتيون ۽ ٻہ ابتيون رکندا هئا، تہ راند ٻيهر هلندي هئي. عجيب غريب گيت بہ ڳائيندي‌ون هيونسين.

ٽنڊٽي ڙي ٽنڊٽي
اسين تنهنجا ماٺهو
ڇپينداسون‌ڏاڙهون.
هيءَ ڪڙ ڪڙ کھڙي،
ستن پائڻ جھڙي
ستئي ويا ڪم تي
ديڳ چڙهي دم تي
بابل کي چئجانءِ
دادل کي چئجانءِ
منهنجي گڏي آڻجانءِ
روپي ۾ تورائجانءِ
سون ۾ مڙهائجانءِ.
يا
ارچڪ مرچڪ
ڏاٿا ڏرچڪ
آگ پٽيئڙو
ناگڻ جوڳڻ
ڪارا ڪئي
مٺي ڇٺي.

اهي کھڙي ٻوليءَ جا لفظ آهن، جا اسان جي قديم ماضيءَ ۾ ڳالھائي ويندي هئي، جا هاڻي مدفون ٿي چڪي آهي. اسان جا ٻار تہ انهن ڳالھين مان ڪجهہ بہ نہ ڄاڻن! هڪ اجنبي تهذيب جي چوڏول ۾ گھوماتيون ۽ پانواٽيون کائي رهيا آهن. هڻن تہ اهي رانديون ٻڌيون بہ نہ آهن، ۽ نہ ئي هنن کي انهن

شين جو ڪو پتو ئي آهي، جيڪي اسان شڪارپور ۾ ڏٺيون هيون. هو پنهنجي شهر ۾ جلاوطن آهن. اسان جي ٻوليءَ سان راڳا ڪيا ويا آهن ۽ اسان جي تهذيب تي هانچا هنيا ويا آهن. اسان جو تشخص تباهہ ڪرڻ ۾ پنهنجو هٿ آهي. اسان پنهنجي پاڻ جا وڏي ۾ وڏا دشمن آهيون. پنهنجي شخصيت کي مسخ ڪرڻ ۾ اسان ماهر آهيون، تاريخ کي ڪهڙو ڏوهہ ڏيون؟

ٻي راند هئي، جهمٽ مٽو. جنهن ۾ هڪ ٻيچي چيلهہ جهڪائي اونڌو ٿي اکيون پوري بيهندو هو. ٻئيان هن جي چيلهہ تي هڪ ڇٽو مُڪ تي مُڪ رکي بيهندو هو. پرسان بيٺل ٻيو ٻيچي چوندو هو: ”ايڻ ميڻ، جهمٽ مٽو، دودو ڪيڻ.“ جي هُن ٻوٽيل اکين سان چيو تہ پنيءَ تي مُڪ رکندڙ دودو نہ آهي ۽ واقعي اهو دودو نہ هوندو هو تہ ٻيو ٻيچي، هن جي پٺيءَ تي مُڪ رکندو هو. وري هن کان ساڳيو سوال پڇندو هو. پر جي اهو سچ پچ دودو هيو تہ هن جي جاءِ تي دودو چيلهہ جهڪائي، اکيون ٻوٽي بيهندو هو ۽ ٻيو ٻيچي هن جي پٺيءَ تي مُڪ رکي بيهندو هو، ۽ هن کان پڇندو هو تہ: ’ايڻ ميڻ، جهمٽ مٽو، راڻو ڪيڻ‘ ، ۽ راند جي سڄاٽپ شروع ٿي ويندي هئي. ڇوڪريون جڏهن اها راند ڪيڏنديون هيون تہ هڪ ڇوڪري چيلهہ جهڪائي، اکيون ٻوٽي بيهندي هئي ۽ ٻہ ڇوڪريون هٿ مٿان هٿ رکي هن جي چيلهہ تي رکنديون هيون ۽ ٽين ڇوڪري چوندي هئي:

ڦوٽا ڦڪيندس، لؤنگ لٽيندس،

هينينڙو ڪِن مٿينڙو.

اکيون پوري ڇوڪري جي ڪنهن بہ ڇوڪريءَ جو صحيح نالو ٻڌايو تہ انهيءَ کي اکيون پوري، چيلهہ جهڪائي بيهڻو پوندو هو ۽ ٻہ ڇوڪريون هن جي چيلهہ تي هٿ رکي بيهنديون هيون ۽ ساڳيو سوال ڪنديون هيون.

زرينا، انگريزي شاعر آسڪر وائيلڊ هڪ نهايت غم انگيز نظم لکيو هو. ريڊنگ جيل جو گيت Ballad of Reading Jail جنهن جي ٻهرين سٽ هئي.

Every one kills the things he loves.

(هرڪوئي ان شيءِ ئي کي قتل ڪري ٿو، جنهن سان هن جي محبت آهي.)

اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اسان قتل ڪري، پنهنجي خودڪشي ڪئي آهي. هاڻي تون کي ٻيون رانديون ٻڌاءِ؟“

پيون رانديون تہ اوهان ڇوڪرا کيڏندا هئا. گهوري، ڪوڏي ڪوڏي ۽ هڪ عجيب راند ’الله دادڙي‘ بہ کيڏندا هئا. الله داد شايد ڪوئي شڪارپور جو نامي گرامي ڌاڙيل هو. ان جي اطلاع سان اوهان وٺي ڀيرين، مٿي اگهاڙي ڀڄندا هئا ۽ شڪارپور جا اٺئي دروازا گهمي ايندا هئا. لکي در، هزاري در، هاٿي در، سُوي در، خانپوري در، ڪَرن در، واڳڻو در، نوشهرو در. انهن سڀني جي خاڪ اوهان جي پيرن کي چنبڙيل هوندي هئي، ۽ اڄ بہ انهن کي سڏي رهي آهي. تو ڪڏهن محسوس ڪيو آهي تہ پير رستي جو حصو ٿي ويندا آهن؟ ڇا تو محسوس نہ ڪيو آهي تہ شڪارپور، ڪراچيءَ کان هزار ڀيرا بهتر هئي؟ هتي ڇا آهي؟ ڪارخانا، انهن مان نڪرندڙ دونهين جا ڪڪر، هڪ طرف اوچا ماڙا، ٻي طرف غريبن جون جهوپڙيون. برصغير ۾ سرمائيداري نظام اسان کي غليظ ۾ غليظ زندگي ڏني آهي - بمبئيءَ ۾ بہ جنهن فائيو اسٽار هوٽل ۾ اسان رهندا هئاسون، ان جي سامهون گندي فوٽ پاٿ تي جهوپڙيون هونديون هيون، جتي ماڻهو سمهندا، رڌيندا ۽ پچائيندا هئا. چوڌاري گندگي هوندي هئي ۽ ايئرڪنڊيشنڊ هوٽل مان نڪري ڪار ۾ ويهندا هئاسون تہ ڏپ ڪجهہ وقت اسان جو پيڇو ڪندي هئي. ڪراچي بہ هڪ گندو تلاءُ آهي، جنهن ۾ چوُرون ئي چوُرون آهن. رت پياڪ چوُرون!“

ان تي مون سوچيو تہ ڪراچيءَ ۾ جيڪي بہ باذوق يادگار آهن، اهي انگريزن جي دؤر جا آهن. سٽي هال ڪلاڪ (City Hall Clock) جارج پنجين جي جوبليءَ جي يادگار طور ٺهرايو ويو هو. ڊي. جي. سنڌ سائنس ڪاليج، 1887ع ۾ وجود ۾ آيو. فريئر هال جيڪو تڏهن جي گورنر سر بارٽل فريئر جي يادگار طور 1885ع ۾ ٺهرائي مڪمل ڪيو ويو هو. (جنهن جي ڇت تي پاڪستان جي مشهور مصور صادقين جون پينٽنگس ٽيل آهن.) جڏهن سنڌ جي سرزمين ڇڏي رهيو هو. نيوهام گليءَ جي ڪنڊ وٽ قائداعظم جو گهر هيو، ڪراچي پورٽ هيڊ ڪوارٽر جو بمبئيءَ جي گورنر لارڊ ولنگٽن 1916ع ۾ ٺهرايو هو. ميري ويدر ٽاور جو 87-1886ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر وليم ميري ويندر ٺهرايو هو. سنڌ ڪلب، هولي ٽرنٽي ڪئٿيڊرل (Holy Trinity Cathedral) سينٽ انڊريو چرچ، وڪٽوريا ميوزم، امپريس مارڪيٽ، گورنر هائوس، ۽ ميونسپل آفيس، سڀ خوبصورت فنِ تعمير جا نمونا انگريزن ٺهرايا هئا، جن جي اسان ٻوري نظرداري بہ نہ ڪري سگهيا آهيون.

هاڻي تہ محمد علي جناح روڊ تي نڪتل دونهون (Exhaust Fume) قائداعظم جي مزار کي بہ خراب ڪري رهيو آهي. جنهن تي چڻ نيرو استر چڙهي ويو آهي. جنهن جي اندر وڏو ۽ خوبصورت شاندليئر چين جي سرڪار لڳارايو هو. باقي آغا خان ميڊيڪل ڪاليج جي خوبصورت عمارت تي اسان جي حڪومت لاف زني نہ تي ڪري سگهي. ها، پيراڊائيز پائنٽ (Paradise Point) اها تہ قدرت ٺاهي آهي. باقي وڏيون وڏيون عمارتون تہ سيمنٽ جا دٻا آهن، پوءِ اها اسٽيل مل هجي يا پورٽ قاسم. فن تعمير ۾ بدذوقيءَ جي انتها آهن. ان ڪان تہ حيدرآبادي عاملن جا گهر هزار ڀيرا چڱا آهن. شڪارپوري سيٺيون بہ باذوق انسان هئا. پيار علي الانا، جڏهن سنڌ جو وزيرِ تعليم هو، تڏهن مون کي ڪاٺ جو هڪ در ڏيکاريو هئائين، جيڪو هن شڪارپور مان، ڪنهن سراءِ مان خريد ڪري، ان جي مرمت ڪرائي هئي ۽ جيڪو نهايت خوبصورت دروازو هو، جنهن ۾ ڪاٺ ۾ پيڪٽ ڪبير، گرو نانڪ، ميران بائي ۽ ٻين اهم شخصيتن جي تصويرن جي اُڪر ٿيل هئي. اهڙي ڪاريگري تہ مون پوري پاڪستان ۾ نہ ڏٺي آهي. شڪارپور جا ڊڪڻ واقعي پنهنجو مٽ پاڻ هئا. ڪراچيءَ جا رستا بہ شڪارپور جيان پڄي پُري پيا آهن، پر شڪارپور جي رستن تي ايتري واهيات ٽرئفڪ نہ آهي، جيتري ڪراچيءَ جي رستن تي آهي. فارين ايڪسچينج عيش آرام جي ڳالهين تي ضايع ڪيو وڃي ٿو. فقط ڪراچيءَ ۾ ايتريون موٽر ڪارون آهن، جيتريون پوري هندوستان ۾ نہ آهن. پوني ۾ مون فقط عطر سنگتياڻي وٽ وڏي فارين ڪار ڏٺي هئي، نہ تہ سڀ ائمبيسيڊر ۽ ماروتي هلائي رهيا هئا. جيڪي هندستان ۾ ٺهنديون آهن. اوير پنجاب ۾ ايتري ڪڻڪ اپائي وئي آهي، جو پنجاب ۾ ايترا گدام نہ ٿا ملن، جتي اها محفوظ رکي سگهجي ۽ ڀارت سرڪار ان کي ڪتب آڻڻ لاءِ فيصلو ڪيو آهي تہ ڀارت جي ڪروڙين اسڪولي ٻارن کي منجهند جو ويلو مفت ڪارايو وڃي. اسان وٽ تہ ڪڻڪ جو اٽو وڃي اسي رپئي ڏهہ سير تي پهتو آهي. چٽي جي دال وڃي چاليهہ رپئي سير لڳي آهي. غريب ماڻهوءَ کي دال ماني بہ نصيب ناهي. غريب وڃي غريب تر ٿيندو ۽ امير وڃن امير تر ٿيندا. هوڏانهن اشتراڪي نظام جي چيلهہ ڀڄي پئي آهي ۽ سرمائيداري هڪ راڪاس وانگر انسان ذات کي رڙڪي رهي آهي. ٻڏندي کي ٻوڙن جو سهارو بہ نہ بچيو آهي. پر مان تہ نظير اڪبر آبادي ٿيندو ٿو وڃان!

اٽو، دال، چا چا جي باري ۾ لکي ويو آهيان.

اوچتو زرينا ٻڌايو تہ 'برسات' روزاني ۾ آيو آهي تہ سويو گيانچنداڻي ۽ تاجل بيوس ڏاڍا بيمار آهن ۽ حڪومت کي گذارش ڪئي وئي آهي تہ انهن جو علاج ڪرايو وڃي ۽ دانشورن ڏانهن بي تَوجهي نہ ڏيکاري وڃي! زرينا ٻيهر خبر پڙهي چيو: "الله جي در تي توبهہ زاري آهي. چا ڪميونسٽ سچ پچ خدا کي نہ مڃيندا آهن؟" زرينا پاڻ پنج ئي وقت نماز بہ پڙهندي آهي ۽ ٽيهہ ئي روزا بہ رکندي آهي، ۽ زڪوات بہ ڏيندي آهي، ۽ پنهنجي پٽ انيس کي چيو اٿائين تہ هن کي حج نہ تہ عمرو تہ ضرور ڪرائي.

انيس هن وقت جدي ۾ پي. آء. اي. جو مئنيجر آهي. ڪجهہ وقت اڳ هوء پاڻ بيماري ڪري ٻہ مهينا ڪٽ تان بہ اٿي نہ سگهندي هئي، پر دعائن ۽ خدا ۾ هن جي يقين هن کي چاق چڱو ڀلو ڪيو آهي. مون زرينا کي چيو تہ: "سويو ضعيف الاعتقادي ۽ مذهب جي استحصال جي خلاف آهي." پوء مون هن کي بي. بي. سيء جي خاطوء مارڪ ٽلي (Mark Tully) جي ڪنب جي ميلي جي رپورتاج مان هڪ لطيفو ٻڌايو، "ڪنڀ ۾ ٻن قسمن جا برهمڻ پروهت هوندا آهن. هڪڙا گهٽيا ۽ ٻيا پانڊا. مارڪ ٽليء کي ڪنهن پڙهيل ڳڙهيل ماڻهوء پنهنجي خانداني پانڊي جي هڪ ڪهاڻي ٻڌائي: "منهنجي پيءُ جي موت کان پوء اهو پانڊو مون سان مليو ۽ مون کان بائيسڪل لاء پئسا گهريائين تہ جيئن پرلوڪ ۾ منهنجو پيءُ بائيسڪل تي وڃي. مون هن کي چيو تہ اهو منهنجي پيءُ جي شان وٽان نہ آهي، جو هو بائيسڪل تي گهمي، جو تہ هو فقط گهوڙي يا هاٿيء تي سواري ڪندو هو. پر اها منهنجي وڏي حماقت هئي. يڪدم پانڊي مون کان هاٿيء جي قيمت گهري. جڏهن مون انڪار ڪيو تہ هن وري بائيسڪل جي قيمت لاء ضد ڪيو ۽ چيو تہ سرير مان نڪري تنهنجي پيءُ جي آتما هلڪي ٿي پئي هوندي ۽ ان لاء سائيڪل ئي ڪافي آهي."

زرينا کلندي پڇيو: "اهو ڪنڀ جو ميلو چا آهي؟"

مون زرينا کي جواب ڏنو تہ: "جديد ڀارت نہ فقط رابندر ناٿ ٽئگور، فلسفي سروپالي، راڌا ڪرشن جو (جيڪو ڪنهن وقت ان جو صدر بہ هو) ۽ نهروء مهاتما گانڌيء جو ديس آهي، پر هونء وڏي جڪ آهي."

"ڪنڀ لفظ سنڌيء ۾ مستعمل آهي ۽ ان جي معنيٰ دلي يا سماڌي آهي.

اسان جي پنيءَ تي جڏهن شڪارپور ۾ پهرين وڏي ٻوڏ آئي هئي تڏهن ان جي سڪڻ کان پوءِ چيائون ٿي تہ ٻوڏ پنيءَ ۾ ڪنڀ هٽي وئي آهي ۽ وڏي ڪڏ ڪري وئي آهي. ڪُنڀ جو ميلو پرياڳ (الله آباد) ۾ گنگا ۽ جمنا جي سنگم وٽ ٿيندو آهي. سنگم اها جاءِ آهي جتي گنگا ۽ جمنا نديون پاڻ ۾ ملنديون آهن. اتي ماڻهو پنهنجن پاپن ڌوئڻ لاءِ تي ڀيرا روز سنان ڪندا آهن. دهليءَ ۾ منهنجي بزرگ دوست تيرٿ وسنت مون کي صلاح ڏني هئي تہ مان پرياڳ ۾ گنگا ۽ جمنا جو سنگم ڏسي اچان. اتي سانجهيءَ جو لڪين، اتي جا ڏيئا ٻاريندا آهن. جي لهوارا لڙهندا ويندا آهن. انهيءَ کي سنڌيا جو سمو چئبو آهي. پر راڄ اچان ڪار نہ ورتي هئي ۽ مون بس تي وڃڻ نہ پئي چاهيو، ڇو تہ ان وقت بہ مون کي گوڏن جي سور جي تڪليف هئي. ان ڪري مون کان اها ياترا رهجي وئي.

مارڪ ٽلي لکيو آهي تہ اهو ميلو هر ٻارهين سال لڳندو آهي ۽ 1977ع ۾ ڪنڀ جي ميلي تي ڏهہ ملين ماڻهو آيا هئا. گنگا کي هندو پنهنجي پوتر ندي سمجهندا آهن، ۽ هتان بہ پنهنجا سنڪ (رک) ان ۾ پرواهہ ڪرڻ لاءِ موڪليندا آهن. توکي ياد آهي تہ جڏهن اسان هندوستان هليا هئاسين ۽ مان بين القوامي مشاعري جي صدارت ڪري رهيو هوس تہ اتي چترو ناگپال گنگا جي خلاف هڪ نظم پڙهيو هو، جنهن ۾ چيو هئائين تہ: دنيا جي هندن جي رک، ان ۾ وڏي وچي ٿي ۽ ان ۾ ٽي ڀيرا ڪروڙين ماڻهو سنان ڪن ٿا، پنهنجي مَرَ لاهين ٿا ۽ اهڙي گندي نديءَ جو جَل ماڻهو ڪيتري نہ ويساهہ سان پيئن ٿا، ۽ اسان جي سنڌوندي ڪيتري نہ پوتر آهي. (هن سنڌوءَ کي اسان جي ندي پئي چيو. جيتوڻيڪ اها ڪاري ڇاڻ ۽ ڪيٽي بندر وٽان وهي سمنڊ ۾ پوي ٿي.) اهو نظم ٻڌي هڪ جن سنگهي تپي باهہ ٿي ويو ۽ غصي ۾ اتي بيٺو ۽ شاعر کي رڙ ڪري چيائين: ”تو جيڪي گنگا لاءِ چيو آهي، ان لاءِ معافي وٺ! گنگا ماتا آهي ۽ اَپوتر ڪڏهن بہ نہ ٿيٽي ناهي. توکي سنڌوءَ جي باري ۾ جيڪي چوڻو هجي پلي چؤ!“ شاعر ويچارو اسٽيج تان هيٺ لهي ويو.

زرينا هاڻي ڪنڀ ۽ ڪراچيءَ مان ڪڪ ٿي پيا آهيون. اڄ تہ ٻي ڪنهن جاءِ تان، هن جڳ کان گهڻو پري چڪر هٽي اچون ۽ پوءِ موٽي شڪارپور اچون. دائود پوٽن جي شڪارپور، ڪلهوڙن جي شڪارپور، ميرن

جي شڪارپور، درانين جي شڪارپور، آئي وٺي لاءِ شڪارگاهہ، جنهن جي پڪن رستن تي مان ايترو گهميو آهيان جو ان جي مَرُ منهنجي پيرن ۾ پيهجي چڪي آهي.

اوچتو مان زرينا کي لنڊن ۾ ٿيمس نديءَ جي ڪناري تي وٺي ٿو وڃان. اسان پيهہ مان لنگهي، ائيس ڪريم جي ڪون ورتي. مون سان زرينا، اسان جو پٽ سليم ۽ ڏوهٽي روماسا گڏ آهي. پل وٽان موٽر لانچون ڏسي رهيا آهيون. پاڻي ڏيري ڏيري وهي رهيو آهي، ۽ گندي پاڻيءَ جو پورو نيڪال نہ ٿو ٿئي ۽ اونهاري ۾ هجڻ ڪري ڪني پاڻيءَ جي ڌپ اچي رهي آهي. مون کي ڪنهن ٻڌايو تہ سياري ۾ ان تي پارو ڄمي ويندو آهي. شايد سليم چيو، ڇو جو هو ڊبلن مان لنڊن سياري ۾ ويو هو ۽ اتان ڪراچيءَ آيو هو. ان نديءَ بہ شڪارپور وانگر ڪيئي قومون ڏٺيون آهن. ڪيلٽ (Celts) رومن، اينگلو سئڪسن، جوٽ (Jutes)، ڊين (Danes) ۽ وائيڪنگ (Vikings). ايلزبيٿ جي دؤر ۾ ان کان پوءِ ماڻهو ان نديءَ ۾ نون ملڪن جي ڳولها ڦولها ۾ جهاز ويندا ڏسندا هئا. جن 1860ع ۾ دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ ڪاهون ڪري يونين جئڪ جا جهنڊا چاڙهيا ها. 1880ع کان 1900ع تائين برٽش ايمپائر دنيا تي ڇانئجي وئي. ان تي روماسا جا پنهنجي عمر کان وڌيڪ ذهين آهي، مون کان پڇيو: ”نانا اسان بہ اڻويهين صديءَ ۾ غلام هئاسين؟“

مون هن کي جواب ڏنو: ”هائو ڌيءَ! 1873ع ۾ چارلس نيپئر سنڌ فتح ڪئي هئي. هن جو هڪ پاڻيءَ جو جهاز ڪوٽڙيءَ پرسان بيٺو آهي. مان جڏهن وائيس چانسلر هوس، تڏهن ان جهاز تي مون انگريزن کان آزاديءَ جي شام ملهائي هئي، جا رات جو دير تائين هلي هئي. ڪنهن پيٽي صاحب کي دانهن ڏني هئي تہ: ”شيخ اياز عياشيون ٿو ڪري.“ ان تي پيٽي صاحب ڪيس جواب ڏنو هو تہ: ”جي انگريزن کان آزاديءَ جي شام عياشي آهي تہ اهڙي عياشي سيني پاڪستانين کي ڪرڻ گهرجي.“

مون کي ياد آيو تہ مياڻي ۾ پيلي جي انچارج ڊي. ايف. او. جي دعوت تي مان ۽ منهنجون بہ پروفيسرياڻيون انهيءَ جاءِ تي ويا هئاسين جتي سنڌ جي تقدير جو فيصلو ٿيو هو. اتي فقط انگريزن جون قبرون هيون ۽ انهن تي ڪتبا بہ هيا، پر ڪنهن بہ سنڌ جي سورمي جي قبر نہ هئي. پروفيسرياڻين، جن مان

هڪڙي ان ڊي. ايف. او جي اڳ ئي واقف هئي، تنهن هن کي هيلي ڊيڪارڻ جي فرمائش ڪئي. ڊي. ايف. او. اسان کي پاپلر جا وڻ ڊيڪاريا هئا، جن تي ريشم جا ڪيڙا پلجندا آهن.

سينيئر پروفيسرياڻيءَ چيو: "اتي تنهنجا همذات رهندا آهن."

"ڇا مطلب."

"پٽ ڪينئان (Silk Worm)."

مون سوچيو تہ مون لاءِ زندگي پاپلر جو هڪ وڻ رهي آهي، جنهن جون ڪيئي ٽاريون آهن. ان جي ٿڙ وٽ زرينا رهي ٿي، جنهن جون پاڙون هن ڌرتيءَ ۾ ايتريون ڪتل آهن جو انهن کي ڪنهن بہ ڇڪ سان ڪڏهن نہ ٿو سگهجي. هيلي ۾ ڪيئي سڪل پن ڌرتيءَ تي ڪِريل ها، جن تان ويندي اسان جي بوٽن جو آواز اچي رهيو هو. سُرمائي شام، جڏهن وڻن تي ڇانئجي وئي ۽ ساري فضا ڪنهن کي الوداع ڪرڻ جي ڪيفيت وانگر لڳي، تڏهن اسان موٽي ريسٽ هائوس ۾ آياسون ۽ هڪ ٻئي ڏانهن اجنبي نگاهن سان ڏسڻ لڳاسون. اسان ڪير هياسين؟ هتي ڪيئن ڪٿا ٿيا هئاسين؟ ڇا اسان جي ڄاڻ سڃاڻ عارضي هئي يا ابدي هئي؟ ڇا هن کان اڳي ڪڏهن اسان مليا هئاسين؟ يا هن زندگيءَ کان پوءِ وري ملنداسين؟ مان يڪدم سنڌ وساري، ٽيمس نديءَ ڏانهن وران ٿو، جنهن تان ٻي جنگ عظيم ۾ جرمن بامبر (Bomber) اڏامندا هئا، پر هاڻ ان نديءَ تان فقط هيليڪاپٽر اڏامندا آهن، جن کي ميٽرو پولس، (گاديءَ جو هنڌ، لنڊن) تان اڏامڻ ڏٺو ويندو آهي.

ٽيمس تي سج لهي رهيو هو، جنهن ۾ ندي ڪنهن ازلي لوهار وانگر لوهہ پگهاري رهي هئي ۽ ڇوليون ائين لڳي رهيون هيون، جيئن لوهہ تي وڏاڻ لڳندا آهن.

اوچتو مان ڪافي دير لاءِ ٽيمس نديءَ ۾ اچي ويس. مون کي انگريز شاعر ٽي. ايس. ايليٽ ياد اچي رهيو هو. جنهن پنهنجي شهره آفاق نظم بنجر زمين (Waste Land) ۾ چيو هو:

I see crowds walking round in a ring
A crowd flowed over London Bridge, so many
I had not thought death had undone so many

ترجمو: مان ماڻهن جا حشام ڏسان ٿو

هڪ هجوم لنڊن برج (پل) تي روان دوان هيو

مون کي تہ اهو سوچ ۾ بہ نہ آيو تہ
موت ايترن کي ماري مات ڪيو آهي

لنڊن جهڙي شهر ۾ بہ ٽي. ايس. اليٽ هل هلاچي وارن گندن پاڙن ۽ روڳائتي چتيون لڳل رستن سان پنهنجي پيش رو اديب ڪارلائل وانگر نفرت تي ڪئي ۽ چاتو تي تہ ماڻهن جون پاڙون انهن پٽراون چتيون لڳل رستن ۾ نہ هيون ۽ هن ان تي هر هر سوچيو هو تہ ڇا اهي هن ڪن ڪچري ۾ ڦٽنديون ۽ سايہ دار وڻ ٿينديون! انهيءَ ڪري هن لنڊن کي غير حقيقي شهر ڪوٺيو هو. جاگيرداري دؤر کي ختم ڪري سرمائيداري دؤر جي صنعتي تهذيب انساني اقدار، اعتماد، فيض ۽ لطف و عنايت کي ختم ڪري هڪ نفسا نفسيءَ واري تهذيب کي جنم ڏنو آهي، جنهن جو محرڪ جذبو دولت ۽ اقتدار جو هوس آهي. جنهن بي وفا، رياڪار ۽ دو رنگا انسان پيدا ڪيا آهن، جي اندر ۾ ڇوڇا ۽ کوکلا آهن. ساڳي نظم ۾ ٽي. ايس. اليٽ چيو آهي:

We are the hollow men
We are the stuffed men/ leaning together
Head piece filled with straw
This is the way the world ends
Not with a bang but with a whimper

ترجمو: اسان کوکلا ماڻهو آهيون
اسان پوسي سان ڀريا ويا آهيون
هڪ ٻئي تي ڳاٺ رکون ٿا
اسان جون کوپريون ڪڙٻ جي ڪتر سان ڀريل آهن
انهيءَ طريقي دنيا ختم ٿئي ٿي.
ڌماڪي سان نہ پر ڪنجهہ ڪار سان.

مٿئين نظم جو حصو مغربي تهذيب جي لونءَ ڪانڊاريندڙ تجزيو آهي، ۽ ڪراچيءَ جي لنڊن سان ڀيٽ ائين آهي جيئن ڪنهن شاهراهہ سان سوڙهي گهٽيءَ جي هجي جيڪا ڪنهن ڪڏ تي ڪٽي ٿي. مون کي بانگِ درا مان علامہ اقبال جو هڪ شعر ياد آيو:

" تمهاري تهذيب اپني خنجر سي آپ هي خودڪشي ڪريگي،
جو شاخ نازڪ پہ آشيانہ بني گا ناپايدار هوگا-"

ترجمو: اوهان جي تهذيب پنهنجي خنجر سان پاڻ ئي خودڪشي

ڪندي، جو ڪڇيءَ ناريءَ تي آڪيرو نهندو، جتاءُ نہ ڪندو.

اوچتو روماسا مون کي ڏونڌاڙي چيو: "نانا، ڇا ٿا سوچيو؟ رات لٿي آهي، پريان ٿيمس ندي اونداهي ٿي وئي آهي، فقط اسٽيمرن ۽ لانچن ۾ ڪجهہ بلب ٽمڪن ٿا. بهتر آهي تہ هاسٽل موٽي هلون."

"امان،" مون جواب ڏنو. "مان ٽي. ايس. ايليٽ سان ڳالهائي رهيو هوس، جيڪو انگلنڊ ۾ هن صديءَ جو وڏي ۾ وڏو شاعر هو. هن تي سنڌيءَ ۾ ڪتاب منهنجي هڪ دوست ۽ باذوق اديب بدر ابڙي ڇپايو آهي. جو توکي ڪراچيءَ هلي ڏيندس. مون هن جي موت ڪان پوءِ هن تي لکيل هڪ ڪتاب آمريڪا مان گهرايو هو، جنهن ۾ هن تي هڪ مضمون جو عنوان هو، 'ڇا هو مري ويو' (He dead?) ڏيءَ! اَمر انسان بہ مرندا آهن، جيتوڻيڪ هنن جو وجود صدين جي دل ۾ ڌڙڪندو رهندو آهي ۽ هو دماغن ۾ مڪرمانن جيان وڄندا رهندا آهن."

جڏهن اسان موٽي رهيا هئاسين تڏهن مون کي خيال آيو تہ ايڪسري رپورٽون اڃان نہ مليون آهن، سو مون سليم ڪان پڇيو: "بابا، رپورٽون ڪڏهن ملنديون؟" هن وراڻيو، "بابا، پرينهن. پوءِ فيصلو ٿي ويندو تہ اوهان لاءِ باءِ پاس ضروري آهي يا نہ؟ ڊاڪٽر زلخا وٽان اوهان جي دماغ جي مئگنيٽڪ چڪاس (Magnetic Scaning) جي رپورٽ بہ ملي ويندي."

مون کي نهج البلاغہ مان حضرت عليءَ رضہ عنہ جو هڪ قوُل ياد آيو: "اها تدبير جا موت جو ڪارڻ ٿي سگهي ٿي، اها بہ تقدير جو حصو آهي."
مون سوچيو: ماڻهو علاج لاءِ ملڪ ڪان ٻاهر وڃن ٿا ۽ انهن جا لاش ملڪ ۾ موٽي اچن ٿا. مون کي ٿامس مئن جي ناول، 'جادوءَ جو پهاڙ' (Magic Mountain) مان ڪجهہ جملا ياد آيا: "اسان تيرگيءَ مان اچون ٿا، تيرگيءَ ۾ موٽي وڃون ٿا. پر ان کي اسان محسوس نہ ڪريون ٿا، ابتدا ۽ انتهاءَ کي، ڇو ۽ موت کي داخلي وجود نہ آهي. اهي ٻئي معروضي وجود جي زمري ۾ اچي وڃن ٿا."

اسان واقعي ٿيمس نديءَ جي ڪناري تان واپس ٿي رهيا هئاسين. ٻين لاءِ تہ انهن جو معروضي وجود آهي پر مان تہ هڪ خواب گرد آهيان. مون کي اهو سڀ داخلي تو لڳي. ماضيءَ کي داخلي حقيقت ڪان سواءِ ٻي ڪهڙي حقيقت آهي؟ غالب چيو آهي:

”ازڪاخ وَڪو بلند پريشان زڪاخ وڪو،
ديدم زچشم ماهہ تماشاء اين سراء-“
ترجمو: (ڪوني ۽ گهٽيءَ ڪان مٿي ۽ ڪوني ۽ گهٽيءَ ڪان بيزار ٿي، مون چنڊ جي اکين سان هن سراء کي ڏٺو.)
رابرٽ لوويل، آمريڪي شاعر جي نظم مان بہ ڪجهہ ياد اچي رهيو آهي:
يسوع!
مان جيڪر رات جو مران
پر منهنجا پورا حواس برقرار هجن
جيئن چنڊ لهي ويندو آهي.
ٽئين ڏينهن جڏهن ڪرامويل اسپتال ڏانهن وڃون پيا، تڏهن زرينا ڪي تربوزي رنگ جا ڪپڙا پهريل هئا، جن تي لاڙي پرت پريل هو. تڏهن هڪ ڪرڙوڊ انگريز عورت رستي تي بيهي رهي ۽ انگريزيءَ ۾ پڇيائين: ”تون ڪهڙي ديس جي آهين، جهڙو تنهنجي منهن جو خوبصورت رنگ آهي، اهڙا تنهنجا ڪپڙا ۽ انهن تي پرت ۽ تنهنجي چپن تي هلڪي سرخي آهي.“
مون هن کي چيو: ”اسان سنڌي آهيون.“
هن پورو نہ سمجهيو ۽ چيائين: هندي، انڊين تہ چوين نہ؟“
مون جواب ڏنس: ”اسان سنڌي آهيون، ڪنهن وقت انڊين هئاسين، پر اسان جو ديس سنڌ هاڻي پاڪستان جو حصو آهي.“
”اوهہ پاڪستان! اوهين پاڪي آهيو؟“
”نہ، پاڪستاني.“ پوءِ هوءَ ڪنڌ کي جهٽڪو ڏئي هلي وئي.
اسان هاسٽل موٽي آياسون، جو تہ رپورٽون اجان نہ آيون هيون. سليم ۽ روماسا مارڪيٽ مان موٽيا هئا ۽ صوف، انگور، چيري ۽ نارنگيءَ جي رس جا ڏبا وٺيو آيا هئا. مون کي چيريءَ جو جوس ڏسي ڪجهہ ڪل آئي.
جڏهن اسان سي. اينڊ. ايس. ڪاليج شڪارپور ۾ پڙهندا هئاسين، تڏهن مان، منهنجو دوست نعيم صديقي ۽ غلام الله اعوان گڏجي، ريل جي ذريعي ڪوئيٽا ويا هئاسين. هڪ ڏينهن اسان مري بروئري (Muree Brewary) گهمڻ جو ارادو ڪيو. ڪوئيٽا ۾ اسان ميلن جا ميل پنڌ گهمندا هئاسين ۽ اسان کي هڪ پٺاڻ دوست پهاڙ تي چڙهڻ بہ سيکاريو هو ۽ اسان ڪافي اوچو چڙهي ويندا هئاسين. رستي تي اسان کي هڪ ميوي جو دڪان نظر آيو،

جنهن ۾ ٻين ميون سان گڏ تازي چيري بہ رکي هئي، جيڪا سوا رپئي سير ملي رهي هئي. (تن ڏينهن ۾ سوا رپيو وڏي ڳالھہ هئي.) اسان سير چيري خريد ڪئي ۽ طئہ ڪيوسين تہ مري برئوري گهمي پوءِ ڪائينداسون. جڏهن مري برئوريءَ پهتاسين تہ اتي پهاڙيون نظر آيون. منهنجو تہ ورزشي بدن هوندو هو ۽ نعيم بہ ڳورو نہ هو، باقي غلام الله ٿلهو متارو، ڀريل ٻَڪنو هو ۽ هوٽل تي مانيءَ سان دنبي جو سير کن گوشت هڪ وقت کائي ويندو هو. سو مان ۽ نعيم ٽپ ڏيندا مري برئوريءَ جي پهاڙين تي چڙهي وياسين، جيئن اتان ڪوئيٽا جو نظارو ڏسون ۽ غلام الله وڻ جي ڇانوءَ ۾ ويهي رهيو ۽ چيائين تہ: "اوهان ڀلي گهمي اچو، مان اوهان جو انتظار ڪندس." جڏهن پهاڙين جي چوٽ تان گهمي واپس غلام الله وٽ پهتاسين تہ اسان کي ڏاڍي بک لڳي هئي. اسان غلام الله کان چيريءَ جي پڇا ڪئي، تہ هن هڪ آنو چيري اسان جي سامهون رکي ۽ يڪدم چيائين: "مان بہ ويٺو هوس واندو، سو بک جو لڳي تہ ٿورڙي چيري کائي ويس."

نعيم تہ انگلينڊ مان ايف. آر. سي. ايس. ڪئي ۽ هڪ اطالوي ڇوڪريءَ سان شادي بہ ڪئي ۽ جڏهن گذاري ويو تہ هو بحرين ۾ سول سرجن هو. غلام الله ايم. بي. بي. ايس. ڪئي، سا بہ علي ڳڙهہ مان ۽ پنهنجي جاب ۾ ترقي ڪري سول سرجن ٿيو. اوچتو منهنجي مرڪ تلخي ۾ تبديل ٿي وئي، جڏهن تہ مان پل ۾ ڪنهن ڪوڙي ونگي ۾ چڪ وڌو هو. 1965ع ۾ مان سکر جيل ۾ هوس، منهنجي گرفتاريءَ کان پوءِ شهر ۾ هُلايو ويو هو تہ مون وايرليس تي هندوستان کي پيغام پئي ڏنو ۽ پهچايو ۽ اهڙو وايرليس سيٽ مون وٽان آفيس جي تهہ خاني مان لڌو ويو هو. منهنجي نظربنديءَ جا آرڊر ٽن مهينن لاءِ هئا، جيڪي وڌائي سگهبا هئا. ان وچ ۾ منهنجي سَسُ کي جيري جي ڪئنسر ٿي پئي. هوءَ اسان وٽ رهندي هئي ۽ زرينا ماءُ جي بيماريءَ جو ٻڌي، ذري گهٽ هوش حواس وڃائي ويٺي هئي. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ مون کي بہ سخت مليريا ٿي پئي. غلام الله اعوان، جو انهن ڏينهن ۾، سکر جو سول سرجن هو، جيل ۾ دوري تي آيو، ۽ منهنجي مليريا جي چڪاس ڪيائين. مون هن کي پنهنجو احوال ٻڌايو، ۽ چيو تہ: "مون کي پنهنجي بيماريءَ جو سرٽيفڪيٽ ڏي تہ مان گورنمينٽ کي درخواست موڪليان تہ مون کي ان سبب ڪري آزاد ڪيو وڃي." هن رڪائيءَ

سان چيو: ”پنهنجي پٽ کي سول اسپتال موڪلجانءِ تہ مان ڏسندس.“

انيس جڏهن مون سان جيل تي ملاقات لاءِ آيو تہ مون ڪيس اعواڻ سان ملي ميڊيڪل سرٽيفڪيٽ وٺڻ لاءِ چيو. انيس جڏهن ٻي ملاقات لاءِ آيو تہ ڀھريون سوال جو مون هن کان پڇيو، ”اعواڻ کان سرٽيفڪيٽ ورتئہ؟“ هو روئي ويٺو ۽ چيائين تہ: ”بابا! مون کي هن جواب ڏنو ۽ چيائين تہ، مان ڪنهن غدار کي سرٽيفڪيٽ ڏيڻ لاءِ تيار نہ آهيان.“

مون کي تہ اها ڄاڻ هئي. سکر ۾ مون کي غدار سڏيندا هئا. منهنجا ٻار اسڪول نہ وڃي سگهندا هئا. آيو ويو مهاجر پٿر هڻي، منهنجي گهر جا شيشا ڀڃي ويندو هو. جيڪڏهن بلئڪ آئوٽ ۾ منهنجي زال هٿ بتي ٻاريندي هئي تہ ان کي ڪڏهن ڊائيننگ ٽيبل جي هيٺان رکندي هئي، ۽ ڪڏهن سمهڻ واري ڪمري ۾ کٽ هيٺان رکندي هئي، پر جي ٻاهران ڪنهن واٺڙوءَ کي دهو پوندو هو تہ دروازا ڀڃڻ لڳندا هئا. جڏهن انيس گهر کان ٻاهر نڪرندو هو تہ هن کي ٺٺون هڻندا هئا. هڪ ڀيري پورنماسيءَ جي هڪ رات غصي ۾ زرينا هڪ مهاجر عورت کي چيو تہ: ”هو خدا جي بتي آسمان ۾ ٻري رهي آهي، ان کي تہ وسائي ڏيکار!“

جڏهن ٻار ماني کائيندا هئا تہ پاڙيسري مٽيءَ جون مٺيون ڀري اسان جي روشندانن مان اڇليندا هئا جي ساريون اچي ٻارن جي مانيءَ ۾ پونديون هيون. ڪي مهاجر چڱا ماڻهو بہ هوندا هئا. هڪ ڀيري چور اسان جي گهر ۾ ٽپيا ۽ ڪڙو پٽي کوليائون. منهنجي زال جا چوماڙ تي ڪوٺي تي سٿل هئي، ان ڪڙي کلڻ جو آواز ٻڌو ۽ ڪوٺي تان اڱڻ ۾ نهاريائين تہ هن کي ڪي چٽا پٽن سان نظر آيا. منهنجي زال ۽ ٻارن وٺي چور چور ڪئي تہ پاڙي جا مهاجر ڏڪا، لٺيون ۽ بندوقون کڻي آيا. انهن کي ڏسي چور وٺي ڀڳا. تہ ڀڄندي هڪڙي جي گوڏ ڇڙي وئي ۽ هُو شل ننگو ڀڄندو ويو. چور ٺٽي سنڌي هئا. مون کي انهن جي نالن جي خبر بہ پئي، پر مون ايف. آءِ. آر نہ لکائي. هڪ ماءُ جي بيماري ۽ ٻيو اهڙو بيپاڙو پاڙو. انهن ملي زرينا جي ذهن تي ڏاڍو اثر ڪيو. مون انيس جي ڳالهہ ٻڌي ڏند ڀڪوڙي چيو: ”پٽ مان ٻاهر اچان تہ ساري ڀنيور کي ٻاهہ ڏيندس.“ منهنجي آزاديءَ کان پوءِ جو احوال ’ساهيوال جيل جي ڊائري‘ ۾ ڏنل آهي.

خير، مان موٽي اچان ٿو غلام الله اعواڻ ڏانهن، جنهن کي ڀٽي اقتدار ۾

اڄڻ ڪان پوءِ اسڪرين آئوٽ ڪيو هو ۽ مون کي سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو جو وائيس چانسيلر ڪيو هو. هڪ ڀيري غلام الله اعواڻ مون وٽ ڄام شوري ۾ آيو ۽ ڪنڌ جهڪائي مون کي چيائين: ”هيءَ منهنجي ڀيڻ ثميره زرين آهي، هن کي ڪائي نوڪري ڏي.“ پهرين تہ مون کي خيال آيو تہ هن کي چوان تہ: ”توکي ڪنهن غدار ڪان نوڪري گهرندي شرم نہ ٿو اچي.“ پر پوءِ ثميره جي موجودگيءَ جو خيال رکي چپ ٿي ويس.

ثميره هڪ سانوري صورت واري ڇوڪري هئي، جنهن جا خدوخال پُرڪشش بہ نہ هئا. مون غلام الله کان پڇيو: ”هن ڇا پاس ڪيو آهي؟“ هبڪندي جواب ڏنائين تہ: ”مئترڪ آهي.“ مان ڀانيان ٿو تہ هن چيو: ’اندر مئترڪ آهي پر توهان تہ چاٿو ٿا تہ هيءَ افسانہ نويس آهي.“ ”ها، اهو چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿو.“ مون جواب ڏنو. مئترڪ پاس کي وڌ ۾ وڌ ائين گريڊ ۾ ڪلارڪي ملي سگهندي آهي، پر هيءَ مشهور اديبہ آهي ۽ سندري اتم چنداڻي، جڏهن مون وٽ رهيل هئي، تڏهن خاص هن سان ملڻ شڪارپور وئي هئي. مون هن کان پڇيو: ”اوهان درخواست آندي آهي؟“

هن ڪيسي مان درخواست ڪڍي منهنجي ميز تي رکي. مون ان تي غالباً لکيو تہ: ”هيءَ مشهور افسانہ نگار آهي. هن کي فوراً سنڌالاجيءَ ۾ سورهين گريڊ ۾ مقرر ڪجي ٿو. تصديق لاءِ ڪاغذ بورڊ اڳيان رکيا وڃن.“ غلام الله ٿئنڪ يو چئي مون کان موڪلايو. مان اڄان وائيس چانسلر هوس تہ غلام الله حيدرآباد ۾ گذاري ويو ۽ ثميره زرين کي پنهنجي ياءُ سان ايتري محبت هئي جو، هوءَ بہ هن جي موت کان پوءِ ٻن ڏينهن ۾ گذاري وئي.

عبدالقادر جوڻيجو ٻڌايو تہ سنڌالاجيءَ ۾ هن کي ڪافي اذيت ڏني وئي هئي. مون هن کي جواب ڏنو تہ: ”ان باري ۾ اهڙا انسان ڪائي شڪايت نہ ڪندا آهن. فقط مري ويندا آهن. تاريخ ۾ هوءَ مجسم شڪايت ٿي جيئندا آهن.“

اسان ٽئڪسي ۾ ڪراموبل هاسٽل پهتاسون. جتي بہ ماٺهو منهنجو انتظار ڪري رهيا هئا. هڪ منهنجو پراڻو دوست مڪسي هو. جو هيٿرو ايئرپورٽ تي پنهنجي ڪار ۾ اسان کي وٺڻ آيو هو، ۽ ٻيو هو سنڌ يونيورسٽيءَ جو ليڪچرار هدايت پريم، جو اديب بہ هو ۽ جنهن جي انگليند ۾ تعليم لاءِ مون سفارش ڪئي هئي. هدايت پريم کي جڏهن مون ڪائي جوس (رس) آڇي تہ هن مون کي ڄام صادق عليءَ جي باري ۾ هڪ لطيفو

ٻڌايو تہ: ”مان پهريون ڀيرو جڏهن چاچا صادق عليءَ جي لنڊن واري گهر ويس تہ هن پڇيو تہ: ڇا پيئندين؟ مون جواب ڏنو تہ: ڪائي جوس هجي تہ بهتر. ان تي چاچا صادق عليءَ چيو: ”جي جوس پيئڻي هيئي تہ منهنجي گهر ڇو آئين؟ هاڻي جي وسڪي پيئين تہ واهہ، نہ تہ ڪڍ ٻاهر!“ چاچا صادق علي ان وقت جلاوطن هو.

مون هدايت پريم کي ٻڌايو تہ چاچا صادق علي سنڌ جي روايتن جو دلدادو آهي. هڪ ڀيري مان قاضي عبدالقادر سان گڏجي هن جي گهر ويو هوس، قاضي عبدالقادر سنڌ جي وزيراعليٰ جناب ممتاز علي ڀٽي جو پوليٽيڪل سيڪريٽري هو، پر جڏهن غلام مصطفيٰ جتوئي سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو تہ ٻئي پاڻ ۾ ٺهي نہ سگهيا ۽ عبدالقادر استعيفيٰ ڏئي ڇڏي. جڏهن ڪان بينظير ڀٽو اختيار ۾ آئي آهي، تڏهن ڪان شايد هو سنڌ پبلڪ سروس جو چيئرمين آهي. وسڪيءَ جو دؤر هلي رهيو هو ۽ غلام نبي ميمڻ، جيڪو ون يونٽ جي دؤر ۾ وزيرِ قانون هو ۽ منهنجي ڪتابن تي بندش وڌي هئائين، اميد علي قريشي جو رٽائرڊ ايس. اي هو ۽ علي نواز وفائي جي اڳ ئي منهنجا دوست هئا، اتي ويٺا هئا. غلام نبي ميمڻ ڀٽي جي دؤر ۾، ون يونٽ واري دؤر جي گورنر ملڪ امير احمد جا ڳڻ ڳائي رهيو هو، ملڪ صاحب هيئن هو، ملڪ صاحب هونءَ هو. مون کي غلام نبي ۽ امير احمد ٻنهي تي غصو هو، ڇو تہ هو منهنجن ڪتابن تي بندش جا ٻئي ذميوار هئا. مون غلام نبيءَ کان پڇيو تہ: ”ملڪ امير احمد کي پٽ گولي هڻي ڇو ماريو؟“ هو وسڪيءَ جو گلاس ڳيت ڏئي پي ويو. چاچا، جنهن کي پس منظر جي ڄاڻ هئي، مون کي ڪن ۾ چيو: ”اياز، هاڻي ڇڏيس، پنهنجي هوش ۾ ناهي.“ مان خاموش ٿي ويس.
غالباً ان کان ڪجهہ وقت اڳ مان سخت بيمار ٿي پيو هوس ۽ جناح اسپتال ۾ داخل هوس، ان وقت جمال ابڙو سنڌ پراونشل اسيمبليءَ جو سيڪريٽري هو، هن جناب ممتاز علي ڀٽي کي منهنجي بيماريءَ جي باري ۾ اطلاع ڏنو. ممتاز ڀٽو ان وقت گهڻو ڪري سنڌ جو گورنر هو يا وزيراعليٰ هو. ممتاز ڀٽي، چاچا صادق کي جناح اسپتال موڪليو هو، جيڪو اچي ٽرٽلو مچائي ويو ۽ ڊاڪٽرن کي منهنجي اهميت ڏيکاريائين، جو نہ فقط مون کي اسپيشل وارڊ ۾ رکيائون پر منهنجو وڌيڪ خيال بہ رکڻ لڳا. مون هدايت پريم کي چيو: ”هدايت، مون کان چاچا صادق جي هڪ ڳالهہ نہ ٿي وسري. هن مون کي

چيو هو تہ هن جي پيءُ ڪانيي خان هن کي تلقين ڪئي هئي تہ جي ڪوئي اٺ سوار ڏسين تہ ميل پنڌ ڪري هن جي آجيان ڪندو ڪر ۽ اٺ جي واڳ وٺندو ڪر. عجيب متضاد طبيعت وارو انسان هو، چڱو تہ ڏاڍو چڱو، نہ تہ سنگ چور نانگ وانگر ڏنگيندو هو.

پوءِ هدايت اسان سان گڏجي اڌ لنڊن ڦريو، ڏسڻ جهڙي رڳو هڪ جاءِ تي نہ وياسين. هو ڪارڊ تي نڪتل ڪارل مارڪس جي قبر ۽ ان جي مٿان چيپيل مارڪس جو فوٽو ڪٿي آيو هو ۽ مون کي چيو هٿائين تہ: "مارڪس جي مزار تي هلندين، هتان ٿيهہ ميل پري آهي." گورباچوف جي پيرسترائيڪا پڙهڻ ڪان پوءِ منهنجن نظرن ۾ مارڪس يا ڪميونزم جي وقعت نہ رهي آهي. مون هدايت کي چيو: "هي ڪو مارڪس علي شاهہ آهي ڇا، جو ان جي مزار تي ٿيهہ ميل پري هلي دعا گهرون! مان ويسٽ منسٽر ائبي ۾ شيڪسپيئر جي قبر تي هلندس." ان کان پوءِ مڪسي اهو چئي موڪلايو تہ "سياڻي مون کي آفيس ۾ حاضر رهڻو آهي" ۽ هدايت وعدو ڪري ويو تہ هو سياڻي ايندو.

ٻئي ڏينهن تي اسان ويسٽ منسٽر ائبي وياسون، جتي انگلنڊ جا ڪيئي بادشاهہ ۽ اهم ماڻهو پوريل آهن. پهرين تہ اسان شاعرن جي ڪنڊ ڳولي لڌي. اتي چاسر ۽ ٽيني سن پوريل هئا. باقي شيڪسپيئر، ملٽن، ڪيٽس ۽ ٻين بي تعداد شاعرن جا يادگار اڀا بيٺا هئا. اهو ڏسي مون کي هڪ يوناني دانشور جو قول ياد آيو: "سڪندراعظم پنهنجي يادگار لاءِ هڪ سونو سڪو ڇڏيو هو. سڪي جي هڪ پاسي سڪندر جي تصوير اڪريل هئي ۽ ٻئي پاسي استغراق جي عالم ۾ هڪ فلاسفر جي ۽ ٻئي پاسا هڪٻئي سان ملي نہ تي سگهيا ۽ نہ ڪڏهن مليا. فلسفي ۽ حاڪم هڪ ٿيڻ اها ناممڪن ڳالهہ آهي. شيڪسپيئر جي باري ۾ اڪثر اهو چيو ويو آهي تہ هو پنهنجا شاهڪار تاريخ جي ٻئي ڪنهن دؤر ۾ نہ لکي سگهي ها. انگريز تهذيب جا ڪيترائي پهلو هن جي دؤر ۾ شگفتہ ٿي پيا هئا. ايلزبيٿ جي دؤر جا انگريز نهايت ڦڙت هئا. هنن پراڻا تعلقات ڇني ڇڏيا هئا ۽ نوان اڃان پيدا نہ ڪيا هئا. ايلزبيٿ جي دؤر ۾ ازمنہءِ وسطيٰ (Medivial Times) جي سوچ کي رد ڪيو هئائون. اڪٽ سونجهہ ۽ پچ پچ سان جديد دنيا کي ڏنو هئائون. تنهن وقت تائين اهي جنگيون ختم ٿي چڪيون هيون، جن انگلنڊ کي يورپ جي سجاڳيءَ ۾ شموليت کان جهلي بيهاريو هو. ايلزبيٿ تخت تي هئي ۽ تعليم

فقط شرفاءَ جي اولاد لاءِ نہ هئي. پر غريب غربي جا ٻار بہ پڙهي ٿي سگهيا. رئلي ۽ ڊريڪ (Raleigh and Drake) نئين نئين ملڪ جي ڳولها ڦولها ڪري مادي ۽ ذهني حاصلات آڻي رهيا هئا ۽ دانشوري پنهنجي چوٽ تي چڙهي چڪي هئي. ان دؤر فرانسز بيڪن جهڙا دانشور پيدا ڪيا. گيو آرڊينو برونو (Gio Ordino Brono) آڪسفورڊ ۾ هيلوسينٽرڪ (Helio Centric) * نظرئي تي ليڪچر ڏيندو هو. جنهن ۾ هن دينيات جي پراڻي نظرئي کي رد ڏنو هو. جنهن موجب انسان ئي ڪائنات جو مرڪز سمجهيو ويندو هو. هاڻي بهشت برين ڏاڍو پري وڃي رهيو هو ۽ ڌرتي وڏيڪ حقيقي هئي. ڌرتي جنهن تي اسان جا پير ڪتل هئا. جنهن تي انگريز سرڪار کي استحصال لاءِ لاتعداد موقعا هئا. اها هئي انگريز احيا (Renaissance) ۽ شيڪسپيئر جي دنيا، جنهن کي هن پنهنجن ڊرامن ۾ امر ڪيو هو.

پر شيڪسپيئر جي جينيس تي فقط هن جو دؤر ڇانيل نہ هو. هر دؤر هن ۾ نوان اقدار ڏٺا آهن. هو فقط پنهنجي دور لاءِ نہ هو، پر ابدي هو. مون هن جي اڳيان ڪنڌ جهڪايو، جنهن جا هڏا بہ ڀڄي ڀُري ويا هوندا.

ساڳيءَ طرح مون دهليءَ ۾ غالب جي سنگ مرمر جي مزار جي ڏاڪڻ تي ويهي فوٽو ڪڍايو هو ۽ ان جي عظمت جو اعتراف ڪيو هو. جنهن جي قبر تہ دهليءَ ۾ رهجي وئي، پر جنهن جي شاعري ڪراچيءَ کان مالاڪنڊ تائين گونجي رهي آهي. اهو فوٽو نئين زندگي رسالي ۾ مرحوم مولوي عبدالله ڇاپيو هو. پر هاڻي منهنجي البم ۾ ان جي ڪاپي بہ نہ رهي آهي.

پنهنجي دؤر ۾ شيڪسپيئر ڪيڏي نہ رنگا رنگ زندگي ڏٺي هئي! لنڊن ان جو مرڪز هئي.

شيڪسپيئر سان هن جا همعصر ڪيڏو نہ ساڙ ڪندا هئا. هن جي شهرت ڏسي سڙندا هئا. اشتهار چيرائي هن کي گاريون ڏنيون ويون هيون ۽ هن تي غداريءَ جا الزام مڙهيا ويا هئا. پر اڪثر ماڻهو هن جي خلاف نہ هئا. رڳو شاعر ۽ ڊراما نگار پنهنجي ٻاهہ ۾ سڙندا هئا. هو شاعر، ڊراما نويس ۽ ائڪٽر هو.

مون حيرت سان سوچيو تہ زندگيءَ جو ڏک سک ڪيترو نہ عارضي

---

* Helio Centric Theory جديد ۽ ڪاپرنيڪس Copernecus جي نظام شمسيءَ جي باري ۾ رايا. جن موجب ڌرتي ۽ ٻيا ستارا (Planets) سج جي چوڌاري ڦرندا آهن.

آهي. مون کي هڪ رات ڏند ۾ ڏاڍو سور هو ۽ ٻئي ڏينهن مان سور جون گوريون وٺي سکر ۾ سٽي ڪورٽ وٽ بيٺو هوس تہ علي احمد بروهي مليو. ڳالهيون ڪندي مون علي احمد بروهيءَ کي چيو: "ٻڌ تہ بروهي رات مون کي ڏند ۾ ڏاڍو سور هو ۽ ننڊ نہ پئي آئي. هاڻي سور لهي ويو آهي، ڪهڙي ثابتي آهي تہ ڏند ۾ سور هيو يا نہ؟" هن کي اها ڳالهہ ڏاڍي وڻي ۽ موڪلائيندي چيائين: "تون واقعي فلاسافر آهين!"

شيڪسپيئر جي دؤر ۾ پليگ (مهامري) لنڊن ۾ ڏهون حصو ماري ڇڏيا هئا، پر وري زندگي ساڳئي نموني روان دوان ٿي وئي هئي. ٿيٽر کلي ويا هئا ۽ اداڪارن وري جماعتون ٺاهيون هيون ۽ شيڪسپيئر وري بہ ناٽڪ لکڻ لڳو هو. ماضي هڪ خوابِ پريشان وانگر ٿي لڳو، جيئن مون کي پاڪستان جي آمريت وارو دؤر لڳندو آهي، جيڪو هڪ نظرياتي پليگ ۾ وچڙيل هو.

مون ڪٿي پڙهيو هو تہ شيڪسپيئر جو سيڪنڊ ارل آف اسيڪس (Second Earl of Essex) سرپرست هو ۽ هن شيڪسپيئر جي پيءُ کي ڪوٽ آف آرمس (Coat of Arms) اعزازي طور ڏياريو هو. هو راڻيءَ جو لاڏلو هو، پر هن کي اقتدار جي هوس جلاد جي اڏيءَ تائين پهچايو. هن کان پوءِ شيڪسپيئر جي غم زده زندگي شروع ٿي. مئڪبيٿ جا هيٺيان لفظ هن جي روح جي تاريڪ ترين گوشي مان نڪتا آهن. جي مون کي پاڪستان جي هر آمر جي موت کان پوءِ ڏاڍو ياد آيا هئا.

Life is but walking shadow, a poor player, that
Struts and frets his hour upon the stage, and
Then is heard no more, it is a tale twice told by an idiot,
Full of sound and fury, sinifying nothing.

ترجمو: (زندگي هڪ گهمندڙ ڦرندڙ پاڇو آهي ۽ هڪ بيڪار ڪيڏاري آهي، اهو پنهنجي مختصر عمر لاءِ سيٽجي ۽ پوسرجي رنگ منچ (اسٽيج) تي هلي ٿو. ۽ پوءِ وري ٻڌجڻ ۾ نہ ٿو اچي. اها (زندگي) اهڙي ڪهاڻي آهي جا ڪنهن ٻوڪ بہ ٻيرا ٻڌائي آهي ۽ جا لڙ ۽ ڪاوڙ سان ڀريل آهي. جنهن کي ڪا معنيٰ نہ آهي.)

شيڪسپيئر کي انسان ذات تي رحم آيو هو ۽ هن اهي ڦوتون ڇاتيون ٿي جن سان هڪ ماڻهوءَ، هڪ حاڪم يا احمق کي مقابلو ڪرڻو ٿي پيو. اسان سيني ۾ پنهنجي تباهيءَ جا جراثيم آهن، جيڪي وڏي وجن ٿا، جنهن

وقت بہ انهن لاءِ حالات سازگار ٿين ٿيون. ان ڪري ئي شيڪسپيئر جا جيڪي الميہ آهن، انهن ۾ هن جا ڪردار المناڪ انجام تي پهچن ٿا ۽ پنهنجي الميئي جي خلاف اٿين ٿيا ڏئي ڦٿڪن ٿا جيئن هڪ مڇي چار ۾ ڦاسي ويندي آهي، پر پوءِ بہ هن جي غم و اندوهہ جي دؤر ۾ بہ اهڙا متوازن ڪردار ملن ٿا، جن ڪي دوستيءَ جو احساس ۽ موسيقيءَ لاءِ ڪن - رس آهي، ۽ جي زندگيءَ ڪي نعمت سمجهي ماڻن ٿا. ڪافي وقت پوءِ هن جي بيچين من ۾ چيُن آيو ۽ آنڌي (The Tempest) جي تخليق ٿي، جنهن ۾ هڪ ڪردار پراسپيرو، مرڪي اطمينان سان چوي ٿو:

"We are such stuff as dreams are made on and

Life is rounded with sleep."

ترجمو: (اسان اهڙي شيءِ آهيون، جنهن تي سپنا اڏيا وڃن ٿا ۽ زندگيءَ کي ننڊ چوڌاري ورائي ڇڏي ٿي.)

ڪيڏو نہ عظيم هيو هي انسان، جنهن غالباً ڇٽيهہ طربيہ (Comedies) ۽ الميا (Tragedies) ۽ ڪيترائي سانيٽ لکيا هئا! مان شيڪسپيئر تي لکڻ چاهيان ٿو تہ هڪ پورو ڪتاب لکي سگهان ٿو، پر ان ڳالهہ تي اڪتفا ٿو ڪيان تہ هن جهڙا جينيس صدين ۾ هڪ ڀيرو پيدا ٿيندا آهن ۽ موت ڪان پوءِ هنن جي خوشبوءِ ڏسان ڏس ڦهلجي ويندي آهي. رڳو اڪيلي يو. ايس. ايس. آر ۾ شيڪسپيئر جون 28 ٻولين ۾ پنج ملين ڪاپيون ڇاپيون ويون هيون. ملڪ ۾ هن جا ناٽڪ ٽي سؤ ڪان وڌيڪ ڀيرا اسٽيج تي آندا ويا هئا. مان هڪ ڏڌو ساهہ پري ويسٽ منسٽر ائبي مان نڪران ٿو ۽ هدايت پريم ڪان پڇان ٿو تہ: "تو هري رام هري ڪرشنا مندر ڏٺو آهي."

هدايت چيو: "اهو لنڊن ۾ آهي ڇا؟"

مون کي ياد آيو، اڳئين ڀيري جڏهن 1976ع ۾ برٽش ڪائونسل جي دعوت تي مان لنڊن آيو هوس ۽ چيئرنگ ڪراس هوٽل پڪاڊليءَ جي سامهون رهندو هوس، تہ گيتا ۽ راج مون کي هري رام هري ڪرشنا مندر وٺي هليا هئا جو لنڊن ڪان اٽڪل ويهہ ميل پري ٻهراڙيءَ ۾ هو. چوڌاري ايترو سڪون هو جو دل پئي چيو تہ پرسان ڪنهن ٻنيءَ ۾ ليٽي ٽڪ پيجان. مندر ۾ اندر وياسين تہ ڪجهہ انگريز مٿا ڪوڙائي برهمڻ جيان ڪارا ٽلها چوٽا ٻڌي ويٺا ها، جن ۾ پنيان ڳنڍ ڏنل هئي، جيئن ڪارنيج جي جنرل هني بال ۽ هن

جي لشڪر ڪي ڏنل هوندي هئي. ہہ ٻئي انگريز عورتون ہہ وينيون هيون. هڪ نوڙهو انگريز ميران ٻائيءَ جا ڀڄن ڳائي رهيو هو.

"گهايل ڪي گت گهايل جاني، اور نہ جاني ڪوءِ."

هونءَ تہ ميران ٻائيءَ سان منهنجو عشق آهي جيئن منهنجو پنجابي دوست ۽ پنجابيءَ ۾ منهنجو مترجم اديب احمد سليم، امرتا شيرگل، سک مصوره، سان عشق ڪندو آهي، جنهن جي موت کان ويهہ سال پوءِ هو ڄائو هو ۽ جنهن تي هن انگريزيءَ ۾ ڪتاب بہ لکيو آهي. سامهون شرڌالو انگريزياڻيون ڪرتال ۽ ڇيڙيون وڄائي رهيون هيون، جن جي سرتار تي ڳائيندي انگريز جو چوٽو لڏي رهيو هو. مون کي اهو ماحول ڏسي ميران ٻائيءَ جي اهڙي پياري گيت کان ئي ڪرب اچي وئي، ۽ مون ڇپن ۾ جهونگاريو:

"پاگل ڪي گت پاگل جاني، اور نہ جاني ڪوءِ."

وري جو گيتا ڏنڊوت ڪيو تہ مون کي سارو ماحول اجنبي لڳو ۽ دل چاهيو تہ اتان ڀڄي وڃان. راج مون کي ٻڌايو تہ گيتا اندر ۾ ٿڪي چڪي هئي ۽ ڪنهن ماهر نفسيات سان مشورو ڪندي هئي. اهو مندر سوامي پربو پاد ٺهرايو هو ۽ ان لاءِ ڪنهن لارڊ هن کي ويهارو ايڪڙ زمين مفت ۾ ڏني هئي. مون کي اهو معلوم ٿيو تہ اها مشن پوري دنيا ۾ ڦهليل آهي. نہ ڄاڻان اتي منهنجو ردِعمل اهو ڇو هو! هونءَ تہ مون ۾ نہ ڪوئي تعصب آهي ۽ نہ ڪنهن جي مذهبي اعتقاد لاءِ نفرت يا بغض آهي. منهنجو عقيدو تہ علامہ اقبال وارو آهي، جنهن کي هن هيٺين شعر ۾ بيحد روانيءَ سان سمايو آهي.

"نہ تو اندر حرم گنجي نہ در بتخانہ مي آئي،
وليڪن سوئي مشتاقان چہ مشتاقانہ مي آئي-"

ترجمو: (نہ تون حرم ۾ ماپي ٿو سگهين ۽ نہ بت خاني ۾
پر مشتاقن ڏانهن ڪيڏي نہ مشتاقانہ انداز سان اچين ٿو.)

اڳي تہ منهنجي بہ اردوءَ جي مشهور شاعر مير تقي مير واري ڪيفيت هوندي هئي.

"مير ڪے دين و مذهب ڪو تم پوچهتے ڪيا هو اس نے تو،
قشقہ کينچا دير مين بيٹها ڪب سے ترڪ اسلام ڪيا-"

پر جڏهن کان ان ڳالهہ جو انڪشاف ٿيو تہ ڪميونزم انساني فطرت سان ڙاڳا ڪيا آهن، تڏهن کان مان هاڻ ساڳيو ماڻهو نہ رهيو آهيان ۽ هاڻي جهڙو مذهبي نظريو منهنجو ساري عمر نہ رهيو آهي.

مون کي ياد آيو تہ ڪافي سال پوءِ مان سکر هاءِ ڪورٽ ۾ ڪائي اپيل هلائي اچان ٻاهر مس نڪتس تہ هڪ آمريڪن جيڪو ڪورٽ ۾ اندر ويٺو هو ۽ مون کي ڳڻي رهيو هو، منهنجي پٺ تان ٻاهر نڪري آيو، ۽ مون کي چيائين تہ مون کي وقت ڏيو تہ مان اوهان سان اوهان جي آفيس ۾ ملان، ڇو تہ مون کي اوهان کي ڪجهہ ڪتاب ڏيڻا آهن. مون ڪيس ڇهين وڳي جو وقت ڏنو. پوري ڇهين وڳي هو مون وٽ ڪيترائي ڪتاب کڻي آيو، جن مان مون هڪڙو پڙهيو ياد جو ڪتاب ورتو. هن سنڌيءَ ۾ بہ پنهنجي مشن جا ڇپيل ڪتاب ڏنا. جن مان مون هن کان پڙهيو ياد جو ڪتاب 'ڀڳوت گيتا جيئن آهي،' خريد ڪيو. جنهن جو انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڀڳتي سوسائٽي، سوامي نارائڻ مندر وارن ڇپرايو هو. جنهن ۾ هندي لفظن جي جاءِ تي عام فهم فارسي لفظ ڏنا ويا آهن، جيڪي سنڌيءَ ۾ ضم ٿي ويا آهن. مون کي حيرت آئي تہ هن آمريڪيءَ مون کي ڪٿي اچي ڳولي لڌو آهي، هن کي ڪيئن خبر پئي تہ مان هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس هلائي رهيو آهيان ۽ هن ڪيئن ڪئينس روڊ تي منهنجي آفيس ڳولي لڌي هئي. هن کي ڪيئن خبر پئي تہ سوامي نارائڻ مندر وارن ڀڳوت گيتا جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڇپايو آهي. مون کي تہ هو ڪو سي. آءِ. اي جو ايجنٽ ٿي لڳو. اهڙو شڪ مون کي هڪ آمريڪي نوجوان ۾ بہ پيو هو جو ان وقت ادبي بورڊ ۾ رهيل هو ۽ پٽي صاحب خلاف پي. اين. اي واري تحريڪ دوران ديوانا وار سنڌ جو گشت ڪري رهيو هو ۽ تحريڪ جي چرپر تي چوڪسي رکي ويٺو هو. هن جو راز تڏهن فاش ٿيو، جڏهن هن کي ايراني مغبچي وانگر خوبصورت ڏسي ٻن هم جنس پرست (Homo Sexual) سنڌي انجنيئرن دعوت ڏئي گهرايو ۽ گفتگو ڪندي سنڌيءَ ۾ هن جي باري ۾ ڪجهہ اعتراض جوڳا لفظ ڳالهايائون، تڏهن هن يڪدم ردِ عمل ڏيکاري ڪين سنڌيءَ ۾ دب پئي.

جن 'الوپ سرڪار' (Invisible Government) ڪتاب پڙهيو هوندو، تن کي معلوم هوندو تہ اهڙو تاڃي پيٽو پوري هندستان ۾ ڦهليل آهي. مون هدايت پريم کي چيو تہ: "هل ڀي لنڊن ڏيکار، مان مارڪس ۽ سواميءَ کي ڏسڻ نہ ٿو چاهيان."

هو اسان کي 108 بيکر اسٽريٽ ۽ شرلاڪ هومز هوٽل ۾ وٺي هليو. مون کي هوٽل جو نالو پسند آيو ڇو تہ ننڍي هوندي سر آرٿر ڪونن ڊائل

جا شرلاڪ هومز تي ڪيئي ناول پڙهيا هئا، جي سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيا هئا ۽ اسان پوڪر داس ائنڊ سنز جي ڪتاب گهر تان وٺندا هئاسين، جيڪو ڍڪ بازار جي ڇيڙي تي هو. مان ان جي باري ۾ پوءِ لکندس، جڏهن زمان جي ڪاهي ٽپي، زرينا سان اتي پهچندس جتي لاٽوٽي ايجان هلي پئي. اسان شرلاڪ هومز ۾ سنٽڪ ڪائي (جيڪي ڪافي مهانگا هئا) بڪنگهام پئلس ڏانهن وياسون، جيڪو راڻي وڪٽوريا کان وٺي هيل تائين شاهي رهائش گاهہ رهيو آهي. اتي چاليهہ ايڪڙ باغ آهي، جتي اونهاري ۾ رايل گارڊن پارٽيون ٿينديون آهن. جتي فقط ڪنوارا ۽ ڪنواريون دل وندرائينديون آهن ۽ مهمانن کي فهمائش ڪئي ويندي آهي تہ پنهنجا پرٽيل پٽ ۽ ڊيئر نہ وٺي اچن. وڏي طمطراق سان ٻاهر محافظن (گارڊن) جو جٿو بيٺو هو جيڪو صبح جو ساڍي يارهين وڳي بدلبو هو ۽ ڪيئي ماڻهو اهو ڏسڻ ايندا آهن. انگريز هڪ روايت پرست قوم آهي. پوءِ مون هدايت کي چيو تہ ڪجهہ پارڪ بہ ڏسون. اتي ئي ٽرئفڪ جي پيهہ ۽ گوڙ شور ختم ٿئي ٿو ۽ هڪ کليل نيري آسمان جو سائبان نظر ٿو اچي. چوندا آهن تہ لنڊن جا پارڪ اتان جا ڦڦڙ آهن، جي اها آڪسيجن کڻن ٿا جا وڻ پيدا ڪن ٿا. پهرين تہ پاڪ هند ۾ مغل باغات وانگر اهي شهنشاهيت جي ميراث هئا. مون ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو هو تہ اورنگزيب جي ڌيءُ روشن آرا بيگم جي باغ ۾ هن جا بہ آشنا ٽپي آيا هئا، تہ انهن کي پڪڙي، قلعي جي ديوار تان هيٺ اڇلائي سندن هڏ گڏ پڳا ويا هئا ۽ عاقل خان؛ اورنگزيب جي ڌيءُ ۽ فارسيءَ جي شاعره زيب النساءَ مخفيءَ کي چيو هو:

"سرخ پوشي بہ لبِ بام نظر مِي آيد."

ترجمو: (ڳاڙهن ڪپڙن واري ڪنهڙي تي نظر ٿي اچيم.)

ان تي زيب النساءَ جواب ڏنو هوس:

"نہ بہ زاري نہ بہ زور و نہ بہ زر مي آيد."

ترجمو: (نہ زاريءَ سان تہ زور سان ۽ نہ زر سان اچي ٿي.)

اهو ٻڌي عاقل خان، مخفيءَ جي باغ ۾ ٽپيو هو تہ اورنگ زيب کيس هڪ ديگ ۾ پورائي باهہ ڏني هئي، جتي هو سڙي رک ٿي ويو هو. پر جمهوريت جي اچڻ کان پوءِ شالامار باغ وانگر لنڊن جا پارڪ بہ عوام لاءِ کوليا ويا آهن ۽ اهي هاڻ عوام جي ملڪيت آهن.

پوءِ هدايت پريم اسان کي سينٽ جيمس رايل بوٽنيڪل گارڊن ڏيکارڻ وٺي هليو. جنهن لاءِ چيو ويو آهي تہ ان ۾ ساري دنيا جي ٻوٽن جا قسم ڪنا ڪيا ويا آهن. اهو 1759ع ۾ سلطنت لاءِ مهر هلائيندڙن ٺاهيو هو. جن جتان ڪٿان اهي ٻوٽا ڪنا ڪيا هئا. اتان رايل فرنٽ گارڊن ۾ وياسون. جنهن ۾ هڪ خوبصورت ور وڪڙ ڍنڍ هئي، جنهن ۾ هنس پيا ترن. ان ۾ لنچ ٽائيم ڪنسرٽ (Lunch Time Concert) وقت منجهند جي وقت موسيقيءَ جو پروگرام هوندو هو. پر 1882ع ۾ آئرش ريپبلڪن آرميءَ جي جوانن، ان ۾ بم لڪائي رکيو هو ۽ ان کي ان وقت تباهہ ڪيو هو. جنهن وقت راڻيءَ جو رسالو وچي رهيو هو. رسالي مان چار ماڻهو مري ويا ها ۽ ست ڦٽجي پيا ها. هاڻي ان ساڳئي آئرش ريپبلڪن آرميءَ بہ سؤ سال جڪ ماري انگريز حڪومت سان ٺاهہ ڪيو آهي. ان موضوع تي گوروڊال (Gorevidal) جو مشهور ناول ٽرنٽي (Trinity) اجايو ويو. جنهن منهنجي راتين جي ننڊ ڦٽائي هئي. ان سان گڏ انهن شاعرن جي شاعري بہ وٺي، جن آئرش آزاديءَ جي جدوجهد کي شاعريءَ ذريعي اتساهيو هو. ساڳئي وقت فلسطين جي باغي شاعري، جنهن جي ڪاپي نرنجن نالي منهنجي هڪ مداح ڊين مارڪ مان مونکي موڪلي هئي، بي معنيٰ ٿي وئي، جڏهن ياسر عرفات يهودين سان ٺاهہ ڪيو. آخر پٽائيءَ ڪهڙي جدوجهد ڪئي هئي؟ هو تہ پٽ تي ويٺو هوندو هو ۽ دنبورو هلائيندو هو. پنهنجا ٻار ٻچا بہ نہ پالي سگهندو هو ۽ جنهن وقت ڪوئي فقير هن جي ڳورهاري زال لاءِ پلو وٺڻ لاءِ ڊوڙندو ٿي ويو ۽ پٽائيءَ هن کي ڊوڙندو ڏسي سبب پڇيو تہ خبر پيس تہ سندس گهر واريءَ کي پلي جي کائڻ جي سڌ ٿي آهي، ان ڪري فقير پلو وٺڻ لاءِ ڊوڙندو پئي ويو. تنهن وقت هن چيو: "اهو ٻار نٿي گهوريو. جيڪو چمڻ کان اڳ ئي منهنجي فقيرن کي تو ڊوڙائي، وڏو ٿيو تہ پوءِ ڇا ڪندو." چون ٿا تہ بيبي سگهوريءَ جي پيٽ ۾ ئي ٻار سُڪي ويو ۽ ڪين وري ڪابہ اولاد نہ ٿي.

اڄڪلهہ اها ڳالهہ ورجائي ٿي وڃي تہ شاعر، اديب ۽ دانشور جي ڇا سان وابستگي آهي. پر نہ ڄاڻان ڇا جي لاءِ ان جو ڪوئي جواب نہ تو ڏئي.

ڪميونسٽ پارٽيءَ جي لائين تہ ان افلاطوني بڪواس جو ورجاءُ هئي، جنهن شاعريءَ کي رد ان ڪري ڪيو هو، ڇو تہ سڪارٿي ڳالهہ رکو سياسي

نظام جي آهي. سياسي ماڻهو شاعرن کي چو تا ميار ڏين، جڏهن سماج ڪوئي غلط رخ وٺي ٿو؟

هٽلرزم ۽ اسٽالنزم جي دؤر ۾ سماج جڏهن اهڙو رخ ورتو تہ اهو دؤر پنهنجي دؤر جي ناڪاميءَ جو نتيجو بڻيو. ڇاڪاڻ جو اهو دؤر سماجي ۽ سياسي جمهوريت جا آدرش بچائي نہ سگهيو ۽ اها ناڪامي انهن طبقن جي هئي، جي ان دؤر جي سياست تي اثر وجهن پيا.

اهي اديب ۽ شاعر ها جي زبان جي پاڪيزگيءَ جي تحفظ جا سيني ڪان وڌيڪ اهل هئا. يورپ ۾ اڻويهينءَ صديءَ جي پهرين حصي ۾پنهنجي دنيا ۾ گوشہ نشين ٿي ويا ۽ هنن مان ڪي وهم ۽ وسوسن ۾ ونجي ويا ۽ هنن کي پنهنجي ماحول تي پنهنجي شاعريءَ جي برتريءَ جو احساس ٿيو ۽ ان کي مقصد بالذات سمجهيائون ۽ ماضيءَ جي پرستش ڪرڻ لڳا. بودليئر جهڙن شاعرن سياست کان نفرت ٿي ڪئي. ان ڳالهہ گذريل دؤر تي برو اثر وڌو. اهو سماج ڏانهن بي پرواهہ ٿي ويو، تان جو مطلق - العنانيت ڇانئجي وئي. اهو دليل اثرائتو آهي ۽ ان کي رد بلڪل نہ ٿو ڪري سگهجي تہ سياست جي قباحت ڏانهن شاعريءَ جو ردِ عمل ايڏو بہ نہ ٿيڻ کپي. دراصل يورپ ۾ ماڻهو اخلاقي ۽ سياسي طرح بي حس ٿي چڪا ها. پر ان ڳالهہ جا بہ بہ پهلو آهن. ڇا شاعريءَ ۾ ڪا اهڙي ڳالهہ هئي جو مختلف سماجن ۾ عام ذميداريءَ جو بار شاعرن تي وڌو وڃي جي خوابن جا رهواسي آهن؟ ٻيو تہ شاعرن کان سواءِ دنيا ۾ ٻيو دانشور طبقو بہ آهي. مثال طور، سائنسدان، فلسفي ۽ سياسي مُدبر جن جو بہ احتساب ڪيو وڃي؟ جي اسان ان پهلوءَ تي غور ڪنداسين تہ سائنسدانن ۽ سياستدانن ويهينءَ صديءَ جي وچ کان وٺي اڄ تائين فرض ڪيو هو تہ هنن جي ڪا ذميواري ناهي. آئن اسٽائن نيوڪلير بم جي تجربي کان گهڻو وقت اڳ اسان کي اطلاع ڏنو هو تہ اسان کي ايتري توانائي آهي جو اسان پاڻ کي تباهہ ڪري سگهون ٿا. انهيءَ ڳالهہ جو انهن حالتن ڏانهن اشارو ٿي سگهي ٿو، جنهن وڏي تباهي (Holocaust) ممڪن بڻائي. اهڙيءَ تباهيءَ کان پوءِ ڪجهہ الزام تہ آئن اسٽائن تي بہ اچي وڃن ها. ڇا خدا آئن اسٽائن کان سندس ڪئيءَ جو حساب نہ وٺندو؟ هن جي سائنسي تحقيق جو نتيجو هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ جي تباهي نڪتي، پر ممڪن آهي تہ اهو پراڻو سوال تہ ڪيترو علم انهن انسانن جي هٿ ۾ هجي

جن جي اخلاقي ۽ روحاني تعليم مڪمل نہ هجي، ايترو اثرائتو نہ آهي. پر ان طبقي جي باري ۾ تہ بلڪل صحيح آهي، جيڪو سماج جو تربيت يافتہ طبقو آهي، جنهن جو نالو مليٽري آهي. حيرت آهي تہ هارورڊ يونيورسٽيءَ جي پريزيڊنٽ ان وقت تاڙيون وڄايون هيون، جڏهن آمريڪا ۾ لاس الماس (Los Almas) جي بيابان ۾ پهريون پيرو ائٽم بم جو تجربو ڪيو ويو هو ۽ ان قاڻ ڪاڏو هو. اتي ٻہ ٻيا بہ ذميدار ماڻهو ويٺا هئا ۽ جڏهن هڪ پل ۾ ائٽم بم قاڻ ڪاڏو هو تہ ٽئي گڏ گڏ ٽپا هيا ۽ هڪ ٻئي سان جوش سان هٿ ملايو هئائون. اهو ردِ عمل صحيح هو يا نہ، ان تي مختلف رايا ٿي سگهن ٿا. پر ان لاءِ ذميوار رينياسنس (Renaissances) دؤر جي لامحدود ڪوڄنا لاءِ آزادي هئي، پوءِ ان ۾ جديد دنيا لاءِ چڱائي هئي يا برائي هئي.

اِها آزاديءَ اسان جي پوئينءَ اڌ صدي پيدا ڪئي آهي، جا مادي حاصلات لاءِ لامحدود ڪوڄنا ڪري ٿي. پر ان جا خطرا واضح آهن ۽ قيامت بعيد از قياس نظر نہ ٿي اچي. آلبرٽ آئن اسٽائن کان ڪنهن پڇيو: "توڪي ٽين جنگِ عظيم جي باري ۾ ڪجهہ چوڻو آهي؟"

آئن اسٽائن جواب ڏنو: "مون کي افسوس آهي تہ مان ٽين جنگِ عظيم جي باري ۾ ڪجهہ چئي نہ ٿو سگهان. پر جي تون چوٿين جنگِ عظيم جي باري ۾ ڄاڻڻ چاهين تہ مان ڪجهہ چئي سگهان ٿو."

جنهن ماڻهوءَ هن کان سوال پڇيو هو، انهيءَ کي اعتبار نہ ٿي آيو تہ جنهن کي ٽين جنگِ عظيم جي باري ۾ ڪجهہ نہ ٿو اچي، اهو چوٿين جنگِ عظيم جي باري ۾ ڇا چوندو! هن بي اعتباريءَ سان ڪيس چيو: "چڱو، مون کي چوٿين جنگِ عظيم جي باري ۾ ٻڌايو!"

آلبرٽ آئن اسٽائن هن کي چيو: "چوٿين جنگِ عظيم بلڪل نہ لڳندي، بس ايترو ئي چوٿين جنگِ عظيم لاءِ چئي ٿو سگهجي. جيستائين ٽين جنگِ عظيم جو سوال آهي، ڪجهہ بہ چئي نہ ٿو سگهجي."

هن جو مطلب هو تہ جي ٽين جنگِ عظيم لڳي تہ ڪجهہ بچندو ئي ڪونہ تہ پوءِ چوٿين جنگ عظيم ڇا ٿي لڳندي.

ڇا آدم ذات جي انهيءَ خاتمي جو علم اڳواٽ سمجهدار طبقي کي ملي نہ ٿي سگهيو؟ اسان تہ هڪڙي ننڍڙي ديس جا رهواسي آهيون جن جي قؤل ۽ فعل کي ڪائي اهميت نہ آهي. پر ناگاساڪيءَ جي تباهيءَ کان پوءِ، مون

لکيو هو:

"ناگاساڪي ڪافي ناهي
سڀ ڪجهہ ناس ڪندو نادان!"

۽ هيروشيما تي پورو نظم لکيو هوم، جنهن جو پويون بند هي هو:

"هي ڪير ڪڙو آ ڪنييءَ تي
هي تون آهين هي مان آهيان
جن امن نہ آندو ڌرتيءَ تي!"

پر اسان جو تہ ڪنهن بين الاقوامي ٻوليءَ ۾ ترجمو نہ ٿيو آهي، اسان کي ڪير ٿو اهميت ڏئي؟ هيءَ ذميداري جيڪڏهن ڪنهن حد تائين پئي تي تہ يورپ ۽ آمريڪا جي شاعرن تي پوي ٿي.

پوءِ بہ اسان برصغير جي حال ۽ مستقبل لاءِ چيو آهي، اسان پنهنجي ذميداري نڀاهي چڪا آهيون. باقي ذميداري سائنسدانن، ملٽريءَ جي شخصيتن، فلسفين ۽ اهلِ اقتدار تي آهي، جي اهي صاحب ڪردار آهن تہ سماج تي اثر انداز ٿيندا نہ تہ مورڳو حسن جي تخليق جا هن افراتفري ۽ پريشان حاليءَ واري دؤر ڪي سڪونِ قلب پهچائي رهي آهي، شاعر ان ڪان بہ وانجهي ٿي ويندا ۽ جي هڪ رومانوي انداز ۾ سڌاري جو بار پاڻ تي ڪندا تہ نہ هِن دنيا جا رهندا نہ هُن دنيا جا.

انگلنڊ ۾ قؤل ۽ عمل جدا جدا هٿن ۾ ها پر ارڙهينءَ صديءَ جي فرانس جا اديب عملي سياست سان رابطي ۾ نہ رهيا هئا. اهي نجا سياسي نظريا مبهم Generlizations (خاص کي عام چوڻ) چئي پيش ڪندا رهيا. پر انهن کي پاڻ ۾ خود اعتمادي ڏاڍي هئي ۽ هنن اهو سمجهيو هو تہ سندن تعلق پسندي هڪ پيچيده سماج ۾ اوچتو ۽ شديد ڦيرو آڻي سگهندي. انقلاب لاءِ ائين جواز پيدا ڪيو ويو. عوام کي اهو آدرش ۽ سماج جي مستقبل جو تخيل ڪافي آئڙيو ۽ جنهن جا نتيجا نيٺ اگرا نڪتا. ڪجهہ وقت پوءِ هڪ فرينچ قلم ڪار لکيو:

"شهنشاهيت عوامي حڪومت ۾ نہ بدلي پر اهل قلم شهنشاهہ ٿي پيا."

اهل قلم مان خاص طبقو، جنهن کي بوهيمين (Bohimian) چوندا ها، انهن جو ملاقاتي ڪمرو ڪافي هائوس هوندو هو. جيئن اسان جي وقت ۾ لاهور ۾ هيو. جڏهن ميان افتخارالدين جون 'امروز' ۽ 'پاڪستان ٽائيمز' اخبارون

نڪرنديون هيون ۽ فيض احمد فيض انهن جو ايڊيٽر هو. پر اها گهڻو پوءِ جي ڳالهہ آهي.

فرانس جي انقلاب وقت اهي بوهيمين پاڻ کي مسيحا ۽ پيغمبر سمجهندا هئا. هو پنهنجي زندگيءَ کي تہ ڪائي ترتيب ڏئي نہ سگهيا هئا، پر اهو سمجهيائون تي تہ هو ئي تاريخ جي پوري افراتفري ختم ڪري سگهندا. هو مسيحي دينيات کان ڌرتيءَ تي حڪومت الاهي Kingdom of God on Earth جو نظريو کسي ويا ۽ ان ۾ اضافو ڪيائون تہ حڪومت الاهي تاريخ جي ڪنهن خاص ميعاد ۾ ايندي، انقلاب کان پوءِ وارا دانشور، انقلاب کان اڳ وارن دانشورن سان متفق نہ رهيا، جو تہ سائنس ترقي ڪئي ۽ عقل جي پرستش (Deification) ڪئي وئي. انهيءَ سائنس ۽ مذهب جي اتحاد جي ذريعي دانشور، سائنسدان ۽ پادري پنهنجا ڪردار ادا ڪرڻ لڳا.

انگريزي ادب ۾ عملي سياست ۾ حصو وٺڻ جي باري ۾ نظريہ سازن ۽ عملي سياستدانن ۾ ڪجهہ وٿي هئي. آمريڪا ۾، جڏهن اها ڪالوني هئي ۽ ان جي آزاديءَ کان پوءِ ساڳي ڳالهہ ٿي تہ محب الوطن دانشور آئيني اجتماع ۾ شريڪ ٿيا. وچولي طبقي جي ايرڻ سان، ذهنيت بدلجڻ لڳي. آرٽ کي عبادت سمجهيو ويو ۽ آرٽسٽ پنهنجي ذوق ۽ يقين سان رهنمائي ڪئي. پر ڪجهہ وقت کان پوءِ اهو فرض ڪيو ويو تہ عوام آرٽسٽ جي عبادت ۾ مخل ٿي رهيا هئا، ان ڪري آرٽسٽ عوام کان متنفر ٿي پيا.

مارڪس وادين جو تجزيو اهو هو تہ 1848ع کان پوءِ بورجوازي ۽ دانشور ۾ وڏو نفاق اچي ويو.

فرينچ انقلاب وانگر روسي انقلاب ۾ بہ دانشورن جو وڏو هٿ هو. قوم پرستيءَ ۾ آزادي ۽ سوشلزم جا تصور روس ۾ اڻويهين صديءَ جي وچ ڌاري دانشورن جي ذريعي پهتا. روس نهيل نڪيل نظريا يورپ مان ورتا جي يورپ جي حقيقت سان مطابق تہ هيا، پر روس جي حقيقت سان انهن جو ڪوبہ واسطو نہ هو. دانشور ۽ مصلح طبقي ۾ انقلابي بہ هئا، جن مان ڪن کي مغرب سان نفرت هئي، ڪن کي محبت هئي. ڪي مصلح ۽ تعمير پسند هيا ۽ انقلابين واري ترتلي سان هنن دنيا بدلائڻ نہ ٿي چاهي. هنن وٽ انقلاب جا خيال پرست نظريا (Utopia) هئا. يورپ جي انهيءَ نظرياتي پس منظر مان علحدگي پسنديءَ يورپ ۾ پرتشدد انقلاب لاءِ فضا هموار ڪئي جا ان کان

اڳ يورپ جي اڳ متحرڪ مسيحائي انقلاب پسنديءَ کان مختلف هئي. دانشور طبقي جي بورجوا قانون جي نظرئي لاءِ شديد نفرت مارڪس لاءِ سازگار فضا پيدا ڪئي. دانشور، جن جو سياسي ۽ سماجي تنظيم سان واسطو نہ هو، نہ ئي ڪين حڪومت هلائڻ جو تجربو هو، ۽ جي ساڳئي وقت انتها پسند بہ هئا. پنهنجي خيالي دنيا ۾ رهندا هئا. ظاهر آهي، انگلنڊ ۽ آمريڪا ۾ نظريہ سازن ۽ حڪمرانن ۾ ڪافي ويڇو هو ۽ ان ڪري ئي فرانس ۽ روس جا دانشور رڳو نظرياتي ٿيورين ۾ اڙجي ويا. ائين بہ آهي تہ روسي دانشور بالشويڪ انقلاب جا باني هيا، پر انهن ڪڏهن بہ نہ سوچيو هو تہ زار شاهيءَ جي خاتمي کان پوءِ ڇا ٿيندو! اهي روسي عوام جي فطرت نہ سمجهي سگهيا هئا. ڪين عوام تي حڪومت ڪرڻ جو فن نہ ٿي آيو ۽ اهي خوابن جي دنيا جا رهواسي ها. انهن جا خواب ڪجهہ استالن جي دؤر ۾ تہ ڪجهہ استالن جي موت کان پوءِ ٽٽا. جڏهن ڪروشچوف هن جي ظلم ۽ تشدد جي باري ۾ انڪشاف ڪيا، ۽ سولزي نٽسن ان تي نهايت بي جگريءَ سان لکيو. تان جو يو. ايس. ايس. آر جي سربراهہ مملڪت گوربچوف پيرسترونڪا ڪتاب لکي ساري ڍونگ کي وائکو ڪري ڇڏيو. پر پاڪستان جا دانشور اڃان ساڳئي خواب ۾ رهي رهيا آهن، جنهن ۾ فرينچ ۽ روسي انقلابي هوندا هئا ۽ جنهن حقيقت جو پاڪستان ۽ برصغير جي حقيقت سان ڪوئي واسطو ناهي. معاشي انصاف ضروري آهي، پر اهو ڪيئن اچي، ان جو ڪنهن بہ قطعي جواب نہ ڏنو آهي. سرمائيداري ۽ نج ڪاري بہ وڏو فراڊ آهي ۽ پوري دنيا ۾ استحصال جو ذريعو آهي. بهتر آهي تہ شاعر پنهنجي دنيا ۾ موٽي وڃي ۽ پنهنجي شاعريءَ کي وقت جي خردبرد کان محفوظ رکي. آرٽ فقط زندگيءَ ۾ معاشي ڦيري لاءِ نہ آهي. زندگي نهايت وسيع آهي، انهيءَ جو هر پهلو آرٽ جو موضوع ٿي سگهي ٿو. ان کان پوءِ هدايت پريم اسان کي ٽاور آف لنڊن ڏيکارڻ وٺي هليو. اهو ٽاور پري کان تہ ڦڙڪي جو ٿي لڳو پر ويجهو وڃڻ سان نهايت پختو ۽ مضبوط ٿي لڳو. هتي روزانو سياح ايندا آهن.

مون کي سفر جو پورو سلسلو ياد نہ ٿو اچي. شايد هدايت پريم اسان کي ٽرئفلگر اسڪواير وٺي هليو هو. هي تمام وڏو اسڪواير آهي جو نيلسن جي بحري فتح جي يادگار طور ٺهرايو ويو آهي. اهو اسڪواير تڏهن ٺهيو، جڏهن لنڊن پنهنجي حڪومت جي اوج تي هو. اتان ئي لنڊن جا سڀ رستا

ڦٽن ٿا. اتي ڪيئي ماڻهو ڪٺا ٿين ٿا ۽ هزارين ڪبوترن کي چوڳو وجهن ٿا. ڪبوترن کي نيلسن جي مجسمي لاءِ ڪائي عزت نظر نہ ٿي آئي. لنڊن اڃان تہ صاف سٿرو شهر آهي. چين ۾، جهرڪين جڏهن بيجنگ جي ديوارن کي خراب ٿي ڪيو تہ مائوزي تنگ ثقافتي انقلاب جي دوران سرخ فوج کي حڪم ڏنو هو تہ بيجنگ ۾ هڪ جهرڪي بہ زنده نہ ڇڏي وڃي ۽ سڀ ماريون وڃن. هي ماڻهو ها يا دئيت ها! تاريخ انهن لاءِ اڃان پوري فتويٰ نہ ڏني آهي. رڳو مائوزي تنگ جي هجر اسود جو مجسمو، جيڪو ڪيئي ٽن ڳورو هو، رڪ جي رسين سان ٻڌي، ڪنهن ريت ڌرتيءَ تي ليٽائي، گدامر ۾ پوريو اٿن. لنڊن جي اها حالت نہ ٿيئي آهي، جيئن اڳئين سير گاهڻ جي ٿي هئي جن کي ڏسي هڪ فارسي شاعر چيو هو:

”پرده داري مي ڪند بر قصر قيصر عنڪبوت،
چغد نوبت مي زنده بر گنبذ افراسياب.“

معنيٰ: (قيصر جي ڪوٽ تي ڪوريئڙو پردي داري ڪري رهيو آهي. چبرو افراسياب جي گنبذ تي نقارو وڄائي رهيو آهي.“

مان ڀانيان ٿو تہ ٻئي ڏينهن تي اسان آرٽ گئلريءَ ۾ ايل گريڪو، روبنس، ريمبران ۽ ٻين مصورن جون تصويرون ڏٺيون. مون کي اتي اجنتا ٿي ياد آئي، جا مون مائيڪل اينجلو کي ڏيکاري هئي، پر ان ڳالهہ تي مان پوءِ ٿو اچان تہ مائيڪل اينجلو جو مون کان پنج سؤ سال اڳي ڄائو هو، اهو منهنجو همسفر ڪيئن ٿيو هيو.

شام جو قادر بخش نظاماڻي آيو ۽ ٻي ڏينهن تي هن جو ڀائٽيو خير محمد نظاماڻي برائيٽن وٺي هليو، جنهن جو احوال مون پنهنجي ڪتاب ’اير چند پس پرين‘ جي مهاڳ ۾ لکيو آهي، جيڪو دلچسپيءَ کان خالي نہ آهي. ٻي ڏينهن صبح جوڌهين بجي هڪ پنجابي ڊاڪٽر باري نالي ۽ هن جي زال، (نالو وسري ويو آهي، جا پوٺوهار جي پنجابڻ هئي ۽ انهيءَ لهجي ۾ ڳالهائي رهي هئي.) اسان وٽ آيا جي رسول بخش پليجي جا مداح هئا. ٻئي اڌيڙ عمر جا ٿي چڪا هئا. پر هن جي زال ۾ اڃان جوت هئي، جيتري اڌ سڙيل ميڻ بتي ۾ هوندي آهي. هنن مون کي ٻڌايو تہ انگلنڊ ۾ رسول بخش پليجي جا پوئلڳ ها، جي اڪثر پنجابي ها. آمريڪا ۾ بہ تقريباً ساڳي حالت هئي. ڪجهہ وقت پوءِ ڊاڪٽر هاليپوٽو آيو جو سنڌ انٽرنيشنل سنڌي ڪانگريس

جو پريزيڊنٽ آهي ۽ هن وقت پاڪستان جي ڪنهن جيل ۾ هو ۽ هاڻ آزاد ٿي ويو آهي. الطاف گوهر سان منهنجي پراڻي واقفيت هئي، جو ان وقت بي. سي. سي. آء ۾ ملازم هو. جنهن جي سرپرست مرحوم حسن عابدي منهنجي ڪجهہ مدد ڪئي هئي. جنهن لاء مان هن جو شڪر گذار آهيان. هن اردوء جي شاعر افتخار عارف کي مون ڏانهن موڪليو، جنهن مون کي الطاف گوهر جا سلام ڏنا ۽ منهنجي خير عافيت پڇي. تازو حوري نورانيءَ جي دعوت تي هو مون سان مليو هو ۽ ٻڌايو هئائين تہ جميل جالبيءَ جي جاء تي هن کي مقتدره قومي زبان (National Language Authority) جو چيئرمين مقرر ڪيو هئائون. هن منهنجي ڪتاب "ڪٿي نہ پيجبو ٽڪ مسافر" ۾ دلچسپي ڏيکاريندي چيو تہ "ان جي اردوء ۾ ترجمي جو ڪم مان فهميده رياض يا آفاق صديقيءَ کي سپرد ٿو ڪريان. حوريءَ جي دعوت تي اردو افسانہ نويس هاجره مسرور ۽ هن جي مڙس احمد علي خان سان بہ منهنجي ملاقات ٿي، جيڪو روزاني ڊان جو ايڊيٽر آهي ۽ سارو وقت منهنجي پرسان ويٺو رهيو ۽ قومي ۽ بين الاقوامي حالات تي مون سان خيالن جي ڏي وٺ پئي ڪيائين. مانِ حالاتِ جي نزاڪت کي مدِ نظر رکي، ان تي تبصرو نہ ٿو ڪيان. اتي منهنجي شاعريءَ جي اردوء ۾ مترجم فهميده رياض ۽ ٻين ڪيترن ئي اردوء جي اديبن سان ملاقات ٿي، جيڪي نهايت محبت ۽ جوش سان مليا. انهن مان ڪي اڳيان ترقي پسند بہ هئا. احمد علي خان سان گفتگوء کان پوء مون سان فهميده رياض ملي، جڏهن مان وچي رهيو هوس ۽ چيائين تہ تنهنجا سنڌي شاعريءَ جا پويان ڪتاب تہ بي مثال آهن. هوء سنڌي چڱيءَ طرح ڄاڻي ۽ اڳي منهنجي منتخب ڪلام جو اردوء ۾ منظوم ترجمو ڪري سنڌالاجيءَ مان ڇپايو هيائين، جنهن جي اردو دنيا ۾ اهميت انهيءَ ڪري نہ ٿي جو فهميده رياض ۽ هن جو سنڌي مڙس ظفر اجڻ، ٻئي جي قاسيءَ کان پوء هندوستان ۾ جلاوطن هيا ۽ اتي ست سال رهيا ها، جتي فهميده رياض انگريزيءَ ۾ پاڪستاني ادب تي ڪتاب لکيو هو. جنهن ۾ پاڪستاني اديبن ۾ فقط مون تي خاص باب لکيو هئائين. منهنجي فهميده رياض سان پهرين ملاقات سبطِ حسن جي گهر تي سعيده گذدر جي موجودگيءَ ۾ ٿي هئي. جتي هن بلوچي بغاوت تي اردوء ۾ هڪ نظم ٻڌايو هو. هوء ان وقت رياض جي زال نہ رهي هئي ۽ غالباً لنڊن مان موٽي آئي هئي. ٻئي ڀيري جڏهن هن جي

ظفر اچڻ سان شادي تي چڪي هئي تڏهن مون هن کان پڇيو: "تو ظفر سان شادي ڪيئن ڪئي؟" هن مختصر جواب ڏنو: "مان ۽ ظفر ساڳيءَ آفيس ۾ ڪم ڪندا هياسين. هڪ ڏينهن ظفر اوچتو منهنجي پاڻهن ۾ هٿ وجهي پڇيو: "مون سان شادي ڪندينءَ؟" مون بہ چيو: "ها. پوءِ اسان ٻنهي جي شادي ٿي وئي."

هن جو انگريزيءَ ۾ ڪتاب مون کي انور فگار هڪڙو سڪر ۾ ڏئي ويو هو جو شڪارپور جو عاشق ۽ منهنجي استاد ڪيئل داس فانيءَ جو وڏو مداح آهي، ۽ جنهن هن جي ڪلام کي ترتيب ڏني آهي ۽ اهو ادبي بورڊ کي ڇپائيءَ لاءِ حوالي ڪيو اٿائين. هن ئي منهنجي جنم جي اصل تاريخ ۽ 'سُدرشن' رسالي مان منهنجي پهرين شعر جي فوٽو ڪاپي مون کي موڪلي هئي، ۽ اهو نظم هاڻي شڪارپور هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جي ڇپايل ڪتاب 'شڪارپور صدين کان' ۾ ڪنهن مضمون ۾ ڇپيو آهي.

هاڻي ڪرامويل هاسپيٽل کي ڇڏي گهڻي دير تي وئي آهي. بقول نصير مرزا زندگيءَ کي ريوائنڊ (Rewind) ڪيان ٿو ۽ ڪرامويل هاسپيٽل ۾ موٽي ٿو وڃان. پر جيستائين زندگي روائينڊ ٿي، ڪوئي صاحب بنا اڳ طئہ ڪيل وقت جي اچي نڪري ٿو ۽ مان زندگيءَ جو وڊيو ڪئسيٽ ميز تي رکي ٿو ڇڏيان.

مون کي هڪ واقعو ياد آيو تہ مان هڪ ڊچ آرٽسٽ وٽ خيرپور ويندو هوس جو اتي گهرو هنر جي تعليم ڏيندو هو ۽ جنهن جو تحفي طور ڏنل هڪ خوبصورت واز (Vase) اڃان تائين مون وٽ ڊرائينگ روم ۾ رکيو آهي.

مان هن وٽ وينو هوس ۽ ڪائنات جي تخليق جي باري ۾ هن جون حيرت انگيز تصويرون ڏسي رهيو هوس تہ هن جي در تي ٺڙڪو ٿيو. هن دروازو ٿورو کولي ملاقاتيءَ کي چيو: "اڄ مون کي وقت ناهي، سڀاڻي اچجانءِ." دروازو ٺڪ ڪري بند ڪري ڇڏيائين. پوءِ مون کي معلوم ٿيو تہ اهو شخص هن جو دوست هو ۽ روز شام جو هن سان گڏجي ڇهل قدمي ڪرڻ ويندو هو. اي ڪاش!...

مون کي لنڊن مان موٽي شڪارپور جي گهٽين ۾ وڃڻو آهي ۽ ان تقدير جو تسلسل بيان ڪرڻو آهي، جا انگريز شاعر آڊن هيٺين لفظن ۾ اظهاري آهي:

All I have a voice

To undo the folded lie

The romantic lie we have in the brain of the sexual man in the street.

ترجمو: (مون وٽ جو ڪجهہ بہ آهي، آواز آهي.
جو ان پيچيده دروغ گوئيءَ جون ڳنڍيون کولي ٿو.
ان رومانوي دروغ گوئيءَ جون، جا گهٽيءَ ۾ هڪ جنسيات پرست ۽ دنيوي انسان ۾ آهي.)

پر ان تسلسل ڏانهن موٽڻ لاءِ هن لنڊن جي سفر جو احوال پورو ڪرڻو آهي، جو تاريخ وار مون کي ياد ناهي. ڪراميل هاسٽل ۾ منهنجي رهائش کان هڪ ڏينهن پوءِ راڄ چيو هو تہ: "اڄ رات جي ماني سيني سان گڏجي اسان وٽ کائجانءِ." اسان راڄ جي گهر وياسين جو پهرين منزل تي هو، جتي پهچڻ لاءِ لفٽ لڳل هئي. هڪ بنگالي بورچيءَ جا تريل سنبوسا کائي ۽ ٿوري وسڪي پي، اسان مانيءَ جي ميز تي آياسين. گفتگو ۾ ڪا گرم جوشي ڪانہ هئي، ڪابہ رنگيني نہ هئي ۽ اها مانيءَ وانگر بي سواد هئي. سال 1976ع ۾ جڏهن مان اڪيلو آيو هوس تہ راڄ جي گهر ڪينٽڪي چڪن (Kentukky Chicken) سان وسڪي ڏاڍي وٽي هئي. مانيءَ کان پوءِ راڄ اسان کي ڪراميل هاسٽل ۾ ڇڏي ويو. ها، گيتا کي جڏهن منهنجي ڏوهٽيءَ جو نالو روماسا ٻڌايو ويو تہ هن حيرت مان پڇيو تہ: "اهو ڪهڙي ٻوليءَ جو نالو آهي." مون جواب ڏنو تہ: "سنڌيءَ جو. پيرومل مهرچند پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ هڪ سنڌي راڻيءَ جو نالو روماسا لکيو آهي." پر جڏهن لاهور ۾ منهنجي پٽ سليم جي شادي تي هئي تڏهن هن جي سهري خواجہ يوسف مون کي ٻڌايو هو تہ اهو فارسيءَ جو لفظ آهي جو 'رو - مهہ - سا' يعني 'منهن چنڊ جهڙو'" آهي. ان کان پوءِ گيتا ۽ راڄ نہ هاسٽل تي آيا نہ فون تي پڇيائون تہ مون دل جي باءِ پاس ڪرائي يا نہ؟ ۽ جيئرو بہ بچيو آهيان يا نہ؟ منهنجي اي. سي. جي (ECG) رپورٽن ۽ مئگنيٽڪ اسڪيننگ (Magnetic Scaning) رپورٽن ۾ ڪجهہ بہ نہ نڪتو هو. رڳو آرٿرائيٽس (Arthritis) جي تڪليف هئي، جنهن لاءِ ڊاڪٽر فقط ٽڳيءَ جي في ورتي ۽ بہ ڊسپرين جون گوريون ڏنائين، جي مون نہ کاڌيون ڇو تہ اهي ڪينسر ڪنديون آهن.

ٻئي ڏينهن اسان پول شاعره جي دڪان تان، پولنڊ جي ادب ۽ ان جي سياست جي باري ۾ ڪتاب خريد ڪيا. هن مون کان منهنجي ايڊريس ورتي ۽ پوءِ جڏهن کيس معلوم ٿيو تہ مان هڪ دور دراز ديس جو شاعر آهيان، تڏهن هن مون کي پنهنجي پولش شاعريءَ جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيل

ڪتاب تحفي طور ڏنو. پوءِ اسان ٽيوب ٽرين ۾ ڦرندا رهياسون. ان وقت مون کي غالب جو شعر ياد اچي رهيو هو:

"غنچہ تا شگفتنها برگ عافیت معلوم
باوجود دلجمعي خواب گل پریشان هے-"

ترجمو: (مکڙي ٽڙڻ تائين هوندي، انهن جي پتين جي پچاڙي معلوم آهي. ٽر ٽانءِ هجي تہ چا. گل جو خواب تہ پوءِ بہ پريشان آهي.)

جڏهن مان بمبئيءَ ۾ 'شاهہ، سچل، سامي' سيمينار ۾ صدارت لاءِ ويو هوس، تڏهن گيتا بہ لنڊن مان آئي هئي. موتي پرڪاش ۽ ڪلا پرڪاش بہ دبئيءَ مان آيا هئا. گيتا پنهنجي اڪوٽي باندرا واري گهر ۾ رهيل هئي. هن اتان ارجن شاد کي فون ڪيو تہ: "اياز هتي ڪجهہ ڏينهن کان رهيل آهي، پر مون کي فون بہ نہ ڪئي اٿائين." ارجن شاد منهنجو دوست آهي. هن منهنجي ۽ زرينا جي پنهنجي گهر ماني ڪئي هئي. جتي ارجن جي زال موهني، زرينا سان ايترو گهائل مائل ٿي وئي هئي، جو اسان جي موٽڻ کان بہ ڏينهن اڳ ٽاڪر چاولا جي گهر آئي، جتي اسان رهيل هئاسين. اتي هن زرينا کي ٽاهوڪو جوڙو تحفي ۾ ڏنو هو. جڏهن هن مون کي گيتا جي ميار ڏني تڏهن مون هن کي هي فارسيءَ جو شعر ٻڌايو:

"مرنجان دلش را کہ این مرغ وحشي
زبامي کہ برخواست مشکل نشیند-"

ترجمو: (ان جي دل نہ رنجاءِ، جو اهو وحشي پکي،
جنهن بام (ڇڄهري) تان اٿي ويو، ان تي مشڪل سان ويهندو آهي.)

راج مون کي لنڊن ۾ ٻڌايو تہ هو لنڊن ۾ چام صادق عليءَ جي بنگلي جي مرمت ڪرائي رهيو هو. ان وقت چام صادق علي پاڪستان ۾ هو. جڏهن بينظير جي 1988ع واري حڪومت هئي هو ٻيهر پاڪستان آيو، ۽ بينظير جي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ وزيراعليٰ بڻيو. راج هن سان لنڊن واري بنگلي جي مرمت جو حساب طئہ ڪرڻ آيو هو، ۽ چيف منسٽر هائوس ۾ ٽڪيل هو. انهن ڏينهن ۾ شاعر تنوير عباسيءَ جي گهر تي ڪائي تقريب هئي، جتي هو ڏينهن بہ رهيو هو. جڏهن موٽي آيو تہ اوچتو مون کي چيف منسٽر هائوس مان فون ڪيائين، ۽ چيائين تہ: "تو هڪ ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ مون بمبئي، لنڊن ۽ لينن گراڊ ۾ عشق ڪيا ها. اها بمبئيءَ ۾ ڪير هئي؟"

مون هن کي چيو تہ: "مون اهو ڪتاب، توکي ٻين ڪتابن سان گڏ ٻاڻ لنڊن ۾ ڏنو هو. مان هن جو نالو وٺڻ نہ ٿو گهران، جو تہ هن جي چانڊنيءَ جهڙي طبيعت مون کي ڏاڍي وڻي هئي. پر اڃان مون هن سان عشق جو اظهار نہ ڪيو آهي."

"چڱو اهو تہ نهيو، پر تو فلاڻي کي ڇا چيو آهي؟"

مون هن کي جواب ڏنو: مرحوم رشيد ڀٽي شراب جي اثر هيٺ واهي تباهي ڳالهيون ڪندو هو. جن کي ٻُڌي انهيءَ فلاڻي (نالو مان لکڻ نہ ٿو چاهيان) پنهنجي گمان کي رنگ روغن ڏنو آهي، جا هن جي عادت آهي. توکي ياد هوندو تہ مرحوم رشيد ڀٽي پنهنجيءَ ڪيفيت ۾ الهاس نگر ۾ ڇا ڇٽي رهيو هو، جنهن تي اسان هن کي هڪ ڪمري ۾ بند ڪيو هو. جيستائين هن جا حواس درست نہ ٿيا ها تيستائين هن کي ٻاهر اچڻ نہ ڏنو هو. تون فقط ٻہ منٽ آءُ تہ مان توکي ساري ڳالهہ سمجهائي سگهان."

هن غصي جو شديد اظهار ڪندي چيو: "بهتر ٿيندو تہ تون مون کي هڪڙو خط لکي پنهنجي پٽ جي ذريعي موڪل. مان ڪار ڪاهي، پرنس ڪامپليڪس وٽ اچي بيهان ٿو."

مون هن کي چيو تہ: "اهو خط پنهنجي پٽ کي نہ ڏيندس. مان تو وٽ پاڻ ٿو ڪٽي اچان."

مان خط لکي هيٺ لهي دروازي وٽ بيٺس تہ راڄ ڪار ۾ اچي پهتو. هن جي منهن تي غصو هو. هن کي اهي لفظ جيڪي فلاڻي چيا هئا، اهي هن مون کي ٻڌايا ۽ اهي لفظ ٻڌي، ڪنهن کي بہ غصو اچي ٿي سگهيو ۽ مون فقط هن کان پڇيو تہ: "هن کي اها جرئت ڪيئن ٿي جو هن اهي فحش لفظ توکي مُنهن تي چيا."

ان تي راڄ چيو تہ: "هائو، هن کي اها جرئت ڪيئن ٿي! هو اڃان ايئرپورٽ تي نہ پهتو هوندو. مان هن کي ڳولي ٿو لهان. باقي تنهنجي اسان جي دوستي ڇٽي." هو تيزيءَ سان رستي تان ڪار هلائي هليو ويو. ڇڻ ڪنهن قئنچيءَ سان پٽ جو تاڪيو ڪتريو. افسوس! ڪيترا نہ پيارا ڏينهن منهنجي تپش آميز زندگيءَ تان جهڙ وانگر لهي ويا!

بهرصورت مان پوئين ڀيري لنڊن جي سفر جو قصو پورو ڪري وٺان جو تہ ڪافي ڊگهو ٿي ويو آهي. مگسي اسان کي لنڊن جي زُو (عجائب گهر) ۾

وٺي هليو، جتي هڪ هنڌ تي هرڻ بيٺا ها، جي انسان ڪان نہ ٿي ڊنا. مون هڪ هرڻ جي مٿي تي هٿ گهمائيندي فوٽو ڪڍايو هو، جيڪو منهنجي البم ۾ آهي.

جيڪو جڏهن ماهوار سهڻيءَ جي 'شيخ اياز' نمبر ۾ ڇپيو تہ ماهتاب محبوب کي ڏاڍو وڻيو هو. مون ماهتاب ۽ محبوب سان ڪافي وقت گڏ گذاريو آهي جو مون ڪان اڃان نہ وسريو آهي. افسوس جي ڳالهہ آهي تہ مان بيماريءَ سبب حيدرآباد وڃي نہ سگهيو آهيان. ماهتاب آخري دفعو مون سان هڪ تقريب ۾ ڪراچيءَ ۾ ملي هئي، جتي حيدرآباد اچڻ لاءِ چيو هئائين.

اُن ڪان پوءِ اسان مگسيءَ جي ڪار ۾ شيشا چاڙهي چيتن ۽ شينهن جهڙن وحشي جانورن جي وچ مان لنگهياسون. پاهران بورڊ لڳل هو تہ هرڪو پنهنجو خطرو کڻي وڃي سگهي ٿو. پر جانور خاموش ويٺا رهيا ۽ ڪار تي رومڙ نہ ڪيائون. نيٺ اسان بگهڙن جي واڙ وٽ پهتاسين، جتي سو ڪان مٿي بگهڙ خاردار لوڙهي ۾ بند آهن. گذريل ڀيري جڏهن مان سال 1976ع ۾ اتي نما شام جو آيو هوس، تڏهن راڄ ۽ گيتا مون سان ساڻ هئا. ان وقت بگهڙن جي اوناڙ آسمان مان نيزي وانگر پار ٿي وئي هئي. ڪيئي بگهڙ اوناڙي رهيا هئا. شام جو انڌيارو وڌي ويو هو ۽ موت جي ياد ٿي ڏيارئين. هئي ڀيري مگسي، جڏهن هو پاڪستان ۾ تازو آيو هو تڏهن حيدرآباد مان مون کي فون ڪيو هئائين تہ مون وٽ ٻن ٽن ڏينهن ۾ ايندو.

هن لنڊن ۾ اسان سيني جي ماني ڪئي هئي ۽ هن جي زال منهنجي زال سان گهائل مائل ٿي وئي هئي. مگسي اسان کي هڪ تفريح گاهہ تي وٺي هليو، جتي ڊولفين (Dolphins) تلاءَ مان ٽپا ڏئي ڪجهہ جهپي رهيون هيون. مان تہ ڀانيان ٿو تہ سنڌيءَ ۾ ڊولفن کي "ٻلهڻ" چوندا آهن. پرمانند ميوارام جي لغت ۾ ڊولفن (Dolphin) جي معنيٰ دِلفين يا 'مي' لکي آهي. پوءِ ين لفظ مون شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ نوري تماچيءَ ۾ پڙهيو آهي.

"تون تماچي تڙ ڏٺي، مان مهاڻي مي،
مون کي ڏهاڳ مَر ڏي، گهڻو ريسارا سپرين."

زرينا هاٽي هل تہ شڪارپور موٽون. لاتوٽي ڦري ڦري ڪري پئي آهي. جيئن زندگي لاچار ٿي ويندي آهي. ان ۾ مان وري ڏور ٻڌي اُن کي هلايان ٿو. اسان پاڙي جي پڌر ۾ بيٺا آهيون. ڪجهہ پاڙي جون غريب زالون، عاج يا

چانديءَ جون ٻانهيون پايو دلا حوض جي پرسان رکي ٻيٺيون آهن. هڪڙيءَ کي تہ چليءَ باداميءَ جهڙي شڪل آهي، ٻي نيسر جي هيٺان جهڪي گهڙو پري رهي آهي ۽ شلوار مان هن جون ڪيوڙي جهڙيون رانون ظاهر ٿي رهيون آهن. هن جي ٻنهي رانن مان وٽي ائين لڳي رهي آهي جيئن گدري جي ول ۾ ڪڏهن ڪڏهن آمهون سامهون ٻہ گدرا هوندا آهن. سندس گهڙو پرجي ٿو تہ مهارت سان ان کي اچل سان ڪٽي چيلهہ تي رکي ٿي، ۽ ٻيءَ کي پاٽي پرڻ لاءِ وارو ڏئي ٿي. ان ڪوهہ جي گاديءَ ۾ هٿ وجهي، ڪوئي زور ڏئي هلائي رهيو آهي. جو تہ گاديءَ تي تنهنجون ٻہ ٽي ساهيڙيون ويٺيون هيون. اهو ڪوهہ منهنجي ڏاڏي ٻنگل شيخ کوٽايو هو، جو ميونسپل ڪائونسلر هوندو هو، جنهن جي نالي سان اهو ڪوهہ منسوب هيو.

لاٽون ۽ لاٽوٽي جنڊيءَ لڳل آهن ۽ ڪشمور جا نهيل آهن. اِتي ڏڪر ٻہ جنڊيءَ تي چڙهيل آهن. ٻڪٽ، لين، مونَ، نار، آروهي، يڪ، نہ چاٽان اهي کهڙي ٻوليءَ جا لفظ آهن، جي تاريخ ائين ڳڙڪائي ڇڏيا آهن، جيئن ارڙ نانگ ڪوئي ساهوارو ڳڙڪائي ڇڏيندو آهي. زرينا جي گهر ۾ ڇا ڇا سامان نہ هوندو هو. چڪرا، ويلڻ، اڪريون - مهريون، ڪٽوليون، ۽ ڪتن جا پاوا، پلنگ، پينگها، ڪرسيون، ٽپايون، آرسيون، دٻلا، ٿالهيون، جهنجهڻ سڀ جنڊي چڙهيل هوندا هئا. هن جو سارو گهر ڪنهن مصور جي روح وانگر لڳندو هو. هن جو پيءُ خانصاحب حسين بخش ان وقت جيڪب آباد جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو، جنهن وقت ڪليڪٽر گهٽو ڪري سڀ انگريز هوندا هئا. لاٽوٽي ڦري ليٽي پئي تہ اسان ڪوڏين راند ڪيڏڻ لڳاسون. چٽڪبري ڪوڏيءَ کي گانءِ، سونهري رنگ واري ڪوڏي بائلي، خاڪي رنگ واريءَ کي گبو، سرمائي رنگ واريءَ کي سُرميل ۽ وڏي ڪوڏيءَ کي ڊينگ چوندا هئاسون. ڪيڏيون صديون سمايون هيون انهن لفظن ۾! پشت ٻپشت اسان جا وڏا اهي لفظ ڪم آڻيندا رهيا ها، جن ڪان سندن پونيئرن ٻڌا هئا. معلوم نہ آهي تہ اهي لفظ آريائي ها يا سنڌ ديس جا هئا ۽ موهن جي دڙي يا هڙپا ۾ استعمال ٿيندا هئا. جو تہ هي سارو اتر پاڪستان وارو علائقو ڪانياواڙ، ڪڇ ڀڄ، گجرات تائين سنڌ ديس هو. جنهن کي هاڪڙو درياءُ باقي هند کان ورهائي ڇڏيندو هو. هند ورش کي اسان جي پوري معلومات نہ هئي.

پرسان منهنجا جيڏا، شيشي ۽ پٽر جي چڊن سان گچيءَ راند ڪيڏي رهيا

هئا. اِنڊا، ڪبوتري، رنگارنگي پتراوان چدا، رنگ رنگ جون گوليون، جڏهن چدو چدي کي ڇٽيو وجي ٿو تہ "سپ گل" جون صدائون اڀرن ٿيون. اسان جي پاڙي ۾ ٿي نمون هيون. هڪ تہ اسان جي گهر جي دروازي لڳ هئي ۽ نہ رڳو ان جا ڏار ۽ ٽاريون اسان جي ڇڄهري سان گسنديون هيون، پر ان جون ڪيئي لامون ڪوٺي تي ڇت وانگر وڌي آيون هيون. جڏهن نمن ۾ ٻور ٿيندو هو تہ سڄو پاڙو ان جي خوشبو سان واسجي ويندو هو. ساوڻ جو مينهن نمن جا پن ڌوئي ڇهڇ ساوا ڪري ڇڏيندو هو تہ طوطا، ڪبوتر، ڪبريون، ٻربليون، جهرڪيون، نوريٽڙا هر وڻ تي هوندا هئا. انهن وڻن ۾ ڳجهن بہ آکيرا ٺاهيا هئا.

اسان جي پاڙي ۾ هندو ۽ مسلمان ٻئي هڪ جيترا رهندا هئا. منهنجي گهر جي پرسان هڪ گندو مل رهندو هو. اهو ڇٽين ٻجي ننڍ مان اٿي ميران ٻائيءَ جا ڀڄن ۽ ڪبير جا دوها ڳائيندو هو ۽ ائين پرارٿنائون ڪندو هو، ڄڻ هو خدا سان محو گفتگو هو. ڄڻ خدا رات هن جي گهر ۾ گذاري هئي، ۽ سامهون واري مسجد ۾ ملان رمضان اڪيلو ننڊ ڪندو هو. گندي جو آواز ٻڌي مون کي اهو سوچي تہ اڄان ٻاک نہ ڦٽي آهي، ننڊ وڃي ويندي هئي. گندي مل جو ڏوهٽو يا پوٽو مون سان بمبئيءَ ۾ گڏيو هو. جڏهن پوپٽي هيراننداڻيءَ منهنجي آجيان لاءِ هن جي ٽولي ڪان ڀڳت ڪرائي هئي، ۽ اتڪل سؤ ڪن ماڻهن جي ماني بہ ڪئي هئي. پوءِ گندي مل جي پوٽي، منهنجي ۽ زرينا جي پنهنجي گهر ماني بہ ڪئي هئي. جتي نند جويري، گيتا راج ۽ ٻيا آيا هئا.

ڪاڏي بمبئي وڃي نڪتس! ماڻهوءَ جو من ڪيڏو نہ چنچل آهي. ڪڏهن ڪٿي، ڪڏهن ڪٿي! ايڪا گرتا (Concentration) نالي ڪا ڳالهہ ڪانهي. اها ڪنهن يوگيءَ جو اثاءُ آهي.

هاڻي وري زرينا وٽ شڪارپور موٽي ٿو اچان. پاڙي ۾ اسان جي گهر پرسان گهڻي نالي هڪ هندو رهندو هو. جنهن کي ٿي ڌيئر هونديون هيون، جن مان هن جي ڌيءَ سرَان ڏاڍي خوبصورت هوندي هئي. مون کي انسان جي سونهن نندي هوندي ڪان ئي مَنڊي ڇڏيندي هئي. جڏهن اسڪول ۾ پهرين درجي انگريزيءَ ۾ هوس تڏهن مون پنهنجي استاد سائين ڪيئل داس فانيءَ کان روهڙيءَ واري 'بيڪس' فقير جي هڪ شعر جي سٽ ٻڌي هئي:

"ساڄن سائين سٺر ڪرڻ لئہ، آيو ٿي انسان."

ان سٽ مون کي ائين ٻڌي ڇڏيو هو، جيئن اسان ننڍي هوندي بربل کي پيٽي وجهي ان سان ڳنڍيل ٽلهو ڏاڪو ٻڌي، هڪ هٽ تي ويهاري هيرائيندا هئاسين. اسان جي پاڙي ۾ هڪ شخص گاجي نالي رهندو هو. سنڌي ماٺهو غازيءَ کي گاجي سڏيندا ها. جيئن ٻين مقدس نالن جو نہ رکو تلفظ ڦيرايو اٿائون، پر انهن جو مخفف اهڙوڪيو اٿائون جو اهو مضحڪہ خيز لڳندو آهي. فتني جي پوَ کان رکو هڪ ٻيو مثال ٿو ڏيان. هُو وليءَ کي وَلو چوندا ها.

مان پنهنجي گهر جي پهرين منزل پرسان ڏار تي چڙهي، نم جي پن ۾ لڪي ويندو هوس ۽ سران کي ڏسندو هوس، جڏهن هوءَ ٿورو تاڪ پيڪڙي، ننگي ٿي سنان ڪندي هئي. دراصل اسان جي جاءِ ۾ هڪ هال هو. جنهن ۾ منهنجي پيءُ پنجاهہ مغربي مصوريءَ جا نقل (Replicas) مڙهائي ٽنگي ڇڏيا هئا. جنهن ۾ هڪ تصوير ۾ هڪ شَل ننگي عورت پني ڏئي ويٺي هوندي هئي، ۽ هن جا ٿڙا پڪل ناسپاتين وانگر لڳندا ها. اُها سُران وانگر لڳندي هئي، جڏهن هوءَ سنان ڪندي هئي. بابو سائين وڏو عاشق مزاج انسان هو، پر هن تي مان پوءِ ٿو اچان. ٻيو اسان جي پاڙي ۾ سيٺ چئنراءِ رهندو هو، جنهن جو گهر زرينا ۽ هن جي مامي شيخ واجد عليءَ جي گهر جي وچ ۾ هوندو هو. چئن راءِ شڪارپور ڪانگريس جو صدر ۽ واجد علي شڪارپور مسلم ليگ جو صدر هو. پر اها ڳالهہ پوءِ جي آهي. وقت جون واڳون ڍريون ڇڏ، چو تہ اهو تيز رفتار گهوڙو آهي، ائين نہ ٿئي تہ غالب وانگر تنهنجي قابوءَ ۾ نہ اچي!

هي رو مين رخش عمر کهان ديکهئے تهمي
نے هاتهہ باگ پر هے نہ پاهے رکاب مين.

اسان جي پاڙي جي چئني طرفين هندن جون حويليون هيون. منهنجي گهر کان سوَ قدم پري نيين پور هوندي هئي، جتي فقط شيخ رهندا هئا. هندو ڏاڍا آسودا هوندا هئا. اهي سمرقند، بخارا، روس، ايران، هندوستان، مسقط ۽ عرب سان واپار ڪري ڪروڙين رپيا شڪارپور ۾ آڻيندا هئا. انهن جي زالن کي رنگين پڙا، انگيون ۽ چيچ سون جا پيا هوندا هئا. هو ڪراين ۾ ڏهہ ڏهہ ڪنگڻيون ٻانهن ۾ ۽ ٺونٺين وٽ هيرن سان ڪنگڻ، دهريون، نسبيون، ويڙهہ، پازيب، نورا، چوٽيءَ ڦل، ڇلا، ٽائٽ وغيرہ ايترا ڳهہ پائيندا يون هيون جو سونَ سان سٽجي ويندا يون هيون. جيئن روهيڙي جو وڻ بسنت ۾ گلن

سان جهنجهجي پوندو آهي. مون انهن جي يادگيري پنهنجي ڪتاب ’ڪپر ٿو ڪُن ڪري‘ ۾ ’سُر سورٺ‘ ۾ ڇپي آهي.

اسان جا مائٽ پڊر ۾ ڪتون وجهي، پتي راند کيڏندا ها. انهن راندين ۾ ڪجھ هندو بہ شامل هوندا ها. هڪ تہ اهو بدنام شخص هو، جنهن جوان زال يڌ شتر وانگر جوٺا ۾ هارائي هئي. هڪ ٻيري هڪ ريشمي پڙي سان نهايت خوبصورت جوان هندو عورت وجي رهي هئي. ان وقت منهنجي عمر ست يا اٺ سال مس هئي. مون کي هڪ مائٽ چُرچ ڏني تہ هن جو پڙو ڇڪي ڪري، اڱيان اچي ڏسينس تہ ڇا اٿس. مون ائين ڪيو تہ ان هندو عورت مون کي زور سان بڇا هنيا. جو مان ٻاهر نڪري آيس ۽ وٺي ڪٽ ڏي ڀڳس، جتي منهنجا مائٽ ويٺا هئا. منهنجي مائٽ کلي پڇيو: ”ڇا ڏٺئہ؟“ ”ناڪ وانگر ڪا شيءِ هئي.“ مون جواب ڏنو. گهنو، گندو مل، حويليءَ ۾ رهندا هئا، جن جي گهرن جا در ٻيءَ گهٽيءَ ۾ هوندا هئا. جنهن ۾ شيام لال نالي ڪوٺلن جو واپاري رهندو هو. هن جي ڌيءَ ۽ ان جي ساهيڙي گوپي مون سان ان وقت عشق ڪنديون هيون، جنهن وقت مان مٿرڪ ۾ هوس ۽ منهنجي پنيان بربلين وانگر ڦرنديون هيون. گوپيءَ جي ماءُ تہ منهنجي ماءُ کي دانهن ڏئي چيو هو تہ: ”هي تنهنجو پٽ پيءُ تي ويو آهي،ان تي روڪ رک. جي گوپي هن جي ڪِرِ تنهنجي گهر گهڙي تہ هن کي ڇنڊڻ کان وٺي ڪڍي ڇڏجانءِ.“ پر اها گهٽو پوءِ جي ڳالهہ آهي. مون جڏهن ڳالهہ وچ ۾ ڪٽي، تڏهن سنڌي اسڪول ۾ داخل ٿيو هوس.

اسان جي گهر جي سامهون بہ هندن جا گهر هيا، جن جي پٺ تان هنن جون حويليون هونديون هيون. هندن ۾ حويلين ۾ رهڻ جو ڪارڻ، تاريخ ۾ مسلم حملہ آور هئا. جي هنن جي گهرن ۾ پيهي سڀ ڪجھ تلف تاراج ڪندا ها، ۽ هنن جي ننگن جي عزت بہ محفوظ نہ هوندي هئي. انهن ۾ هڪ ٽِڪي واياٽي هئي، جنهن جو چاليهن سالن جو پٽ هڪ چوڏهن ورهين جي ڇوڪريءَ موهنيءَ سان پرڻجي آيو هو. اونهاري جي رات هئي. تارا نيري آسمان ۾ ٽمڪي رهيا هئا، اوچتو الوپ پکيءَ جو آواز آيو ۽ مون کي جاڳ ٿي وئي. الوپ پکيءَ جي آواز تي مون کي سدائين جاڳ ٿيندي هئي. مان ماءُ کان پڇندو هوس تہ: ”اهو ڪهڙو پکي آهي، جو تيز اڏامي گم ٿي وڃي ٿو، ۽ نظر بہ نہ ٿو اچي.“

اميءَ کي ڪوئي جواب سمجهہ ۾ نہ ايندو هو تہ هوءَ چوندي هئي: ”اهو ڪوئي روح آهي، جو ڪجهہ ڳولهي رهيو آهي.“ مون ڪافي وقت تائين پاڻ کي ان الوپ پکيءَ وانگر ڀانيو هو، جو ڪنهن جي ڳولا ۾ هو، جا هن کي هٿ نہ ٿي آئي. ۾ ان رات مون ٽِڪيءَ جي گهر مان رڙيون ٻڌيون، ڇڻ ڪنهن کي چاقو لڳي رهيا ها. مون ڀرسان سٽل نوڪرياڻيءَ کي جاڳندو ڏسي پڇيو: ”هي رڙيون ڪنهن جون آهن.“ هن وراڻيو تہ: ”مرد آهي رنڙ ۽ منهن تي ڪاٺ گدري جي ٻجن جيترا وڏي ماتا جا ڪارا چڳهہ اٿس ۽ زال آهي رابيل جي گل جهڙي، ننڍي نيٽي، مڙس نہ ٿو وڻيس.“ مون کي سمجهہ ۾ نہ آيو تہ پوءِ هن اهڙي مڙس سان شادي ڇو ڪئي؟ شاديءَ جي رات ايڏيون رڙيون ڇو ٿي ڪيائين ۽ ساري پاڙي کي ننڊ مان جاڳايائين پئي! ڪجهہ ڏينهن پوءِ خبر پئي تہ هن زال پنجين سوين خريد ڪئي هئي.

ڀرسان ٻيا هندو بہ رهندا هئا، ۽ اٺ ڏهہ گهر اسان جي بلراڻي ۽ چناڻي شيخن جا ها ۽ اتان پنجاهہ قدمن تي نيين پور جو پاڙو هو، جتي تيهارو گهر هرواڻي شيخن جا ها ۽ اسان جي گهر کان سؤ کن قدمن تي جُماڻين جو پاڙو هوندو هو، جتي خانواڻي شيخ رهندا ها. اسان جي گهر کان بہ سؤ قدم پري وطڻ جي ڪنڊ ڏي ڊاڪٽر عطا محمد ۽ ٻين شيخن جا گهر ها. مير شاهہ جي قبي ۽ ننڍيءَ بازار ۾ بہ شيخن جا گهر هيا. اسان جا اٽڪل بہ سؤ گهر هوندا هئا. اسان جون ذاتيون بہ هندن وانگر هيون. اسان جي گهر کان ٻہ سؤ قدمن تي اوتارو هو، جتي راڻي پور واري پير صالح شاهہ جو خليفو حيدر شاهہ رهندو هو. اتي روز شام جو دمال وڄندي هئي. هاڻي تہ اهو دمال جو آواز رات جي اونداهيءَ ۾ مون کي موت جي ياد ڏياريندو آهي. دل چوندي آهي، دمال جيترو وڄي سگهي، وڄي، جيستائين رات جي اونداهي ڇانئجي وڃي.

اسان جي گهر جي ڀرسان دمينتي ديويءَ جو ميران اسڪول هيو. جتي صبح جو ميران جا پڇن ڳايا ويندا ها. جتي زرينہ پڙهندي هئي. رُڪِي، ساوتري، لجا، سَڪان، ڪوشليا، پتلي، وديا، لڇي ۽ چندري، هن جون هندو ساهيڙيون ۽ ڪشمير، سلطان گوهر مسلمان ساهيڙيون هيون. هن جون هندو ساهيڙيون ڪنهن آنديءَ ۾ ڪک پن تي اڏامي ويون ۽ الائجي ڪٿي وڃي ڪِريون. رڳو رکي زرينا سان بمبئيءَ ۾ ملي هئي، جا سنڌي اديب ٻلديو گاجرا جي ڀاجائي هئي ۽ زرينا سان شاهہ، سچل سيمينار تي ڏاڍي سک سان

ملي هئي ۽ جڏهن ٻلديو گاجرا منهنجي پنهنجي گهر ماني جهلي هئي تہ رُڪي بہ آئي هئي ۽ زرينا سان ڪيترو وقت ڪچهري ڪئي هئائين ۽ هن ڪي ڪن ساهيڙين جي باري ۾ ٻڌايو هئائين، جيڪي جيئريون هيون ۽ جن جي باري ۾ ڪيس معلوم هو.

نندين جون ساهيڙيون ۽ نندين جا دوست ڪيڏا نہ پيارا ٿا لڳن! انهن سان ڳالهيون ڪري انسان پنهنجي ماضيءَ کي موٽائي سگهي ٿو. ماضي، جو هونءَ اڻ موٽ آهي. هڪ انگريزي پهاڪو آهي تہ هڪ پراڻي دوست کان بهتر ڪوئي آئينو نہ آهي. ديوان ذوق ۾ مون کي فقط هڪ شعر وڻيو هو.

اے ذوق ڪسي همدم ديرينہ ڪا ملنا
بهتر هے ملاقاتِ مسيحا و خضر سے.

آمريڪا جي مشهور دهريئي مفڪر انگرسال چيو هو: ”هرڪوئي پڇي ٿو، ’ڪيڏانهن؟‘ ۽ هر ڪو جواب ڏئي ٿو: ’ڪيڏانهن بہ نہ!‘ جيستائين مان ان ڳالهہ ۾ اعتبار ڪندو هوس تہ زندگي ۽ موت جي وچ ۾ سفر دوستي آسان ڪري ڇڏيندي هئي. پر ويجهڙائيءَ ۾ مون کي محسوس ٿيو هو تہ: ”جي تون پنهنجو دوست آهين ۽ خدا تنهنجو دوست آهي تہ توکي ٻئي دوست جي ضرورت نہ آهي.“

مان ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان تہ ڪرپس مشن پلان چڱي هئي. نہ ڪشمير ۾ خونريزي ٿئي ها، نہ ڪراچيءَ ۾ ۽ نہ پوپٽي هيراننداڻيءَ کي، ’مان سنڌڻ‘ ڪتاب لکڻو پوي ها. تاريخ جي بطن ۾ ڇا آهي، اهو ڪير ٿو ڄاڻي. ائين تہ نہ آهي تہ مان ويد وياس جو ٻيو جنم آهيان. ڪيترا نہ ڪردار منهنجي شاعريءَ مان ليئا پائي رهيا آهن! ڇا اهي سڀ منهنجي ماضيءَ مان ڇڄي ويا؟ پبلو نرودا کي بہ لاطيني آمريڪا سان ايتري محبت نہ هئي، جيتري مون کي برصغير سان آهي.

اڄ، زرينا اڄ، مان وري تِرڪي ٿو وڃان. اسان جي گهر جي ويجهو مسند واهي هئي، جنهن جي پرسان شڪارپور ميونسپالٽي هئي. جتي اسان جو پٽ انيس ايڊمنسٽريٽر ٿيو هو. هن منهنجي چوڻ تي، فائير برگيڊ جي هوز پائيپن سان شاهي باغ جا وڻ ڌورايا هئا. پر ڇا هو اها متي لاهي سگهيو هو، جا پن پن تي ڄمي وئي هئي؟ شڪارپور جي فائير برگيڊ تہ ڇا، پوري برصغير جا فائير برگيڊ اها آڳ اجهائي نہ سگهندا، جا من من ۾ ٻري رهي آهي. جا

شايد ڪنهن نيوڪلير جنگ جا شعلا ٿي اڀري اچي. محترمہ بينظير ڀٽو ڪيڏي نہ ڪوشش ڪري رهي آهي تہ نيوڪلير جنگ ۾ ڪراچي ۽ دهلي تباهہ نہ ٿين، پر مون کي تہ ناسٽر ڊيمس (Naster Damus) ويهين٘ء صديءَ لاءِ عظيم اڳڪٿي ڪندڙ وانگر ڪائي قيامتِ صغرا نظر اچي رهي آهي. ڪوئي زبردست طوفان اچي رهيو آهي، جو جهونا ٻڙ پاڙئون پٽي ڦٽي ڪندو ۽ گهرن جون ڇتيون اڏامي پري پري وڃي ڪِرنديون ۽ انهن جي سر سر سان نہ ملندي!

زرينا، مان توکان معافي ٿو وٺان، منهنجو منُ، پٽائيءَ جي هن سِٽ جيان ٻُري رهيو آهي.

"ڪا جا ڪُن ڪرين، پنيءَ پڻ جهڻ پاڻ ۾."

نهيو وساريس، هل تہ شاهي باغ لڳ بيگاري واهہ تي هلون. جتي ساڻونڻ ۽ بدي ۾ ٽيوب ڪٽي لاٽ پوندا هئاسين. بيگاريءَ جي پر تي ٻڙ جا وڻ هوندا هئا. جن جون لامون صديون جهونن جوڳين جي جٽائن وانگر هونديون هيون. جن کي چنبڙي، اسان جهولو جهليندا هئاسين، ۽ ڪڏهن واهہ جي ٻئي پار ٽپو ڏيندا هئاسين ۽ ڪڏهن ڏڙام ڪري پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏيندا هئاسين. شاهي باغ پرسان هندن جا دڪان هوندا هئا، جتان دال، دانگيءَ جي ماني انبڙين ۽ بصر جي ڪتاڻ وٺي ڪيتري چاهہ سان ڪائيندا هئاسين. دميون ٻڌندا هئاسين، توريون ڪٽندا هئاسين. تون ۽ تنهنجو خاندان، تنهنجي پيءَ سان ڇڪڙي تي چڙهي ايندو هو. عورتون، عورتاڻي تڙ تي هليون وينديون هيون ۽ تنهنجا پائر ۽ پيءُ ۽ اسان مرداڻي تڙ تي هليا ويندا هئاسين. تڙ ٻہ هوندا هئا. هڪڙو هندڪو ۽ ٻيو مسلمانڪو. الائي انهن تڙن تي اهو نالو ڇو رکيو اٿائون؟ پاڻيءَ جو تہ ڪوئي مذهب نہ آهي ۽ نہ ان تي ٻڙ جي ڇانءَ جو ڪوئي دين ڌرم آهي ۽ نہ وري واهہ جو ئي آهي، جو وقت وانگر روان دوان آهي.

مسلمانڪي تڙ تي ورلي ڪو هندو ايندو هو، باقي هندڪي تڙ تي مسلمان ويندا هئا ۽ هندو انهن کي نہ جهليندا هئا. پپل، سرنهن، نم ۽ ٻڙ جا وڻ ڪنڌيءَ تي ٻہ هوندا هئا ۽ تڙن جي اندر ٻہ هوندا هئا. واهہ جي پر تي ڏاڪڻيون هونديون هيون، جتي گرميءَ سبب بدن کي ميٽ لائي اسان جا وڏڙا چوٻاس ڪيڏندا هئا ۽ اسان سارو وقت تڙڳندا رهندا هئاسين. ننديءَ بيگاريءَ جي پر تي ٽاڏل ٻہ گهوٽبي هئي، جنهن ۾ ڪڏهن پينگ ٻہ وجهندا هئا. جنهن کي سڪو چوندا هئا. جڏهن سڪو گهاٽو هوندو هو ۽ پياڪن تي نشو چڙهي

ويندو هو، تڏهن جمني پيري چوندا هئا، ’اڇي، تنهنجو سر بچي، ڪوڙي ڪانگڙ ۾ نچي.‘

هونءَ چڙٺي پاٺيءَ ۾ وهنجي، پينگ جي هڪ ٻہ جمني ٻي، تڏا ٽانهريا، منهنجا مائٽ، ڪلهن تي بوچڻ رکي، گهر موٽندا هئا ۽ انبن سان چانور کائيندا هئا يا جهگو پڪوڙائيءَ جا پڪوڙا ۽ ساڳ گهرائيندا هئا. بيگاريءَ ۾ مون موت سان ٻيو پيرو مُنهُو اٽڪايو هو. مان ترڻ سکي رهيو هوس ۽ دمي ٻہ ٻڏل نہ هئي ۽ صفا ٻڏي ويو هوس، پل جي هيٺان منهنجي وارن ۾، منهنجي ڪنهن مائٽ جو هٿ پئجي ويو هو ۽ پوءِ تہ مون کي ڇڪي ڪنڌيءَ تي ليٽايو هئائون ۽ منهنجي پيٽ کي زور ڏئي پاڻي ڪڍيو هئائون. مان اڌ ڪلاڪ بيهوش هوس. زرينا مون موت سان ويهارو پيرا ڪلهو گسايو آهي، پر هر پيري تِر تان بچي ويو آهيان. ان کان اڳ ۾، مون ۽ ٻين ڇوڪرن، مير شاهہ جي قبي کان ڪجهہ پري، پڪي ٻير ۾ رستي تان ڇهنبدار پٽر ڪٽي تي هنيا. هڪ ڇوڪري جو پٽر ٻير جي ڏار سان ٽڪرائي منهنجي مٿي تي اچي ڪِريو. ۽ ٽيڏيون ڪري رت وهڻ لڳو. جڏهن مان گهر پهتس، تڏهن منهنجا ڪپڙا رت ۾ ٻنل ڏسي، منهنجي ماءُ روئي ويئي ۽ منهنجي ٻيءُ کي سڏ ڪيائين، جنهن چيو: ”تنهنجي ائنڙاٽپ ڏسي، منهنجي لونءُ لونءُ ڪاندارجي ٿي.“ هن منهنجي لوندڙين وٽان ڪپڙي سان رت اگهي، مٿي ۾ تيل ڇگهہ ۾ پيئل سرمو وڌو تہ رت بيهي ويو ۽ اهو سرمو منهنجي مٿي ۾ ڇهہ مهينا سڪل پيو رهيو. ٻين واقعن جو مناسب وقت تي ذڪر ڪندس.

ڪنهن ڪتاب ۾ روسي مفڪر والٽيئر چيو هو: ”انسان ذات کي ٿي ڄاڻ آهي، تہ مرڻو آهي ۽ اها ڄاڻ هوءَ پنهنجي تجربي مان ڄاڻي ٿي. جي ڪوئي ٻار اڪيلو وڌو ٿئي ۽ ڪنهن بيابان ۾ پيدا ٿئي تہ ان کي موت جي ائين خبر نہ پوندي جيئن ڪنهن ٻليءَ کي يا ڪنهن ٻوٽي کي نہ رهي.“ پر ائين ٿي نہ ٿو سگهي، اسان موت کي ڇوڏاري ڏسون ٿا.

هڪ عورت مهاتما گوتم ٻڌ وٽ پنهنجو مئل ننڍو ٻار کڻي آئي ۽ هن کي چيائين: ”هي منهنجو سڪيلڏو پٽ آهي. ان کان سواءِ مان جي نہ سگهندس. اِهو مون کي جيئاري ڏي.“

گوتم ٻڌ جواب ڏنس، ”هڪ شرط تي توکي تنهنجو پٽ جيئاري ڏيندس. تون ساري ڳوٺ جي گهر گهر مان پڇي اچي ٻڌاءِ تہ اهڙو ڪوئي

گهر آهي، جتي ڪوئي مئو نہ هجي.“ پٺي ڏينهن اها عورت ٻڌ وٽ آئي ۽ هن کي چيائين: ”نہ اهڙو ڪوئي گهر نہ آهي.“ ان تي گوتم ٻڌ هن کي چيو: ”موت، انسان جو مقدر آهي ۽ ان کان ڪائي راهہ فرار نہ آهي.“

بابا سائين چوندو هو.

” ڪاڏي ويو پٽي ماٽي

اجان نہ ٿو ڄاٽي!“

اهو صحيح آهي، ”شاعر ۽ سائنسدان چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا تہ جڏهن اسان مري ويجون ٿا، اسين نہ ٿا رهون، سو موت اسان لاءِ نہ ٿو رهي.“ حيرت آهي، انگريز سريت پسند (Mystical) شاعرن کي، ان مان تسڪين ملندي هئي تہ: ”هي زرق برق لباس واري عورت بہ انت ڪيڙن جو کاڄ ٿيندي.“

هسپانوي مفڪر يونامنو جو هي قول ڪٿي پڙهيو هوم: ”هر دهرئي تي بہ هڪ پاڇائون پٺجي رهيو آهي جو بي ڪٿتائيءَ جو پاڇائون آهي، جو روح جي ڪنهن تهہ خاني تي پوي ٿو. انهيءَ بي ڪٿتائي کان سواءِ اسان ڪيئن ٿا جي سگهون!“ زندهہ رهڻ جو ارادو آسانيءَ سان ختم نہ ٿو ٿئي. منهنجي مرغوب فلسفي سورين ڪيرڪي گارڊ (Soren Kierke Gaard) چيو آهي: ”روح جي ابديت ان مان ثابت آهي تہ روح جي بيماري روح کي ختم نہ ٿي ڪري سگهي، پر جسم جي بيماري، جسم کي ختم ڪري سگهي ٿي.“ ساڳيءَ طرح انسان جي ابديت جو ثبوت اهو بہ آهي تہ مايوسي هن جي خوديءَ (Self) کي ختم نہ ٿي ڪري سگهي. جي انسان ۾ ڪجهہ ابدي نہ هجي ها تہ هو مايوس نہ ٿئي ها. ۽ جي مايوسي هن جي خوديءَ کي ختم ڪري سگهي ها تہ مايوسي، مايوسي نہ رهي ها.“

هاڻي، هن سال مارچ ۾ منهنجا ٻاهتر سال پورا ٿيندا. مون کي اطالوي شاعر ورجل جو قول ياد اچي رهيو آهي. ”اجهو، موت توکي ڪَن کان وٺي چئي رهيو آهي، ”جي وٺ! مان اچي رهيو آهيان.“ پر مون کي الڪو ناهي. شيڪسپيئر پنهنجي ڊرامي ’مئڪبيٿ‘ ۾ بلڪل صحيح چيو آهي: ”زندگيءَ جي بحراني بخار کان پوءِ هن چڱي ننڊ ڪئي. بغاوت هن لاءِ اڳي ئي خراب ثابت ٿي هئي. هاڻي تہ ڪابہ تلوار يا زهر يا پنهنجن جو بغض ۽ حسد يا ڌاري فوج جي يرتي - ڪابہ شيءِ هن کي ڇُهي نہ ٿي سگهي.“

زرينا، مان وري وچي فلسفي جي ڏيڻ ۾ ڪِريو آهيان، مون کي ان مان ڇڪي وٺ تہ شڪارپور موٽي هلون.

مون روميلا ٿپر جو نهايت دلچسپ ڪتاب 'انڊيا' پڙهيو هو، جو هوءَ مڪمل ڪري نہ سگهي هئي ۽ سندس مڙس راج ٿپر هن جي موت کان ڪيئي سال پوءِ اُهو ڇپايو هو. (خشونت سنگهہ لکيو آهي تہ راج ٿپر هن کي ان وقت پناهہ ڏني هئي، جيستائين اندرا گانڌيءَ جي قتل کان پوءِ دهليءَ ۾ سکن جو قتل ۽ غارتگري پوري ٿي هئي.)

ها ڏس، زرينا! هو ڇوڪرا، هاٿي ڪوڏي ڪوڏي ڪري رهيا آهن. پر هيءَ کهڙي وينگس اچي نڪتي آهي؟ پيرت ۽ ٽڪ جي ڪم واريون رليون وڪٽي رهي آهي. ڪجهہ ڪکرن وارا بہ پڙا اجرڪ بہ اٿس. ائين ٿو لڳي تہ آسمان مان تڳائي آئي آهي. انهن تي ڪير لڳل نہ آهي. رلين تي ٽڪنها ۽ ڇوڪنڊا ٽڪر ڪپي ڳنڍيا اٿائين. چاريءَ وارا اڳٺ بہ اٿس ۽ انهن تي جنجيرا رکيا اٿائين. هن کي ست رنگي سوسيءَ جو لباس پيو آهي. جنهن تي ڪچ ڪوڏين جو ڪم ٿيل آهي. هن جي ننڍي پٽ کي ڪاون واري ٽوپي پئي آهي. وينگس کي جهانءِ سان نٿ پئي آهي، پئي ڄڻ ريمبران جي ڪنهن تصوير جو فريم پيچي ان مان نڪري آيا آهن. ايتري ۾ هڪ ڇٻي وارو ٿو اچي، جنهن کي ڇٻي ۾ بسڪوٽ، نان ڪتايون، ننڍا ڪيڪ، ٽِڪڙن وانگر بسڪوٽ، ريوڙيون، گلاب جي پاٽيءَ جي خوشبوءِ واريون، ڳڙ ۾ ٽهيل پڳڙن، ٽِرن ۽ چانورن جون لايون ۽ بوٽيندا، سگر جون ڇڪيون، بادامين يا ڪاڇن وارا نقل، ڪنڊ ۽ پڳڙن وارا نقل، ڳڙ جي گجڪ، بيسڻ جو سگر، سنهو ۽ ٿلهو، گبت، مصريءَ جا ڳچ، وڏا ۽ ننڍا پتاشا آهن. اسان پيٽ پيري ڪائيندا هئاسون. زرينا ٽڏو ساهہ پيري چيو: ”دنيا ڪيئن نہ پلٽو ڪائي وئي آهي. نہ رڳو شين مان ميناج نڪري ويو آهي، پر ماڻهن مان بہ نڪري ويو آهي. ماڻهو ماڻهوءَ جو ماس ٿو ڪائي. تون تہ سياست چائين، هي اسان جي تهذيب سان ڦهر ڪنهن ڪيو آهي؟“

گهنو مائي واري ۽ مصالحي واري قلفي ۽ ڪيئي سُڪل ميوا وجهي، لوهہ جي ڪاري ٿال ۾ رکي، هٽ مان ٻاهر نڪتو آهي. هڪ هندو بهہ اوٻاري مٽ ۾ ڪٽي آيو آهي. منهنجا پئسا ڪپي ويا آهن تہ زرينا مون کي بهہ وٺي ڏئي ٿي. ڪيڙي گهورڙيو ڪورين جي پاڙي کان ٿورو پريرو رهندو هو، اهو ڇٻي ۾

شڪارپوري ڪيلا، ڪمر، ٻوراٽي، ڪارڪون، خشيون، لوڙهہ، ڪيروليون وغيره ڪٺي آيو آهي. هو ڇڀو موڙي تي رکي شيون وڪڻي ٿو. جڏهن ڇڀو مٿي تي رکي ٿو ۽ موڙو ڪڇ تي ڪڇي ٿو تہ اسان جا ڪي شرير مائٽ هن جي پنيان ٻيهي ٻوراٽين جا ڳنڊا ڪٺي وٺن ٿا تہ هن کي پتو ئي نہ ٿو پوي. گيڙي منجهند جو ميوو ڪٺي ايندو آهي.

وري شام جو ڇٻي تي رڌل مگن جي دال، ڪچالو، اوٻاريل پٽاٽا، پينڊيون، چولا، پاپڙ ۽ چٽڻيءَ جو چاڻو ڪٺي ايندو آهي. شام جا ڇهہ وڄندا آهن تہ ڪوئي گهورڙيو ڪپڙي جي پٽيءَ ۾ ويڙهي آئسڪريم کڻي ايندو آهي. ٻيو گهورڙيو در تي رڌي خشي لال ڇهارا پتل جي ٿال ۾ کڻي ايندو آهي. انهن تي چانديءَ جا ورق لڳل هوندا آهن.

پڊر ۾ ڪرسيون پيون هونديون آهن. اتي بلو پٺو سيخ ڪباب پچائيندو آهي ۽ ڪيرٽيءَ جون ڊڪٽيون ڀري رکندو آهي، جي هندو تہ ان ٻوَ ڪان نہ کائيندا آهن تہ متان ڳئون جي گوشت جا هجن. اسان ايتريون شيون کائيندا آهيون جو رات جو ورلي ماني کائيندا آهيون. ڪڏهن ڪڏهن جڳوءَ ڪان ساڳ وٺي چانورن سان کائيندا آهيون يا گوبندي کان کير جي ملائي يا ريڙي وٺي کائيندا آهيون. اهي ماڻهو ڪي هيمنگ وي يا آرٿر ڪونلر تہ ناهن جو انهن جا نالا ڏيان، پر اهي منهنجي 'مان' جو حصو ٿي ويا آهن، ۽ انهن جي جاءِ نہ سمرسيٽ ماهم ڀري ٿو سگهي نہ برٽرانڊ رسيل. اهي عام ماڻهو جن کي پنهنجي انفراديت هئي جا هر فلسفي ۽ ادب کان وڌيڪ اهميت ٿي رکي، ڇو تہ اها منهنجي ماضيءَ جو اٽوٽ انگ آهي.

"شڪارپور ۾ هاٽي تہ شام جو راڪاس ڦري ٿو وڃي. ان ڏينهن منهنجي ياٽيجيءَ کي پستول ڏيکاري ڪي شاهينگ هن جا ايرينگ لاهي ويا. اسان واري زماني ۾ ساري رات گهر جا در کليا پيا هوندا هئا. چوريءَ جو ڪو خطرو نہ هوندو هو."

بمبئي روز ووڊ هوٽل ڇڏي، جنهن شخص وٽ اسان ٻهرين رهيل هئاسين، اهو منهنجو دوست نند جُويري، اصل شڪارپور جو آهي. هو جڏهن ويزا وٺي پاڪستان آيو هو، تڏهن شڪارپور جي رستي تي پنهنجي بوٽ جو آواز ٻڌي، هن جي دل ٻڏي ٿي وئي. موٽي هن شڪارپور جي ساروٽين تي نظم لکيا هئا. زرينا نند جي زال چندا سان ڳالهيون ڪري رهي هئي تہ نند مون کي

چيو: ”تو ڪالهہ منهنجا شڪارپور جي باري ۾ نظم پڙهيا آهن، جي توکي اهي پسند آهن تہ مون کي انهن تي مهاڳ لکي ڏي. نند جي ڪمري جي وڏي دري سمنڊ ڏانهن کلندي هئي. مون اها کولي ڇڏي ۽ ان جي پرسان ميز رکي سمنڊ ڏانهن ڏنو ۽ اڌ ڪلاڪ ۾ هن کي مهاڳ لکي ڏنو، جو هن جي ڪتاب ۾ ڇپيو آهي. نند لاءِ شڪارپور پريتما بہ هئي، ماتا بہ هئي ۽ ان جو افسوس ناڪ حال ڏسي هن جي هانوَ ۾ وڍ ٿي پيا. ڌرتيءَ سان ايترو پيار مون ورلي ئي ڪنهن ۾ ڏٺو هوندو. ان وقت منهنجو دوست مشهور ڪهاڻي نويس شيام جئسنگهاڻي بہ ويٺو هو، جنهن تي ۽ سندس زال تي مان پوءِ لکندس، جڏهن ’شاهہ سچل سامي‘ سيمينار تي لکيم. شيام مهاڳ پڙهي چيو تہ: ”مون بہ ساڳي ڳالهہ سوچي هئي.“

اسان جي پاڙي ۾ هڪ گنگا نالي هندواڻي رهندي هئي، جنهن کي نہ ڄاڻان پاڙي وارا گنگي چو سڏيندا هئا. اها ئي ٽئين ڏينهن اسان جي گهر ايندي هئي ۽ هندوستان ۾ ويجهڙائيءَ ۾ ڪنڀ جي ميلي جون ڳالهيون ٻڌائيندي هئي. هوءَ ٻڌائيندي هئي تہ ڪنڀ جو ميلو، هندن جو وڏي ۾ وڏو ڏڻ آهي، جيڪو الهہ آباد (هاڻي پرياگ) ۾ ٿيندو آهي. جتي هر ٻارهين سال ڪروڙين هندو ايندا آهن ۽ سنگم وٽ گنگا اشنان ڪندا آهن. سنگم اها جاءِ آهي، جتي گنگا ۽ جمنا نديون پاڻ ۾ ملنديون آهن. هڪ ٽين ندي سرسوَتي بہ سنگم وٽ اچي ساڻن ملندي هئي. پر هاڻي ان جو نانءُ نشان بہ ڪونہ آهي.

مون پنهنجي آپيرا ’ڀڳت سنگهہ کي ڦاسيءَ‘ ۾ لفظ ’گنگا‘، ’جمنا‘ ۽ ’سرسوَتي‘ گنگيءَ جون ڳالهيون ياد ڪري لکيا هئا. هوءَ وهيءَ کان مٿي چڙهي چڪي هئي. نڪ ۾ ڏانوٽيءَ واري نٿ ۽ ڦلڙين وارو ڇيٽ جو پڙو پائيندي هئي. هوءَ پڙهيل ڳڙهيل هئي ۽ بابا وٽ ايندي هئي. مان جڏهن پهرين درجي انگريزيءَ ۾ پڙهندو هوس تڏهن پنهنجي استاد ڪيئل داس فانيءَ کان ڪنڀ جي ميلي جي باري ۾ تفصيل معلوم ڪيا هئا. هن ٻڌايو هو تہ ڪنڀ، دِلي، ٿانوَ يا سماڻڊ کي چوندا آهن. مون کي ان وقت ياد آيو تہ جڏهن مان سنڌيءَ جي پهرئين يا ٻئي ڪلاس ۾ پڙهندو هوس تڏهن شڪارپور جي ارگرد وڏي ٻوڏ آئي هئي. (ان جو تفصيلي ذڪر مان پوءِ ڪندس.) ۽ اسان جي زمين ۾ وڏو ڪنڀ ڪري وئي هئي. جنهن ڪري اسان

جي ڪجهہ زمين بيڪار ٿي پئي هئي. ڪنڀ جو ميلو، برهما جي باري ۾، هندڪي ڏند ڪٿا کي ملهائڻ لاءِ ڪندا آهن. برهما، جنهن هندو ڌرم موجب ساري سرشٽي پيدا ڪئي هئي، پنهنجي سمانڌ ۾ آدي ساگر تي ويٺو هو. جڏهن هن جي اک کلي تہ هن سرشٽيءَ جي رچنا شروع ڪري ڏني هئي. ديوتائون ۽ دئيت بہ ان ڪم کي پورنتا تي پهچائڻ لاءِ ساگرکي ولوڙڻ لڳا ها. سڀ کان اول اهو امرت جو ٿانءُ هيو، جنهن مان پيئڻ سان هرڪو امر ٿي ٿي ويو. دئيت اهو ٿانءُ کڻي ورتو، پر اِندر جي پُٽ، جنهن جي آڪاش تي راڄ ڌاني هئي، سو ٿاڪرو ڪانوَ جهڙو روپ ڌاري، ڌرتيءَ تي اڏري آيو ۽ دئيت کي پڄائي ڪڍيائين. ڪي چون ٿا تہ پنهنجي انهي اڏار ۾ هو چئن جاين تي ترسيو، جن مان هڪ پرياگ يا الهہ باد بہ هئي. ٻيا چون ٿا تہ امرت جا ڦڙا چئن جاين تي ڪِريا. اندر جي پٽ کي سرڳ ڏانهن ورڻ ۾ ٻارنهن ڏينهن لڳا. هندو ڏند ڪٿا موجب ديوتائن جو هڪ ڏينهن مِرتيو لوڪ جي ماڻهن جي ٻارنهن سالن جي برابر آهي. ڪنڀ جا ميلا ٻارنهن سالن ۾ چئن جاين تي لڳندا آهن. پرياگ (الهہ آباد) وارو ميلو سڀني ميلن ۾ اهم آهي. هر ڏند ڪٿا وانگر هن ڏند ڪٿا ۾ بہ پورڙيا ۽ ويسوڙا اعتبار رکي سگهن ٿا، پرپوءِ بہ ان ميلي تي ڪروڙين ماڻهو اچن ٿا. مون ڪٿي پڙهيو هو تہ اتي هندو سڌارڪ ۽ فيلسوف شنڪر آچاريہ اٺين نائين صديءَ ۾ آڪاڙا ٺهرايا هئا، جي خانقاهن وانگر هوندا هئا. جتي ڪٽر ۽ ويڙهاڪ ساڌو رهندا هئا. آڪاڙي جي رسم هن پڌ ڌرم کان ورتي هئي، جيتوڻيڪ اتي پڌ ڌرم ختم ٿي رهيو هو.

مون کي ڪڏهن ڪڏهن هندو ديو مالا ڏاڍي وڻندي هئي، جيئن تہ: ”ڪامديوَ جي سينگ کي پنج ٻاڻ هوندا آهن. سينگ ڪمند جي ڇڙي جي هوندي آهي. سينگ جي زهہ تي ماکيءَ جي مکين جي قطار هوندي آهي. ٻاڻ جي ڏانديءَ سان ڪنول جا گل هوندا آهن.“ مون انهن ڏند ڪٿائن مان، پنهنجي شاعري ۽ نثر ۾ بہ استفادو ڪيو آهي. نہ تہ گهڻيون ڏند ڪٿائون ضعيف الاعتقاديءَ جو شڪار هونديون آهن ۽ اهي يوناني ڏند ڪٿائن وانگر ادب ۾ استعمال ڪونہ ٿينديون آهن.

هاڻي جڏهن بابا جي ڳالهہ نڪتي آهي، تڏهن مان هن تي ڪجهہ لکڻ چاهيان ٿو. مون کي هن جي صورت ياد اچي ٿي، هُو ان وقت سٺ ورهين جو هو. وچولي قد ڪاٺ جو ۽ بدن جو سنهو، منهن جو گندمي رنگ، ٽري پيس

گرم سوٽ جي مٿان اوور ڪوٽ، مٿي تي ڪنهن زريءَ پريل خلي تي ريشمي پڳ، هٿ ۾ لوهي ڇڙي، لارڊ ڪچنر وانگر وڏيون ميڇون، پيرن ۾ اوني جورابا ۽ چمڙي جو ولائتي بوٽ. جيڪڏهن سردي تيز هوندي هئي ته هٿن ۾ اوني دستانا پائيندو هو. ڪوٽ جي مٿئين کيسي مان نڪتل رومال ۽ کيسي جي اندر واچ پيل هوندي هيس. اهو هيو منهنجو پيءُ شيخ غلام حسين، جو خود شيخ بنگل جو پٽ هيو، جيڪو ميونسپل ڪائونسلر هو. هو لا ايجنٽ هوندو هو، جو بئريسٽر کان ڪجهه گهٽ ڇاتو ويندو هو. هو اڪثر بمبئيءَ ويندو هو ۽ بئريسٽر ملا کي ڪيسن جي ذميواري سوپيندو هو ۽ ڪيس سارو ڪيس تيار ڪري ڏيندو هو. بمبئيءَ مان گوا به ويندو هو ۽ پاڻ سان گواني شراب جون ڪيئي خوبصورت بوتلون آڻيندو هو. خالي بوتلون منهنجي ماءُ سجائي رکندي هئي. گواني شراب جو ذڪر مان گواني پس منظر ۾ ڪندس.

اسان جي گهر وٽان گهٽي ويندي هئي، جنهن جي هڪ پاسي ڪاڪڙن جو تلهو هوندو هو ۽ ٻئي پاسي ننڍي بازار جا وڏي بازار تي کٽندي هئي ۽ اها وچي ڍڪ بازار ۾ پوندي هئي. ننڍي بازار ڏانهن ويندڙ رستي تي هڪ جهونو پپل جو وڻ هوندو هو. جنهن پرسان هڪ هندو جوتشي رهندو هو، جو بابا جو دوست هو. بابا جو جوتش ۾ ڏاڍو اعتبار هوندو هو. منهنجي ڄمر کان پوءِ، يڪدم هن وٽ وڃي منهنجي جنم پتري نهرائي هئائين جا مون وڏو ٿي ڏٺي هئي ۽ جا ڪنهن ڳاڙهي ڪپڙي جي پوش اندر ڍڪهن پنن تي هنديءَ ۾ لکيل هئي. جڏهن مان تورو وڏو ٿيس، تڏهن مون کي بابا ٻڌايو هو ته جوتشيءَ هن کي منهنجي باري ۾ چار ڳالهيون خاص طور تي ٻڌايون هيون:

1. هي ڇڙهندڙ سج وقت ڄائو آهي، ان ڪري هن ۾ غصو گهٽو ٿيندو.
2. علم لاءِ ديوانو هوندو ۽ جتي هن کي اهو ملندو، اتي ان جي تلاش ڪندو.
3. کيس سفر جو شوق ٿيندو ۽ ولايت جو سفر به ڪندو.
4. ساري عمر پئسو هن جي ڪڍ رهندو ۽ هي پئسي جو محتاج نه رهندو.

تن ڏينهن ۾ شڪارپور مان ڪوئي مسلمان ولايت نه ويو هو. سو بابا کي ان ڳالهه تي اعتبار نه آيو. پر چيائين ته ڪيئن چئجي، اها ڳالهه به سچي نڪري. علم جي تلاش ۽ سفر جي شوق واري ڳالهه هن کي ڏاڍي وڻي، ڇو ته کيس به اهڙي تلاش ۽ اهڙو شوق هوندو هو. مون کي هن جي پيري ياد آهي، جڏهن مان پهرين درجي انگريزيءَ جو امتحان ڏئي آيو هوس، ان کان

ڪجھ ڏينهن پوءِ هو گذاري ويو. هن سڪرات جي عالم ۾ اکيون پٽي مون کان پڇيو: ”بابا، تون ڪلاس ۾ پهريون نمبر آئين؟“ جڏهن مون چيو: ”هائو.“ تڏهن هن هميشہ لاءِ اکيون پوري ڇڏيون ۽ وڃي انسان ذات جي اڪثريت سان مليو.

بابا اٺ ڏھ سوٽ بمبئيءَ مان سبائي آيو هو، ڇو تہ اتي بئريسٽر مُلا کي ڪيسن ۾ وڪيل ڪرڻ ويندو هو ۽ ان وقت سنڌ بمبئيءَ جو حصو هئي. هن کي ٻہ ٽي پيرا سياري ۾ نمونيا ٿي پئي هئي، ۽ جڏهن سيءُ شروع ٿيندو هو تہ هو اُهي اوني ڪپڙا پائيندو هو. مون کي هڪ پراڻي منشيءَ عبدالغفور دائي ان باري ۾ بابا جي خوش طبعيءَ جي ڳالهہ ڪئي هئي، تہ هو بابا سان فريئر هال ۾ سير ڪري رهيو هو. بابا کي ٽري پيس سوٽ ۽ اوور ڪوٽ پيو هو. عام ماڻهوءَ کي ايتري سردي نہ پئي ٿي. جڏهن ڪجھ پارسي ڇوڪرين بابا کي ڏٺو تہ ٺهڪ ڏنائون. جنهن تي منشي عبدالغفور بابا کي چيو: ”چاچا ڏسين ٿو، هي ڇوڪريون ڇينيون توتي کلن ٿيون.“

بابا جواب ڏنو: ”غفور کلڻ ڏين، خدا جا گل آهن، ٽڙندا رهن تہ چڱو.“

هئي پيري بابا پاڙي جي پڌر ۾ ڪرسيءَ تي ويٺو هو، ۽ بلغاري حقو پي رهيو هو. جنهن جي نڙ ۾ چانديءَ جا ڇلا پيا هئا. پرسان ٻہ ٽي مُوڙا بہ آئي وئي لاءِ رکيا هئا. جن مان هڪ تي آءٌ ويٺو هوس. ميونسپالٽيءَ جي بتيءَ تي سنڌيءَ ۾ قصو، ’گل با صنوبر چہ ڪرد‘ پڙهي رهيو هوس تہ ايتري ۾ شيخ ساز علي ساز اچي نڪتو، جيڪو بابا جي سئوٽ جو پٽ هو. هو سي ائنڊ ايس ڪاليج ۾ فرسٽ ايئر ۾ پڙهندو هو ۽ شڪارپور جي مشهور شاعر آغا صوفيءَ جو شاگرد هو. هن منهنجي هٿ مان ڪتاب وٺي ڪجھ پڙهيو ۽ پوءِ مون کي ڪتاب موٽائي ڏئي بابا کي چيائين: ”چاچا، هي هن عمر ۾ ٿي عشق جا قصا ٿو پڙهي!“

”پٽ نيٽ تہ ڪرڻو اٿس.“ بابا مختصر جواب ڏنو. ڪيترو نہ سچو نڪتو اهو جواب! ساز علي ساز پوءِ فوج ۾ ميجر ٿيو ۽ برما ۾ هيو، جڏهن سباش چندر بوس، جپانين جي مدد سان انگريزن کي اتان ڏکي ڪڍيو هو.

مون کي هر عشق ۾ مات يا جيت وقت ان ڪتاب جو نالو ”گل با صنوبر چہ ڪرد“ (گل صنوبر سان ڇا ڪيو.) ياد ايندو رهيو آهي. مون جارج برنارڊ شا جي ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو هو تہ: ”صنفِ نازڪ لاءِ ڪشش جيتوڻيڪ انسان ذات جي آدمشماريءَ برقرار رکڻ لاءِ ضروري آهي،

پر ان جو محبت سان ڪوئي تعلق نہ آهي.“ ڪيترا پيرا ٿي عورت جي خوبصورتيءَ مون کي ڌوڪو ڏنو آهي.

مان جڏهن ٻئي درجي سنڌيءَ ۾ پڙهندو هوس تہ بابا مون کي پوڪرداس ائنڊ سنس نالي ڪتاب گهر مان ’گل با صنوبر چہ ڪرد‘، ’امير حمزي جو داستان‘، ’چار حصا‘، ’حاتم طائيءَ جو قصو‘ ’چار حصا‘، ’الف ليليٰ جو قصو‘، (جيڪو غالباً رچرڊ برٽن جي ڪتاب جو ترجمو هو)، چندر ڪانتا اناويهہ حصا خريد ڪري ڏنا هئا. مون اهي پندرنهن ڏينهن ۾ پڙهي پورا ڪيا هئا ۽ بابا کي چيو هو تہ: ”هاڻي ٻيو ڪتاب وٺي ڏي.“ بابا مون کي پوڪرداس جي دڪان تي وٺي هليو هو ۽ هن کي چيو هئائين: ”هن سنڌي قصا تہ پورا ڪري ڇڏيا، هاڻ هن کي اردوءَ ۾ ڪي سراغ رسانيءَ جا ناول ڏي، تہ مان هن کي اردو سيڪاريان.“

پوڪرداس وٽ اردو ناول ڪونہ هئا، ڇوتہ ان وقت بابا کان سواءِ شڪارپور ۾ اردو پڙهندڙ ٻيو ڪوبہ نہ هو. پوڪرداس هڪ سنڌيءَ ۾ ضخيم ناول ڏئي چيو تہ: ”سائين، هي ماڻهن کي ڏاڍو وڻيو آهي.“ اهو ناول ڏاڍو دلچسپ هو. مون ٽي راتيون جاڳي ساندهہ پڙهيو هو. اهو روس جي زار شاهيءَ خلاف پولينڊ جي قومپرست انقلابين جي بغاوت جي باري ۾ هيو ۽ ڪنهن انگريزي ناول تان ترجمو ڪيو ويو هو. پوءِ بابا مون کي دليءَ مان اردوءَ ۾ ’طلسم هوشربا‘ ۽ ٻيا ڪيئي سراغ رسانيءَ جا ڪتاب گهرائي ڏنا هئا، جنهن ۾ اهم ڪردار شرلاڪ هومز ۽ ڊاڪٽر واٽسن ها. پر مون کي پوءِ پتو پيو تہ اهي ڪتاب سنڌيءَ ۾ بہ ترجمو ٿيل هئا. منهنجي زال جو مامو واجد علي شيخ ڪافي پوءِ علي ڳڙهہ مان لا گريجويٽ ٿي آيو هو ۽ پاڻ سان ڪيئي اردو ڪتاب ۽ رسالا آندا هيائين. ان دؤر ۾ منهنجي زال جو سؤٽ ادا اختر بہ علي ڳڙهہ مان موٽيو هو، ۽ پاڻ سان اردو ڪتاب ۽ رسالا آندا هئائين. جيتري قدر مون کي يادگيري آهي تہ انهن وٽ عالمگير، نيرنگ خيال، خيام، دين و دنيا، مولانا ابوالڪلام آزاد جا الفلاح ۽ الهلال رسالا هوندا هئا. انگريزيءَ ۾ مولانا محمد عليءَ جو هفتيوار ’ڪامريڊ‘ بہ ايندو هو. هونءَ تہ هنن وٽ ’ساقي‘، ’ادبي دنيا‘، ۽ جوش مليح آباديءَ جو ’ڪليم‘ بہ ايندا هئا، پر شايد اها پوءِ جي ڳالهہ آهي. بابا جي بہ عجيب سرگذشت هئي، جا هو حقي جو وزم هٽي ٻڌائيندو هو. پيريءَ ۾ هو هڪ عزلت پسند انسان هو. پر

هرويرو مردم بيزار نہ هو. باقي مون پڌو آهي تہ جوانيءَ ۾ ڪافي وجيهہ هو، ۽ اک سان اڏامندڙ پکي چٽي سگهندو هو. بابا ڪنهن مئجسٽريٽ جي ڪورٽ ۾ سرشتيدار هو ۽ جيڪي بہ قانوني ڪتاب گورنمينٽ پريس سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائي ڇپايا هئا، انهن جو غور سان مطالعو ڪري چڪو هو، ۽ ڪيس ڪيئي قانوني فقرا ياد هوندا هئا. هڪ ڀيري هن جو مئجسٽريٽ سان تڪرار ٿي پيو ۽ غصي ۾ ڪيس گهٽ وڌ ڳالهايو هئائين ۽ توهين عدالت جي مقدمي جي خوف کان هندوستان هليو ويو هو. هو ڪافي سال حيدرآباد دکن ۾ رهيو هو، جتي اردوءَ ۾ هندوستان جا لا رپورٽر مطالعو ڪيا هيائين. هو نہ رڳو دهلي، ديرادون، لکنو ۽ الله آباد ۾ رهيو هو، پر راجستان ۾ بہ ڪافي وقت گذاريو هئائين. اتي هن کي اٺ تي سواريءَ جو شوق پيدا ٿيو. ان وقت شڪارپور ۾ صرف بہ موٽر ڪارون هيون، جي ريل جي انجڻ وانگر دونهون ڪڍنديون ويندون هيون. اهي ٻئي هندو واپارين جون هونديون هيون، جن مان چندر ڀان ڪان، ڪڏهن بابا موٽر ڪار وٺندو هو. بابا اٺ لاءِ سچيءَ زريءَ سان ڀريل جُهل راجستان مان آندي هئي؛ اسان سندس وفات کان پوءِ، پندرهين سوين تہ فقط ان جي زري وڪي هئي. ان وقت جا پندرنهن سئو اڄ جي پنجاهہ هزار جي برابر هوندا هئا. ڇو تہ ان وقت رپئي سير سڳداسي چانور ملندا هئا جي هاٺي ڇويهين رپئي بہ نہ ٿا ملن.

اٺ جي پاکڙي تي ٺاهوڪي اکر ڪرائي، ان تي چانديءَ جا پڙچ بہ هٽايا هئائين. ۽ ان جا جهاپا بہ من پاوٽا هئا ۽ اٺ جي پيرن ۾ چانديءَ جا گهنگهرو هوندا ها، جي چمڪندا ويندا هئا. آواز ٻڌي پريان ٺي ماٺهو سمجهي وٺندا ها تہ شيخ غلام حسين ٿو اچي.

بابا ٽي شاديون ڪيون. هڪ پنهنجي برادريءَ جي عورت سان، ٻي ڪِڙي نواب خان جي ڪنهن سنڌي پٺاڻيءَ سان ۽ ٽين منهنجي ماءُ سان. چوندا هئا تہ هن جي ٻي نوجوان زال نهايت خوبصورت هوندي هئي. ۽ هن جي پهرين زال بيگم ڪيس زهر ڏئي ماري ڇڏيو هو. ان ڪري بابا، بيگم کي طلاق ڏني هئي ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ منهنجي ماءُ سان شادي ڪئي هئائين. منهنجي ماءُ هڪ هندو وڏوا هئي، جا آنربل علي بخش جي جاءِ جي پرسان رهندي هئي. آنربل علي بخش هندوستان جي ڪائونسل آف اسٽيٽ جو ميمبر هو. مون هن کي فقط هري ولڀ سئنيما ڏانهن ويندي پنهنجي اوطاق ۾ پسار

ڪندي ڏٺو هو. هو شڪارپور ميونسپل جو پريزيڊنٽ بہ رهيو هو.

هڪ ڀيري منهنجي ماءُ، بابا وٽ ڪنهن ڪيس جي سلسلي ۾ آئي تہ هن جو ڪوڙڪيءَ ۾ پير ڦاسي پيو. منهنجي پيءُ سان هن جي نڪاح جي ڳالهہ اڃان هلي رهي هئي تہ ذري گهٽ هندو مسلم فساد ٿي پيو هو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ هندو سيٺ، جيڪي بابا جا بہ واقف هئا، جهيڙي ٽارڻ لاءِ، منهنجي ماءُ کي لاڙڪاڻي مائٽن ۾ ڇڏي آيا. پر لوح قلم جي لکئي کي ڪير ٿو مٽائي سگهي! قسمت جي ڦرهي ميساربي ناهي.

ٻئي ڏينهن راتو واهہ منهنجي ماءُ ريل رستي لاڙڪاڻي مان شڪارپور منهنجي پيءُ جي گهر هلي آئي. شهر ۾ ڏاڍو تاءُ ڏسي هندو چپ ٿي ويا. خاص ڪري آنربل علي بخش جي چوڻ تي، جنهن جي بابا سان پاڙيسري هئڻ ڪري چڱي واقفيت هئي ۽ ساڻس همدردي بہ هئي. بابا راڻي پور جي پير صالح شاهہ جو بہ مريد هو، جو هڪ نهايت لائق انسان هو.

بابا هندستان مان پاڻ سان اردوءَ ۾ لا رپورٽر ۽ ٻيا قانون جا ڪتاب بہ آندا هئا. انهن سان گڏ ديوان حافظ، رباعيات عمر خيام، غالب جو ڪلام، بيخود دهلويءَ جي شرح سان، فيروز اللغات ۽ جامع اللغات بہ آندا هئائين. هن جو آندل ديوان حافظ، اردو ترجمي سان اڃان منهنجيءَ لئبريريءَ ۾ موجود آهي. حيرت آهي تہ هن جي ڪتابن ۾ ڪليات جعفر زٽلي بہ هو، جو هڪ دلچسپ ڪتاب هو، ۽ جنهن جو نالو اردوءَ جي اديبن بہ ورلي ٻڌو هوندو.

بابا جڏهن بمبئي ويندو هو، تڏهن هن جي هڪ رقاصہ نيلم سان آشنائي ٿي هئي. مان بابا جو سڪيلڊو پٽ هوس. ڇاڪاڻ تہ ٻي اولاد ڪيس ڏيءَ هئي. ان ڪري بابا منهنجي طهر تي رقص لاءِ نيلم ٻائيءَ کي گهرايو هو، ۽ پير صالح شاهہ جي اوتاري (سائينءَ جي اوتاري) تي هڪ خاص ڪمري ۾ رهايو هئائينس. جتي تي چار ايراني قالين پٿاريا هئائين، انهن تي هالا جي جنڊيءَ جو پلنگ ۽ پينگهو رکايو هئائين. ڇت ۾ هڪ ريشمي ڪپڙي جي جهلي بہ هڻائي هئائين، جا هر وقت هن جو نوڪر ڇڪيندو رهندو هو. بابا هڪ بگين جي قطار بہ ڪيائي هئي، جنهن ۾ زالن ۽ مردن کي شڪارپور جا اٺ ئي دروازا گهمائي آيو هو. ان ۾ مشڪي ۽ سنجاف گهوڙن جي دڙڪي چال ڏسڻ جهڙي هئي. جلوس ڪيڻ کان هڪ ڏينهن اڳ انهن گهوڙن کي جَون جا توبرا پيري کارايا هئائون.

نيلم ٻائي ڏاڍي خوبصورت هئي. هن ڪي ڪنن ۾ جھومڪ، سونو گلوبند، سونا ٻاڙو بند ۽ ڪنگڻيون پيون هيون، پيرن ۾ سوني ڇير ٻہ پيل هئس. هوءِ ائين پئي لڳي ڄڻ راجستان جي ڪنهن پينٽنگ مان نڪري آئي هئي. هن ناچ ائين ٿي ڪيو، جيئن ڏوڙٽي جي ڏڻ تي اتر واءُ ۾ پن ڦرندا آهن. مون کي ان وقت موسيقيءَ جي ڪابہ خبر ڪانہ هئي. پر ڪي تماشبين چون پيا تہ هوءِ سارنگيءَ تي 'نٽ ٻيرو' ڳائي رهي آهي. مان هن وٽ صبح کان شام تائين ويٺو رهيس، ۽ هن مون کي ماني بہ پاڻ سان کارائي هئي، جا بابا هن لاءِ موڪلي هئي. پلاءُ، پڪل گوشت، نان ۽ چانورن جو زردو. مان جڏهن هن جي ڪمري مان نڪتو هوس تہ سرءُ جي ٻجهندي ۾ سج هڪ ٻڍي سوڊ خور وانگر ڏسي رهيو هو تہ ان وٽ ڪو سون چاندي بہ رهيو آهي يا نہ! وري جڏهن رات جو ويو هوس تہ آسمان مان بوندا باندي ٿي رهي هئي تہ هن، "گهر آئي بدروا ڪاري" ڳاتو هو تہ هن جي اکيان ريين جو ڍير ٿي ويو هو. اوچتو پاڙي ۾ هلي ويو تہ بابا نيلم سان شادي ٿو ڪري. پاڙي جي هڪ پوڙهيءَ اچي منهنجي ماءُ کي چتاءُ ڏنو تہ مڙس هٿان ٿو نڪتو وڃي.

جيستائين دير سان رات جو بابا گهر اچي تيستائين هُن جاڳي مون کي ۽ منهنجي ڀيڻ کي لوڪ ڪهاڻيون ٿي ٻڌايون. بابا آيو مس تہ هوءِ اوڇنگارون ڏئي رئڻ ۾ چٽڪي، ڄڻ ڪنهن زخمي ڪبوتريءَ جيان ڦٿڪي رهي هئي، ۽ بابا کي چيائين: "مون تنهنجي لاءِ سڀ ڪجهہ ڇڏيو، گهر ٻار، پاڙو اوڙو، ذات جمات، ڌرم، پوڙهي امڙ، ڪاڻائو پيئر، سڀ تنهنجي لاءِ ڇڏيم. تون مون کي اهو نتيجو ٿو ڏين." پوءِ هوءِ ڊڪرا ڏئي روئڻ لڳي.

"ڪهڙو نتيجو ٿو ڏيان؟" بابا هن کان نرميءَ سان پڇيو.

"تون نيلم ٻائيءَ سان شادي ٿو ڪرين. انهيءَ بازاري زالئفان سان." امان چيس.

بابا ڪيس ڳراٽي پائيندي چيو: "توکي ڪنهن غلط ٻڌايو آهي." پر امان کي تيسين اعتبار نہ آيو ۽ ٻئي ڏينهن تائين روئندي رهي، جيستائين نيلم رات واري گاڏيءَ ۾ بمبئيءَ هلي وئي. ها بابا ڪيترو وقت اها سٽ جهونگاريندو رهيو هو: "عاشق پسڻ لئہ آيو، محبوب گل سناسي." پوءِ بابا وفات تائين وڏي شيشي ۾ مڙهيل نيلم جو فوٽو اسان جي گهر جي ديوار تي لڳائي رکيو. بابا جي وفات کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ، امان اهو فوٽو ابتو ڪري ٽنگيو هو، پر لاٿو نہ هئائين.

بابا پنهنجي ڪمائيءَ مان خوبصورت جاءِ ٺهرائي، جنهن ۾ مشهور مغربي مصورن جي تصويرن جا اتارا شيشي ۾ مڙهائي هال جي چوڏاري ڪاٺ جي مضبوط پٽيءَ جي ٽيڪ ڏئي ديوار تي ٽنگيا هئائين. معلوم نہ آهي تہ اهي اتارا بمبئيءَ مان آندا هئائين يا شڪارپور مان ورتا هئائين. ڇو تہ شڪارپور ۾ نيوند حلوائيءَ جي پرسان بہ تي دڪان هوندا هئا، جتان اهي ملي سگهندا هئا. مون کي هاڻي ياد اچي ٿو تہ انهن ۾ هسپانوي مصور گويا (Goya) جي تصوير 'ننگي ماجا' (Naked Maja) بہ هئي. مان ڀانيان ٿو تہ هسپانوي زبان ۾ 'ماجا' عورت کي چوندا آهن. باقي مون کي اها خاطري آهي تہ بجليءَ جا جهار هن بمبئيءَ مان آندا هئا. هن جي ستر ايڪڙ زمين ديهہ لوڊا تعلقي سلطان ڪوٽ ۾ هئي. جتي هن ڪجهہ وڻ پوکايا هئا ۽ هڪ ننڍو سنگمرمر جو تلاءُ ٺهرايو هو. جنهن جي چيري مٿان ڪاري ڊاک جون وليون هٿايون هئائين. چڙئي پاڻيءَ جي مند ۾ هو ان تلاءَ کي پاڻيءَ سان ڀرائيندو هو، ۽ ايترو نفاست پسند هو جو وهنجڻ مهل ڊبل گهوڙو بوسڪيءَ جو انگوشو ٻڌندو هو ۽ ميٽ ۾ ليمي جا ڦن وجهرائي ڇڏيندو هو. ڪلاڪ ڏيڍ اهو ميٽ لائي، پوءِ وهنجندو هو. بابا کي صابڻ سان چڙ هوندي هئي. اونهاري ۾ هو منهنجي ماءُ کي بار بار ياد ڏياريندو هو تہ هٿن پيرن تي مينديءَ سان گل ڪڍي ۽ لڪي در تان هن لاءِ رابيل جون ڪنديون، موتيءَ جي ڪلفي ۽ پنهل علي شاهہ جا ڍير سارا ڪباب ۽ نان وٺي ايندو هو، جي اسان رات جو ڪائيندا هئاسين. هو قئنچي ڇاپ سگريٽ بہ پيئندو هو. جي ان ڏينهن ۾ ماٺهو شوق سان پيئندا هئا. باقي پان ڪان هن کي نفرت هئي. جڏهن ڪوئي تي ڪٽ وجهندو هو تہ گلاب دانيءَ سان ڪٽ جي چوڏاري گلاب جي پاڻيءَ جو ڇٽڪار ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن خس جو عطر بہ لائيندو هو جو هن کي وڻندو هو. اسان جي گهر ۾ هيٺ لوهي سيخن سان دري هئي، جنهن تي خس جي ٽٽي لڳل هوندي هئي، جنهن تي ڏينهن ۾ بہ ٽي ڀيرا پاڻيءَ جو چڙڪاءُ ڪبو هو.

منهنجو پيءُ هر هفتي بہ پهريءَ جو پاڙي واري مسجد ۾ جمعي جي نماز پڙهندو هو. هو جنازي نماز ۾ بہ ضرور شريڪ ٿيندو هو، ۽ عيد نماز وقت عطر عنبير لائي پاڙي جي هڪ سيٺ چندر ڀان ڪان موٽر ڪار وٺي اسان کي عيدگاهہ تي وٺي هلندو هو، جتي عيد نماز پڙهڻ ڪان پوءِ هو اسان کي ڪاغذ جون ڦرٽيون، ساوا ڳاڙها جهنڊا، ڊبڪيون، جهنجهڻ، جيڪي مٽيءَ جا

ٺهيل هوندا هئا ۽ جن ۾ ڪنڪ جا داڻا وجهندا هئا جي انهن ۾ وڄندا هئا ۽ ڊيڊر بہ وٺي ڏيندو هو. ڊيڊر مٽيءَ جي ننڍي پيالي هوندي هئي، جنهن تي ڪاغذ چاڙهيو ويندو هو، ۽ جنهن تي ڏاڳي سان ڪجيءَ جي ڇڙيءَ جو سنهو ڏاڪولو هوندو هو. جڏهن ڏاڳي کي ڇڪيندا هئاسين تہ اهو ڊيڊر وانگر آواز ڪيندو هو. انهن کان سواءِ ڦوڪڻا، پوپريون، چانديءَ جا پنا، مٽيءَ جا گهوڙا، مٽيءَ جون زائفان، جن کي ڏاڳو ٻڌل هوندو هو، جنهن کي ڇڪ ڏبي هئي تہ اهي ڦرنديون هيون. مٽيءَ جون جهرڪيون ۽ طوطا جن کي رنگين پنا لڳل هوندا هئا. چدا، سونجنيون، ٻاٺليون ۽ ڪوڏ ملندا هئا، جي بہ اسان چاهہ سان وٺندا هئاسين.

عيدگاهہ جي هڪ پاسي اسٽوئرٽ گنج نالي مارڪيٽ هوندو هو، جتان بابا اسان کي طرح طرح جا ميوا وٺي ڏيندو هو. شڪارپور ۾ انب، انجير، ننڍا صوف، توت، ڪارا شهتوت، ڄمون، ڪارڪون، ڦاروان، ڪڪڙيءَ ٻنا ڪارڪون، باد رنگ (ڪيرا) ونگيون، ڏوڪا ۽ ڏنگ ڏوڪا، لوٺيون ڪارڪون، سايون خشيون، سنڌي ۽ مڪئي ٻير، ڪنگري ٻير، پيرون، گدرا، ڪاٺ گدرا، تمام ننڍو ڪمند، پتائي گجرون، لاهوري گجرون، هنداڻا، ڏوڏيون، جن کي چئني طرف چير نڪتل هوندا هئا ۽ جن مان آفيم نڪتل هوندو هو، ڪُم زريتون، ڊاک، وغيره ٿيندا هئا. جي منڊ آهر وٺي اسان ڍوَ ڪندا هئاسين. پوءِ وڏن جي قبرستان تي ويندا هئاسين. جتي منهنجو ڏاڏو ۽ ڏاڏي پوريل هوندا هئا. انهن جي مزارن تي دعا گهري، انهن جي قبرن تي پٺهي وجهندا هئاسين. پٺهيءَ ۾ گلاب جا پن، انب جا پن ۽ مَهري دال هوندي هئي. اسان جن عورتن کان پٺهي وٺندا هئاسين، تن کي آرائيون چوندا هئاسين. آرائيون منڊ تي اسان وٽ گلاب ۽ رابيل جا گل پوئي آڻينديون هيون. انهن جي پڳري قيمت گهرنديون هيون تہ بہ انهن کي موٽائبو نہ هو، جن کي ساري مون لکيو هو:

’عشق اسان وٽ آرائڻ‌ءَ جيئن، آيو جهول ڀري،

ڪوئي ڪيئن ڪري؟‘

عيد جي ڏينهن تي شڪارپور ۾ هندستاني گويا ايندا هئا، جي فارسيءَ ۾ مخنس ڳائيندا هئا، جنهن جون آخرين ٻہ سِٽون هونديون هيون:

”آهستہ برگِ گل بفشان بر مزار ما

ڪِہ نازڪ است شيشہءِ دل درڪنار ما-“

ترجمو: "اسان جي مزار تي گل آهستي رکو - ڇو تہ اسان جي ڪک ۾ دل جو شيشو نازڪ آهي."

مون کي ان وقت بہ خيال ايندو هو تہ ڇا هتي منهنجي پيءُ جا ماءُ پيءُ پوريل آهن؟ ڇا مٽيءَ جو پيڀ پرجهو ٿي نہ آهي؟ مٽيءَ ڪيئي دارا ۽ سڪندر ڳڙڪائي ڇڪي آهي؟ ڇا انهن جي ماس ۾ ٻين ماڻهن جي ماس کان سواد وڌيڪ آهي؟ اهي ويچار ياد ڪري مون نظم لکيو هو.

"آيو موت تہ روح مري ويو، جسم ٿيو آزاد،

مٽي اول مٽي آخر مٽي زنده باد."

هاڻي مان ميجان ٿو تہ 'مٽي زنده باد' صحيح ناهي. انسان ۾ ٻي ڪا شيءِ آهي، جا زنده رهي ٿي. پر اهو خيال مون کي ڏاڍو پوءِ آيو. جڏهن مون موت کي پنيءَ تي هٿ هڻي چيو: "هاڻ تہ ٽر. مان واندو نہ آهيان."

بابا جا ٻيا دوست هئا. ڦولنات جوڳي، جنهن هن کي ڪيميا جي علم سيکارڻ جا ڏنا ڏنا هئا. ڦولنات ڪن ڦاڙ جوڳي هوندو هو. يا جنهن لاءِ ٻڌائيءَ ڪَنوتيا. ڪن چير لفظ ڪم آندا آهن. هو ڪُڇيءَ ۾ پٿر جو ڪنٺو پائيندو هو ۽ هن کي گهاٽيون جٽائون هونديون هيون. هڪ ڀيري هن بابا کي چيو هو تہ اڌ تولو سون ۽ ڏهہ سير ٽامون وٺي ڏي تہ هو ڪيس ٽامي جا ڏهہ ئي سير سون ڪري ڏيندو. هو اسان کي شهر کان ٻاهر، هڪ باغ ۾ وٺي هليو، جتي هن ڇيڻن جو ڍير دڪايو ۽ ان ۾ ڪجهہ جڙي ٻوٽيون ۽ اڌ تولو سون ۽ ڏهہ سير ٽامون وجهارايائين. چوڌاري وڏو ڇيڻن جو ڍڳ دڪارايائين ۽ بابا کي چيائين، تہ اهي صبح جو سون ٿي ويندا. صبح جو جڏهن مان بابا سان گڏجي ويس ۽ ڇيڻن جي رک پري ڪري ڏٺوسون تہ اڌ تولو سون تہ ڪونہ هو، پر ڏهہ سير ٽامي تي سونهري جهلڪ نظر آئي پئي. ڦولنات بابا کي چيو تہ سون ٿورو هو، تنهن ڪري پوري ٽامي تي چڙهي نہ سگهيو. ٻئي ڀيري بہ تولا سون وجهنداسون، پر بابا هن جو نسخو وري نہ آزمايو. هو بابا کي جوڳين جي باري ۾ عجيب غريب ڏند ڪٿائون ٻڌائيندو هو. هو جپ تپ ڪري، هوا ۾ اڏامي سگهندا هئا ۽ ڪنهن وقت نانگا پربت تي وڃي نڪرندا هئا. يا دم روڪي پاڻ کي ڌرتيءَ اندر پورائي ڏينهن جا ڏينهن جي سگهندا هئا. ۽ جڏهن ٻاهر ڪڍيا ويندا ها، تڏهن انهن جي ڏاڙهي ائين ڪوڙيل هوندي هئي، جيئن پورجڻ وقت هئي، پر بابا هن تي اعتبار نہ ڪندو هو تہ

قولنات قل ۾ ڪانجي جو وزم هٿندو هو ۽ چوڌاري ڪانجي جي ڏپ ڦهلجي ويندي هئي، ۽ پوءِ هو دعويٰ ڪندو هو تہ هن اهڙو بہ جوڳي ڏٺو هو، جيڪو اپين سنگين تي سمهي سگهندو هو، ۽ هن جي پٺيءَ تي سنگين جو ڪوبہ اثر نہ ٿيندو هو. ڪيترو وقت پوءِ هن جون پويون ڳالهيون مون هڪ انگريزي ڪتاب ۾ پڙهيون هيون. ڪيترو وقت پوءِ ڍاڪا وڃي رهيا هئاسين تہ مون سان پنجاب جو اردو شاعر صوفي غلام مصطفيٰ تبسم هوائي جهاز ۾ گڏ هو. هن ۽ مون پنجابي ادب تي پئي ڳالهايو تہ هن هڪ لوڪ بيت ٻڌايو:

"گوري وچ تلاوان نڪتي
جيئن سلفي دي ڏار ورگي-"

(ڇوڪري تلاوَ جي وچ تان نڪتي. (وارن کي ڇنڊڪو ڏنائين) تہ ڄڻ سلفيءَ مان دونهين جي ڏار نڪتي.) ان وقت مون کي قولنات جوڳي ياد آيو هو.

ٻيو ماڻهو جيڪو روز بابا وٽ ايندو هو، ان جو نالو گهٽو ڪري امير علي هو. هن جي ڇاتي ويڪري، منهن موڪرو، ڏاڙهي ميڇون ڇٽ هونديون هئس ۽ هن جي مٿي تي ڦندڻ واري ڳاڙهي ترڪي ٽوپي هوندي هئي. هو خلافت تحريڪ ۾ شريڪ ٿيو هو، جڏهن 1919ع ۾ مهاتما گانڌيءَ انگريزن جي خلاف اَسهڪار جي هل چل (Non - Co-operation Movement) هلائي هئي، ۽ ڪانگريسي هندن جو خلافت تحريڪ ۾ مسلمانن سان انگريزن جي خلاف غير معمولي ۽ تعجب خيز اتحاد ٿي چڪو هو. مانٽيگو چيلمس فورڊ سڌارو (Mantego Chelms Ford Reform) کي ڪامياب بنائڻ لاءِ لارڊ جارج پنهنجي ڪئبينيٽ جي ماڻهوءَ کي وائسراءِ بنائي هندوستان موڪليو هو، جنهن هندو مسلمان اتحاد ختم ڪرائڻ لاءِ مهاتما گانڌيءَ کي گرفتار ڪرايو هو. 1926ع ۾ اها اَسهڪار جي تحريڪ ختم ٿي وئي. پر ان وچ ۾ پوري برصغير مان ڪيترا مسلمان ۽ سنڌ مان جان محمد جوڻيجي جي رهنمائيءَ هيٺ ڪيئي نوجوان ٻارين ٻچين ڪابل (افغانستان) لڏي ويا ها، ڇو تہ هندوستان دارالحرب هو ۽ ڪابل دارالامان هو. جوڻيجي سان جيڪي مسلمان گڏجي افغانستان ويا هئا، انهن سان اُتان جي مسلمانن ڀاءُ سمجهي همدردي تہ نہ ڪئي، پر هنن ڪان سڄو سَرو سامان تہ نهيو، پر ڙالون بہ ڦري ورتيون. مون اهي سڀ ڳالهيون ڪيئي سال پوءِ، جوانيءَ ۾ پڙهيون هيون. دراصل پهرين مها ياري لڙائيءَ ۾ ترڪن انگريزن خلاف آسٽريا ۽ جرمنيءَ

جو ساٿ ڏنو هو. نومبر 1918ع ۾ انگريزن ترڪيءَ کي شڪست ڏني هئي. 5 جنوريءَ تي انگلنڊ جي وزيراعظم لارڊ جارج پارليامينٽ ۾ تقرير ڪندي چيو تہ: ترڪيءَ جي حڪومت ۽ ان جي گادي قسطنطنيہ کي ڪوئي خطرو ناهي ۽ اسان ترڪيءَ جي اندروني معاملن ۾ دخل نہ ڏينداسون.“ پر 1919ع واري صلح ڪائونسل ۾ ترڪيءَ جي سلطنت کي ونڊڻ ورڇڻ جو فيصلو ڪيو ويو ۽ خلافت کي بہ عملي طور ختم ڪيو ويو. خلافت تحريڪ جي باري ۾، مون ايم. اين. راءِ جي حوالي سان ”جڳ مڙيوئي سپنو“ ۾ الڳ مضمون لکيو آهي ۽ ان جي باري ۾ لارينس آف عريبيا جي ڪتاب Seven Pillars of Wisdom (سياڻپ جا ست ٿنڀا) ۾ بہ ڪجھ پڙهيو آهي.

هندوستان جي مسلمانن ان ڳالھ جي باري ۾ سخت احتجاج ڪيو. نومبر 1919ع ۾ مسٽر افضل حق جي صدارت ۾ ميڙ ٿيو، جنهن ۾ گانڌي، موتي لال، نهرو، پنڊت مدن موهن مالويہ بہ ڪٺا ٿيا. گانڌيءَ مسلمانن کي هندن جي پوري حمايت جي خاطري ڏني. اهي ڳالهيون مون سڀ ڪيترو وقت پوءِ پڙهيون. بابا جو دوست امير علي ڪابل مان دلشڪستو ٿي موٽيو هو ۽ بابا سان روٺهارڪو ٿيندو هو تہ هن کي ٽڪيو ويو هو.

ٽيون شخص سلطان ڪوٽ جو هو، پورو نالو ياد نہ ٿو اچي، شايد هن جو نالوڪشن چند هيو. هو بابا کي نل دمينتي، شڪنتلا، شوپاروتيءَ وغيره جا ديو مالائي قصا پڌائيندو هو. ان وقت بابا اڱرن تي ناڪلي ڳجرون بہ پچائي ڪائيندو هو ۽ مرغيءَ جا انڊا اوٻاري پاڻ بہ کائيندو هو ۽ ٻين کي بہ کارائيندو هو. اها رات جي وقت هن جي مرغوب غذا هئي.

زرينا هاٽي ترس ڪجھ دوست آيا آهن. انهن سان ملي وڻان. ٻيو قصو پوءِ ٿو اڳتي وڌايان.

اڄ پير محمد ڪيلاش، شاھ محمد پيرزادو ۽ آصف فرخي آيا. آصف فرخي، شاھ محمد جي مدد سان سنڌي شاعريءَ جي انٿالاجي (Anthology) جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري رهيو آهي. فرخي عطيہ دائود جو انگريزيءَ ۾ ترجمو اڳ ئي ڪري چڪو آهي. هن جڏهن موڪلايو تہ پنهنجا ٽي ڪتاب تحفي طور ڏئي ويو، جي منهنجو پٽ ڊاڪٽر سليم لاهور کڻي ويو ۽ چيائين تہ فرصت جي وقت ۾ پڙهندس. هڪڙو ڪتاب ذي شان ساحل جو ’ڪراچي اور دوسري نظمين‘ بہ ڏنائين.

ٻئي ڏينهن تي مشتاق باگاڻي، عبدالحميد ابڙو ۽ بدرالدين اچڻ آيا.

عبدالحميد ابڙو ملير ۾ سيشن جج آهي ۽ منهنجي شاعريءَ جو مداح آهي. بدرالدين اڄڻ لاڙڪاڻي ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر آهي ۽ ٽي. ايس. ايٽ تي ڪتاب لکيو اٿائين ۽ جڏهن سکر ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر هيو، تڏهن منهنجي دعوت ڪئي هئائين، جا مون آتم ڪهاڻيءَ جي پهرين حصي ۾ فتاح ملڪ جي نالي سان منسوب ڪئي آهي. ٽئين ڏينهن تي پير محمد هڪ لڇاري ۽ سباجهي اردو شاعره سان گڏجي آيو، جنهن مون کي پنهنجو ڪلام ٻڌائي، منهنجو رايو وٺڻ چاهيو تہ هوءَ وڌيڪ مشق جاري رکي يا نہ؟ مان هن جي ڪلام ۾ ايترو محو ٿي ويس، جو هن کان سندس نالو بہ نہ پڇيم. ممڪن آهي تہ هن پنهنجو نالو ٻڌايو، پر مون کان وسري ويو آهي. هوءَ ايم. بي. بي. ايس جي پوئين سال ۾ آهي ۽ چيائين تہ امتحان ڏئي پنهنجي ساري شاعريءَ کي ترتيب ڏيندس، ۽ ان جي فوٽو ڪاپي اوهان کي ڏيندس، ويندي وقت مون هن کي چيو: ”ڌيءَ! تنهنجي لاءِ منهنجو دروازو هر وقت کليل آهي. تون جڏهن چاهين، اچي سگهين ٿي.“ مشتاق باگاڻي پنهنجي بيتن ۽ وائين جو مجموعو ڏئي ويو هو تہ ان تي مان پيش لفظ لکان. مشتاق باگاڻي پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ جي جاگرافيءَ کي امر ڪيو آهي. هو هڪ شوقين شڪاري آهي ۽ جڏهن سکر ۾ هوندو هو، تڏهن مون کي بار بار شڪار جي دعوت ڏني هئائين پر مان هن سان نہ وڃي سگهيو هوس. هو وائيءَ جو ماهر آهي. مان هن جي پوئين صفحي تي ڏسان ٿو تہ مون کي هڪ عجيب وائيءَ تي نظر پئي ٿي.

منهنجا موسيٰ يار،
هاڻي ڇڏ شڪار،
تو پڻ ليکو ڏيٺو.
ڇمر ڪيو پيا ڇلن - اوڇي ساڻ اڏار،
تو پڻ ليکو ڏيٺو.
ڪَوڙين ڪنڌ ڪپي ڇڏيئہ، ساري سب ڇمار،
تو پڻ ليکو ڏيٺو.

موسيٰ هڪ ڳوناٽي جو نالو آهي. يار باگاڻي! تو هڪڙا شڪار ڪيا آهن، مون ٻيا ۽ ٻئي اڄ تائين ليکو ڏئي رهيا آهيون.

زرينا! توکي معلوم آهي تہ منهنجي ماءُ اصل هندياڻي هئي ۽ پوءِ مشرف بہ اسلام ٿي هئي ۽ بابا سان شادي ڪئي هئائين. امان جا پائر باغن جا ٺيڪا

ڪٽندا هئا. اتي هو سبزيون پوکيندا هئا. ڪريلا، توريون، پينڊيون، واڱڻ، گجرون ۽ موريون وغيره. باغن ۾ ڪوهہ هوندا هئا، جي سارو ڏينهن ڏڳا گيڙيندا ها. منهنجي ماءُ ڪي هڪ خوبصورت پيڻ بہ هئي، جنهن جي اتفاق سان نندي هوندي ڪٽر جي مشين ۾ اچي، اڌ ٻانهن ڪپجي وئي هئي. ٻئي پيتر ڪنهن نہ ڪنهن ڪوهہ جي نيسر هيٺان وهنجي، ڪچيون گجرون ۽ موريون بہ کائيندي يون هيون ۽ جوئر جي ڏوڏي سان پڪل ڪريلا يا واڱڻ جو برتو بہ کائيندي يون هيون. جنهن ۾ انبڙين جون ڪپيل ٽڪريون بہ وجهندي يون هيون ۽ ڪريلن ڪي چير ڏئي، انهن ۾ مصالحا ڀري تاندن تي پچائيندي يون هيون. انب چور هو انبڙيون سڪائي، حمام دستي ۾ ڪٽي ٺاهيندي يون هيون. اهڙيءَ طرح منهنجا ماما ساوا مرچ سڪائي ڪٽيندا ها. هو توت يا شهتوت ڪي ڏوٽي، ڏرتيءَ تان توت ميڙي کائيندي يون هيون ۽ ڪڏهن ڪارن انجيرن جي وڻن مان انجير پٽي کائيندي يون هيون. منهنجن مامن جي باغن ۾ ڪجيون بہ هونديون هيون. جن ۾ بنا ڪڪڙيءَ جي ڪارڪون ٿينديون هيون. جي جهول ۾ ڀري، منهنجي ماءُ ۽ ماسي رڌل چانورن سان کائيندي يون هيون. ڪڏهن ڪڏهن چانورن سان پتاشا انب بہ کائيندي يون هيون. باغن ۾ چمن جا ٻہ ٽي وڻ بہ هوندا هئا، جن مان مند ۾ چمون بہ پٽي کائيندي يون هيون. توتن، شهتوتن، انبن ۽ انجيرن جي وڻن تي ساوا طوطا ڪين ڏاڍا وٺندا هئا. جو تہ اُهي وڻن جي پنن وانگر لڳندا هئا. انهن مان ڪنهن ڪي جهار هڪليندي باغائيءَ جو ڳوڙهو لڳي ويندو هو ۽ هو ٺهڪو ڪري پٽ تي ڪِرندو هو تہ هو ان ڪي پيار سان ڪٽي پاٽي پياريندي يون هيون ۽ جي هو ڪنڌ لاڙي مري ويندو هو تہ روئندي يون هيون، ۽ نڪ اگهي اگهي طوطي جي ڇهنب وانگر ڳاڙهو ڪري ڇڏيندي يون هيون. ڪارڪن جي مند ۾ وهيا هزارين ڪوهہ کهي ايندا هئا. اهڙي کهڙي اجهل ڇڪ هنن جي رڳ رڳ ۾ ڇُپيل هوندي هئي جا هنن کي پاڻ رستو ڏيکاريندي هئي. وهئي جو سائبريا مان مُند تي اچڻ، خدا جي وجود جو بهترين ثبوت آهي. فطرت سان بي انتها محبت مون کي ماءُ کان ورثي ۾ ملي آهي.

امان جي بابا سان ايتري محبت هئي جو سياري جي مند ۾ جڏهن هو مري ويو، تڏهن امان رک سان ڀريل ڪُل، جنهن ۾ ڀرنڊڙ ڪجهہ نندا تاندا بہ هئا، پنهنجن وارن تي پيٽيو هو. جو اسان جي مائٽياڻين هن کان کسي، هن جي مٿي کي يڪدم ڇنڊيو هو. امڙ، منهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ بہ

ڪيئي سال جيئري رهي ۽ جڏهن هن کي ڪئنسر ٿي پئي، تڏهن مان هن کي لاهور جي ميو اسپتال ۾ وٺي ويو هوس. جتي منهنجي پنجابي دوست مونس ۽ هن جي سؤٽن امڙ جي ۽ منهنجي ڏاڍي خدمت ڪئي هئي ۽ هوءَ شفاياب ٿي موٽي هئي. جنهن جو ذڪر مان اڳ ئي ڪنهن ڪتاب ۾ ڪري چڪو آهيان.

امڙ مون کي ۽ منهنجي ڀيڻ کي جنهن وقت پنهنجي ماضيءَ جا واقعا ٻڌائيندي هئي، تڏهن هن جي منهن تي بيحد وقار هوندو هو ۽ هو ظاهر نہ ڪندي هئي تہ هن جا مٽ مائٽ دولت مند هوندا هئا. هوءَ هندو ٻيوهہ هئي ۽ ٿي ڏيڍر پنهنجي ماءُ وٽ ڇڏي، منهنجي پيءُ سان شادي ڪئي هئائين، جنهن وٽ ڪنهن ڪيس جي سلسلي ۾ آئي هئي. پر لکيو منجهہ لِلاٽ قلم ڪياڙيءَ نہ وهي، هن جي پيٽ مان منهنجو جنم لکيل هو. مان جو ڪيئي سال پنهنجو قلم پنهنجي ڪياڙيءَ تي وهائيندو آيو آهيان.

منهنجي ڪپڙيءَ مان ڪٿا ختم ٿيڻ وارا آهن. پر تقدير کي پاسيرو ڏسي، مان ڪجهہ ڪٿان وڏيڪ وجهي ٿو ڇڏيان، ۽ چاهيان تہ پنهنجو قصو پاڻ پورو ڪيان. مون کي محقق نہ وڻندا آهن. مان پانيان ٿو تہ اهو ’محقق‘ لفظ ’حقي‘ مان نڪتو آهي، جنهن ۾ ٻڙ ٻڙ گهٽي هوندي آهي ۽ پرائي ٽانڊي تي ٽيڪربو آهي. انومان، ڏڪا، ٻڌل سڌل ڳالهيون، اهوئي تہ محقق ڏيندا آهن. هن وقت تائين تہ ڪنهن بہ سنڌي محقق منهنجي باري ۾ حق جي ڳالهہ نہ ڪئي آهي.

امڙ، بابا لاءِ سڀ ڪجهہ واري ڇڏيو. هوءَ گهريلو عورت هئي. مسلمانڪو لباس، شلوار، قميص ۽ رئو پائيندي هئي ۽ منهنجي پيءُ هن کي نماز پڙهڻ لاءِ وضوءَ جو طريقو سيکاريو هو ۽ طهارت جي اهميت ٻڌائي هئي. هوءَ گهڻو ڪري فجر، ظهر، عصر، مغرب ۽ عشا جي نماز، هر روز پڙهندي هئي. پر ڪڏهن ڪم ڪار ۾ هن کان ڪائي نماز رهجي ويندي هئي.

شاديءَ کان پوءِ هوءَ ڪجهہ عرصي تائين هندڪا ڏڻ ملهائيندي هئي. جن مان ڪن جا نالا مون کي اڄان ياد آهن. چيٽي چنڊ، رام نومي، اکڻ ٽيج، ٽڏڙي، دسهڙو، ڏياري، بسنت پنچمي، مها شوراترڙي ۽ هولي. ڏيري ڏيري هوءَ مسلمان تقريبون ملهائڻ لڳي، پر پوءِ بہ منهنجي ذهن تي اهي ڏڻ اڄان تائين اڪريل آهن. هندو ڇيٽ جو سائو پڪ پوتر ڏينهن سمجهندا آهن. ڇو تہ ان ڏينهن برهما سرشتيءَ جي رچنا ڪئي هئي. اڄان تائين سنڌي

هندو چيٽي چنڊ جو ميلو ڪندا آهن. ٿڌڙيءَ تي شيتلا ديويءَ جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. شيتلا ديويءَ کي هندو 'ننڍي ماتا' (ارڙي) جي ديوي ڪري سمجهندا آهن. ۽ هنن جو ويساهه هو تہ چيٽ ڪان وٺي سانوڻ تائين شيتلا ديوي جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. مان 1963ع ۾ بمبئيءَ ۾ سندري اتم چنداڻيءَ جي گهر ويو هوس، جيڪو شتيلا ديوي روڊ تي هو. ارڙيءَ جي نڪرڻ سان ماڻهوءَ کي ڏاڍي گرمي ٿئي تي ۽ ان گرميءَ کي شيتل (ٿڌو) ڪرڻ لاءِ هندو نم جا پن رکندا هئا. مون کي ۽ منهنجي ڀيڻ کي جڏهن ننڍي ماتا (ارڙي) نڪتي هئي تہ منهنجي ماءُ ڪوني تان نم جا پن پٽي اسان جي چوڏاري رکيا هئا. پر هوءَ ڪنهن بہ بت جي پوڄا نہ ڪندي هئي، جو بابا ڪيس سمجهائي ڇڏيو هو تہ اسلام ۾ بت پرستي حرام آهي. رام نوميءَ تي هندو ڇا ڪندا هئا، مون کي ياد نہ آهي پر منهنجا ڪلاس فيلو چوندا هئا تہ ان ڏينهن رام جنم ورتو هو. دسهڙو، ڏياري، بسنت، پنچمي ۽ هولي تہ هندن جا مشهور ڏڻ هوندا هئا. دسهڙي جي ڏند ڪٿا هيئن هئي تہ رام، راوڻ جي ڏهن سرن لاهڻ لاءِ ڪاهہ ڪئي هئي. ڏياري جي ڪارڻ بابت منهنجا هندو ڪلاس فيلو گهڻيون ڳالهيون ڪندا ها، جي مون کي ياد نہ آهن، باقي اهو ياد آهي تہ هو مهينو کن اڳ گهر ۽ هٽن کي ٻوهاريون ڏئي صاف ڪندا هئا ۽ پوءِ ليپا ڏيندا ها.

مون ان وقت ٻهاڪو ٻڌو هو تہ: "ڏياريءَ جو ڏيئو ڏنو، ننڍو وڏو ڇيڙ منو." چو تہ امڙ ڏياريءَ کان پوءِ ڇيڙن جون ڪچڙيون تري اسان کي کارائيندي هئي، جي ٻهراڙيءَ جون مسلمان عورتون اسان جي پاڙي ۾ هندن ۽ مسلمانن کي وڪڻنديون هيون. ڏياريءَ رات هندو ڪوڙي تيل مان ڏيئا ٻاري پٽين يا پلويڙن تي رکندا هئا، جي مسلمان ڇوڪرا ڪچيءَ جي ڇڙيءَ سان ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. ڏياريءَ رات هندو مسلمان ساري رات ننڍي بازار، ڊڪ بازار ۽ شهر جا چڪر ڏيندا هئا. دوڪانن تي رنگ برنگي رانديڪا چاٻين تي هلندا نظر ايندا ها. ڏياريءَ جي ڏينهن منهنجي پيءُ جا هندو مؤڪل ۽ دوست ڪافي مٺائيءَ جون پنڊيون ڏئي ويندا هئا. جن ۾ چمون، سگر جو مائو، ڪوهيو، برفي، جليبيون، پيٺي جي مٺائي، پستن جو مائو ۽ ميسو پاڪ پيل هوندو هو. اها ساري پنڊي رپئي ڏيڍ ۾ ملندي هئي.

بسنت جي مند جي آجيان ڪندي، هندو بسنت پنچمي ملهائيندا هئا.

بسنت جي رت ڦڳڻ ۾ شروع ٿئي ٿي ۽ چيٽ جي پڇاڙيءَ ۾ پوري ٿئي ٿي. انهيءَ عرصي ۾ شاهي باغ ۾ ڇهڇٽا لڳا پيا هوندا هئا. سارو باغ رابيل، ڪرني، گلاب، ڪيتڪي، ٽانگڙ ۽ ٻين گلن سان جهنجهجي ويندو هو. جن جا ٻج ولايت مان گهرائي شاهي باغ ۾ پوکيا ويا هئا. انهيءَ مند ۾ توت، شهتوت، ڪارا ۽ ڳاڙها انجير پچندا هئا. ڊيليا ۽ سوسن جو پاٽي سڪائي چڏيندا هئا ۽ انهن کي ڪونڊين سميت رکي ڇڏيندا هئا ۽ آڪٽوبر ۾ ٻين ڪونڊين ۾ پوکيندا هئا. هندو مسلمان سڀ وڏي چوچ سان صبح شام چڪر ڏيندا ها. ٻيو هوليءَ جو ڏڻ هوندو هو. جنهن ڏينهن آئي وئي کي هندو رنگن جون پچڪارون هڻندا هئا ۽ جيڪڏهن پچڪاري ڪنهن مسلمان کي لڳي ويندي هئي تہ ٻہ ورلي ڪوئي جهيڙو ٿيندو هو. نہ وري هندو ان تي جهيڙو ڪندا هئا. جو هڪ مسلمان فقير اچي در در تي سڻن هڻندو هو تہ 'ڪؤنروءَ ڏاند کهايو، ڪيول دين تي آيو.' ڪنهن ڪنهن وقت هُو اها سڻن ڪنهن هندوءَ جي در تي بہ هڻندو هو. هندو تهذيب کي رنگا رنگي تہ هوندي هئي. پر بت پرستيءَ سبب اها اسلام کي ائين جذب ڪري نہ سگهي، جيئن جين ۽ ٻڌ ڌرم کي جذب ڪيو هئائين.

اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اسان کي چار پنج پيڙهيون مسلمان ٿئي گذريون هيون. ان ڪري اڃان اسان وٽ مهينن ۽ مُندن جا نالا هندڪا هوندا هئا. جي مون پنهنجي بيتن ۾ بہ استعمال ڪيا آهن. هندوستان ۾ جوتش موجب ڇهہ مندون ٿينديون هيون ۽ هر ڪا مند ٻہ مهينا هلندي هئي. بسنت ۾ ڦڳڻ، چيٽ جو مهينو پورو ٿيندو هو تہ اونهاري ۾ ويساک ۽ چيٽ جو مهينو ايندو هو، ان کان پوءِ اونهاري ۾ ورڪا جي مند آکاڙ ۽ سانوڻ ۾ ايندي هئي. چٽ، بڊي ۽ اسوءَ ۾ ايندي هئي، جڏهن گرمي جهڪي ٿيندي هئي. کلئي آسمان هيٺان چادرپائڻ جي ضرورت ٿيندي هئي ۽ پوءِ سياري جا مهينا، پوهہ ۽ مانگهہ ايندا هئا، جن ۾ شڪارپور ۾ ڏاڍا سيءَ پوندا هئا. سوڙيون ويڙهٽيون پونديون هيون، جن جي ڪپهہ اسان کي پيچارا هر سال پيچي ڏئي ويندا هئا. اهي ڇهہ مندون هند - پاڪ کان سواءِ دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ ملڪ ۾ نہ ٿينديون آهن.

ڪجهہ عرصي کان پوءِ امڙ هندڪا ڏڻ وساري ڇڏيا ۽ عيد - ميلاد، عيدالفطر، عيدالاضحيٰ (قرباني) ۽ محرم سان مانوس ٿي وئي هئي. پر شيخن جون ذاتيون، بلراٹي، هرواٹي، ڇتاٹي، خانواٹي، جاناٹي هيون، جي هندو ذاتين

وانگر هونديون هيون. مون اجان مٿيان اکر لکيا پئي تہ ٽي. ويءَ تي خبر آئي تہ: ”پشاور ۾ بم جو خوفناڪ ڌماڪو ٿيو، سٺ ماڻهو مئا ۽ ہ سؤ زخمي.“

يا الله، يا رب پاڪ! هي اسان ڪهڙي ڪئي جو ڪيتو پوڳي رهيا آهيون؟ آخر هيءَ خونريزي ڪڏهن ختم ٿيندي؟ آخر ڪشمير ۽ ڪابل ۽ ڪراچيءَ جو مسئلو ڪڏهن حل ٿيندو؟ انسان چئن جي ننڊ ڪڏهن ڪندا؟ افسوس، اسان ۾ جمهوري روايتن گهر نہ ڪيو هو. جڏهن انگريزن ملڪ مان تيڙ ويڙهيا هئا. ايم. اين. راءِ ٺيڪ چوندو هو، تہ انگريزن جي وڃڻ جو وقت اجان نہ آيو آهي. انگريزن جي زماني ۾ چيو ويندو هو تہ شير ٻڪري گڏ چرندا هئا. پوري برصغير کي آزاديءَ جي نعري ديوانگيءَ جي حد تائين، وچڙائي ڇڏيو هو. ايم. اين. راءِ جيتوڻيڪ پاڪستان جو حمايتي هو، پر هو اِهو بہ چوندو هو تہ آزاديءَ کان پوءِ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ فاشسٽ حڪومتون ٺاهينديون. مان ڪڏهن ڪڏهن ايم. اين. راءِ جي دور رس نگاهہ تي سوچي حيران ٿي ويندو آهيان.

ورهاڱي کان پوءِ سارو پنجاب، سک، هندو، مسلمان لهولهان ٿي ويا. ريل گاڏيون يا تہ لاشن سان ڀريل يا بنهہ خالي اسٽيشن تي ايندي‌ون هيون ۽ لاش رستي تي لاهي ڦٽي ڪندا ها ۽ انهن کي ڳجهن جو ڳاهہ ٿيڻ ڏيندا ها. جنهن چمن لال جو انگريزي ناول ’آزادي‘، خشونت سنگهہ جو ناول ’ٽرين ٽو پاڪستان‘ ۽ ڪرشن چندر جا ناولٽ، ’هم وحشي هين‘ ۽ ’غدار‘ پڙهيا هوندا، اهو ڳوڙها روڪي نہ سگهيو هوندو. بنگال ۽ بهار ۾ بي تحاشا خونريزي، ٻارن عورتن، پيرن ۽ جوانن جا قافلا، بي سرو سامان، لڄون لٽائي، لڏپلاڻ ڪري، سرحد جي هڪ پار کان ٻئي پار ويا. مهاتما گانڌيءَ کي گاڊسي گولي هنئين، چاڪاڻ جو هو اهنسا جو اوتار هو. قائداعظم، جنهن اسان کي پاڪستان تحفي ۾ ڏنو ان جو لاش جڏهن زيارت کان ڪراچيءَ پهتو تہ ايئرپورٽ تي فقط هڪ نرس هن تان مکيون هڪلي رهي هئي. وزيراعظم لياقت علي خان جو قتل، جنهن جي قاتلن جو سراغ اجان تائين نہ لڳايو ويو آهي، پنجاب ۾ قادياني مخالف فساد، هڪ بيمار ذهن واري گورنر جو اسيمبليءَ کي برطرف ڪرڻ، سڪندر مرزا جو اقتدار تي زبردستي قبضو، ايوب خان جي آمريت، پاڪستان جي عوام جون هن جي آمريت تي خوشيون، نهروءَ جو دلشڪستہ ٿي مرڻ، پنچ شيلا جي سپني جو ٽڪرا

ٽڪرا ٿيڻ، 1965ع واري هندوستان ۽ پاڪستان جي جنگ لڳڻ، 1970ع ۾ اوير پاڪستان ۾ قتل و غارت، يحيٰ خان جي آمريت ڪجھہ عرصي لاءِ، شهيد ڀٽي جو اقتدار ۾ اچڻ، جنرل ضياءَ الحق جو اقتدار تي قبضو، ڀٽي جي دارو رسن تي شهادت ۽ هاڻي ڪشمير، ڪراچي ۽ ڪابل جي مسجدن ۾ نمازي شهيد، امام بارگاهن ۾ گوليون ۽ تخريب ڪاري، وچي ايتري چوٽ تي پهتي آهي، جو مولانا حاليءَ جي دعا تي ياد اچي.

اے خاصہء خاصان رسل وقت دعا ھے

امت پہ تيري آن عجب وقت پڑا ھے-

اسان سوچي بہ نہ ٿا سگھون تہ آمريڪا، يورپ، چين، وچ اوير ڪٿي پهتو آهي. محترمہ بينظير صحيح چيو آهي تہ اٺويهين صدي يورپ جي هئي، ويهين صدي آمريڪا ۽ ايڪويهين صدي جپان ۽ ايشيا جي ۽ ٻين ملڪن جي ٿيندي. افسوس جي ڳالھہ اها آهي تہ سنڌ ۾ جيڪڏهن اڳي ڪنهن کان پڇيو ويندو هو تہ، "ڇا حال آهي؟ تہ هو جواب ڏيندو هو تہ: "خدا جو شڪر آهي. دال ماني تہ ملي پئي." پر هاڻي ڇڙن جي دال چاليهين رپئي هڪ ڪلو آهي ۽ ڪڻڪ جو اٽو اسي رپئي ڏھہ سير آهي. اسان وٽ ويهينءَ صديءَ ڪو تہ گناھہ ڪيو آهي، جنهن جو ڪيتو اجان تائين ڏئي رهي آهي. جي شاعري مون کي نہ بچائي ها تہ تاريخ ۾ ايترو اضطراب هيو جو مان گهٽو اڳي مري وڃان ها. مون ۾ زرينا اِن دؤر ۾ ڇا سَنو آهي، اهو بيان کان ٻاهر آهي.

مون کي ڇڙن ڏينهن کان کنگھہ، زڪام ۽ بخار آهي. جو معلوم نہ آهي ڇو مون کي هر ڊسمبر جي مهيني ۾ ٿيندو آهي. مان ڪاڏي پيٽي ۾ ڏاڍو احتياط ڪندو آهيان ۽ فقط جيئڻ لاءِ کائيندو آهيان. بيماريءَ جي باوجود مان مسلسل لکندو رهيو آهيان، ڇو تہ آءٌ ڄاڻان ٿو تہ موت جي هٿ ۾ قئنچي هوندي آهي، سئي ڌاڳو نہ هوندو آهي. مون کي اهڙي درزيءَ کان نفرت آهي ۽ ان جون درزان اڌائڻ چاهيان ٿو. هو بہ ڇا ياد ڪندو تہ هن سان ڪوئي پڳو آهي!

جذبات مون کي ويهينءَ صديءَ جي توڙ تائين پهچايو آهي. پر مون تہ اجان سنڌيءَ جي پنجن ڪلاسن جي تعليم جو احوال بہ پورو نہ ڪيو آهي. مان موٽان ٿو اسڪول ڏانهن. بابا ڪاٺ جي ڦرهي، ڪلڪ ۽ ڪاري مس جي ڪپڙي ڏئي، مون کي هڪ اسڪول ۾ داخل ڪرايو هو، جيڪو لکيدر جي پرسان هو. مون تمام ٿوري وقت ۾ صورتخطي سکي ورتي ۽ منهنجا اکر

استاد کي ڏاڍا پسند هوندا هئا. ٽئين درجي سنڌيءَ تائين مون کي پنهنجي مادري زبان تي ايتري مهارت ٿي وئي هئي، جو مون مٿي ذڪر ڪيل سنڌي ناول پڙهي پورا ڪيا ها ۽ اردو ڪتاب بہ پڙهڻ شروع ڪيا ها. تن ڏينهن ۾ شڪارپور ۾ بہ سئنيمائون هيون. هڪ لکي در تي ڪيپيٽال سئنيما ۽ ٻي هري ولڀ سئنيما. اسان جي گهر کان بہ اداڻي سؤ قدم پري هوندي هئي. جن ۾ گونگا فلم ايندا هئا. مون کي زيبو ۽ جنڙاج جا فلم ڏاڍا وڻندا هئا. هر فلم ۾ هيٺان اردوءَ ۾ لکيل هوندو هو تہ ڪردار ڇا ڳالهايو آهي. اهو پڙهي، مون اردو زبان تي وڏيڪ عبور حاصل ڪيو. هري ولڀ سئنيما جي پرسان 'نوجوان برادر منڊل لئبريري' هوندي هئي، جنهن ۾ مون چوٿين سنڌيءَ ۾ داخلا ورتي هئي. اتي مان سکر واري پبلشر هري سنگهہ جون ڇپايل سنڌي ڪافين جون چوپڙيون وٺي پڙهيون، جي ايتريون نڌيون هونديون هيون، جيتريون 1976ع ۾ تاشقند رائيٽر يونين جي سيڪريٽري جنرل مومنوف مومن جي رباعيات جي چوپڙي هئي. جا هن مون کي تحفي ۾ ڏني هئي ۽ جا هن جي نالي جي تحرير سان مون وٽ موجود آهي. مون ان وقت ئي مسلم يو. ايس. آر جي ڪسمپرسي محسوس ڪئي هئي ۽ يقين ٿي ويو هو تہ مسلم ملڪ روس کان ڇڇي ويندا. جيئن مون کي بنگلاديش جي الڳ ٿيڻ جو ڍاڪا ۾ يقين ٿي ويو هو. جنهن جو ذڪر مان 'جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي' ۾ ڪري چڪو آهيان. مان ادبي هاءِ جمپ جو ماهر ٿي چڪو آهيان. اڌ صديءَ کان مٿي ٽپو ڏنو اٿم. مون ڳالهہ ٿي ڪئي جڏهن چوٿين سنڌيءَ ۾ پڙهندو هوس. ۽ نوجوان برادر منڊليءَ مان هري سنگهہ جا ڇپايل ڪافين ۽ بيتن جا ڪتاب ميمبر جي حيثيت ۾ ورتا هئم. جن مان مون کي ڪجهہ سٽون اڃان ياد آهن.

ڪُنيءَ وٽ ڪَتِي رات نہ ڪيچين ريءَ
ميهر تان نہ مَٽي، ڇا جي لوڪ مٽيندو.

سهڻي – ميهار جي ڪهاڻيءَ مان مٿيون سِٽون ڪنهن سنڌي داستان گو جي واتان الف شاهہ جي پڙر ۾ ٻڌي هئي. جتي هو ايندو هو ۽ هڪ ڪهاڻي ٻڌائي، ڌرتيءَ تي چادر وڇائي چوندو هو تہ الله جي نالي ڪجهہ سِڪا ڦٽي ڪيو. ۽ هن جي چادر پائين، پئسن، آنڪين، ٻي آنين ۽ پائلين سان پرجي ويندي هئي. انهيءَ ۾ تامي جا ڏاڍا پراڻا سِڪا بہ هوندا هئا. جي هن دؤر ۾ هجن ها تہ نادر سِڪا سمجهي کنا ڪيا وڃن ها. ڪافين جون سٽون مون

کي ايڊيون وڏيون هيون، جو اهي مون بار بار پڙهيون هيون ۽ مون کي اڄان کي سڄون ياد آهن. هڪ ڪافي تہ هيمنداس نالي شاعر جي هئي.

اٿي جاڳ تون ننڊ نهوڙي
ننڊ نياڳي دوست وڇوڙي
ڇڏ گمراهي گينوار -

چوٿين سنڌيءَ جون بہ ٽي ڳالهيون، مون کي اڄان ياد اچن ٿيون. پهرين تہ اسان کي ڪلاس ۾ چيو ويو هو تہ جيڪو ڦڙڪي تي پکين جا کنڀ چنبڙائي، انهن تي پکين جا نالا لکي ايندو، ان کي امتحان ۾ ويهہ سيڪڙو مارڪون وڌيڪ ڏنيون وينديون. ان ڳالهہ تي گهڻن چوڪرن توجهہ ڏنو. پر اسان ٻن ڄڻن هر - ڪلاسين ان ڪم کي تڪميل ڏيڻ لاءِ شڪارپور جا سارا باغ ڇڪاريا ها ۽ جڏهن ڪوئي نئون کنڀ ڳولي لهندا هئاسين تہ باغائيءَ کان ان پکيءَ جو نالو پڇندا هئاسين، جنهن جو اهو کنڀ ڪِريو هوندو هو. اهي ڪٺا ڪيل کنڀ ڪبوترن، ڪانوَن، طوطن، هيڙهن، سانهن (جا پاڻيءَ جي تلاوُن تي ايندي هئي.) چانهہ، پٽ تتر، ڪارڙي تتر، هِل، ڳجهہ، ڪاٺ ڪٽي، باز، جهرڪي، ڳيري، گهگهہ، ڪويل، چاپاڪي، هَد هَد، چيهي، چٻري، چڙيءَ، متاع، بانشي، ٻنير، ٽيٽيهر وغيره جا هوندا هئا. جي اسان ڦڙڪي جي پاڻن تي لئيءَ سان چنبڙائي، هيٺان انهن جا نالا لکي، ويهہ في صد مارڪون کنيون هيون. باغائي ڪنهن ڪنهن وقت اهي پکي ڏيکاريندا بہ هئا. پر اسان انهن جي ويجهو ويندا هئاسين تہ اهي پڙڪو ڏئي اڏامي ويندا هئا. ڪڏهن انهن جا ولر هوا ۾ گهمرا ڏيندا نظر ايندا هئا. انهن جي چين چين ۽ چانگار ۽ مٺي تنوار ٻڌي اسان وڻجي ويندا هئاسين. مون کي ڏئي ٻڌو هو تہ باغ باغ ۾ ايندڙ پکين جي ٻوليءَ ۾ ٿورڙو فرق هوندو هو، جيئن شهر شهر جي ماڻهن جي ٻوليءَ جو فرق آهي. مون تيستائين تہ شهر فقط شڪارپور، ڳڙهي ياسين، سلطان ڪوٽ ۽ سکر ڏٺا هئا. هڪ پيري بابا ٻلي ڏني آباد. ضلعي جيڪب آباد بہ وٺي هليو هو. جتي هو پنهنجي ڪن اصيلن وٽ مهمان ٿي رهيل هو جي ذات جا اُستا هئا.

منهنجو الفاظ جو ذخيرو نهايت تيزيءَ سان وڌي رهيو هو. سياري ۾ مستونگ جون پٺاڻيون يا بروچاڻيون اسان وٽ سڪل ميوو، توت، ڳاڙها سڪل ٻير، سڪل انجير، پستا، باداميون کڻي اينديون هيون. ڪنهن ڪنهن

وقت هٽ واٽين وٽان، مان امان جي چوڻ تي، مگن، چٽن ۽ مهريءَ جي دال وٺي ايندو هوس. ڪنهن وقت ٽري زالون ڪرنگهہ ڪٽي ايندڙيون هيون ۽ جوڳياٽيون نڪر جون ڏاند گاڏيون، ڪپڙا، نڪر جون گڏيون، ڏويون، چلهيون، گهگهيون، وڏا ڪپڙا جنهن کي ديڳيون چونديون هيون. اسان کي اٽي لپ تي وڪٽي ويندڙيون هيون. انهن کي هٿ ۾ لٺ ۽ مٽي تي ڪٽڪ جي تيلين جي ڪاري هوندي هئي. پڙو ۽ گج جي اڌ ٻانهن سان، ڪاون سان پيريل، اگهاڙي پٺيءَ واري چولي هوندي هين ۽ ڪليوپيٽرا ڪٽ وار هوندا هُين، جي سندن نرڙ تي ويندي وانگر لڙڪندا هئا. اڳيان نرڙ مٿان سينڌ ڪڍي ٻہ چوٽيون ڪنديون هيون ۽ ٻانهن ۾ ٻڪن جي مٿان ڪافور جا چوڙا ۽ وچ ۾ ڪيٽوڙو چوڙو پائينديون هيون، جن تي نيريون ٻُڙيون هونديون هيون. انهن جي مردن کي چٽين سان ڳنڍيل ڳوتريون هونديون هيون، هنن کي ڳچيءَ وٽ چيپ لڳل هوندي هئي. انهن کي ڳچيءَ ۾ ڳاڙهي سنگ مرمر جا داٽا پويل ۽ ڪج ڪوڏيون بہ پيونَ هونديون هيون. اهڙيون ڪج ڪوڏيون، سندن ڳوترين تي بہ لڳل هونديون هيون. هنن جي ڳوترين ۾ پيرَ مٽيا هوندا ها جي چوڪندا هوندا هئا ۽ جن کي سوراخ ۾ ڏاڳو پوتل هوندو هو ۽ اهو پير ۾ ٻڌبو هو تہ وائي سور لهي ويندو هو. ممڪن آهي تہ اهو اعتقاد جي علاج (Faith Cure) جو نمونو هجي. هنن کي سائي سنگ مرمر جو دل پاڪ بہ هوندو هو، جنهن کي مسجد جي قبن وانگر اُڪر ٽيل هوندي هئي، جو ٻئي هندو ۽ مسلمان ڳچيءَ ۾ پائيندا ها. هنن کي روهيءَ جي ٻُونبيءَ وانگر مٽيو بہ هوندو هو، جنهن ۾ ٻہ ٽنگڙا هوندا هئا، جو ڏند ڪرٽڻ کي روڪڻ لاءِ پائيندا ها. هنن وٽ اڇو جنڊ مٽيو بہ هوندو هو، جنهن تي اڌ چنڊ وانگر نشان هوندا ها، جيئن ٻار تي چانڊوڪيءَ جو اثر نہ ٿئي. هو مَليءَ لاءِ مرمر جو داٽو آڻيندا ها جو پائبو هو تہ سڄيل ڳل لهي ويندا ها. هو ٽامون ۽ ٽامي جون ننڍيون ميخون بہ ڪٽي ايندا ها ۽ ڀڳل ٽامي جي ڪٽورين ۽ تسرين کي هٽندا ها تہ اهي ڳنڍجي سُڪ تي ويندڙيون هيون.

ٻيا جوڳي شب برات جو ايندا ها ۽ ڇيٻن ۾ نانگ ۽ مرليون ۽ ڊارو ڪٽي ايندا ها. هو ڊارو اڇلي قسمت ٻڌائيندا ها ۽ شب برات جو جيڪو حلوو ٺهندو هو، اهو وٺي ويندا ها.

هاڻ گهر ۾ اسان جون ڏهتيون، ڀڪيٽڙن جيان چون چون ڪنديون اچي

نڪتيون آهن ۽ ڏاڏيءَ اڪير مان نانا نانا ۽ ناني امان ڇٽي اچي مليون آهن.
مان پنهنجي آتر ڪتا اتي روڪيان ٿو. ڪجهہ ڏينهن ڪان منهنجو پٽ سليم ۽ هن جا ٻار لاهور ويل آهن ۽ ڪجهہ ڏينهن ڪان گهر ٻسو ٻسو ٿو لڳي.
ٽئي ڇوڪريون ڪنول، ماه رخ ۽ بشريٰ، منهنجي ڌيءَ ياسمين جون ڌيئر آهن. ڪنول فرسٽ ايئر ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ٿي آهي. ماهہ رخ ڇهين ڪلاس جي فرسٽ ٽرم ۾ اسي سيڪڙو مارڪون ڪنيون آهن. بشريٰ، جنهن کي اسين بشن چوندا آهيون، جا هاڻي ڪان ٿي پاڻ کي ڊاڪٽر بشريٰ چوندي آهي، اها ڪي. جي -2 ۾ پڙهندي آهي. هو پيءُ سان گڏجي آيون هيون، جو حيدرآباد ۾ انجنيئر آهي، ۽ زال سوڌو عمري لاءِ وڃڻ ٿو چاهي ۽ ان لاءِ موڪل منظور ڪرائڻ لاءِ سنڌ سيڪريٽريٽ ويٺو هو. هن جي وڏي ڌيءَ پري سا انٽرميڊيئيٽ سائنس ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ آئي آهي ۽ سندس سيني ڪان وڏي ڌيءَ روماسا فرسٽ ييئر ايم. بي. بي. ايس ۾ آهي. ڪيس ٻئي سال ڪئو امتحان ڏيٺو آهي. ڪنول ڪان ننڍي سونيا ائين درجي ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ٿي آهي ۽ هاڻ نائين ڪلاس ۾ وئي آهي.

منهنجي ٻيءَ ڌيءَ ڊاڪٽر روحي، ڊاڪٽر الطاف ڪيڙي سان شادي ڪئي آهي ۽ اها بہ جلد اچڻي آهي. هن جي وڏي ڌيءَ رابيل بہ ڇهين ڪلاس ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ٿي آهي. هاڻي ستين ڪلاس ۾ وئي آهي. هن جو وڏو پٽ روهيل ڪلاس چوٿين ۾ آهي، ان ڪان ننڍو سرمد ڪلاس ون ۾ آهي ۽ هن جي ننڍي ڌيءَ ڪومل ڪي. جي. ون ۾ آهي. هوءَ ڏاڏي چيڙاڪ آهي ۽ مون هن تي ڇٽنگ نالو رکيو آهي.

منهنجو ننڍو پٽ سليم، جيڪو ڊاڪٽر آهي، مون سان گڏ رهندو آهي. هو ويانا مان ڊپلوما وٺي آيو آهي ۽ هن کي پنهنجي پنجابي زال لبنا مان بہ ڌيئر آهن. نين تارا ۽ پرهہ آهن. نين تارا ڇهين ۽ پرهہ پهرين ڪلاس ۾ آهي.

منهنجي ٽين ڌيءَ نگهت کي ٽي ٻار هئا. پر هن جي فرشتي صفت ڌيءَ شفق اوچتو گذاري وئي، ۽ هن کي ٻہ پٽ جهان زيب ۽ شاهہ زيب آهن. سندن پيءُ جو نالو اورنگزيب آهي، جو ڪراچيءَ ۾ باغات جو ڊائريڪٽر آهي. منهنجي ٻئي پٽ انيس کي ٻہ پٽ شهريار ۽ شاه رخ آهن، جي بہ انگريزي اسڪول ۾ پڙهندا آهن ۽ هڪ ڌيءَ نِينا نالي آهي جا بہ پڙهندي آهي.

قطع ڪلامي معاف، مون ڪي وقت سارو پنهنجي ٻارن جو تعارف ڪرائڻ لازمي ٿي لڳو. منهنجي طلاق ڏنل گهر واري اقبال مان مون کي ٽي ٻار آهن. مونس، جو آمريڪا ۾ پڙهندو آهي. تنهن جو ذڪر مان ڪجهه وقت پوءِ ٿو ڪيان. وينگس جا ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽر آهي ۽ سرمد جو نئشنل بئنڪ ۾ آفيسر آهي. پر اڳينءَ پهاڄ جو ذڪر زرينا کي نہ ٿو وڻي، جنهن سان شاديءَ جي اجازت بہ مون زرينا کان نہ ورتي هئي؛ ان ڪري هن حصي ۾ ان جو ذڪر نہ ٿو ڪريان.

هونءَ تہ شاعر جي صحيح معنيٰ ۾ تخليق شاعري آهي. جنهن جي محرڪ جذبي ۽ هن جي ماحول سان آشنائي ضروري آهي. مون کي هر ٻار لاءِ محبت ۽ شفقت آهي. پر پاڻ کان وڌيڪ پنهنجو ماحول وڌيڪ پيارو اٿم. سو موٽي ٿا هلون، ان مٽيءَ ڏانهن، جنهن مٽيءَ مون کي ۽ منهنجي وڏن کي جنم ڏنو هو. ايتري عرصي جي جدائيءَ جي باوجود جا منهنجي روح ۾ ايتري رچيل آهي، جو منهنجي سٽ سٽ ۾ موجود آهي. هر شهر ۽ ديس، ڪنهن نہ ڪنهن فاتح ٻڌو آهي. اصل حقيقت پاڙو اوڙو آهي جو ماڻهوءَ جي نفسيات ۾ آهي. ماڻهوءَ کي پاڙي اوڙي کي آغوش ۾ آٽي ۽ پوءِ شهر، ديس، ۽ ساري ڪائنات کي آغوش ۾ آڻڻ گهرجي. اسان جون تصوراتي طبيعتون اسان جي نفسيات جي خلاف آهن.

هر آرٽسٽ هر ٻئي ماڻهوءَ وانگر آخر ۾ مٽي آهي ۽ غالب وانگر ڪنهن کي يقين نہ آهي تہ اها صورت جا خاڪ ۾ ڇپي وئي لالہ و گل ۾ نمايان ٿيندي بہ يا نہ؟

هاڻي مون جڏهن پنهنجا نوٽ بوڪ کوليا آهن تہ ائين پيو لڳي تہ پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ لکڻ جي لاءِ مون ڏهہ ٻيرا ڪوشش ڪئي هئي. ۽ اهي لوٽيائيون ڇميون ياد ڪيون هيون جن کي اڪين مان وهندڙ ڳوڙهن منهنجن ڇپن کي ڪارو ڪري ڇڏيو هو. باقي نوٽ بوڪ جي حصي تي نظم لکيل آهن. انهن ۾ هينئون نثري نظم بہ آهي جو پتو نٿو پوي تہ منهنجو آهي يا ترجمو آهي:

ڪنهن پرڏيهي پکيءَ وانگر
مان پنهنجي ڳوٺ ۾ بہ
مسافر وانگر ننڊ ڪندو آهيان.

دراصل شاعر جي حيثيت ۾ منهنجي شاعري ئي منهنجي سوانح عمري آهي. پر شاعريءَ جي فدائيءَ جي شاعر جي زندگيءَ ۾ دلچسپي ٿئي ٿي ۽ هو ڄاڻڻ چاهي ٿو تہ هن جي شاعريءَ جي پس منظر ۾ ڇا آهي؟ جي شاعر پنهنجي باري ۾ ڪجهہ لکڻ نہ ٿو چاهي تہ ٻيا هن جي موت کان پوءِ لکڻ ٿا چاهين، ۽چٽي چٽي ڳنڍي رلهي ٿا ڇاهن. ماڻهو پنهنجي آپ - بيتي پاڻ لکي تہ اها هن جي زندگيءَ جي مؤثر تصوير ٺهندي. غالب جا خط، هن جا بهترين آئينہ دار آهن. بنسبت مولانا حاليءَ جي 'يادگار غالب' جي يا عبدالرحمان بجنوريءَ ۽ ٻين جي ڪتابن جي، جيڪي غالب جي باري ۾ لکيا ويا آهن. ٽئگور، ٽالسٽاءِ، گورڪي وغيره جون يادگيريون ان ڪري ئي دلچسپ آهن جو تہ هو پنهنجي دؤر جا عيني گواهہ هئا. اِها ٻي ڳالهہ آهي تہ ڪي شاعر ڪبير وانگر چوندا ها.

بيد موا، روڳي موا، موا سب سنسار
ايڪ ڪبيرا نا موا، جنهن ناهين روئڻهار.
ترجمو: (ويڄ مئو، روڳي مئو، مئو سب سنسار،
هڪ ڪبير نہ مئو، جنهن جو ڪونهي روئڻهار.)

اهي اهڙا شاعر ها جن کي پاڻ کان پوءِ ڪنهن بہ روئڻهار جي ضرورت ڪانہ هئي ۽ جن لاءِ پنهنجي ذات جي تڪميل ئي انهن جي منتها هئي.

مون کي ساري زندگي اهو احساس رهيو آهي، تہ جڏهن مان ٻين مصروفيتن جي ڪري پچان ٿو تہ شعر منهنجو انتظار ڪن ٿا. شاعري گهڙيءَ جي موڙ وٺان ليئو پائي ڏسي ٿي ۽ ان لاءِ منتظر آهي تہ هي ڪڏهن ٿو مڙي ۽ دنيا جا ڌنڌا هن لاءِ بي معنيٰ ٿي وڃن.

مان پنهنجي 1982ع جي ڊائريءَ جي وچ تان لکان ٿو تہ 31 آڪٽوبر تي لکيل هيٺينءَ تحرير تي نظر پوي ٿي. "انسان کي ڏاڍي دير سان معلوم ٿئي ٿو تہ زندگيءَ جي اهم ترين حقيقت موت آهي. هن جي زندگيءَ ۾ اهڙو وقت بہ اچڻو آهي، جڏهن امير غريبي، بورجوازي، پرولتاري، اوچائي نيچائيءَ جو فرق ڪائي معنيٰ نہ ٿو رکي ۽ جي ڪوئي فرق معنيٰ رکي ٿو تہ اهو اگهائي ۽ سگهائيءَ جو آهي. ڏس! هُو لينن فالج ۾ بستري تي پيو آهي ۽ ڳالهائي نہ ٿو سگهي ۽ پنهنجي زال ڪروپسڪايا (Krupskaya) کي اکين جي اشاري سان پنهنجي ڪنهن ضرورت ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿو. شايد هن کي ياد ٿو اچي تہ

زار جو موت هن کان گهڻو آسان هو. جنهن جي ڇاتيءَ تي گولي پوري دم جو نشان ڇڏي وئي هئي ۽ هن جي زندگيءَ کي هڪ اڌوريءَ سٽ وانگر بي معنيٰ ڪري نہ وئي هئي."

اوچتو منهنجي نظر هڪ ڪتاب تي پئي ٿي، جو ڪافي وقت کان بوڪ شيلف تي پيو آهي، جيڪو منهنجي پٽ مونس آمريڪا مان مون ڪي موڪليو هو. مون کي شاهہ لطيف يونيورسٽي خيرپور جي اڳئين وائيس چانسلر حميد سنڌيءَ ٻڌايو هو تہ هن مونس ڏانهن ڏنل ايڊريس تي خط موڪليو هو. خط موٽي آيو هو ڇو تہ هو اتان هليو ويو هو. مون هن جي ماءُ کي 1965ع ۾ طلاق ڏني هئي ۽ مونس زياده تر زندگي مون کان الڳ گذاري آهي. هو نهايت چڱو ادبي ذوق رکندو آهي. هن کي انگريزيءَ تي ايتري دسترس آهي جو هن منهنجي شاعريءَ جا ڪجهہ ترجما ڪيا ها، جي مشهور ٽرنسڪائيٽ طارق عليءَ جي پيءُ مظهر علي خان لاهور مان نڪرندڙ پنهنجي هفتيوار ويو پوائنٽ (View Point) ۾ پهرين صفحي تي ڇاپيا ها. هن جي ادب سان دلچسپي، دوريءَ جي باوجود مون ۾ هن لاءِ دلچسپي برقرار رکي آهي.

جنهن ڪتاب جو مون ذڪر ڪيو، ان جو نالو آهي Things I meant to say to you when we were old (اهي ڳالهيون جي مون توکي ٻڌائڻ ٿي چاهيون، جڏهن اسان پيرسن تي چڪا هياسين.) ان ڪتاب جي مصنف ميرٽ مئلاءِ (Merrt Malloy) آهي ۽ ان ڪتاب جي پهرين صفحي تي لکيل آهي:

Not only because we may not grow old together

But because we may not grow old at all.

(نہ فقط ان ڪري تہ متان اسان گڏجي پوڙها نہ ٿيون.

متان انڪري تہ اسان پوڙها ئي نہ ٿيون.)

زرينا ۽ مان جڏهن نديڻ ياد تا ڪريون تہ ائين تو لڳي تہ اسان پوڙها نہ ٿيا آهيون. غالب جو هڪ شعر آهي:

ہے رَو میں ہے رخش عمر کہاں دیکھئے تھمے

نے ہاتھ باگ پر ہے نہ پا ہے رکاب میں۔

ترجمو: (عمر جو گهوڙو ڊوڙي رهيو آهي، ڏسجي تہ ڪٿي ٿو تڪجي بيهي، نہ هٿ واڳ ۾ آهي ۽ نہ پير رڪاب ۾ آهي.)

في الحال تہ پنهنجو هٿ واڳ تي ۽ پير رڪاب ۾ پيل آهي. خدا جو

شڪر آهي جو مان ۽ زرينا گڏ پوڙها ٿيا آهيون يا پوڙها ٿي نہ ٿيا آهيون ۽ پنهنجيءَ نندڍيءَ وهيءَ ڪي ترو تازه گلاب وانگر سنگهي ٿا سگهون. هاڻي مان پنهنجي گڏيل آتم ڪهاڻي جاري رکان ٿو.

اسان جي گهرن ويجهو يا اسان جي گهرن جي ڪجهہ پنڌ تي، نيرولي، پاٽولي، کهنباتي، ٺاٺارا، ڪوري، پيچارا، ڊکڻ، ڪنير، حجام، لوهار، بهشتي، ڪمانگر، اُستا، پساري، وينجهر، سونارا، صراف، چوڙيگر، باغائي، ميجاري، ساڳائي، ڪتاڻ وارا، قيمائي، حلوائي، لنگها، دهلاري، دايا، جوڳي، سوچي، قلعي گر، ڪتي، ڏوبي، پوڳڙي، تيلي، رانڌا، واڍا، راڳي، شرنايا، مولودي، ويج ۽ طبيب رهندا هئا. دراصل مون کي پڻائيءَ وارو گهما گهميءَ ۽ تنوع وارو ماحول ميسر ٿيو. اسان جي گهر کان ٻہ سؤ قدم پري هڪ پوڳڙيءَ جو دڪان هو، جتي هو تئي ۾ وارِي وجهي پڳڙا پچندو هو. جهڙا اسان کي جڻوير الهاس ننگر ۾ ڪارايا ها ۽ چاڪاڻ جو اهي زرينا کي ڏاڍا وڻيا ها تہ ڪيس هڪ ڪلو پڳڙا تحفي طور ڏئي ويو هو، جي ڪيس پنجاهہ رپئي مليا ها. زرينا پڳڙا چاهہ سان کائيندي آهي، سو مان ڪلفٽن جي گهر هيٺان ريڙهيءَ واري کان سورهين رپئي سير پڳڙا وٺي ڏيندو آهيان. جن ۾ ٽي حصا تہ رڙا هوندا آهن جي اسان ڦٽي ڪندا آهيون. شڪارپور ۾ پڳڙن ۽ ترن، چانورن جون لايون بہ پوڳڙين وٽ ملنديون هيون، جي اسان وري تڏهن کاڌيون، جڏهن پوني ۾ زرينا ريٽا شاهاڻيءَ جي سس کان طبيعت پڇڻ هلي، جنهن جي تنگ حادثي ۾ ڀڃي پئي هئي ۽ اجان سڌي نہ ٿي هئي. ريٽا شاهاڻيءَ جي سس (نالو وسري ٿو وڃي.) ريٽا جي مڙس وشنو شاهاڻيءَ جي سڳي ماءُ هئي، پر هن جو الڳ گهر هو، جتي نوڪرياڻي هن جي ٽهل ٽڪور ڪندي هئي. هوءَ ويل چيئر ۾ ويٺي هئي ۽ زرينا سان بيحد پيار سان ملي هئي. هن زرينا کي چيو تہ: "جڏهن کان تنهنجي اچڻ جي خبر پئي آهي، تڏهن کان مان تنهنجو انتظار ڪندي رهي آهيان." ۽ پوءِ نوڪرياڻيءَ کي چيائين تہ: "مهمانن لاءِ ڪجهہ مٺائي کڻي اچ."

مٺائيءَ ۾ تل شڪڙي (پڳڙن جي لائي) دندان گيري حلوو ۽ پستن جي مٺائي هئي. تل شڪڙي سچي گيهہ جي هئي ۽ اسان کي شڪارپور ياد اچي وئي. زرينا ٿڌو ساهہ ڀري چيو: "ڪراچيءَ ۾ گريس جي نهيل مٺائي ٿي ملي. هڪ ديوان جو شڪارپور ۾ لکيدر تي دوڪان هو، جيڪو پوءِ

ڪراچيءَ ۾ مٺائي ٺاهي وڪڻندو هو، ان کي به ڪنهن شاهينگ گولي هڻي ماري وڌو هو."

مون هن کي چيو: تاريخ اسان جي مخصوص ڪلچر سان گڏ اسان جو ماضي به اسان کان ڪسي ورتو آهي." علامہ اقبال تہ چئي سگهندو هو:

"دوڙ پيچهے کي طرف اے گردش ايام تو."

(اي ايام جي گردش، پٺ تي ڊوڙ.)

اسان تہ جڏهن ساروڻين (Nostalgia) وقت اها ڳالهہ سوچي تہ گردن زدني سمجهيا وياسون. ريتا شاهاڻيءَ وٽ پوني ۾ رهائش جو ذڪر مون 'ڏيٺا ڏيٺا لاٽ اسان' جي مهاڳ ۾ ڪيو آهي.

هڪ ڳالهہ ان ۾ مون نہ لکي هئي تہ شهاڻي فئمليءَ جو دوست عطر سنگتياڻي وڏو مالدار شخص هو. هن پوني کان سٽ ميل پري، سرڪار لاءِ هڪ پاڻيءَ جو ڊئم ستر ڪروڙ رپين ۾ ٺهرايو هو. ان ڊئم جي پرسان هن هڪ ڪالوني ٺهرائي هئي. جنهن ۾ هن جا مزدور، ڪارندا ۽ انجنيئر رهندا هئا. اتي کلي هوا، نيرو آسمان، چوڌاري پهاڙيءَ تي سرسبز زمين ڏسي، منهنجو زندگيءَ جو ٽڪ لهي ويو هو. هن ڊائيننگ هال ۾ اسان لاءِ ڪافي سوادي لنچ ڪئي هئي. مان پانيان ٿو تہ پوني ڏانهن موٽندي هن مون کي شيواجيءَ جو قلعو ڏيکاريو هو، جو پهاڙيءَ تي ٺهيل هو. شيواجيءَ جو مجسمو بمبئيءَ جي شاهراهہ تي ڪتل آهي. ان وقت سج لهي رهيو هو ۽ ان جا ڪِرڻا ائين تي لڳا چڻ شيواجيءَ جا واگهہ - نک افضل خان جي پٺيءَ ۾ کپي ويا ها. جنهن مان خون ڏارون ڪري نڪري رهيو هو. مون خوشونت سنگهہ ۽ روميلا ٿپر جا ۽ ٻيا ڪيئي انڊيا جي تاريخ تي ڪتاب پڙهيا آهن. پر ڇا اسان وٽ ڪو اهڙو مؤرخ ٿيندو جو انهيءَ خونچڪان تاريخ جي ديانتداريءَ سان عڪاسي ڪري.

وشنو شهاڻيءَ کي پوني ۾ ڪتاب گهر آهي. هن مون کي (The Future Experiences of Nostredames) ناسٽريڊمس جا مستقبل جي باري ۾ محسوسات، جا ٻہ جلد ڏنا ها، جن ۾ 15هين صديءَ ۾، مستقبل جي باري ۾ هن جون ڪيل ساري دنيا جي باري ۾ پيشنگوئيون هيون. مون ڪراچيءَ مان هن جي زندگيءَ تي ويگابانڊ پرافٽ (Vegabond Prophet) نالي ناول بہ خريد ڪري پڙهيو هو. ناسٽريڊيمس جي آخري پيشن گوئي هئي تہ هيءَ

دنيا ويهين صديءَ جي آخر ۾ ختم ٿيندي. ڪيئن چئجي؟ پر حالتون تہ اهڙيون ٿيون نظر اچن. چون ٿا تہ هن جون ڀيون پيشن گوئيون تہ صحيح نڪتيون آهن. گذريل مختصر عرصي ۾ نيوڪلائي سائنس، جيتري ترقي ڪئي آهي، اوتري ترقي ڪنهن بہ وقت ڪنهن سائنس نہ ڪئي هئي.

ڪٿي شڪارپور ڪٿي پونو! ٻنهي ڪي ٿل - شڪڙيءَ جي ياد ملايو. جا هندو پوڳڙي ٺاهيندا هئا. اسان مٿي ذڪر ڪيل پوڳڙيءَ وٺان مڪئيءَ جي داڻن جا ڦلا، مرملا، آيون ۽ ستون بہ. هڪ ٻن آنڪين ۾ پاند پيري ونندا هئاسين. هو مڪئيءَ کي گرم تئي تي ڦولاريندا ها ۽ انهن جي ياد ڪيئي سال پوءِ منهنجي هڪ گيت ۾ ايري آئي هئي.

جت سج ڦلا تي نڪري ٿو
۽ آڳ الا تي نڪري ٿو
جت ڏينهن ڪڙهائيءَ جيئن ڪڙهن
سو ديس مسافر منهنجو ڙي -

شانتيءَ نالي هڪ ڇوڪري جا ڪنهن پوڳڙيءَ جي ڌيءَ هئي، نيو ايرا اسڪول ۾ مون سان گڏ ٻهرئين ڪان چوٿين انگريزيءَ ۾ پڙهندي هئي. سندس پيءُ ڪٽر ڪانگريسي هوندو هو. هڪ پيري رسيس دوران، جڏهن ٻيا ڇوڪرا ماني يا ٻيون شيون کائڻ لاءِ ڪلاس کان ٻاهر هليا ويا، تڏهن هوءَ مون سان بئنچ تي اڪيلي گڏجي ويٺي هئي. هن نهايت معصوميت سان مون کان پڇيو: ”مبو (منهنجو ڇر جو نالو مبارڪ آهي، ۽ پيار مان مون کي مُبو ڪوٺيندا ها) توکي ڄاڻ آهي تہ ڇوڪرو ڇوڪري شادي ڇو ڪندا آهن؟“ مون بہ نهايت معصوميت سان جواب ڏنو تہ: ”نہ، توکي خبر آهي؟“ هن چيو: ”هائو.“ ۽ پوءِ هوءَ منهنجي ويجهو وڌي آئي ۽ سس پس ڪري، ڪجهہ اسرار ۽ رمزون سمجهائيندي رهي، جيستائين اسڪول جو گهنڊ وڳو ۽ هوءَ سُري ويٺي ۽ ڇوڪرا ڪلاس روم ۾ هڪٻئي پٺيان داخل ٿيا.

شڪارپور ڪجهہ ٻين محنت مزدوري ڪندڙن جي باري ۾ مون زرينا کان ڳالهيون پڇيون، تڏهن چڻ علي بابا چيو: ’ڪل جا سر سر.‘ زرينا وڏيڪ ياد ڏياريو تہ اسان جي پرسان ڪنير رهندا هئا، جي آويءَ ۾ دلا،گهگيون، مٽ، ڪوُنرا، پاٽيون، دڪيون، چلمون، حقا، ڦل، مشعلان (جنهن کي عوام الناس مشالان چوندا آهن) ڏيئا، ڪونڊا، جمنيون، پانڙا،

دانگيون، چلهيون، کُپڙا، ڍڪڻ، ڍڪڻيون، کمرا، ينڍارا، پٽهلا وغيره پڇائيندا هئا. مون جيڪي ڏنو هو اهو حافظ ۽ خيام بہ نہ ڏٺو هو. جن صرف ڪوزي ۽ صراحيءَ جو شاعريءَ ۾ ذڪر ڪيو هو. هن ڪتاب ۾ مون ٿورا شعر فارسيءَ ۾ ڏنا آهن، جو تہ اڄڪلهہ نوجوان فارسي پڙهي نہ ٿا سگهن ۽ نہ پريس ڪمپازيٽر ان کي صحيح طور ڇاپي ٿا سگهن. مون جڏهن اها ڳالهہ پنهنجي دوست محمد ابراهيم جوئي سان ڪئي هئي، تڏهن هن چيو هو تہ: ”تنهنجي نثر ۾ قندِ فارسيءَ جي ملاوت حيرت انگيز آهي، ان کري ضرور ڪئي وڃي.“ هونءَ تہ مون ڪنڀارڪيءَ ڪار جي باري ۾ فقط ڀٽائيءَ جو هيٺيون بيت پئي ڏيڻ چاهيو:

”نهائينءَ کان نينهن، سک منهن جا سپرين،
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري.“

ڀٽائي بہ ڀٽائي آهي، پر حافظ ۽ خيام بہ حافظ ۽ خيام آهن. ڀٽائيءَ وانگر مون بہ ڪنير جو سارو ڪاروبار ڏٺو هو. مان تہ هنن جي دڪانن تي، متي ذڪر ڪيل شيون بہ تفصيل سان ڏسندو رهيو هوس. هاڻ حافظ جو هڪ شعر ۽ خيام جي هڪ رباعي ذاتقي مٿائڻ لاءِ لکان ٿو. جيتوڻيڪ اهي حسب حال آهن.

در اين زمانہ رفيقي کہ خالي از خلل است،
صراحي و مئہ ناب و سفينہءِ غزل است.
ترجمو: (هن زماني ۾ اهو رفيق جنهن ۾ خلل نہ آهي،
صراحي، مئي ناب (خالص شراب) ۽ غزل جو بيڙو آهي.)

صراحي ۽ مئي ناب تہ پاڻ ڇڏي ڏني آهي، ۽ غالب وانگر ’روز ابر ۽ شب ماهتاب‘ ۾ بہ نصيب نہ آهي. پر غزل جو سفينو (بيڙو) اڃان روان دوان آهي. اهو حافظ جو شعر موجوده دؤر ۾ وڌيڪ بامعنيٰ ٿو لڳي. صبح جو اخبار پڙهڻ کان دل ڪيٻائي ٿو. دهشتگردن جي هٿان، بي درديءَ سان خون، دهشت گردن جا خون ٻاهيون، بسون، موٽرون ڪنهن آتش نمرود ۾ جلندا نظر اچن ٿا. ٻار، ٻڍا، زالون، گولين جو ڪاچ ٿي رهيا آهن. چوڏاري موت مينهن وانگر وسي رهيو آهي. ڏوڻو، خون سان رستا ڏوڻو، جيئن ٿاڪ منجهند جو ڏرتي شفق رنگ ٿي وڃي! پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ ڪنهن چاتو هو تہ هيئن رت جون پچڪارون هنيون وينديون. انسان جي خون سان

هولي ڪيڏي ويندي ۽ مملڪت خدا پاڪستان ڪي خدا اتي پهچائيندو جتي اها آتش و آهن ۾ هن وقت نظر اچي رهي آهي ۽ تاريخ ۾ هڪ وڏي سواليہ نشانيءَ وانگر ايري اچي ٿي. هي هڪ ٻئي ڪي ناس ڇو ٿا ڪن؟ امام بارگاهون ۽ مسجدون بہ خون ريزيءَ کان آجيون نہ آهن! ڪهڙي گناهہ جي اسان ڪي سزا ملي رهي آهي؟ نہ رڳو اسان وٽ پر پوري دنيا ۾ انسان جو رت رائيگان وڃي رهيو آهي.

اين چہ شوري ست ڪہ دوِر قمر مي بينمر
همہ آفاق پراز فتنہ و شر مي بينمر –
حافظ

ترجمو: (هي ڪهڙو شور آهي جو مان چنڊ جي ڦيري ۾ ڏسي رهيو آهيان.
۽ پوري آفاق ۾ مون ڪي فتنو ۽ شر نظر اچي رهيو آهي.)

ڇا ناسٽرڊيمس جي پيشن گوئي سچي ٿي رهي آهي. ڇا قيامت ويجهي آهي، ۽ هيءَ ڌرتي تڏي وانگر ويڙهبي؟ دل چوي ٿي تہ شاهي باغ ويجهو هجي، ۽ ان جي ڇپر تي ليٽي لهندڙ سج ڪي ڏسان، هي قلم پري اڇلائي ڇڏيان، ڪجهہ نہ ڪيان، ڪجهہ بہ نہ سوچيان، جيستائين ڌرتي اوندهہ ۾ ٻڏي وڃي.

ڪنير جي ڳالهہ نڪتي تہ خيام جي هڪ رباعي ياد آئي:

اين ڪوزه چون من عاشق زاري بوده است
در بند سر زلف نگاري بوده است
اين دستہ ڪہ در گردن اسود بيني
دستي ست ڪہ در گردنِ ياري بوده است.
خيام

ترجمو: (هي ڪوزو جو مون وانگر عاشق زار رهيو آهي.
محبوب جي زلف ۾ گرفتار رهيو آهي
هن جي ڪاريءَ ڳچيءَ ۾ جيڪو هٿيو ڏسين ٿو
اهو ساڳيو هٿ آهي جو ڪنهن وقت يار جي ڳچيءَ ۾ پيل رهيو آهي.)

ظاهر آهي، عاشق هجي يا معشوق، فنا ٿينهي جو مقدر آهي ۽ هر خاڪي انسان خاڪ سان ملي ويٺو آهي. جنهن مان ڪوزه گر (ڪنير) ڪوزا ٺاهي ٿو.

مون ڪنيارڪي ڪار کي غور سان ڏٺو آهي. هو مٽيءَ کي اول ڪٽيندا ها ۽ ان مان گندگاھہ ڪڍي، ڳوهي پنوڙا ٺاهيندا ها. جن جو مقدار انهيءَ ٿانءَ جيترو هوندو هو، جيڪو هنن کي جوڙڻو هوندو هو. پوءِ چڪيءَ جي مٿين پڙ تي اهو چاٽو رکندا ها ۽ هيٺين پڙ کي پيرن سان ڦيرائي، پنوڙي کي هٿن سان گهربل شڪل ڏيندا ها ۽ ان کي ٿپٽي هٽي، اندر هٿ وجهي ٿپٽيءَ سان وڌائيندا ها ۽ وري وڃي اس تي رکندا ها ۽ جڏهن اهي سُڪي ويندا ها تہ انهن کي الڳ الڳ رنگ ڏيندا ها ۽ چٽسالي ڪندا ها ۽ پوءِ آوي يا نهائينءَ جي تياريءَ ۾ لڳي ويندا ها. ٻڪرين جي ڀاھہ ڪتان ڪٽي ڪري اچي آويءَ پرسان ڍير ڪندا ها. آويءَ اندر ڀاھہ پٽاري ڪچن ٿانون کي ترتيب ڏئي وري انهن مٿان ڀاھہ پٽاريندا ها ۽ ٻارڻ جو تھہ ڏئي، آويءَ مٿان مٽيءَ جو تھہ ورائي، ڀاھہ ڏيندا ها. آويءَ هيٺان ننڍڙي سرنگھہ هوندي هئي، جنهن ۾ ڀاھہ ٻاريندا ها. جي ٿوري ڀاھہ ۽ ٻارڻ وڌيڪ هوندو هو تہ ڊلو يا ٿانوَ ڪارانجي ويندا ها ۽ اهو ٿانءَ ڀيلو تي پوندو هو ۽ وچائڻ ۾ ڊانيو لڳندو هو ۽ جيڪڏهن ڀاھہ پوري نہ هوندي هئي تہ ٿانءَ ڪچا رهجي ويندا ها. ڪنير رات جاڳي آويءَ جي نظرداري ڪندا ها ۽ جاچي ڏسندا ها تہ ڪٿي ڀاھہ گهٽ لڳي آهي، ڪٿي وڌيڪ ۽ ان کي گهربل ڀاھہ اندر وڌل ڪاٺين سان گهٽ وڌ ڪري سگهندا ها.

اٿين ٿو لڳي زندگيءَ مان رومان نڪري ويو آهي. اڄڪلھہ مشين ماڻهوءَ جي جاءِ ورتي آهي. ڪارون بہ روبوٽ تيار ڪري رهيا آهن. صنعتي انقلاب انسانن لاءِ رحمت نہ پر زحمت ٿي آيو آهي. نہ گهرجن مون کي اهي پلاسٽڪ جا ٿانوَ! پري ڪريو اهي جنات جيڏيون مشينون ۽ مون کي اڳيون دؤر موٽائي ڏيو. مون کي پنهنجي معصوميت موٽائي ڏيو. نہ گهرجي مون کي اوهان جي ترقي پسندي! آمريڪي مفڪر ٿارو ۽ مهاتما گانڌي ڪيڏو نہ صحيح ها! گانڌيءَ جو چرخو زندگيءَ کي ڪيڏي نہ معنيٰ ڏيندو هو. ٽالسٽاءِ جي هارين سان قربت ۾ ڪيتري نہ انسانيت هوندي هئي؟ هي مشيني دؤر شاعريءَ جو قاتل آهي. آمريڪا جي وليم ڪارلوس وليم کان وٺي روس جي ووزني سينسڪيءَ تائين هر نظم ڄڻ هڪ مشين آهي. جنهن ۾ هر سٽ ڄڻ ڪنهن ڪَل پرزي وانگر لڳي رهي آهي.

مون کي منهنجي ساڳي شڪارپور موٽائي ڏيو جتي ٺاٺارا ڪٽ جا ٿانءَ،

ٿامي جا وٽا، ٽسريون، پاٽيون، ديڳڙا، ٿالهيون، چرمچيون، بدنا، لوٽا، چڙنريون، ديڳيون، ٿالهہ، تيون، ڪفگير، ڪيوٽيون ۽ دهلا ٺاهيندا ها. اهڙا ڪٽ جا ٿانءَ مون هندوستان جي ناسڪ جي برتن بازار ۾ ڏٺا ها. اهڙيءَ طرح مون ٻين ڏنڌي وارن کي غور سان ڏٺو هو. منهنجي دوست نعيم صديقيءَ جو گهر لوهرن جي پاڙي پرسان هو، جتي منهنجو روز وڃڻ ٿيندو هو. لوهرن جي پاڙي ۾ ڏنوٽيون ڏوڪبيون هيون. ڪٽ ڪڙهندي هئي. لوهہ سنداڻ تي رکي وڏاڻ سان ڪٽي رڪ ٺاهيو ويندو هو. پرسان ڪاٺ مڏي هوندي هئي، جتي ڪاٺ جا ٻنڊ ڪاراين سان چيري، تختا ٺاهيا ويندا ها ۽ ڪاٺ جي ٻوري ۾ اداس خوشبوءِ هوندي هئي ۽ ان کي ساري مون کي هڪ جين شاعر جو نظم ٿو ياد اچي، جو مون پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ جي پهرين حصي ۾ ڏنو آهي. اهڙيءَ طرح پاٽولي پٽ جو ڏاڳو ڪتيندا ها تہ مان انهن کان سندن ڌنڌي جي باري ۾ معلومات حاصل ڪندو هوس. مون هڪ نظم ۾ پاٽوليءَ جي هٿن سان سپنن کي تشبيهہ ڏني هئي.

"تنهنجا سپنا اهڙا، جهڙا پاٽوليءَ جا هٿ."

اسان جي پاڙي ۾ نانگائي ۽ جوڳي بہ ايندا ها. انهن کي گيڙوءَ رتا چولا، هيٺان ٻڌل چوٽا، ڪنن ۾ عاج جا والا هوندا ها، انهن کي عاج يا لوهہ جا چوڙا، ڳچيءَ ۾ عقيق يا ڪاراڻ مائل عقيق جي مالها، جٽيون، پيرن ۾ لوهي ڪڙيون ۽ چاڪڙيون هونديون هيون. مرلين ۽ پنڊين جو تفصيل مان طوالت جي ڪري نہ ٿو لکان. قربان وڃان سنڌي سيپتا تان!

مان جيڪڏهن سنڌ ۽ شڪارپور جي ساري سيپتا تي لکان تہ بہ سؤ صفحا تہ لکي وڃان ۽ ڪتاب کي قدر وڌو تي ويندو. پيار علي الانا جڏهن شهيد ڀٽو جي حڪومت جي دؤر ۾ سنڌ جو وزير تعليم هو، تڏهن مان هن جي گهر چاءِ تي ويو هوس. اتي هن مون کي شڪارپور جي ڪنهن سراءِ مان نڪتل ڪاٺ جو دروازو ڏيکاريو هو، جو هن ڏهين هزارين رپين ورتو هو ۽ ان جي مرمت ڪرائي هئائين. ان تي ڏهاڪو هندو سنتن، ڪبير، نانڪ وغيره جون نهايت خوبصورت تصويرون اڪريل هيون. مون اهڙي اُڪر جو ڪم بمبئي، دهلي ۽ راجستان جي ميوزم ۾ ڪٿي نہ ڏٺو. هاٿي سنڌ جي هنرن ۽ ڪاريگري کي ڇڏي مان اچان ٿو زرينا تي. جي هوءَ منهنجي زال نہ هجي ها، تہ مان اها شاعري نہ ڪري سگهان ها جا مون هن وقت تائين ڪئي آهي. هن

منهنجي ڪري ڪيئي ڏک ۽ ڏولاوا سٺا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن هن جي نڙي گهٽجي وئي آهي ۽ هوءَ روئي بہ نہ سگهي آهي. ان هر اڻ چلڪيل ڳوڙهي ۾ هڪ اٿاهہ سمنڊ سمايل آهي، جو ڌرتيءَ جيترا رومال بہ سڪائي نہ ٿا سگهن. جيڪو منهنجي هر سٽ جي تخليق لاءِ فرصت جو باعث آهي. هن بيماريءَ جي بستري تي ڪيتريون راتيون جاڳي منهنجي خدمت ڪئي آهي. پيريءَ ۾ مون کي ڇهہ ڀيرا هارٽ اٽئڪ ٿي آهي ۽ هن ڪارڊيو وئسڪيولر انسٽيٽيوٽ ڪراچيءَ ۾ ۽ مڊايسٽ اسپتال ۾ منهنجي ڀرپور خدمت ڪئي آهي، ۽ موت جون واڇون چيري، مون کي سندس وات مان ڪڍي ورتو اٿائين. انهن واقعن جو مان پوءِ ذڪر تڏهن ڪندس، جڏهن مان اهي پندرنهن سورنهن واقعا لکندس، جڏهن قدرت مون کي تِرتان موت کان بچايو هو. پر اول جوانيءَ جو ذڪر ڪيان.

منهنجي ماءُ کي جڏهن ڪئنسر ٿي پيو هو، تڏهن مان هن کي ميو اسپتال لاهور ۾ علاج لاءِ کڻائي ويو هوس ۽ اتي منهنجي هڪ پنجابي دوست مونس ۽ هن جي سؤٽين امان جي بيحد خدمت ڪئي هئي ۽ هوءَ صحتياب ٿي آئي هئي. ڊاڪٽر مون کي چيو هو تہ هن کي زندگيءَ جا پنج سال وڌيڪ مليا آهن. بشرطيڪ هن کي ٻي ڪا بيماري نہ ٿئي يا ڪيس اها ڳالهہ نہ ٻڌائي وڃي تہ ڪئنسر ڇا آهي؟ هوءَ سکر ۾ مون سان گڏ رهندي هئي ۽ ست سال جيئري رهي. هن کي ڪئنسر وري اٿلي پئي ۽ مقامي ڊاڪٽرن جو اهو مشورو هو تہ هوءَ هاڻ لاعلاج آهي ۽ هن کي سفر جي زحمت نہ ڏني وڃي. هوءَ منهنجي گهر ۾ گذاري وئي. خدا ڪيس پنهنجي جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي. هن کي شڪارپور ۾ ڏوليءَ ۾ کٽي، منهنجي پيءُ جي قبر ڀرسان آبائي قبرستان ۾ دفنايو ويو. مون هن جي ڳوري کاٽ مان ٺهيل ڏوليءَ کي ڪافي وقت لاءِ ڪنڌ ڏنو هو. ايتري قدر جو منهنجو ڦٽيءَ جو هڏو ذري گهٽ ٽٽي پيو هو. مان جڏهن قبرستان مان پاڙي ۾ موٽيو هوس، تڏهن مون کي سخت بخار هو ۽ يڪدم ڪار ۾ چڙهي علاج لاءِ سکر ويو هوس. ٽئين ڏينهن جڏهن بخار مليريا جي گورين سان نہ لٿو تہ منهنجي دوست ڊاڪٽر احسان رايو ڏنو تہ مون کي مُدي جو بخار آهي، ممڪن آهي تہ ٻارهين ڏينهن لهي وڃي. مون کي سخت پرهيز ڪرائي وئي ۽ مون کي روز رڳو چوزي جي يخني ڏني ويندي هئي. ان ڪري مان ڳري ڪندا تي ويو هوس، ۽ جڏهن ٻارهين ڏينهن کان

پوءِ مدي جي بخار (Typhoid) مان اٿيس تہ مان ڪٽ تي ٽنگون لڙڪائي بہ ويهي نہ سگهندو هوس. انهيءَ عرصي ۾ زرينا ڏينهن رات جاڳي منهنجي نرس وانگر خدمت ڪئي هئي ۽ هن کي ان ڳالھ جو خوف نہ ٿيو هو تہ خود هن جي طبيعت ناساز نہ ٿي وڃي. هوءَ هڪ بيحد صابر ماءُ جي ڌيءُ هئي ۽ هن کي ننڍي هوندي کان اها تربيت هئي تہ چپن تي اُف بہ نہ آڻي.

اها تہ ڳالھ مان ڳالھ نڪتي ۽ مان اڳتي نڪري آيس. اسان جي گهر جي پرسان دمينتي ديويءَ جو اسڪول هو. شايد ان جو نالو ميران اسڪول هو، ۽ هيڊ ماستر شايد سرڳواسي جهامنداس جهامر هوندو هو، جو پوءِ سنڌيءَ جو برک اديب ٿيو. اتي زرينا جون هندو ساهيڙيون وديا، ڀاڳي، ساوتري، رُڪي، سرلا، ڪوشليا وغيره پڙهنديون هيون. اسڪول ۾ اڪثريت هندو ڇوڪرين جي هئي. مان ان اسڪول جي ڀاهران بيهي ميران ٻائيءَ جا گيت ٻڌندو هوس ۽ هينيون گيت بار بار ٻڌي مون کي ياد ٿي ويو هو:

پگ پگ گهنگهرو باندي، ميران ناچي ري
ساس ڪهي ميران ڪُل ناسي
ميران ڪهي مئن پڳون داسي
ميرا درد نہ جاني ڪوءِ.

ترجمو: (وک وک تي گهنگهرو ٻڌي ميران نچي ٿي،
سَسُ چوي ٿي تہ ميران ڪُل کي ٻوڙيو آهي،
ميران چوي ٿي تہ مان پڳوان جي داسي آهيان،
منهنجو درد ڪوبہ نہ ٿو ڄاڻي.)

زرينا اتي ست درجا سنڌي پڙهي هئي ۽ فائينل جي امتحان ۾ پاس ٿي هئي. ورهاڱي کان پوءِ هڪ وڏو طوفان آيو. نہ صرف جهونا ٻڙ ڀاڙون پٽجي اونڌا ٿي ڪرياپر نرم نازڪ وليون بہ اکڙجي ويون. ماڻهو ائين طوفان ۾ اڏامي ويا جيئن سڪل پن اڏامي ويندا آهن. هوا جا گهوگهاٽ ٿي رهيا هئا ۽ پکي آکيرا ڇڏي اڏامي ويا ها. رڳو چمڙا غارن ۾ اونڌا لڙڪيا پيا هئا.

وچ ۾ قطع ڪلامي ٿي وئي. مان ميران جي گيت "ميرا درد نہ جاني ڪوءِ." جي ڳالھ ڪري رهيو هوس. جڏهن مان ڪاليج ۾ آيس تہ منهنجي هندي - اردو گيت ۾ دلچسپي وڌي وئي. مون کي ميراجيءَ جا گيت ڏاڍا وڻيا، هن جا وديا پتيءَ ۽ چندي داس جا ترجما ان وقت اردو رسالي 'ادبي

دنيا' ۾" ڇپيا ها جي پوءِ هن جي ڪتاب 'ديس ديس ڪي نظمين' ۾ ڇپيا. اردو ۾ گيت جو پيارو سرجڻهار تنوير نقوي منهنجي دوست رئيس ڪريم بخش نظاماڻيءَ جو گهرو دوست هو. تنوير جڏهن لاهور ۾ عشق ۾ شڪست کاڌي هئي، جنهن جو سجاد ظهير پنهنجي مشهور ڪتاب 'روشنائي' ۾ بہ اشارتاً ذڪر ڪيو آهي، تڏهن هن ماتليءَ ۾ رئيس ڪريم بخش نظاماڻيءَ وٽ اچي پناهہ ورتي هئي. رئيس ساري رات محفل ۾ شراب پيئندو هو، ۽ تنوير نقويءَ جا گيت ڳائيندو هو ۽ دف تي ايتري زور سان ٿاڦ هڻندو هو جو آسمان ۾ ستارا ڇرڪي ويندا ها ۽ پکي وڻن تي جاڳي پوندا ها.

رئيس نظاماڻي مرحوم، سائين جي. ايم. سيد جو دادلو هوندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن هن وٽ حاضري ڀريندو هو. مان هن کي هڪ صاحب ذوق انسان سمجهندو هوس جو هو واقعي هيو بہ. هن ڀهرين ايڪتا ۾ ميل (Male) آرٽسٽن ۾ پارٽ ورتو، جنهن جو ذڪر هن پنهنجي ڪتاب، "ڪيئي ڪتاب" جي جلد ڀهرين ۾ 'ايڪتا فلم، واڊيا اسٽوڊيو ۽ اسين' جي سري هيٺ ڪيو آهي. افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ هن جي ساڳئي ڪتاب ۾ صفحي 311 تي 'ڏيپلائي، جوئي، اياز ۽ ٻين اديبن سان سڱ' جي سري هيٺ لکيل باب آهي. ان ۾ هن منهنجي شڪايت ڪئي آهي تہ ڪشتيءَ ۾ ماتليءَ ڏانهن ويندي مون پنهنجن دوستن سان گفتگو تي ڪئي، جڏهن اسان ڦليليءَ مان وچي رهيا هئاسين تڏهن اسان هن جي چوڻ جي باوجود آسمان ۾ چنڊ ۽ پاڻيءَ ۾ ان جي پاڇي ڏانهن ڌيان نہ تي ڏنو ۽ ان کي هن بدذوقي ڪوٺيو آهي. مون پاڻ تي تنقيد تي (جا بي تحاشا ڪئي وئي آهي.) جيئرن کي ئي ڪڏهن جواب نہ ڏنو آهي تہ مئي کي ڇا ڏيان! پر مون کي رئيس لاءِ عزت هئي ۽ ان ڪري هن جي وفات کان پوءِ سندس مشوري سان نااتفاقي ڏيکارڻ تي مان معافي ٿو گهران.

دراصل مون وانگر دنيا ۾ ٻيو شاعر ليوپارڊي (Leo Pardy) ٿيو هو، جنهن چنڊ سان شديد محبت ڪئي هئي. پر چنڊ سان محبت ۽ ان جو علامت طور اظهار مون ليوپارڊيءَ کان بہ وڌيڪ پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيو آهي. اها ڳالهہ مون کي منهنجي اديب دوست گني سامتاڻيءَ بہ بمبئيءَ ۾ چئي هئي، جنهن جو ذڪر مون 'هيٺڙو ڏاڙهونءَ گل جيئن' جي مهاڳ ۾ ڪيو آهي. مان جڏهن سکر ۾ هوس، تڏهن ليفٽ بئنڪ تي ٻن فيڊر واهن جي وچ تي

ڪار بيهاري اڌ رات تائين ڪنهن جي آغوش ۾ ويٺو هوندو هوس ۽ چنڊ ڪي لهرين ۾ لڙهندو ڏسندو هوس. ڪڏهن رات جو سکر ۾ ستين جي استان وٽان چنڊ کي سنڌوءَ جي سِير ۾ ايترو وقت وهنجندو ڏسندو هوس، جيترو وقت روهڙيءَ جي شاعر 'بيڪس'، هندو استرين کي سنان ڪندي بہ نہ ڏٺو هو. ان ڪري ئي اهڙي خوشگوار ماحول ۾ مون نہ صرف ٻاهريون منظر پٽي ڏٺو، پر دوستن سان گفتگو بہ پٽي ڪئي، جن سان مان ڇئيءَ ڇهہ ماهيءَ ملندو هوس. ائين برابر آهي تہ رئيس نظاماڻي، گوتم ٻڌ وانگر پنهنجي انتر ڌيان ۾ ويٺو هو، ۽ جرمن ناول نويس هربرٽ هيس جي مشهور ناول 'سڌارٿ' ۾ ذڪر آيل ٻيڙيءَ ۾ پنهنجي نرواڻ لاءِ ويچي رهيو هو. دوست نظر انداز ڪري فقط چنڊ ڏانهن ٽڪ ٻڌي نهارڻ مون کي مضحڪہ خيز لڳندو آهي.

مون کي ميراجي ۽ تنوير نقويءَ جي گيتن کان سواءِ مقبول حسين احمدپوريءَ جا گيت بہ وڻندا ها، جي مان اردو رسالن ۾ پڙهندو هوس. مون کي نواب واجد علي شاهہ جي ناٽڪ 'اندر سڀا' ۾ شامل ڪيل امانت لکنويءَ جا گيت بہ ڏاڍا وڻيا ها. حفيظ جالنڌريءَ جو، 'ڪاهن مرلي والي نند ڪي لال بنسري بجائي جا.' بہ ڏاڍو وڻيو هو. مجيد امجد جو هڪ خاموش طبع شاعر هو، انهيءَ جا گيت بہ دلچسپ ها. قتيل شفائي، عبدالمجيد ڀٽي، تاج سعيد، ساحر لڌيانوي، احمد راهي، عادل پرديپ، جميل الدين عالي، قيوم نظر، طفيل هوشيارپوري، ناصر شهزاد ۽ نگار صهبائيءَ جا گيت بہ مون پڙهيا آهن. سنڌيءَ ۾ گيت صحيح معنيٰ ۾ مون ڀهريون ڀيرو لکيا. جيتوڻيڪ مون کان اڳ هوند راج دکايل ڪجهہ گيت لکي چڪو هو، ۽ ڪجهہ هري دلگير بہ گيت لکي چڪو هو. مون ڀهريون گيت "هاءِ پرين ياد آيا." ڪراچيءَ جي سنڌي سرڪل جي ڪنهن محفل ۾ پڙهيو هو. لعل چند امرڏنو مل، جو ميڙ جي صدارت ڪري رهيو هو، جهومي اٿيو ۽ توري وقت کان پوءِ اهو گيت سنڌي ادبي بورڊ جي رسالي 'مهراڻ' ۾ ڇپيو، ڇو تہ هو پاڻ تن ڏينهن ۾ مهراڻ جو ايڊيٽر هو. جنهن وقت عثمان علي انصاري بورڊ جو سيڪريٽري هو.

ڳالهہ ميران ٻائيءَ جي گيت تان نڪتي جو ميران اسڪول ۾ ڳائيندا ها، جنهن ۾ زرينا پڙهندي هئي ۽ جنهن ۾ اڃان تائين پروفيسر جهامنداس جو پٽ لڇيت راءِ رهندو آهي. زرينا جون ساهيڙيون ورهاڱي ک[illegible]ءِ ڪک پن

تي اڏامي ويون. انهن مان هن سان 'شاهہ سچل سامي' سيمينار تي فقط رُڪي ملي هئي، جا مشهور سنڌي اديب ٻلديو گاجرا جي ياڃائي هئي ۽ ٻلديو گاجرا منهنجي ۽ زرينا جي ماني جهلي هئي، تڏهن هوءَ بہ آئي هئي، ۽ زرينا سان ڳالهيون ڪندي نہ ٿي ڍاپي. ٻلديو گاجرا سنڌي ٻوليءَ لاءِ هندي لپيءَ جو حامي هو، جيتوڻيڪ منهنجا ڪيترا دوست عربي رسم الخط جا حامي هئا ۽ پنهنجو سنڌي تشخص قائم رکڻ تي چاهيائون، ۽ سنڌ جي سنڌي ادب سان ناتو نہ ٿي ڇنڻ چاهيائون.

ٻلديو گاجرا، ڪشن چند بيوس جو وڏو مداح هو. هن مون کان پڇيو: "ڪير وڏو شاعر هو، ڪشن چند بيوس يا ليکراج عزيز؟" مون جواب ڏنو: "بيوس. عزيز تہ بحر وزن تي تڪبندي ڪندو هو. هن ترقي پسند ادبين لاءِ رشوت طور ڪجهہ شعر لکيا هئا. ان ڪري هو ڪيس اهميت ڏيندا ها."

دراصل 'بيوس'، جنهن جو 'شيرين شعر' ڪتاب اسان جي نئين درجي انگريزيءَ تي درسي ڪتاب طور هوندو هو، نئين شاعريءَ جو باني هو:

"ڪر دنيا ۾ دل وڏيري، تون بہ رهہ مان پي رهان،
آڻ من ورتيءَ ۾ ڦيري، تون بہ رهہ مان پي رهان."
يا، "الا جهري مرَ شال غريبن جي جهوپڙي."

يا، "هاءِ اڄ هند مٿان، ڌنڌ تو ڪارو ڏسجي."

هن اسان جي شاعريءَ لاءِ نوان افق کولي ڇڏيا. ڪنهن بيوقوف نقاد هن جي سلوڪن، "چنتا چکيا کان ٻري، هوءِ ٻري هيءَ ٻاري،" تي تنقيد ڪندي لکيو آهي تہ، 'بيوس، ساميءَ جي نقالي ڪئي آهي ۽ انهن سلوڪن هن جي ساک کي ڇيهو رسايو آهي.' دراصل ساميءَ جي پوري شاعريءَ کان اها سِٽ ڀاري آهي، ان ۾ جهول نہ آهي ۽ روايتي ويدانتي شاعريءَ جو ورجاءُ بہ نہ آهي. انهيءَ سٽ مون کي اتساهيو هو تہ پنهنجا سلوڪ ساميءَ جي نالي لکان، جي 'ڪپر ٿو ڪُن ڪري' ۾ ڇپيا ها. ٻيا سلوڪ مون ٻوڏي پستڪ 'ڏمپد' کان متاثر ٿي ڇپيا ها. سنڌ جي سيپتا تي سوچي سنڌ جي سورهيہ ٻداماڻي پنري، جنهن مغلن سان جنگ ڪئي هئي، ان تي ٽي بيت پنهنجا ٿا ياد اچن.

اڄ گهر جين يار، ٻداماڻي پُنرا،
ڪاڇي ٻنهي پار، ويرين واٽون لاٿيون.

اڄ گهرجين تون، ٻڍاماٺي پنرا،
مٿان اڇي مون، ويرين لاٽون لائيون.

-

اڄ گهرجين هت، ٻڍاماٺي پنرا،
ڪاڇي پڳي پت، ويرين واٽون لائيون.
(ڇا ڪوئي صوفي يا ويدانتي بہ ٻڍاماٺي پنرو ٿي سگهندو آهي؟ يا مان واٽ ڀلي ويو آهيان؟)

اياز، هاڻي ڍيرو ويڙهہ! پتنگ ڏاڍو ڏور وڃي نڪتو آهي. ساروٽيون سميت ۽ پنهنجي پاڙي ۾ شڪارپور موٽي آءٌ! زرينا مون کي ڪيتري بہ پياري آهي، پر پوءِ بہ مون کي روسي افسانہ نويس چيخوف جا لفظ ڪن ۾ گونجڻ پيا.

”هن لاءِ عورت ڪهڙي اهميت رکندي هئي. پرواهہ ناهي تہ هن کي ان جي ڪهڙي بہ ضرورت هجي، ڇو تہ هن جي ساري زندگي قلم ۽ ڪاغذ هئي.“

زرينا! مون توتي ايتري توجهہ نہ ڏني، جنهن جي تون مستحق هئينءَ. گهر ۾ رهي بہ مون تي سارو وقت شاعريءَ جي ڪيفيت ڇانئي رهي. ان تي مون کي فرانسيسي شاعر پال ورلين (Paul Verleine) جي هڪ نظم ياد آئي:

”ڳاڙهہ سُري اگڻ ۾، ڏياٽيءَ جي جهڪي لاٽ، ڏيان جو سپني جهڙو هوندو آهي، نهار جا ٻيءَ اکنديءَ نهار ۾ لين تي ويندي آهي. چاءِ جي ٻاڦ ۾ لوڏيل ڪتابن جي ويلا. سانجهيءَ جي مٺيءَ ماٺ جو انت، من ڀانوٽو تڪ، ۽ جوڳي آرام جي خواهش ۽ رات جي عبادت جهڙي آرزو. ووءِ! منهنجو سپنو انهن جي ڪيٽن نہ ڪڏ لڳو اڇي. ايتري دير ۽ انڌير هوندي بہ ڪيٽن نہ ڏينهن ٻي ڇٽنيءَ سان گذريو، ۽ مهين تي پاڳلن جيان پوسربو ٿو رهي.“ اهو مٿيون منظر مون ’ڀڳت سنگهہ کي ڦاسي‘ ۾ سڪديو جي واتان چوايو هو.

هي چوٿين درجي سنڌيءَ ۾ منهنجو ماستر شير علي خان آهي. اهو مون کان سوال ٿو پڇي: ”فاتح ڪير هو پورس يا سڪندر؟“

مون جواب ڏنو، ”پورس.“ هَن ڪلي جواب ڏنو، ”نہ سڪندر.“ جڏهن مان ٽئين درجي انگريزيءَ ۾ آيس تہ مون مهاتما گانڌيءَ جي باري ۾ مطالعو ڪيو. مون کي ان وقت شير علي خان سُجهي آيو، ۽ مون ڀانيو تہ مان صحيح هوس. رڳو امن جا پيامبر فاتح هوندا آهن. اهي دليون فتح ڪندا آهن. فاتح ۽ جنگجو فقط سر لٽيندا آهن. هاڻي تہ مان ان خيال جو آهيان تہ تاريخ ۾

چنگيز، هلاڪو، تيمور لنگ، لارڊ ڪلائيو، نيپولين، هٽلر، مِسوليني، فرانڪو، اسٽالن وغيره جا نالا حرفِ غلط وانگر ڪاٽيا وڃن. اهي فقط رهزن ۽ قاتل ها ۽ تاريخ نويسن جي هڪ سٽ جا بہ مستحق نہ هئا. مون کي لڳي ٿو تہ ڀي مهاڀارت جي لڙائي اڃي رهي آهي،جنهن ۾ ارجن ۽ ڪرِشن، ڀني هڪ ڀئي کي ماريندا ۽ ڏرتي دروپديءَ وانگر اوچنگارون ڏئي روئندي، تاريخ ۾ سومنات جي ٻتن جون انڌيون اکيون پنهنجا تارا ڳولي رهيون آهن، جي هيرن مان ٺاهيا ويا ها.

نيو ايرا انگلش اسڪول، ڪورڪي پاڙي ۾ منهنجي گهر کان ٻہ سؤ قدم پري هو. ۽ منهنجي دوست هوند راج داس جي گهر کان ويهارو قدم پري هو. اسان جو پهرين درجي انگريزيءَ ۾ استاد، ان دؤر جو مشهور شاعر ڪيئل داس فاني هو. جنهن جا نظم ماهوار 'سنڌو' رسالي ۾ ڇپيا ها. جيڪو بولچند راڄپال ميان جي ڳوٺ مان ڪيندو هو، جتي فاني پاڻ بہ رهندو هو. شڪارپور ۾ ٻہ شاعر نام ڪٺيا هوندا هئا. ڪيئل داس فاني ۽ لطف الله جوڳي، جنهن جي فارسي آميز شاعري علامہ اقبال کان متاثر هوندي هئي ۽ "فاني" 'بيوس' جو ذهني طور تي شاگرد هو. 'جوڳي' جنهن جو گهر هاٿي در کان ڪجهہ پنڌ تي مسرور فقير جي گهر جي ويجهو هو، ان جي باري ۾ مان 'جڳ مڙيوئي سپنو' ۾ اڳيئي ذڪر ڪري چڪو آهيان. فاني نيو ايرا اسڪول ۾ ماستر هو ۽ ڪيس ويهارو رپيا پگهار ملندي هئي، جنهن مان هو پنهنجي ۽ گهر جي پورت ڪندو هو. فاني هڪ خدا مست انسان هو، جيڪو مال و دولت جي هوس کان پري هو. فانيءَ تي سوچي مون کي سرمد جي هڪ فارسي رباعي ياد آئي.

آل ڪس ڪہ ڪباب مِي خورد، در گذرد
آل ڪس ڪہ شراب مِي خورد، در گذرد
سرمد ڪہ بہ ڪاسہء گدائي نان را،
تر ڪرده بہ آب، مِي خورد در گزرد.

ترجمو: (جيڪو ڪباب کائي ٿو، اهو بہ گذاري وڃي ٿو،
جيڪو شراب پيئي ٿو، اهو بہ گذاري وڃي ٿو،
سرمد جنهن پنهنجي فقيراڻي ڪِشتي ۾ نان
پاڻيءَ سان آلو ڪري کاڌو، اهو بہ گذاري ويو -)

فانيءَ کي مون آخري ڀيرو، ”شاهہ سچل ۽ سامي“ سيمينار تي ڏٺو. هُو مون لاءِ ڀوپال مان بمبئيءَ کھي آيو هو، ۽ ٻياسي سالن جو ٿي چڪو هو، پر ابراهيم جويي وانگر ڪڙو تڙو هو، جويو بہ لڳ ڀڳ ساڳيءَ عمر جو آهي. مون منتظمين کي چيو تہ کيئل داس فانيءَ کان صدارت ڪرائين، ۽ مون کي مهمان خاص ڪن، نہ تہ هو ان جي ابتڙ ڪن ها.

فاني ڏاڍي سادي طبيعت وارو ماڻهو هو. هن اسٽيج تي مون کي ڪن ۾ چيو: ”پٽ مون ٻڌو آهي تہ تو ويريہ وڃائين ٿو. ويريہ ۾ تہ ماڻهوءَ جي سکھہ ۽ تندرستيءَ جو راز آهي.“ مون مرڪي دل ۾ چيو: ”سائين، ڪوهہ گڙندو رهي ۽ نيسر وهندي رهي تہ بهتر آهي.“ پر هن کي چيم: ”هائو سائين، اوهين صحيح آهيو.“

فانيءَ کي مون پهرين درجي انگريزيءَ ۾ پنهنجو هڪ غزل ڊيڪاريو هو، جيڪو مون هڪ اردو غزل جي تتبع تي لکيو هو ۽ جو سوامي رام تيرٿ جي اردو ڊائريءَ ۾ شامل هيو، جا مون جماٽي هال لائبريريءَ مان ورتي هئي. اهو غزل هاڻي شڪارپور تي پنهنجي ڪتاب ۾ خليل مورياڻيءَ ڇاپيو آهي. فانيءَ جي تربيت هيٺ منهنجي ڏات وچ واءُ ۽ طوفان وانگر ترقي ڪري رهي هئي ۽ هفتي ۾ مان ٻہ ٽي ڀيرا هن وٽ شعر جي درستيءَ لاءِ ويندو هوس. جيڪڏهن فاني منهنجي تربيت ۽ همت افزائي نہ ڪري ها تہ اڄ مان شاعر نہ هجان ها.

هو هڪ سال اڳ گذاري ويو، پر ان کان اڳ ۾ انور فگار هڪڙي فانيءَ جي ڪلام کي ترتيب ڏني هئي ۽ اهو ڇپائيءَ لاءِ سنڌي ادبي بورڊ کي ڏنو هو ۽ مون انور فگار هڪڙي جي چوڻ تي، ان ڪتاب تي پيش لفظ خوشيءَ سان لکيو هو. نهايت خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ شڪارپور ۾ انور فگار هڪڙي، خليل مورياڻي ۽ ٻيا نوجوان پيدا ٿيا آهن ۽ لعل محمد لعل جهڙا بزرگ انهن کي همٿائي رهيا آهن ۽ هنن شڪارپور جي ماضي ۽ حال تي سيمينار ڪرائي ٻہ ديده زيب ڪتاب ڇپايا آهن. نند جويريءَ جو شڪارپور تي لکيل نظم مون کي ايترو وڻيو هو، جو مون هن کي ڪتاب تي بمبئيءَ ۾ مهاڳ لکي ڏنو هو. سندس اهو ڪتاب ڇپيو آهي.

فانيءَ جي شاعريءَ جو تجزيو ائين هو، جيئن مون پوءِ پڪاسو جا لفظ آرٽ جي باري ۾ پڙهيا ها. ”آرٽ سچ نہ آهي، آرٽ اها ڳالهہ آهي جا سچ

محسوس ڪرائي ٿي." هن شاهہ سچل سامي ڪان بيوس تائين گھرو مطالعو ڪيو هو. ڪي تعصب پرست انهيءَ ماضيءَ جي تجزئي ڪي شڪ سان ڏسندا ها، پر ’حقيقت، حقيقت آهي. جنهن ڪي انجير جو پن بہ لڪائي نہ سگھندو آهي.‘ فاني سنڪ پل جي پرسان هڪ ڪلب ۾ رهندو هو، جا ڪجهہ ماسترن گڏجي ٺاهي هئي، جنهن ۾ سائين هاسانند بہ رهندو هو، جيڪو ورهاڱي ڪان پوءِ الهاس ننگر ۾ گذاري ويو. انهيءَ مون ۾ انگريزي ادب لاءِ محبت پيدا ڪئي. هن نہ رڳو مون کي ڪجهہ سستا ڪتاب ڪلڪتي مان گھرائي ڏنا، پر هو اتان انڊين رويو بہ گھرائيندو هو ۽ رسالي ۾ جيڪي مضمون منهنجي سمجهہ ۾ نہ ايندا ها، اهي سمجھائيندو هو. مون ان وقت هر ساهہ سنڌ جي ڪلچر ۽ ادب جي فضا ۾ ڪنيو. گھر پرسان نوجوان برادر منڊل لئبريريءَ ۾ رتن، سندر ساهتيہ رسالن ۾ گجراتي، مرائي، بنگالي ادب جا قومپرست ناول ۽ هند جي تاريخ تي ڪتاب وٺي پڙهيا. مان لائبريريءَ مان روز بہ ڪتاب وٺي ايندو هوس ۽ ٽئين چئين وڳي رات تائين پڙهي پورا ڪندو هوس ۽ ٻئي ڏينهن تي موٽائي ٻيا ڪتاب وٺي ايندو هوس. مشاهدو ۽ مطالعو اهڙيءَ حد تي پهتو جو پاڻ ڪان وڏن کي انهن جي قد ڪاٺ ڪان ننڍو سمجهڻ لڳس. جماٽي هال لائبريريءَ ۾ ماستر حبيب الله ڀٽو، مشتاق ابڙو (جو پوءِ ’جدوجهد‘ نالي ڪائي اخبار ڪراچيءَ مان ڪڍندو هو.) ۽ ماستر عبدالله، واقف ٿيا جو جماٽي هال جي سامهون ميونسپالٽيءَ جي پاٽيءَ جي مشين سنڀاليندو هو. هن وٽ هڪ ڪٽ ۽ ٻہ ڪرسيون هونديون هيون، جنهن تي ويهي ادب تي ڳالهائيندا هئاسين. ان دؤر ۾ منهنجو هڪ شعر مفاعيلن مفاعيلن وزن تي سنڌو رسالي ۾ ڇپيو هو، جو مون ٻين وزنن سان گڏ حاجي محمود خادم جي ڪتاب ’رهنمائي شاعري‘ مان سکيو هو. فارسي وزن تي عبور منهنجي طبع روان لاءِ مشڪل نہ هو. مشتاق ابڙو نوڪري لاڙڪاڻي ۾ ڪندو هو ۽ جمعيت الشعراءِ جي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو ۽ جڏهن هو شڪارپور موٽندو هو تہ اسان ادبي ڪچهريون ڪندا هئاسين. هڪ هندو شاعر جنهن جو ’غمگين‘ تخلص هوندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن هوند راج داس بہ اسان سان شريڪ ٿيندو هو. پر هوند راج آريہ سماجي هو ۽ مشتاق مسلم ليگي، تنهن ڪري هنن جي طبيعت نہ ملندي هئي. لاڙڪاڻي مان محمود خادم انهن شعرن جو انتخاب بہ ڇاپيندو هو، جي مشاعرن ۾ پڙهيا ويندا ها. هن

جي ماهوار رسالي جو نالو شايد 'اديب سنڌ' هوندو هو. مشتاق اسان کي پڪ سان چوندو هو تہ: "لاڙڪاڻي جا شاعر بحر وزن نہ ڄاڻندا آهن." هڪ ڀيري مون کي الحقيقت اخبار هٿ ۾ هئي، جنهن ۾ واصف جو غزل 'خدا جا بندا، خدا خدا ڪر، خدا جا بندا، خدا خدا ڪر.' ڇپيو هو. مون مشتاق کي آزمائڻ لاءِ چيو تہ: "ڇا هيءَ سٽ وزن تي پوري آهي؟" هن وراڻيو، "بلڪل نہ." مون چيو تہ: "سائين مون رهنمائي شاعري پڙهيو آهي ۽ ان سٽ جي تقطيع ڪري سگهان ٿو. اها بہ ڀيرا 'مفاعلاتن' جي وزن تي آهي. هو خار ۾ اٿيو، شربت جو بل ڀريائين ۽ چيائين تہ: "هاڻي هلون ٿا." اسان شربت جا ٽي گلاس گهرايا ها ۽ ٽن ڏينهن ۾ شربت جو گلاس ٽڪي ۾ ملندو هو. مشتاق ابڙو انهن ڏينهن ۾ بہ ايتري ڊگهي قميص پائيندو هو، جيتري هاڻ اسان وٽ پائي ويندي آهي. هندو جيڪي لنبي قميص پيننڻ مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيندا ها ۽ پٺنڻ تي ڇمپل پائيندا ها. اهي ڪيس حيرانيءَ سان ڏسندا ها. مشتاق ابڙو پنهنجي شلوار قميص ۾ هڪ رعبدار شخصيت لڳندو هو ۽ پنهنجي لا اُبالي طبيعت جي مظاهري لاءِ ٽيبل تي هاريل پاڻي پنهنجي قميص جي پلاند سان اگهي ڇڏيندو هو. ماستر عبدالله مسدس حالي پڙهيو هو ۽ چوندو هو تہ تجارت عين اسلام آهي ۽ هو ڏاڍي پڪائيءَ سان، ڪجهہ پئسا بچائي ڪٿي سيڙائيندو هو. ماستر حبيب الله جو منهنجي ماڻٽ ثناءٔ الله شيخ جو دوست هوندو هو، فاعلاتن فاعلات ڪان وڌي نہ سکهيو. دراصل هو رائيٽرس گلڊ جي بنگالي ميمبر ڪوي غلام مصطفيٰ کان بهتر هو، جو جڏهن سکر آيو هو تہ اسان کي ٻڌايو هئائين تہ هن چار ڀيرا فعولن واري وزن تي شعر لکيو آهي. جيئن: 'ڪريما ببخشاء بر حال ما.' لکيل آهي. دراصل اوير پاڪستان (هاڻ بنگلاديش) جا سڀ مسلمان ڪوي اڌ مغزي هوندا هئا. مان تہ شاعر انقلاب نذرالسلام کي بہ انهن کان بهتر نہ ٿو سمجهان، جو تہ هن ساڳئي نظم ۾ مهاديو ۽ حضرت عليءَ جو گڏي ذڪر ڪيو آهي، جيڪو بلڪل بي معنيٰ ٿو لڳي. هو غالباً هيڊ ڪنسٽيبل هو ۽ ٽئگور جي پيٽ ۾ اڌ اکري شاعر هو ۽ هندو هن کي ان ڪري ٽيڪر ڏيندا ها جو هو قوم پرستيءَ جي شاعري ڪندو هو. اردوءَ جي شاعر انقلاب جوش مليح آبادي هڪ پنهنجي ڪتاب 'شعلہ و شبنم' ۾ هڪ پنگياٽيءَ تي نظم لکيو هو ۽ آخر ۾ چيو هو تہ: 'جنهن جي هٿ ۾ ٻهارو آهي.'

اس ڪلائي مين تہ ڪنگن جگمگانا چاهئے
(هن ڪرائيءَ ۾ تہ ڪنگڻ کي چمڪڻ گهرجي.)

ڇا نہ انقلاب جو تصور هو ۽ انسان جي محنت جي قدر و قيمت هئي!
دراصل فيض جهڙي انقلابي شاعر کي بہ پنهنجي عوامر پسنديءَ جو صحيح شعور نہ هو ۽ هن 'نقش فريادي' ۾ هندوستان جي عوامر لاءِ 'آوارا، بيڪار ڪتا' لفظن ۾ عوامر جي ڪيتري نہ تذليل ڪئي آهي! غالب جهڙا شاعر هر لفظ ڳڻي ڳوتي ڪمر آڻيندا ها ۽ پنهنجي اظهار جي مقصد ۾ نهايت ڪامياب هئا. افسوس جي ڳالهہ آهي تہ سنڌي ڪمپيوٽر اردو صورت خطيءَ ۾ شعر ڇپي نہ ٿا سگهن، ان ڪري اهي سنڌي صورت خطيءَ ۾ ڏيئا تا پون. ڇڱو هاڻ موٽي چوٿين ڪلاس ۾ تو هلان. اتي يوسف ڪتيءَ نالي بہ هڪ ڇوڪرو مون سان گڏ پڙهندو هو. تڏهن مان روز روز ڪتين جي پاڙي ۾ ويندو هوس، اسان اسڪول جي باري ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪندا هئاسين. اسان جي گهران هڪ ڪتياڻي ڌوئڻ لاءِ ڪپڙا کڻي ويندي هئي، سندس نالو جندان هو. هوءَ ڪنپ تي چاڙهيل ململ، شلوار يا پاپلين جي سؤ ڪپڙن جي لاءِ هڪ رپيو وٺندي هئي. ۽ سوسيون، مونڙا، کيس، ڪتا، لونگيون، اڳٺ وغيره هوءَ صابڻ سان ڌوئي استري ڪري ڏيندي هئي. انهن ڪپڙن جي سؤ لاءِ بہ رپيا وٺندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن مان هن وٽان اسڪول لاءِ ڪجهہ ڪپڙا کڻڻ ويندو هوس تہ هن جي ڌيءُ لالان سوسي وغيره ڌوئيندي نظر ايندي هئي. هڪ ڀيري لالان اڪيلي گهر ۾ ويٺي هئي. هن منهنجا ڪجهہ استري ٿيل ڪپڙا تهہ ڪري مون کي ڏنا تہ وٺڻ وقت هن جي هٿن هيٺان مون پنهنجا هٿ نہ ڪڍيا ۽ انهن کي هلڪو زور ڏنو تہ هن مون ڏانهن آڪير مان ڏسي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. ٻئي ڀيري مان يوسف وٽان تي لالان جي گهر ويس. ان ڏينهن بہ هوءَ اڪيلي هئي، ڇو تہ هن جي ماءُ ڌوتل ڪپڙا گهرن ۾ پهچائڻ وئي هئي. هن وري ڪجهہ استري ٿيل ڪپڙا مون کي ڏنا. ڪپڙا وٺندي مون پنهنجي هٿن سان هن جي هٿن کي زور ڏنو. هن هرڻيءَ جهڙين ڇيروين ۽ ڪنپ تي ڌوتل، ململ جهڙن اکين سان مون ڏانهن ڏٺو ۽ وري اکيون جهڪائي ڇڏيائين. پوءِ هن آهستي آواز ۾ چيو: "تون پنهنجي ماءُ کي ڇو نہ ٿو چوين تہ منهنجي ماءُ کان سڱ گهري." مان وري جڏهن يوسف ڏانهن ويندو هوس، تہ هوءَ در جي چائنٺ تي ويٺل نظر ايندي هئي ۽ هن جون اکيون چونديون هيون: "تون

پنهنجي ماءُ کي چو نہ ٿو چوين تہ منهنجي ماءُ کان سگ گهري." ڪيئي انسان پٽر تي ليڪ وانگر دل تي اُڪرجي ويندا آهن. ڪيئي ڀيرا منهنجي ڪنن ۾ هن جو آواز ٻُريو آهي. "تون پنهنجي ماءُ کي چو نہ ٿو چئين."

ڪهڙا ڪهڙا انسان ۽ واقعا منهنجي زندگيءَ ۾ آيا! هيءَ تڏهن جي ڳالهہ آهي جڏهن مان فرسٽ ييئر ۾ پڙهندو هوس. محرم نالي هڪ غريب شاگرد مون سان گڏ پنج درجا سنڌي پڙهي تعليم ڇڏي ڏني ۽ زمين ٽڪرو وڪٽي، هن هڪ خوبصورت گهوڙي گاڏي ورتي. شڪارپور ۾ اِها سيني گاڏين کان وڌيڪ ٺاهوڪي ۽ مهانگي گاڏي هوندي هئي. هو ڳهوڙا بدلائيندو وتندو هو. ڪڏهن اَن ۾ ڪُميت، ڪڏهن سُرخو، ڪڏهن مشڪي ڪڏهن سنجاف گهوڙو هوندو هوس. انهن جا لغام، هنا، ڏاڍا سهٽي پرت سان پريل هوندا ها، جن ۾ شيشي جون ٽڪيون بہ هونديون هيون ۽ جن جي ڪنڌ ڏوڻ ۽ هٽڪار ٻڌي سارو لڪيدر بيهجي ويندو هو. محرم هزاري در تي رهندو هو ۽ هاٿيدر تي هڪ لالواڻي ڇوڪري رهندي هئي. هَن کي هڪ پيري ڪاڻي سستي بگي نہ ملي ۽ محرم واريءَ بگيءَ تي چڙهي ويئي. هئي ڪٽڪ رنگا هنا، جن جو رنگ ڪنهن جي سفيد رنگ کي مات ڏئي وجي ها. جيستائين بگي اسڪول پهچي، محرم ڪيسي مان باجو ڪڍي وڃايو. ان جون وڇتون ٻڌي هوءَ کهائجي وئي ۽ چيائينس تہ: "موتندي هو ڪيس ڏيڊ وڃي گهر ڪٽي هلي." جڏهن محرم ڪيس گهر موٽائي آيو تہ ڇوڪريءَ رپيو ڪڍي پاڙو ڏنس. محرم وٺڻ کان انڪار ڪيو. شام جو هو پستن جي مناڻي ۽ موتيءَ جون ڪلفيون ڪٽي هن جي گهر آيو ۽ ڪڙو ڪڙڪايائين تہ هوءَ ٻاهر نڪتي. جڏهن محرم مٿيون شيون هن کي ڏنيون تڏهن هَن مرڪي پڇيو، "هي ڇالاءِ؟"

هن جي مُرڪ ۽ هن جو سوال ڄڻ محبت جي موٽ هئي. محرم ڪيس چيو تہ، "اڄ سرخو گهوڙو ورتو اٿم. چيم تہ سيني پاسينجرن جو منهن مٺو ڪرايان."

"پر مان تہ رڳو اڄ تنهنجيءَ گاڏيءَ تي چڙهي آهيان." ڇوڪريءَ جواب ڏنو.

محرم چيس تہ، "ائين لڳو تہ تون تڏهن کان بگيءَ ۾ هيئڻ جڏهن کان مون اُها خريد ڪئي هئي، مان صبح سان توکي اسڪول ڪٽي ويندس. توسان بگيءَ جي رونق وڌي ٿي وڃي." ڇوڪريءَ محرم ڏانهن ڏٺو ۽ ٻنهي جون اکيون جڪڙجي ويون. ائين روز محرم هن کي ڪٽي ويندو هو ۽ وقت

تي موٽائي وٺي ايندو هو ۽ شام جو ڪجھہ نہ ڪجھہ تحفي طور وٺي ويندو هوس. هن جون پيئر هن کي چيئيينديون هيون تہ، ”هاڻي تہ پيٽ ڇٽي تي پئي آهين.“ ڪين خبر نہ هئي تہ مٺائي ڪير ٿو آڻي.

هڪ ڀيري محرم ڇوڪريءَ کي هٿ وڌو تہ هن ڇڏ ڇڏاءُ نہ ڪيو. ان تي محرم ڪيس چيو تہ، ”جڏهن هڪ ٻي ٻجي رات جو تنهنجين ڀينرن کي ننڊ اچي وڃي تہ تون ڏاکڻ جو در کولجانءِ مان ان جي ٻاهران بيٺو هوندس.“

ٻي ورڳي رات جو در کليو تيستائين محرم کي هر گھڙي قيامت جي گھڙي ٿي لڳي. ڇوڪري هن کي آهستي پنهنجي ڪمري ۾ وٺي وئي، جتي هن ساٿس رات بسر ڪئي. پٺي ڏينهن جڏهن هن کي صبح جو ڪڻ ويو تہ هن جو منهن ماڪ سان ڌوتل گلاب وانگر ٿي لڳو ۽ محرم کان پڇيائين، ”واڇو آندو اٿئي؟“ محرم جڏهن واڇو هلايو تہ ڄڻ ساري ڪائنات جھومي اٿي ۽ ڄڻ ٻنهي تي گلن جي ورڪا ٿي وئي. هونءَ تہ ايندڙ ويندڙ محرم جي باجي تي هريل ها، پر اڄ تہ هن ڪمال ڪري ڏيکاريو، ڄڻ سانوڻ جو گھنگھور گھٽائون هيٺ لهي آيون. ائين روز محرم هُن وٽ ويندو هو. هڪ ڀيري ڇوڪريءَ جي ڪمري ۾ پيٽس ڪٽ جو چيڪٽ ٻڌي آئي ۽ هُن جي اکين کي اعتبار نہ آيو تہ هي ڇا پيو ٿئي. محرم کي جيئن هن جي سٽس پئي تہ هو شلوار ٻڌي تڪڙو نڪري ويو.

ان کان پوءِ محرم سندس گھر ويندو هو تہ هوءَ ڪيس نہ ملندي هئي. هن کي ڪراچيءَ مامي وٽ موڪلي ڇڏيو هيائون. محرم ڪراچي سوڏي سڄي سنڌ ڳولي ٿڪو، پر هوءَ ڪيس ڪٿي بہ نہ ملي. هن ايتري سفر خرچ لاءِ گھوڙو گاڏي وڪٽي ڇڏيو ۽ هڪ معمولي ڪرائي جي گاڏي هلائيندو هو. جڏهن مان هن جي گاڏيءَ تي چڙهيس تہ هن مون کي سڄي واردات ٻڌائي ۽ پڇيو تہ، ”اهڙي ڇوڪري تو ڏٺي آهي.“ مون کي معلوم هو تہ ڇوڪري ڪير آهي، پر مون کي هڪ خطرناڪ الميو اکين ۾ اُڀري آيو ۽ مون ڪيس جواب نہ ڏنو. محرم تڏو ساهہ ڀري چيو، ”مون سان موڪلائي تہ وڃي ها. جيڪي بہ چئي ها مان هُن لاءِ ڪيان ها.“

”جيڪي بہ،“ مون پڇيو.

”هائو جيڪي بہ،“ هن جواب ڏنو.

”مذهب بہ بدلائين ها؟“

"هائو، مذهب بہ!"

منهنجي ڪتابن جي ٿيلهي ۾ ڪورس جي ڪتابن سان علامہ اقبال جا ٻہ ڪتاب، 'بال جبريل' ۽ 'ضرب ڪليم' بہ آهن. مان 'بانگ درا' اڳ ئي پڙهي چڪو آهيان. رسيس ۾ 'بال جبريل' پورو ڪري ٿو وڃان ۽ رات جي ماني کائي 'ضرب ڪليم' ختم ٿو ڪيان. ٻنهي ۾ هن جي عروض تي ايتري مهارت آهي، جيتري ڪنهن بہ سنڌي شاعر کي نہ آهي، جن فارسي بحر وزن تي لکيو آهي. مون کي ان وقت بہ سانگي ۽ گدا کان وٺي فاضل تائين سڀ نيم خوانده لڳا ها. ڪلاس پوري ٿيڻ کان پوءِ سائين هاسانند مون کي ٽئگور جو ڪتاب 'باغبان' (The Gardener) پڙهڻ لاءِ ڏنو. ڪجهہ سال پوءِ مون ٽئگور جا اڪثر ڪتاب ڪاليج جي پهرين سال ۾ پڙهي پورا ڪيا. لعل محمد لعل مون کي ٻڌايو هو تہ ڪاليج جي لئبريريءَ ۾، 'گيتا نجليءَ' جي انگريزيءَ تي منهنجا نوٽ لکيل ها، جيڪي منهنجي انگريزيءَ تي دسترس ڏيکاري رهيا ها. انهن ڏينهن ۾ ادا اختر، ميري ڪاريليءَ (Marry Corelie) جا ڏکيا ناول پاڻ پڙهي، مون کي پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو. ڪيئي سال پوءِ مان پنهنجي دوست عزيز الله، سکر جي سيشن جج سان ڳالهائي رهيو هوس تہ هن ميري ڪاريليءَ جي ناولن جي ڏاڍي ساراهہ پئي ڪئي.

مون هن کي حيرت سان ڏسي چيو: "اهي تہ مون پنجين درجي ۾ پڙهيا ها." اهو ٻڌي هن منهن گهنجائي چيو: "ميري ڪاريليءَ جي ناولن ۾ انگريزي تہ ڏاڍي چڱي هئي." مون هن کي چيو تہ: "مان هاڻ سارتر ۽ سمون دي بوار پڙهندو آهيان." مون عزيزالله کي چوڻ نہ ٿي چاهيو تہ، 'ميري ڪاريلي' انگريزيءَ ۾، هتان جي ايم. اسلم هئي. ناول انگريزي پرائڻ لاءِ تہ نہ پڙهبا آهن، پر اهو سوچي چپ رهيس تہ اهو جواب ٻڌي هو ڪاوڙجي پوندو. دراصل ادا اختر جو ذوق چڱو هو. پر هو وقت گذارڻ لاءِ پڙهندو هو. هن مون کي ٿامسن هارڊيءَ جا ناول ٽيس (Tess) وغيره ڏنا ها، جي ان وقت مون کي ڏاڍا وڻيا ها. جڏهن مون ايف. اي ٿي پڙهي تہ مان انگريزيءَ ۽ اردوءَ جا ڪيئي ڪتاب پڙهي چڪو هوس. مان وري اڳتي نڪري آيو آهيان ۽ تسلسل رکي نہ سگهيو آهيان. اسان جي گهر جي پرسان گارگيءَ جي گهر جي پاسي هڪ برهمو سماجي هندو رهندو هو، جنهن جي هال ۾ هڪ گئلري هئي. جتي راجا راءِ موهن راءِ، ديوندرا ناٿ ٽئگور، ڪيشب چندرسين، مهاتما

گانڌي، ديانند سرسوتي، رام ڪرشن، پرم هنس، سوامي وويڪ آنند، رانادي، گوکلي، دادا ڀائي نوروز جي، بنڪم چٽرجي، بال گنگاڌر تلڪ، اربندو گهوش، لالا لجپت راءِ جا شيشي سان فريم ۾ فوٽو ٽنگيل هوندا ها، جن جي آدرش ۽ جيوتيءَ جي باري ۾ هو اسان کي ٻڌائيندو هو. هڪ ڀيري برهمو سماجين، ڪيشب چندرسين تي سي ائنڊ ايس ڪاليج ۾ سيمينار ڪرائي هئي. جنهن ۾ بي. اي تائين ڊي. جي سنڌ آرٽس ڪاليج مان، 20-30 ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ڀهرو ورتو هو. مون برهمو سماجي پاڙيسريءَ کان ڪيشب چندرسين ۽ برهمو سماج تحريڪ تي ٻہ ٽي انگريزي ۽ اردوءَ ۾ ڪتاب ورتا هئا. جيڪي پڙهي، مون پنهنجي تقرير تيار ڪئي هئي ۽ مقابلي ۾ ٻيو نمبر آيو هوس ۽ مون کي انعام بہ مليو هو. پهريون نمبر هڪ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ جو بي. اي جو شاگرد آيو هو، جنهن جو نالو ياد نہ ٿو اچي. اُن وقت مان پنجين درجي انگريزيءَ ۾ پڙهندو هوس. تازو جسارت ماهوار جي هڪ چٽن چٽن جو پئنل، منهنجو انٽرويو وٺڻ آيو ۽ جڏهن مون کين مٿين ڳالهہ ٻڌائي ۽ کانئن پڇيم تہ: "اوهان مان ڪنهن ڪيشب چندرسين جو نالو ٻڌو آهي؟" تہ هنن نابري واري. برهمو سماج تحريڪ اسلام جي وڌ ۾ وڌ ويجهو هئي، ۽ اصنام پرستيءَ کان انڪاري ۽ خدا جي وحدانيت ۾ اعتبار ڪندڙ هئي. مان چاهيان تہ انهن سڀني برهمو سماجي ۽ ٻين هندو سنتن ۽ مفڪرن تي هڪ ڀرپور ڪتاب لکي سگهان ٿو، ڇوتہ جوانيءَ ۾ مون برصغير جي مذهب، سياست، سماجي ۽ ادبي شخصيتن جو مطالعو ڪيو هو. نہ رڳو رام ڪرشن پر هنس سان گفتگو هن جي چيلي جي لکيل ضخيم ڪتاب جو مطالعو ڪيو هو. پر هن تي نوبل پرائيز ونر ناول نويس ژان ڪرستاف جي مصنف رومين رولان جي لکيل ڪتاب جو مطالعو بہ ڪيو هو جو نهايت دلچسپ هو.

اسان جي برادريءَ ۾ ٻہ شخص ڪٽر مسلم ليگي ها. زرينا جو مامون شيخ واجد علي، جيڪو علي ڳڙهہ جو لا گريجوئيٽ هو، ۽ شڪارپور مسلم ليگ جو پريزيڊنٽ هو ۽ ادا اختر جو بہ علي ڳڙهہ جو انڊر گريجوئيٽ هو ۽ ساري عمر تنظيع اوقات لاءِ ڪتاب پڙهندو هو، جن مان هن کي ڪوئي فائدو نہ ٿيندو هو.

ادا اختر وٽ علي ڳڙهہ جون مخزنون، اردو رسالا نيرنگ خيال،

عالمگير، ادبي دنيا، ساقي، خيام ۽ مولانا آزاد جي الهلال ايندا ها. هو اڪثر اسد ملتانيءَ جي شاعري، اسلم جيراج پوريءَ جي تحريرن ۽ چوڌري پرويز جا ڪتاب بہ مون کي ڏيندو هو. جن ۾ مصنف سائنس جي هر نئين ايجاد کي ڪنهن نہ ڪنهن قرآني آيت ۾ ڳولي لهندو هو.

مان مئترڪ ڪان پوءِ تہ فيض احمد فيض جو 'نقش فريادي' ۽ ن. م. راشد جو 'ماورا' پڙهي چڪو هوس ۽ انهن کان ڪافي متاثر ٿيو هوس، ۽ اسلامي ڪتاب مون کي وقت جو زيان لڳندا هئا.

جيتوڻيڪ ڀيا مسلم ليگي بہ اسان جي پاڙي ۾ ايندا ها ۽ رات جو ميڙو لڳندو هو، جو 'مسلم هو تو مسلم ليگ ۾ آ.' ترانی سان ختم ٿيندو هو. هو علامہ اقبال، چوڌري رحمت علي، قائداعظم محمد علي جناح ۽ مولانا آزاد جي باري ۾ ڳالهائيندا ها. جو مان دلچسپيءَ سان ٻڌندو هوس. پاڙي جي ماحول جي باري ۾ مون هڪ پورو ڪتاب لکيو هو، جو 1965ع ۾ سندري اتم چنداڻيءَ کي ڏيکاريو هو ۽ هن کي پسند آيو هو، پر ايوب خان جي مارشل لا کان پوءِ ان جا ڪيترائي صفحا مون ڦاڙي ڇڏيا ها، جيئن هر آمريت جي دؤر ۾ ڪيترن ئي نوٽ بوڪن مان صفحا ڦاڙي ڇڏيا آهن. جو تہ اهي اعتراض جوڳا آهن.

وڪالت کان پوءِ مان 24 ئي ڪلاڪ سي. آءِ. ڊيءَ جي پهري هيٺ رهندو هوس. ڪنهن وقت بہ منهنجي گهر ۽ آفيس جي تلاشيءَ جو خطرو هوندو هو. مون کي جوانيءَ ۾ قدرت رڪ جون رڳون ڏنيون هيون، نہ تہ منهنجي جاءِ تي چڱو ڀلو ماڻهو ڊهي پوي ها. شاعرنؔ سان آمرن ۽ عوام کهڙا نہ ويل وهايا آهن. ان جا ڪيئي مثال مون ان تقرير ۾ ڏنا آهن، جڏهن طارق اشرف، سهڻي رسالي جو شيخ اياز نمبر ڀاڱو -2 جو مهورت ڪرايو هو. مان ساريءَ جڪ جو تجزيو بي. اي تائين چڱيءَ طرح ڪري سگهندو هوس. پر انهيءَ ڪتاب مان جو مون سندريءَ کي ڏيکاريو هو، ڪجهہ منتشر صفحا جي رهجي ويا ها سي هيٺ ڏيان ٿو:

پهرين صفحي تي لکيل آهي.

"مٽي تڙ رهي، گذاري ويا ڏينهڙا،
ڪڏهن ڪونہ آئيو، تن پنوهارن پهي،
ويڙا سي وهي، جنم گذاريم جن سين."

اهو وقت گذري ويو، جڏهن شاعريءَ مان ڪفن ۽ ڪافور جي بوءِ ايندي هئي.

جڏهن لکنو ۽ دهلي جي بوسيده روايات کان متاثر ٿي شاعر قافيہ پيمائي ڪندا ها ۽ پنهنجو غزل پينوءَ جي پاند جيئن ڦهلائي داد جي طلب ڪندا ها. ان ۾ نہ ڪوئي زندگيءَ جو شعور هوندو هو ۽ نہ ڪائي مطالعي جي وسعت. انهيءَ اردو غزل لاءِ ذوق بہ نہ هوندو هو. جنهن جون بہ چار مناسبتون هئن لاءِ ڪوهہ ۾ ڏيڏر جي ڪائنات تي چڪيون هيون. شاعر زندگيءَ جي موج و تلاطم سان ناآشنا آهن. گذريل هڪ سؤ سال جي سنڌي شاعريءَ ڪي ڪي ٽڪ بند شاعر چؤر وانگر چنبڙيا پيا آهن. فارسيءَ ۽ اردو شاعريءَ جي تتبع ۽ تقليد سنڌي شاعريءَ ۾ جمود پيدا ڪيو، ۽ ٻئي طرف اسان جي ڪلاسيڪي شاعريءَ ڪافي، وائي، بيت، ڏوهيڙي ۾ ڪا نئين جدت نظر نہ آئي. اوهان گذريل صديءَ جون ڪافيون، بيت ۽ وائيون ڏسو. انهن ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ سٽ ملندي، جا ادبي معيار تي پوري اچي ٿي، نہ تہ انهن ۾ ڪجهہ عربيءَ جا جملا، ڪجهہ صوفياڻيون روايتون، ڪجهہ پير جي پراڻي پڙ وانگي يتي بي معنيٰ روحانيت ۽ ساڳي ساڳي لفظن جي الٽ ڦير آهي. گذريل صدي يا انهيءَ کان وڌيڪ عرصو سنڌي شاعريءَ ۾ اها مَئي متي مهراڻ واري مستي ختم تي وئي هئي جا ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ هئي. انهيءَ جي انحطاط جو سبب سياسي ۽ سماجي بہ هو ۽ انهن شخصيتن جي کوٽ بہ هئي، جن جي گهري نگاهہ ۽ اعليٰ حوصلو زندگيءَ جا قدر طئہ ڪندو آهي."

هاڻي تہ پيريءَ، بيماريءَ، دوستيءَ، دغا ۽ منافقيءَ ڏسي مون ۾ ڪافي ڦيرو آيو آهي، پر بنيادي طرح مان ساڳيو ماڻهو آهيان جو سمجهندو آهي تہ انسان جو مٿو ڌرتيءَ جي گولي کان وڏو آهي. سکر ۾ منهنجي گهر جي ڊرائينگ روم ۾ رومانيا جي هڪ تصوير تنڪيل هوندي هئي، جنهن ۾ هڪ ڏاڙهيءَ سان مفڪر پنهنجي ميز تي ڌرتيءَ جي گولي ۽ ماڻهوءَ جي کوپريءَ ۾ ڇا نہ سمايل آهي. ان تي سوچيندو نظر ايندو هو. افسوس جو سکر کان منهنجي عدم موجودگيءَ ۾ بجليءَ بل جي غير ادائگيءَ ڪري بجلي ڪاٽي ڇڏي هئائون ۽ دهشت گرد ان تصوير سوڌو سارو سرو سامان کڻي ويا ها ۽ چاڪاڻ جو گهر ۾ بجلي نہ هئي تہ منهنجن ڪتابن ۽ رڪارڊ کي باهہ ڏئي روشني ڪندا ها ۽ ان ۾ چوريءَ لاءِ مال جي تلاش ڪندا ها. اسان جي پاڙي

جي چوڌاري دهشت گرد رهندا آهن، جن منهنجا پنج سئو ڪتاب ۽ پنجاهہ اخبارن جي تراشن وغيره جا فائيل ۽ سوين انگريزي، اردو ۽ سنڌيءَ جا رسالا ڪجهہ سال اڳ ساڙيا ها. جيڪڏهن تاريخ هنن کي تهس نهس ڪيو تہ چڻ منهنجي علم جو انتقام وٺندي.

اردوءَ جي شاعره فاطمہ حسن هڪ ڀيري آسٽريليا جي انگريز شاعره اسٽيلا ڊراءِ ووڊ سان منهنجي ملاقات ڪرائي هئي. ان کان پوءِ اسٽيلا منهنجي ڪيترن ئي نظمن جا انگريزيءَ ۾ ترجما ڪيا ها ۽ آسٽريليا ۾ مون تي مضمون بہ ڇپايا ها. جي پوءِ مون کي ڏياري مُڪا هٿائين ۽ اجان مون وٽ آهن.

فاطمہ حسن ڳالهين دوران مون کان پڇيو، ”تو خوشونت سنگهہ جو ناول ’دهلي‘ پڙهيو آهي. مون پنهنجي لائبريريءَ ۾ ڏٺو تہ اهو ڪتاب موجود هو. پر مون هن کي چيو تہ: ”مون وٽ آهي تہ سهي، پر مون پڙهيو ناهي.“ جڏهن مون اهو ناول پڙهي پورو ڪيو تہ مون سمجهيو تہ هوءَ سنڌين تي طنز ڪري رهي هئي. هوءَ مون سان ٻيهر جيڪڏهن ملي وئي تہ ڪانئس پڇندس تہ: ”تو خوشونت سنگهہ جو ”منهنجو رت ڳاڙيندڙ پنجاب“ (My Bleeding Punjab) ناول پڙهيو آهي؟“

عمر خيام جي رصدگاهہ جي تباهيءَ کان پوءِ منهنجي ڪتابي ذخيري جي تباهيءَ جو، علم و ادب جي تباهيءَ جو ٻيو وڏو واقعو هو. ڪنهن وقت غالب جو هيٺيون شعر ياد ايندو آهي.

زندگي اپني جب اس دوَر سے گذري غالب
هم بهي کيا ياد کرين گے کہ خدا رکهتے تهے.

پر اها ڳالهہ گهڻو پوءِ جي آهي. مان هي ڦاٽل نوٽ بوڪ اتاري وٺان تہ وري پنجين درجي انگريزيءَ نيو ايرا اسڪول ڏانهن موٽي ٿو وڃان. ڦاٽل نوٽ بوڪ ۾ ڪجهہ سالم پنا بہ آهن. مان اهي ٻي ڪنهن جاءِ تي ڏئي سگهان ها، پر ان ساڳئي نوٽ بوڪ ۾ ڪيترن ئي ڦاٽل صفحن کان پوءِ منهنجي پاڙي جو حال احوال بہ آهي. پنجاهہ کن ڦاٽل صفحن کان پوءِ هڪ هنڌ لکيل آهي.

”شاعريءَ جي اهميت ان ڪري آهي جو هڪ عظيم شاعر پنهنجي دوَر ۾ سڀ کان وڌيڪ حساس انسان آهي، جو تہ هن جي احساس ۾ اها زندگي آهي، جا هن جي ماحول ۾ نہ ٿي ملي، ۽ ماحول جو روح هن جي مُٺ ۾ آهي. هو سوچي سمجهي، پرکي، پروڙي انهيءَ نتيجي تي پهچي ٿو تہ پنيور

جون پٽيون ڏسي رهيون آهن تہ ڪيچ ڪان ڪيترو پري آهن. شاعر اهو يڪدم هانءَ سان هنڊائي سگهندو آهي، جو ڪجهہ ماحول جي سيني ۾ هرڪندو آهي. سياست کي جيستائين منزل جو احساس ٿئي، اتهاس جو قافلو ڏاڍو ڪري ٿڪجي ويهي ۽ جيستائين اتي، ان کان اڳ ۾ شاعر جو ڇهون حِس سمجهي ويندو آهي تہ ڪانءُ ڪنهن لاءِ لنوين رهيو آهي ۽ واءُ ڪهڙي طَرفان گهلي رهيو آهي. آءِ. اي. رچرڊس (I. A. Richards) پنهنجي ڪتاب 'ادبي تنقيد جا اصول' (The principles of Literary Criticism) ۾ ڪهڙو نہ چڱو لکيو آهي:

"He is a point at which the growth of mind shows it self"

ترجمو: (هُو (شاعر) اهو نقطو آهي، جتي ذهن جي ارتقا اظهار پذير ٿئي ٿي."

هر عظيم شاعر ۾ احساس جي اظهار جي قوت غير معمولي ٿئي ٿي، ۽ هن کان وڌيڪ شايد ڪوئي پنهنجي پاڻ جي پروڙ رکي ٿو. هو شاعر ان کري آهي، جو هن جي پنهنجي آزمودي ۾ دلچسپي، هن جي ٻوليءَ ۾ دلچسپيءَ کان جدا نہ آهي. اها هن جي فطرت هوندي آهي تہ هو ٻوليءَ کي سراڻ وانگر ڪم آڻيندو آهي. جيئن ان تي تکو ڪيل چاقو ٻئي جي هانءَ ۾ کپي وڃي. پر شاعريءَ ان جي دؤر جي ذهانت ۾ ويچو وڌي ويو تہ ان جو لطيف شعور ختم ٿي ويندو."

ڪيئي ستون ڪتي چڙيل آهن، جن کان پوءِ آهي: "اهو ادب خوش نصيب آهي، جنهن کي پنهنجي لوڪ ڪٿا ۽ ديومالا آهي. جنهن جي سورمين ۽ سورمن جي آنڊ مانڊ، پيار، پيڙا ۽ پڇتاءُ، آشا نراشا، جيابي، جاکوڙ، هار ۽ جيت، نئين کان نئين ادب ۾ رنگ روپ مٽائي اچن ٿيون. انهيءَ ادب جون قوم جي جيءَ ۾ جڙون آهن. اڄ بہ جڏهن جديد شاعر مومل ۽ راڻي، سورٺ ۽ راءِ ڏياچ، ليلا چنيسر، سسئي پنهون ۽ عمر مارئيءَ کي پنهنجن جديد کان جديد تر موضوعن ۾ آڻي ٿو تہ شاعريءَ تي مينهن ڦڙيون وسن ٿيون ۽ اها گلاب جي گل وانگر ٽڙي پوي ٿي.

اردو ادب جڏهن ليلا مجنون، شيرين - فرهاد، وامق عذرا، دارا ۽ سڪندر کي تمثيل ڪري پيش ڪري ٿو تڏهن هو پان جي اڳاري لڱل ڏندن وانگر لڳي ٿو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ غالب جهڙو جينيس ڪٿ چڙهيل لوهہ کي ڇهي، سون بڻائي ڇڏي ٿو.

همر نے مجنون پہ لڑکپن ہر اسد
سنگ اٹھایا تھا کہ سر یاد آیا-

•

تیشے بغیر مر نہ سکا کوهکن اسد
سرگشته‌ء خمار رسومر و قیود تھا-

ترجمو: (اي اسد اسان ٻالاپڻ ۾ مجنونءَ تي
پٿر هٿ ۾ کنيو هو تہ پنهنجو متو ياد آيو.

•

تيشيءَ کان سواءِ فرهاد جبل ٽڪيندڙ نہ مري سگهيو اي اسد.
هو رسمن جي قيد ۾ قاتل هو. (فقط ٽڌو ساهہ پيري ها تہ مري وڃي ها.)
غالب جو نالو اسد هو.

اردو ادب ۾ اهو اتفاق آهي تہ فراق جهڙي شاعر زندگيءَ کي رامر جي بنواس سان تشبيهہ ڏني آهي. (مون ان تي هڪ مضمون روزاني برسات ۾ لکيو هو.) مغربي تهذيب، پنهنجي مقامي انفراديت جي باوجود ڪافي يڪرنگي اختيار ڪئي آهي. جڏهن رلڪي (Rilky)، يسينن (Yasinean)، ازرا پائونڊ ۽ وٺليريءَ جهڙا شاعر بہ يوناني - لاطيني (Greco - Roman) ديومالا سان پنهنجي تصور جي سجاوٽ ڪن ٿا، اها تڏهن ادبي ذوق کي ڳوري لڳي ٿي."

ان کان پوءِ ڪيئي صفحا قاتل آهن، جي چڻ فاشي ڪتا ڇپاڙي ويا. نيم - خواندهہ ڪانسٽيبل ۽ اي. ايس. آءِ مون تي رپورٽون ڪندا ها ۽ انهن رپورٽن تي نالائق بيوروڪريٽس تحرڪ ۾ اچي ويندا ها. شايد وقت کي زوردار ٿڦ هڻي، شهيد ڀٽي مون کي وائيس چانسلر مقرر ڪيو هو، ۽ محترمہ بينظير ڀٽو مون کي 'هلال امتياز' جو تمغو ڏنو هو.

هاڻي اچان ٿو انهن صفحن تي جي وڌيڪ چاليهہ پنجاهہ قاتل صفحن کان پوءِ آهن ۽ جن ۾ منهنجي ننڍپڻ ۽ منهنجي پاڙي جو احوال آهي، "اسان جو سارو محلو مسلم ليگي هو ۽ شڪارپور ۾ مسلم ليگ جا سڀئي ڪارڪن منهنجا مائٽ هئا. جڏهن سانوڻ ۽ بدي جي ٻُٽ ٿيندي هئي ۽ اسان جون وڏڙيون "ڳهل اڙي ڏکڻ، نيڻ تا ننڊ گهرن." لوڪ گيت بہ ڳائينديون هيون ۽ ٻارن جي ٻت تان آرايون بہ مارينديون هيون. تڏهن منهنجا ڪيئي مائٽ پاڙي جي پڌر ۾ ڪتون وجهي ويهندا هئا ۽ جيسين لڙي اڌ رات جو ڏکڻ

گهلندو هو، تیسین سیاست ۽ ادب تي بحث بہ هلندو هو ۽ چرچو يوڳ بہ ٿيندو هو. انهن مان ڪي علي ڳڙهہ جا گريجويٽ هئا ۽ علامہ اقبال، مولانا حالي ۽ اڪبر الله آباديءَ کي پڙهيو هئائون ۽ انگريزيءَ ۾ محمد اسد جو 'اسلامر جي چوراهي تي' (Islam at Cross Roads) ۽ محمد علي جوهر جي 'ڪامريڊ' جا پراڻا شمارا پڙهندا ها. هنن پاڻ سان گڏ علي ڳڙهہ مخزن جا ڪجهہ نمبر بہ آندا ها. پاڙي ۾ ڪجهہ هيٺينءَ ريت گفتگو بہ ٿيندي هئي:

"اڙي ينگي، او مهاجن! هيڏي تہ آءُ، گانڌيءَ جي اولاد! تنگن کي ڪجهہ زور ڏي!"

"گانڌي ينگي – واد تو آٹي."

"رام – راج بدران سيتا – راج ڪري تہ اسان هندوستان ۾ شامل ٿيون."

"دال کائوءَ جي دل تہ ڏسو!"

"الائي اهي نعره تڪبير وارا مجاهد مرد ڪيڏانهن ويا جي بحر ظلمات ۾ گهوڙا ڊوڙائيندا ها ؟ فقط اٺويهہ مجاهد تہ هئا، جن بينگال فتح ڪيو هو!"

" تو 'شڪوه' ۽ 'جواب – شڪوه' پڙهيو آهي؟"

"پڙهيو آهي، مون کي سارو بر زبان ياد آهي."

"ڏيڏر کي بہ زڪام ٿيو آهي. حيدر بخش جتوئيءَ بہ 'شڪوه' لکيو آهي."

"جواب تہ لکي ڏيکاري!"

"چون ٿا تہ علامہ اقبال جڏهن فرانس ۾ برگسان سان مليو هو تہ هن جون متيون منجهائي ڇڏيون هئائين."

"مان تہ پانيان ٿو تہ جي برگسان، خوديءَ جو فلسفو چڱيءَ طرح سمجهي وڃي ها تہ مسلمان ٿي وڃي ها."

"برگسان ڪهڙو ڪتاب لکيو آهي؟"

"خبر نہ آهي، پر علامہ اقبال کان ڪافي متاثر ٿيو هو."

"پلا نتشي کان تہ علامہ اقبال اثر ورتو آهي؟"

"نہ روميءَ کان، روميءَ انسان ڪامل (Super Man) جو تخيل نتشي کان اڳ ۾ ڏنو هو."

دي شيخ با چراغ همي گشت گرد شهر
کز دامر و دد ملولمر و انسانمر آرزوست–

ترجمو: (ڪالهہ شيخ ڏيئو کڻي شهر ۾ چڪر ٿي ڏنو ( چيو پئي)

ڊور ڊيگا ڏسي ملول ٿي پيو آهيان، منهنجي آرزو تہ انسان آهي.)
"اهو ڪير ٿو چوي؟"
"مان پانيان ٿو تہ اهو مون چوڌري پرويز جي ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو آهي؟"
"ڪهڙو چوڌري پرويز؟ اهو نہ جيڪو لکي ٿو تہ جيڪا بہ ترقي سائنس ڪئي آهي، اها اڳ ئي قرآن ۾ آهي."
"غلام جيلاني برق بہ واهہ جو قرآن تي لکي ٿو!"
"اسلم جيراجپوري بہ. تو اسد ملتانيءَ جو ڪلام پڙهيو آهي؟ مطلع کان مقطع تائين اسلام ئي اسلام آهي."
"سنڌ ۾ 'پيام مشرق' ڪنهن بہ ڪتاب گهر تي نہ ٿو ملي."
"نہ. دهلي ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي ڪانفرنس ٿي رهي آهي. مان ويندس تہ 'پيامِ مشرفق' وٺي ايندس."
"اهو جوش مليح آبادي بہ ڪٽو ڪافر آهي. مون هن جو رسالو 'ڪليم' ساڙي ڇڏيو آهي. تو هن جو نظم "پير زن ليگ" پڙهيو آهي."
"جوش مليح آبادي ۽ مولانا آزاد جهڙن جي بولتي جلد ئي بند ٿي ويندي. اسلام طوفان وانگر اڀري رهيو آهي. قائدِاعظم سيني سان نبري وٺندو."
"تون مسلم ليگ ۾ نہ آهين ڇا؟"
"نہ يار، مان رڳو مختيارڪار آهيان."
"هاڻي تہ توکي ڪپڙي بدلي ڪيو اٿائون. ڪپڙو تہ ڪاٺ آهي. ڪجهہ ڏاليون اسان ڏانهن بہ موڪلجانءِ."
"توکي پروموشن ڪيئن مليو؟ واڻئي ڊپٽيءَ تہ تنهن جي ڏاڍي مخالفت ٿي ڪئي."
"هٽ ڪوسو ڪيومانس."
"هو لسو ڪراچيءَ هليو ويو ڇا؟"
"ڪهڙو لسو؟"
"هو سوناري جو ڇورو!"
"ڇورو تہ نہ هو پتاشو انب هو، انب!"
"رَءِ هُيوزءِ! ڏس تہ سهڻي واڻئي جي ٻوليءَ ۾ بہ دال ۽ پاپڙ جي ڏپ آهي."
"سنڌي صوفين بہ واڻيا تہ دلبر ڦاسايا ها، پر انهن سان گڏ، هنن پنهنجي ٻولي بہ بگاڙي ڇڏي."

”راجا يوڄ ۾ گنگو تيليءَ جي ٻولي لکي اٿائون.“

”اها هندوستاني ڪهڙي ٻلا آهي؟“

”آهي تہ سنڌي، پر پوءِ بہ اردوءَ جي پهاڄ آهي.“

”اردو اسلامي ٻولي آهي. ان ڪري هندن ڪي ڏنيي ٿي. دراصل اردو، اسلام ۽ پاڪستان لازم ملزوم آهن. سنڌيءَ ۾ اسلامي سنڌي فقط علامہ دائودپوٽو لکي رهيو آهي.“

”انهيءَ کي علامہ ڪنهن ڪيو آهي؟“

”عربيءَ جو وڏو ماهر آهي.“

”ڪنهن ڳالهہ تان ڇڪتاڻ ٿئي ٿي تہ گفتگو ٻيو روپ وٺي ٿي.“

”تون احمق آهين.“

”احمق ڇو آهيان. بمبئيءَ جو گريجويٽ آهيان، تو وانگر علي ڳڙهہ ۾ گنل ۽ گولر ڪائي ڊگري تہ نہ وٺي آيو آهيان.“

”علي ڳڙهہ اسلامي احياءَ جو مرڪز آهي.“

”هل ڙي هل، بہ چار اردوءَ جا شعر ياد ڪري آيو آهين، پاڻ کي وڏو عالم ٿو سمجهين. اهڙا شعر تہ لکنوءَ جي هر لوُنڊي کي ايندا آهن.“

انهيءَ اسلامي چڙيا - گهر جي چون چون ۾ رات لڙندي هئي ۽ ڏکڻ واءَ جا ڪجهہ جهلڪا ايندا ها، ۽ سڀ ننڊ جي گهيرٽ ۾ اچي ويندا ها. هوا ۾ نم جي ڪچي ٻور جي خوشبو ڦهلجي ويندي هئي ۽ آڪاس جي ٿڌي نيراڻ ڏسندي نيڻ ٻوٽجي ويندا ها، ۽ پوءِ هرڪو پنهنجي گهر هليو ويندو هو.“

وري هڪ ٻيو نوٽ بوڪ منهنجي هٿ چڙهيو، جنهن جا بہ ڪجهہ پنا قاتل آهن ۽ پوءِ هي بہ لکيل آهي.

”ٽئگور جا نثري نظم بہ منهنجي من تي گهاٽي جهڙ وانگر ڇانئجي ويا هئا. جيتوڻيڪ منظوم شاعري هن تي سانوڻ جي مينهن وانگر لهندي هئي، اوهيڙا ڪري وسندي هئي ۽ هن جا نظم ائين ڪاغذ پري ڇڏيندا ها. جيئن ننگر پارڪر وٽان، نديون ارڙاٽا ڪري وهنديون آهن. مون ٽئگور جي پوئين شاعريءَ ۾ ڏٺو تہ بہ جلد نثري نظمن جا لکيل هئا. مان جڏهن 1963ع ۾ هندوستان مان آيو هوس تہ پاڻ سان ڪيترائي ٽئگور جا ۽ ٽئگور تي ڪتاب آندا هئم. ٽئگور جي مطالعي مون کي ان نتيجي تي پهچايو هو تہ ٽئگور کي نہ پتنجلي جي چوٽين تي پرکي ٿو سگهجي، نہ مارڪسي جدليات ۽ فرائڊ جي

نظرئي جي روشنيءَ ۾ هن جي شاعريءَ جو يا انهن محرڪات جو تجزيو ڪري سگهجي ٿو، جن هن جي شاعريءَ کي اتساهيو هو."

ٽئگور انقلابي تہ هو پر هن قلب و نظر جي انقلاب جو پرچار تي ڪيو ۽ نہ تشدد سان ڪنهن حڪومت جي تختي جي اونڌي ڪرڻ جو. نثري نظم ۾ هو اهي بلنديون ڇُهي نہ سگهيو هو، جن جي هن کي تمنا هئي، پر پوءِ بہ انهن کي پنهنجي مهانتا هئي، ۽ ڪوبہ ائين نہ چوندو هو تہ اهي اجايون هيون. پر اهي هن پوءِ پاڻ ئي لکڻ ڇڏي ڏنا. تڏهن بہ انهن نہ رڳو بنگالي ٻوليءَ پر پوري ڀارت جي شاعريءَ ۾، نثري شاعريءَ جي روايت قائم ڪئي. نہ رڳو، انهن مان ڪي نثري نظم منفرد هيا، پر منظوم شاعريءَ کان بہ زياده مؤثر هيا، ۽ نئين ٽهيءَ کي موهي ڇڏيو هئائون.

مون وانگر ٽئگور جو طبقاتي جدوجهد سان نراجوادي سمجهوتو بہ تہ نہ هو. 'نراجوادي سمجهوتو'، اهي لفظ مون ڪٿي پڙهيا هئا؟ شايد ڪرسٽا فرڪاڊ ويل جي ڪتاب 'شاعري ۽ حقيقت' (Poetry & Reality) ۾ پڙهيا هئم. 'نراجوادي سمجهوتي تي سوچي' (Anarchic Alloyance) منهنجو ڌيان ڪاڊويل ڏانهن ويو. پوءِ جارج آرويل ڏانهن، پوءِ، آندري مارلو، پوءِ اسٽيفن اسپينڊر ڏانهن ۽ پوءِ هيمنگ وي ڏانهن، ۽ خاص ڪري هيمنگ وي جي ڊگهي ڪهاڻي "ڪلمنجارو جي برف ڏانهن" ڪهڙا ڪهڙا نہ مڙس شريڪ ٿيا ها، اسپين جي آزاديءَ جي بين الاقوامي تحريڪ ۾. ڪيترو نہ ان تحريڪ ادب کي اتساهيو هو. آرويل، مارلو، هيمنگ وي جا ناول، 'ڪنهن لاءِ گهنڊ گڙي پيو' (For whom the bell tolls) اسپينڊر جي شاعري، جا مون ڪاليج جي دؤر ۾ پڙهي هئي. جڏهن مون اها پڪچر ڏٺي هئي. هوءَ گئري ڪوپر (Garry Cooper) جي قدآور شخصيت ۽ هوءَ ان فلم جي هيروئن، ڇا نالو هو ان جو؟ بيٽي ڊيوس. هن جي مٿي تي ننڍڙا وار ڪهڙا نہ خوبصورت ٿي لڳا. مون اها پڪچر ٽي ڀيرا ڏٺي هئي. ان جي صورت ڪنهن سان ملي ٿي؟ گرم ۽ گداز جسم ياد ڪري، مون ۾ جواني موٽي آئي. مون سوچيو تہ منهنجي جسم ۾ ساڳي گرمي نہ رهي آهي ۽ مان پيريءَ ڏانهن تيزيءَ سان وڌي رهيو آهيان. تڏهن تہ مون کي ٽئگور جا آخري نظم جي هن جي ڪتابن 'پرانتڪ'، 'سنجوتي' (سنجها جو ڏيئو) ۽ 'آڪاش پرديپ' (اڀ جو اهاءُ) ۾ هئا، ڏاڍا وڻيا ها. هو شخص ويدانتي هو. شايد سمرسيٽ ماهام چيو هو تہ: "ويدانتي

ناستڪ جو نهنو نانءُ آهي.“ هي ويدانتي پنهنجي پوئينءَ وهيءَ ۾ پنهنجي سپني واري استري نہ ٿو وساري سگهي. استري جنهن جي پالڪيءَ جو رستو هن جي رڳ رڳ مان آهي. ’نبودني‘ وانگر. ڪير ڪير آيون هيون منهنجي جيون ۾! هن نندي ڪنڊ ۾ عورت ۽ مرد جي تعلقات جي باري ۾ ڪيترا نہ وسوسا آهن! ڪنهن بہ مها ڪويءَ لاءِ اهو چوڻ تہ هن جو ڪنهن سرير سان پيار هو، چڻ تہ هن جي مهانتا ۾ ڏار وجهي ٿو ڇڏي. ٽئگور هجي يا پٽائي يا ٻيو ڪوئي، سڀئي اهڙي پيار کان مٿاهان آهن! ڇا سنت جي معنيٰ ’نپوسنڪ‘ آهي؟

ڇا وديا پتيءَ وانگر پنهنجي واسنا جي اظهار ۾ ڪا برائي آهي؟ مون تہ ميراجيءَ تي بہ ميار نہ ٿي ڏني، جنهن جي زندگيءَ ۾ ميراسين رڳو هڪ پيرو آئي هئي ۽ ساري زندگي ان جي رويا سان عياشي ڪندو رهيو هو.

نہ ئي وري مون کي ماڌو لال حسين تي ڪوئي اعتراض آهي. جيتوڻيڪ اُمرد پرستي منهنجي ڪمزوري نہ رهي آهي ۽ ساڳئي سبب ڪري نہ مير تقي مير تي، نہ آسڪر وائيلڊ، نہ آندري ييد تي مون کي اعتراض آهي. عورت جا ڇُوئي مُوئي نہ هجي، شرم ٻوٽي نہ هجي، جا ’مينائي زر نگار‘ ۾ شراب ناب وانگر هجي، مون کي وڻندي آهي. مون کي ايراني شاعره سيمين بهيماني جي ڪتاب چلچراغ مان هن جو هڪ نظم ياد اچي رهيو هو.

من چون شراب ناب بمنيائے روزگار
مستي ده و لطيف و فرح بخش و خوشگوار
رنگم برنگ لالئہ خود روئي دشتها
بويم چون بسوئے و حشيءِ گلهائے کوهسار.

ترجمو: (مان مينائي روزگار ۾ شراب وانگر مستي ڏيندڙ، لطيف فرحت بخش ۽ خوشگوار آهيان. منهنجو رنگ ائين آهي، جيئن بيابان ۾ خودرو لالا جا گل ۽ منهنجي خوشبو ائين آهي، جيئن ڪوهسار جي وحشي گلن جي خوشبو.)

ساڳئي نظم ۾ اڳتي چيو اٿائين.

”هن دير نہ ڪئي ۽ مون کي پيتو، ۽ مون کي پنهنجي تارونءَ ۽ گلي جي گرميءَ سان ملائي ڇڏيائين.“

چلچراغ مون کي ايران جي ڪلچرل اتاشي ڊاڪٽر محجوب ٻين ايراني ڪتابن سان گڏ تحفي طورڏنو هو. مون کي ياد آيو تہ اسان ڊاڪٽر محجوب جي بنگلي ۾ ويٺا هئاسين. ڊاڪٽر محجوب ۽ هن جي ايراني زال ايرج مرزا جو

ڪلام پڙهي رهيا ها. ايرج مرزا جڻ اردوءَ جو چرڪين يا جعفر زٽلي يا مرزا جان آهي. چڱو جو منهنجي مصور دوست ۽ هن جي زال کي پارسي نہ ايندي آهي. اسان وسڪي پي رهيا هئاسين ۽ ايران جا لوٽيل پستا ۽ ٻن ٽن قسمن جو پنير (Cheese) کائي رهيا هياسين. اتي ڪلچرل اتاشي بہ شريڪ هو. ٻاهر اسلام آباد ۾ ولهہ وسي رهي هئي. اندر گئس جي سِگري ٻري رهي هئي ۽ شراب جو دؤر هلي رهيو هو. اتڪل ٻي وڳي رات جو ڊاڪٽر محجوب ماني رکائي.

اِن ايراني عورت جهڙيون ڪيئي عورتون منهنجي زندگيءَ ۾ آيون هيون، جي نهايت پياريون هيون، خوبصورت هيون ۽ انهن جا جسم پرڪشش هئا. پر مون انهن جي باري ۾ اهو پيار نہ محسوس ڪيو هو، جو بيچين ڪندو آهي. نہ مون سان اهڙي عورت ملي هئي، جا چاهيندي آهي تہ هٿي کي نہ رکو پنهنجي آغوش ۾ آندو وڃي، پر ان ۾ پاڻ کي ائين سمائي ڇڏجي جو، 'من تو شدم تو من شدي' (تنهنجو من منهنجو آهي ۽ منهنجو من تنهنجو آهي.) واري ڪيفيت پيدا ٿي وڃي. اهڙيون عورتون منهنجي زندگيءَ ۾ دير سان آيون.

وري پٺ تي نوٽ بُڪ ڏانهن؛

"انهيءَ دؤر ۾ لعل محمد لعل ۽ نعيم صديقي منهنجا بهترين دوست ها. لعل محمد لعل سنڌي غزل جي تراش خراش جو ماهر هو. طبيعت جو سادو ۽ سچو انسان، جنهن مون کي ڪراچيءَ ۾ پاڪستان کان اڳ ٻڌايو هو تہ هن پنهنجي خون سان اخوان المسلمين سان وفاداريءَ جو واعدو تحرير ڪيو آهي. مون کي معلوم نہ آهي، اها اخوان المسلمون ڪٿي هئي! بهرصورت اهڙي ڪائي خفيہ تنظيم هئي تہ سهين ۽ اها لعل محمد لعل جي ذهن جي اختراع نہ هئي.

شڪارپور ۾ هو ۽ مان مراد علي ڪاظم کان متاثر هوندا هئاسين. ڪاظم دين جي احياءَ جو قائل هو ۽ هو ڪنهن وقت الوحيد جو ايڊيٽر رهيو هو. هڪ پيري هو مفتون همايونيءَ جي ڳوٺ ۾. شايد رورل هيلٿ آفيسر ٿي آيو. مان ۽ لعل محمد لعل هن سان ملڻ وياسين. هو نهايت ئي باوضح ۽ پرخلوص ماڻهو هو ۽ شاعر بہ ڏاڍو سٺو ٿئي ها جي ايتري فارسي آميز سنڌي نہ لکي ها. هن جي وفات کان پوءِ هن جو ديوان پراسرار طور گم ٿي ويو. ان رات هن جيڪي شعر ٻڌايا ها، انهن مان مون کي ڪجهہ ياد آهن.

غواصيءِ عميق خرد، ڪجهہ نہ ٿي سگهي،
هي ڪوڏ مون ڪنا ڪيا، ساحل جي آس پاس.

صورت تازيانہ آئ، آ چڱو يار، آ نہ آئ.

هو پويون پيرو مون کي 1948ع ۾ فريئر روڊ تي اوچتو مليو هو. مون کي صدر جي هڪ سٺي درزي عزيز جو سبيل فل سوٽ پيو هو ۽ فارين تاءِ ٻڌل هئي. هن پاڪر پائي، منهنجي ريشمي تاءِ کي ڇهندي چيو: ”ڇا ڪندو آهين؟“

”خالد اسحاق سان گڏ وڪالت ڪندو آهيان.“

”خالد اسحاق توکي ڇا ڏيندو آهي؟“ هن پڇيو.

”حساب تہ اڃا نہ ڪيو آهي. جيڪي هن کي ملندو آهي، هو رکندو آهي، جيڪي مون کي مليو آهي، مون کائي ڪپائي ڇڏيو آهي. بهرصورت هن وقت تائين مون کي هر مهيني پنج ڇهہ هزار ملي ويا آهن. خالد جو پيءُ ڪراچيءَ جو ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ آهي، هو ان وقت مختيارڪار هو، جڏهن منهنجو سهرو خان صاحب حسين بخش ڊپٽي ڪليڪٽر هو.“

”بس. ٻيو بہ ڪو پارٽنر اٿو ڇا؟“

”عبدالقادر شيخ بہ آهي، هو پني عاقل جو آهي، ۽ هن جو والد نور محمد طوطل ريهئبليٽيشن ڊپارٽمينٽ جو سيڪريٽري آهي. اوهان هن وقت ڪٿي آهيو؟“

”فشريز ڊپارٽمينٽ ۾ هيڊ ڪلارڪ آهيان.“

”اڃان هيڊ ڪلارڪ آهيو؟“

”ڇا ڪيان، منهنجي صاف گوئي ۽ خودداريءَ کي منهنجا بالا آفيسر پسند نہ ڪندا آهن.“

پرسان هڪ هوٽل هو، جنهن ۾ تتر ۽ ٻٽير ملندا ها، جتي مان بہ ٻهريءَ جي ماني کائڻ آيو هوس. مون ڪاظم کي زور ڪيو تہ هو بہ مون سان گڏجي ماني کائي. جڏهن هوٽل ۾ ميز تي آمهون سامهون ويناسين، تہ ڪاظم ٺڏو ساهہ ڀري فاني بدايونيءَ جي غزل مان ڪجهہ سٽون پڙهيون. جي منهنجون اڳ ئي پڙهيل هيون.

”اک معمہ هے سمجهنے کا نہ سمجهانے کا،
زندگي کا هے کوهےخواب هے ديوانے کا.
هر نفس عمر گذشتہ کي هے ميت فاني
زندگي نام هے مر مر کے جئے جانے گا-

ترجمو: (هڪ ڳجهارت آهي نہ سمجهڻ جي نہ سمجهائڻ جي
زندگي ڇا لاءِ آهي، ڇڻ هڪ ديواني جو خواب آهي
هر ساهہ گذريل عمر جو لاش آهي
زندگيءَ نانءُ آهي مري جيئڻ جو.)
پوءِ وري ٿڌو ساهہ ڀري پڇيائين: "اڄان شاعري ڪندو آهين؟"
"ڏاڍي. هاڻي تہ اردوءَ ۾ بہ ڪري رهيو آهيان."
"مثال طور ڪجهہ سٽون تہ ٻڌاءِ!"
"رات ڪروٽ بدل رهي هے ديکهہ،
تيري زلفون مين ڈهل رهي هے ديکهہ."
"مان صلاح ڏيانءِ. يا وڪالت ڪري هاءِ ڪورٽ جو جج ٿيءُ، يا گورنمينٽ ۾ نوڪري ڪري، ڪنهن ڊپارٽمينٽ جو سيڪريٽري ٿيءُ. پئسو ڪماءِ، کاءُ پيءُ، عيش ڪر. شاعري تہ توکي رت جا ڏڪ پياريندي."
مون هن کي جواب ڏنو، "مان ڀريل پتونءَ لاءِ تہ نہ ٿو وڙهان. جيئڻ جي حق لاءِ ٿو وڙهان. شاعري بہ جيئڻ جي حق ۾ شامل آهي. مان جسم جي پوئين رت ڦڙي تائين لکندس. جيئن منهنجي تخليق ڪاري، منصور جي شهادت کان بہ مٿي ڇاتي وڃي. هي ملڪ وڏي بڪواس آهي ۽ مان اها برداشت نہ ٿو ڪري سگهان. مان جيڪي صحيح سمجهندس، سو ضرور لکندس. ان لاءِ دارو رسن جي هر آزمائش لاءِ تيار آهيان. مون کي هتي سياستدان مطلب پرست لڳا آهن. انهن جي تقريرن جو مون تي ابترو اثر ٿيو آهي، جيئن ڀيلي جي باهہ تي التيءَ جو ٿيندو آهي."
ايتري ۾ بيرو اچي نڪتو. مون هن کي پنهي لاءِ هڪ هڪ تتر ۽ پن پن پتيرن جو آرڊر ڏنو. بيري تڙ تڪڙ ۾ هوٽل ۾ رڌل پين کاڌن جا نالا بہ ورتا تہ ڪاظم ڪيس چيو تہ هو ساون مرچن ۾ رڌل قيمي جي هڪ پليٽ بہ کڻي اچي ۽ پتيل جي روٽي بہ کڻي اچي. پوءِ مون کي وري چيائين: "مان هڪ صلاح ڏيانءِ؟"
"ڀلي." مون وراڻيس.
"شاعريّ ڇڏي ڏي. ان ۾ نحوست آهي. ڏس هن وقت تائين منهنجي پڳهار تي سؤ رپيا آهي. شاعريءَ منهنجو اهو حال ڪيو آهي. سنڌيءَ ۾ شاعريءَ جي قدر شناسي ٿئي، ناممڪن. تون هڪ هووتهار نوجوان آهين، ڇو

ٿو اجائي عمر وڃائين؟"

"مون اڳي بہ ڪٿي شاعري ڪئي آهي ۽ ساري عمر شاعري ڪندو رهندس، ۽ ٻيو ڪو مون کي پنهنجي ماڳ تان موٽائي نہ سگهندا."

هن مرڪي چيو: "توکي اڃان زندگيءَ جو تجربو نہ آهي. زندگي ايتري آسان نہ آهي."

"ڪاظم صاحب، زندگي آسان يا مشڪل، پر مان شاعريءَ سان توڙ تائين نڀائيندو رهندس."

هن جي چپن تي هڪ تلخ مرڪ آئي ۽ هو چپ ٿي ويو. هن مرچن ۽ قيمي ڏانهن هٿ وڌايو تہ مون ٽنڊر ۽ ٻئيرن جون پليٽون سوري هن ڏانهن ويجهو ڪيون.

منهنجي هن سان اها آخري ملاقات هئي. ڪجهہ وقت پوءِ هن کي اوندهہ ڳڙڪائي وئي ۽ مون ٻڌو تہ هو گذاري ويو. اِنا الله وَ اِنا اليه راجعون. هو فاني بدايونيءَ وانگر دل شڪستو ٿي مري ويو. ساري زندگي افلاس ۾ گذاريائين ۽ هن جي خودداري هن جي ترقيءَ جي آڏو آئي.

مون ۾ اڃان تائين تہ ڪو فرق نہ آيو آهي. هي سارو سماج ڪوڙ تي ٻڌل آهي. هڪ چيٽن جي ڍڳ وانگر آهي، ان ۾ عفونت آهي. پر جيڪڏهن ان کي تيلي ڏجي تہ دونهين تي ميڄر پيچي ويندا. ان ۾ ساڳي اقربا پروري، رشوت ستاني، دولت ۽ اقتدار جي نمائش ۽ علم و ادب لاءِ نفرت نہ تہ بہ بي پرواهي ضرور آهي.

هوڏانهن لعل محمد لعل کي قدرت عمر دراز عطا ڪئي آهي ۽ هو شڪارپور لا ڪاليج جو پرنسپال آهي ۽ سکر هاءِ ڪورٽ جي بئنچ جو سنئو وڪيل آهي. هو سال ڏيڍ اڳ ڪراچيءَ ۾ مون وٽ فليٽ ۾ پنهنجي ڪلام جو ڇپيل مجموعو "گونج" ڪٺي آيو هو. سندس شاعريءَ تي اڳ لکي چڪو آهيان. پنهنجي اڳ لکيل آتم ڪهاڻيءَ جي حصي ۾ مون ڪاظم سان گفتگو جو ذڪر ڪيو هو ۽ ان نوٽ بوڪ مان ڪيترا شدت پسند صفحا مون ڦاڙي ڇڏيا آهن. پوءِ نعيم صديقيءَ جو ذڪر آهي.

نعيم صديقي سان شڪارپور جي اسٽيشن روڊ تي لعل محمد لعل منهنجي واقفيت ڪرائي هئي. هن چيو: "هي نعيم صديقي صاحب آهي، تخلص 'وجدي' ڪندو آهي."

مون مرڪي چيو: "پٽ تہ سعديءَ واري اٿس!"

نعيم هڪ ٽهڪ ڏنو. پوءِ اسين دوست ٿي وياسين.

لعل محمد، جنهن پنهنجو تخلص بدلائي 'احمر' ڪيو هو، سڀني آهوجا جو بہ يار هوندو هو. مان لعل محمد احمر ۽ مرحوم نعيم صديقي، شڪارپور ۾ ريل جو پٽو وٺي ٽي چار ميل گڏ پنڌ ڪندا هئاسين. جڏهن پوڙ آئي هئي، ۽ چامڙا اسٽيشن ڪان ڪجهہ اوري هڪ ننڍو ڪنب چڙي وئي هئي، تڏهن اسان ان ڪنب مان گوج مڇي ماريندا هئاسين. نعيم، مرحوم حنيف صديقيءَ جو ننڍو ڀاءُ هو، جو سنڌ جي تهذيب ۽ تاريخ تي اٿارٽي سمجهيو ويندو هو. حنيف، قاضي فضل الله جو لاڙڪاڻي ۾ پارٽنر هو ۽ جڏهن قاضي فضل الله سنڌ جو چيف منسٽر ٿيو تہ حنيف کي ليگل ريمبرنسر ڪري رکيو هئائين. (جو هاڻ لا سيڪريٽري سڏجي ٿو.)

نعيم جو والد بزرگوار محمد صالح صديقي، سر غلام حسين هدايت الله سنڌ جي گورنر جو دوست هو. سر غلام حسين بہ شڪارپور جو هو. مرحوم محمد صالح صديقي ڪنهن وقت دلچسپ مذاق ڪري وٺندو هو. هڪ ڀيري نعيم ۽ مان هزاري در وٽان پنڌ اچي رهيا هئاسين تہ نعيم اونچي آواز ۾ ڳالهائي رهيو هو. هن رستي تي هڪ خوبصورت ڇوڪري ڏٺي هئي. "واهہ جو فلاڻيءَ جي ڌيءَ آهي. ريوڙي آهي ريوڙي!" تيستائين هن جي گهر جي اوطاق اچي وئي. جتي آرام ڪرسيءَ تي مرحوم محمد صالح جاگرافيڪل مئگزين جو ڪوئي پراڻو پرچو ڏسي رهيو هو. هن نعيم جا لفظ ٻڌي، ڪيس چيو: "نعمن بابا! ننڍي ڌيءَ جي ڳالهہ ٿو ڪرين يا وڏيءَ ڌيءَ جي؟"

هڪ ڀيري مان ۽ نعيم صديقي، حنيف صديقيءَ جي لاڙڪاڻي واري آفيس ۾ هڪ رات گذاري چڪا هئاسين. تن ڏينهن ۾ مون کي پئسي جي تنگي هئي، توڙي جو مون ايل. ايل. بي بہ پاس ڪئي هئي. منهنجي ماءُ جي مرضي هئي تہ ڪائي چڱي نوڪري ڪيان. انهن ڏينهن ۾ مان چڻ نعيم جي خاندان جي گهر جو فرد ٿي ويو هوس. مون هن سان ڳالهہ ڪئي تہ نعيم چيو: "ادا حنيف آهي تہ ڪر سوال ماڻهو، پر مان، بابا ۽ ٻين گهر جي ڀاتين ڪان چٺي وٺي توسان گڏجي ادا وٽ ٿو هلان ۽ چوانس ٿو تہ قاضي صاحب کي چئي تہ تو کي اسسٽنٽ ڪمشنر ڪري رکي."

اسان چٺيون وٺي، ڪراچيءَ آياسين. شام جو حنيف صديقي گهر ۾

ڪونہ هو. گهر ۾ هن جا چائنيز ڪرٽن (پردا) مغل تصويرون ۽ ٻيو آرائشي سامان، هن جي ثقافتي ذوق جي تصديق ڪري رهيو هو. نعيم هن جو ريفريجريٽر کوليو ۽ ان مان ٻہ شيمپئن جون بوتلون ۽ هڪ شيريءَ جي بوتل ڪڍيائين. سارو ريفريجريٽر وسڪي ۽ شراب سان ڀريو پيو هو. پوءِ اهي بوتلون ٽيلهيءَ ۾ وجهي چيائين؛ "هل تہ تو واري فليٽ تي تا هلي پيئون." حقيقت ۾ اها فليٽ منهنجي نہ هئي، پر حشو ڪيولراماڻيءَ جي ڪرائي تي ورتل هئي، جنهن کي ٿورو وقت اڳ جلاوطن ڪيو هئائون. حشو منهنجي عدم موجودگيءَ تي فليٽ تي آيو هو ۽ زرينا کي چيو هئائين؛ "ڏيءَ، مان اندر اچان. مون کي ڪجهہ وقت ترسڻو آهي. مان ٻئي ڏينهن هندوستان ٿو وڃان." زرينا، حشوءَ جي نالي کان چڱيءَ طرح واقف هئي، هن ڪيس اندر اچڻ ڏنو. هن ٻهرين تہ ڪمري ۾ ڪٽ تي نظر وڌي، جنهن تي هو ان وقت کان سمهندو هو، جنهن وقت مان هن وٽ اڪيلو رهندو هوس.

سرلا غالباً ڊالميا سيمينٽ فئڪٽريءَ ۾ ڪنهن آفيسر جي زال هئي. پر حشوءَ سان 1942ع واري، انگريز سامراج خلاف هلايل هلچل کان وٺي عقيدت ۽ محبت رکندي هئي، ۽ مڙس جي پرواهہ ڪئي بنا، حشوءَ سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ گڏ گذاريندي هئي ۽ هن جي ڪٽ جي نوار جو حصو ٿي وئي هئي.

مان جڏهن 1963ع ۾ دهليءَ ويو هوس، تڏهن سرلا جو مڙس مري چڪو هو، ۽ هن حشوءَ سان شادي ڪئي هئي. هن کي اڳئين مڙس مان پاڻ جهڙيون ٻہ خوبصورت ڌيئون هيون ۽ حشوءَ مان هڪ پٽ هوس. جنهن جو نالو 'گل' هو. پر حشو هن کي 'گل محمد' ۽ پاڻ کي 'حشمت الله خان' ڪوٺيندو هو.

'گل' کي نهروءَ بهترين چائيلڊ آرٽسٽ جي حيثيت ۾ انعام ڏنو هو ۽ جڏهن مان سيمينار تي ٻئي ڀيري ويو هوس تہ هو جرمنيءَ ۾ آرٽ جي وڌيڪ تعليم ۽ تربيت وٺي رهيو هو.

حشوءَ هڪ تہ ڪمري ۾، مٽي ذڪر ڪيل ڪٽ ڏانهن ڏنو ۽ ٻيو سنڌ جي نشانيءَ طور، هالا جو نهيل هڪ گل دستو ڪنيو. باقي سڀ ڪتاب، سارو سامان، برتڻ وغيره ڇڏي، زرينا کي چيائين؛ "ڏيءَ! هي اوهان وٽ ڇڏيان ٿو. جي مان موٽي آيس تہ مون کي ڏجو، نہ تہ اهي سڀ اوهان جا آهن."

مان ڪراچيءَ ۾ خالد اسحاق ۽ عبدالقادر شيخ سان گڏ، وڪالت ڪندو هوس. جيڪي ٻئي منهنجا ڪلاس فيلو رهيا هئا. مون جڏهن ڏٺو تہ ڪراچيءَ ۾ سنڌي شاعري ناممڪن هئي، تہ اوچتو مون خالد اسحاق کي چيو تہ: ”مان ڪراچيءَ کي ڇڏي ٿو وڃان ۽ سکر ۾ وڪالت ڪندس.“

خالد اسحاق مون کي مرڪي چيو: ”ٽي مهينا منهنجي آفيس ۾ تنهنجي ڪرسي خالي رهندي.“

مان فليٽ، مونس جي حوالي ڪري، سکر هليو ويس. پٽيان مونس، پنهنجي لاَاباليءَ طبيعت جي ڪري، حشوءَ جو سارو سامان ۽ سمورا ڪتاب تلف تاراج ڪري ڇڏيا.

مون ڳالهہ ٿي ڪئي نعيم جي. حنيف صديقيءَ جي گهران موٽي، اسان ٻہ ڊزن سيخ ڪباب ۽ نان صدر مان ورتا ۽ آياسين فليٽ تي. ٻئي شئمپئن جون بوتلون ٻہ پيتيونسين ۽ نان سان ڪباب ٻہ کاڌاسين.

نعيم چيو تہ: ”رات جو ادا سان ڳالهہ ڪندس. تون صبح جو ڏهين وڳي اسان وٽ پهچي ويجانءِ.“

مان ٻئي ڏينهن، ڏنل وقت موجب نعيم جي گهر پهتس. حنيف آفيس لاءِ تيار بيٺو هو ۽ نعيم کي چيائين تہ: ”چئين وڳي قاضي صاحب جي بنگلي تي هلنداسين. تيسين منجهند جي ماني هن کي هتي ڪاراءِ!“

اسان مرحوم حنيف سان گڏجي قاضي صاحب جي بنگلي تي وياسين تہ اسان کي ويسٽرن پڪچر جو نظارو نظر آيو. قاضي صاحب جي هٿ ۾ ريوالور هو ۽ پرسان بيٺل ڊي. ايس. پي، ان جي لبلبي کي دٻائي رهيو هو تہ گوليون وڃي پپر جي ٽڙ ۾ ٿي لڳيون. جڏهن ڊي. ايس. پي ريوالور مان هٿ ٿي ڪڍيو تہ قاضي صاحب جو هٿ ڏکي ٿي ويو ۽ لبلبو دٻايائين تہ گولي ڪنهن اونڌي رکيل بالٽيءَ کي وڃي لڳي، جا وڻ جي پرسان رکي هئي. قاضي صاحب ريوالور ڊي. ايس. پيءَ کي موٽائي ڏنو ۽ چيو تہ: ”وري سياٽي ٽارگيٽ شوٽنگ ڪنداسين.“

ان کان پوءِ هو، مرحوم حنيف سان اڌ ڪلاڪ ڪمري ۾ ڳالهائيندو رهيو. حنيف جڏهن ڪمري مان ٻاهر نڪتو، تڏهن هن مايوسيءَ واري انداز ۾ چيو: ”قاضي صاحب چوي ٿو تہ اسسٽنٽ ڪمشنر تہ نہ، پر اي. پي. پي (اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر) چوي تہ ڪريانس.“

مون حنيف صاحب کي چيو: ”سائين، مان اهڙو جڏو وڪيل تہ نہ ٿيندس، جو اي. پي. پي ٿيان.“

پاڪستان کان پوءِ مون کي آل پاڪستان ترقي پسند مصنفين جو وائيس پريزيڊنٽ ڪيائون. ڇو تہ ان وقت مان واحد سنڌي هوس، جو اردوءَ ۾ قابل قبول جديد شاعري ڪري سگهندو هوس، ۽ جنهن جي اردوءَ جي ڪلچر ۽ زبان سان ايتري آشنائي هئي، جيتري هنن جي بہ نہ هئي، جي اهان تائين دهلوي، الله آبادي، گڙگانوي ۽ فتح پوري وغيره هيا. مان نہ رڳو ترقي پسند مصنفين جي ويهڪن ۾ شريڪ ٿيندو هوس ۽ شعر پڙهندو هوس پر حلقہ ارباب ذوق ۾ بہ ويندو هوس. حلقہ ارباب ذوق ۾ الطاف گوهر ۽ ممتاز حسين بہ شامل هئا. جن مان اڳتي هلي الطاف گوهر، ايوب خان جو انفرميشن سيڪريٽري ٿيو ۽ چون ٿا تہ هن جي ڪتاب ’دوست ۽ نہ حاڪم‘ (Friends not Masters) جو مصنف هو ۽ پيو اڳتي هلي اسٽيٽ بئنڪ جو گورنر ٿيو.

مان جڏهن دل جي علاج لاءِ ڪرامويل اسپتال لنڊن ۾، ان سان لڳ هاسٽل ۾ رهيل هوس تہ الطاف گوهر، مرحوم حسن عابديءَ جي بي. سي. سي. آءِ ۾ ڪنهن عهدي تي هو. هن افتخار عارف کي منهنجي مزاج پرسيءَ لاءِ موڪليو هو، ڇو جو هو پاڻ ڪنهن ضروري ڪم ۾ مصروف هو. افتخار عارف، جميل جالبيءَ کان پوءِ مقتدره قومي زبان جو چيئرمين آهي.

قاضي فضل الله سان گفتگو کان ڪيئي سال پوءِ، در محمد اوستي ۽ ٻين تي سنگين جرم جي مبينہ ارتڪاب ڪري، اي. ڊي. ايم جيڪب آباد وٽ فرياد داخل ڪئي وئي هئي ۽ مون کي ۽ قاضي فضل الله کي جوابدارن جو وڪيل ڪيو ويو هو.

جعفر خان جمالي، جيڪو در محمد اوستي جو دوست ۽ سياسي سرپرست هو، ۽ جمالي قوم جو سردار بہ هو، تنهن پيشيءَ کان پوءِ، اسان جي مان ۾ پرتڪلف دعوت ڪئي هئي. مان قاضي صاحب جي ويجهو ويٺو هوس. هن منهنجي آڏي پچا ۽ سرڪاري وڪيل غوث بخش شيخ سان انگريزيءَ ۾ تند ۽ تيز گفتگو ٻڌي هئي ۽ مون کان متاثر ٿي نظر آيو ۽ مون کي چتائي ڏسي چيو هئائين: ”تون مون وٽ حنيف صديقيءَ سان گڏ نوڪريءَ لاءِ آيو هئين. مون کي افسوس آهي، تہ مون تو جهڙي ذهين ماڻهوءَ کي مايوس ڪيو هو.“

مون جواب ڏنو تہ: ”قاضي صاحب! اوهان افسوس نہ ڪيو، افسوس تہ مون کي ڪرڻ گهرجي جو مان نوڪريءَ جو تمنائي ٿيو هوس.“

زندگي خواب وانگر گذري ٿي وڃي. نعيم، ثميره زرين جي ياءَ غلام محمد سان گڏ ايم. بي. بي. ايس جي لاءِ علي ڳڙهہ ويو هو. پر هاسٽل ۾ هن کي هڪ اگرو شرط نہ وٺيو هو، جو اتان جي شاگردن هن کي وڌو هو. غلام محمد اهو شرط قبول ڪيو هو. اسان جو هڪ بزرگ سياستدان ان کي اوڏي موٽي چوندو هو.

وقت درياءَ وانگر چوليون هڻندو وهندو رهيو. مان وڪالت ۾ چڱيءَ طرح پير کوڙي سگهيو هوس. نعيم بمبئيءَ مان ايم. بي. بي. ايس ڪري لنڊن ويو، جتان ستن سالن ۾ ايف. آر. سي. ايس ڪري واپس موٽي آيو. هو اتان هڪ اطالوي ڇوڪريءَ سان شادي ڪري، ڪيس بہ ساڻ وٺيو آيو. مون ٻنهي تي هڪ نثري نظم لکيو آهي، جو ڪنهن ڪتاب ۾ ڇپيو آهي. اوچتو مون کي نعيم سان آخري ملاقات ياد پئي.

”نعيم، مون ڪان تنهنجي هڪ غزل جو مطلع وسري نہ ٿو وسري.“

”ڪهڙو؟“

”زندگي پنهنجي خرابات ۾ گذري ويندي،
اجنبي ناله و نغمات ۾ گذري ويندي.“

”خرابات ۾ گذري تہ بهتر. مون کي تو وانگر منصور ٿيڻو ناهي.“

”نعيم توکي شاعريءَ سان ڪيتري نہ محبت هوندي هئي! تون تہ چوندو هئين تہ پٽ - ڪيٽين جي هڪ گهڙي، ساپي جي سوَ سالن کان بهتر آهي.“

نعيم جواب ڏنو: ”مان هاڻي بہ ائين ٿو چوان. مون فقط شاعريءَ تان توجهہ پري ڪري، زندگيءَ تي مرڪوز ڪئي آهي. پٽ - ڪيٽين کان بہ پوپٽ بهتر آهي، جيڪو ياڻت ياڻت ڦلواڙيون ڦرندو وتندو آهي. مان چوان ٿو تہ دنيا ڪهمان، زندگي غزل وانگر گذاريان ۽ موت جي مقطع ۾ ايتري رنگيني پريان جو منهنجو آخري قافيو حافظ ۽ خيام کان وڌيڪ ترنم ريز ٿي وڃي.“

”نعيم، تون مغرب ۾ رهي، ڪيترو نہ بدلجي ويو آهين! مغربيت سان تہ مون کي بہ محبت آهي. جديد تهذيب جو پورو نچوڙ اتي ملي ٿو. پر تون ۽ مان تہ سنڌ جي مٽي آهيون. ڪڏهن تہ انهيءَ ٻٽ تي بوندڙيون وسنديون. ڪڏهن تہ اتي بہ ڦوڳ ڦولاريا!“

نعيم ٺهڪ ڏنو.

"سنڌ جي مٽي، پٽائيءَ جي پٽ جي مٽي، درازن جي دز."

"نہ بابا، مان مٽي نہ آهيان. مان ٻٽ تي ٻيهي بادل ڏسڻ نہ ٿو چاهيان. آخر انسان ذات جي ساري تهذيب اسان جي تهذيب جو ورثو آهي. جي انسان ويانا ۽ روم جي ڪنهن نائيٽ ڪلب ۾ رات گذاري سگهي، تہ تو وانگر روهڙيءَ ۾ رات ڇو گذاري؟"

"نعيم، تو تہ شاعريءَ کي هميشہ لاءِ ڇڏي ڏنو آهي!"

"ها، ڇو تہ سنڌي ٻوليءَ کي... ..."

(نوٽ بوڪ مان هڪ يا ٻہ صفحا ڦاٽل آهن.)

"مان يورپ جون آرٽ گيلريون، آپيرائون، نائيٽ ڪلبون ڇڏي ڏيان ۽ هتان جون ٻٽيون ۽ پاڻ چا لاءِ پسند ڪريان؟ آخر مان ڪو اردوءَ جو ميراثي شاعر تہ ناهيان، جنهن جي معاش جو ذريعو مشاعرو ٿي سگهي! مان ڊاڪٽر بہ آهيان تہ انسان بہ آهيان. پاڪستان، ۾ ٺٽي جي اسپتال ۾ مون کي رکيو هٿائون. اتي هڪ ڏينهن مون هڪ ڳوناٽي ٻيڙيءَ جي ملر پٽي پٽي ڪئي، جا ٻيل گاڏيءَ تان ڪِري پئي هئي. مون بيماريءَ ۾ رنگ، قوم، نسل ۽ معاشي حيثيت ۾ فرق جي باوجود، هر مريض کي هڪ جهڙو ڪري ڏنو آهي. ماٺهو، جو پهاڙ ڏاري سگهندو آهي، بيماريءَ ۾ ڪِنليءَ جهڙو ڪمزور هوندو آهي. مون هن کي رڙيون ڪندي، جبرندي، وڦلندي ۽ وٽ ڪائيندي ڏنو آهي، ۽ مون کي سدائين هن تي رحم آيو آهي. ان ڪري مون کي هيٺي جي دڪ تي ويتر ٻاجهہ ايندي آهي. مون اڳي ذڪر ڪيل ٻيڙيءَ جي ملر پٽي ٿي ڪئي تہ هڪ پٽيوالو آيو ۽ چيائين تہ: "اسسٽنٽ ڪمشنر صاحب کي ڏينيوءَ ڏنگيو آهي ۽ ڪيس بدن تي چاپاڪو ٿي پيو آهي. اوهان کي گهرايو اٿائين."

مون هن کي چيو تہ: "مان هن ٻيڙيءَ جي ملر پٽي ڪري ۽ هڪ ٻہ ٻيا مريض، جيڪي ٻهراڙيءَ مان آيا آهن، انهن کي ڏسي اچان ٿو."

گهڙي مس گذري تہ پٽيوالو پڄندو آيو ۽ چيائين تہ: "صاحب اوهان کي سڏي رهيو آهي، ۽ چيو اٿائين تہ ٻيو سڀ ڪم ڇڏي هليا اچو."

مون وري بہ هن کي چيو تہ: "مان ٿوري دير ۾ اچان ٿو."

جهٽ پلڪ بعد ٽيون پيرو آيو تہ مان هن سان گڏجي ويس. ڏٺم تہ صاحب بهادر مُنيون پيڪوڙي وڦلي رهيو آهي ۽ مون کان دڙڪي سان پڇيائين

تہ: ”ڊاڪٽر تون تہ جيل جيل ٿو ڪرين. مان چاهيان تہ توکي هن وقت گرفتار ڪرائي سگهان ٿو.“

مون هن کي جواب ڏنو تہ: ”تون مريض آهين، تنهن ڪري مان توسان سختيءَ سان ڳالهائي نہ ٿو سگهان. توکي، مون کي جيل ۾ وجهڻ جي همٿ آهي تہ وجهي ڏس.“

ان تي هن مون کي گهٽ وڌ ڳالهايو ۽ مڪون اولاريون. مون هن کي ڪوئي جواب نہ ڏنو ۽ رڳو پٽيوالي کي چيم: ”اچ تہ توکي دوا ڏيان.“ اسسٽنٽ ڪمشنر مون کي آخر ۾ انگريزيءَ ۾ دڙڪو ڏنو: ”مان توکي ڏسي رهندس.“

هو سي. ايس. پي آفيسر هو ۽ هن جي وڏي پهچ هئي. سي. ايس. پي ڪوريئڙي جو چار هو، جنهن ۾ چوٽيءَ تائين پهچڻ ۾ دير نہ لڳندي هئي، مون کي قلات ۾ سول سرجن ڪري موڪليائون. غالباً هن اها سزا سمجهي، جو تہ اتي رشوت جي گنجائش ڪانہ هئي. اياز! اعتبار ڪر، ٻن سالن کان مون کي زال چوندي هئي تہ مون کي فرڪوٽ وٺي ڏي، پر مان ايترا پئسا بچائي نہ سگهيو هوس، جو هن جي طلب پوري ڪري سگهان. آخر پئسا ڪٿان آڻيان؟ سرڪاري دوائون وڪڻان؟ ڪوڙا ميڊيڪو ليگل سرٽيفڪيٽ ڪيان يا ڪوڙيون شاهديون ڏيان؟ پگهار مان تہ گذر اوقات بہ مشڪل سان ٿيندو آهي. مون ادا حنيف جي سامهون، گورنمينٽ سان ٿيل بانڊ ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڦٽي ڪئي ۽ هن کي چيو تہ: ”مان وچ اوير وچي رهيو آهيان ۽ اتي قسمت آزمائيندس ۽ هن ايگريمنٽ کي ٽڪ هٿي هليو ٿو وڃان، تون پٽ جو خيال رکجانءِ.“ هاڻي مان بحرين ۾ سول سرجن آهيان. سٺ هزار مهينو (هن وقت جي ويهن لکن جي برابر) پگهار ملندي آهي، بہ موٽرون آهن. بنگلو آهي. ٻار ڪنوينٽ اسڪول ۾ پڙهندا آهن، وقت شاعريءَ کان سٺو پيو گذري!“

نعيم ڪجهہ سال اڳ دل جي دوري پوڻ سبب گذاري ويو. سندس هڪ بہ نظم ڊي. جي. سنڌ ڪاليج جي ادبي سرڪل پاران ڇپيل ڪتاب ’لهرون‘ ۾ شامل آهن. جنهن ۾ منهنجو نهايت باغيانو نظم ”او باغي، اوراج دروهي،“ ڇپيل آهي. پروفيسر رام پنجواڻي اهو نظم دِلي تي ڳائيندو هو ۽ بہ پيرا جلسن ۾ چيو هئائين: ”اسان اسيمبليءَ ۾ بہ چوندون فقط انهيءَ نظم جي ڪري ڪٽيون.“

نعيم جو ٻيو بہ ڪيتروئي ڪلام هو، جنهن جي باري ۾ اهو پتو نہ

پئجي سگهيو تہ اهو ضايع ٿي ويو يا هن ڪان ڪٿي وڃائجي ويو يا سندس اطالوي زال ان کي اهميت نہ ڏئي ساڻ ئي ڪنيو ۽ پنهنجي وطن موٽي وئي. غالب چيو آهي:

سب کهان کچھ لاله و گل مين نمايان هوگئين
خاک مين کيا صورتين هونگي کہ پنهان هوگئين-

پر افسوس، انهن صورتن تي آهي، جيڪي فقط خاڪ ۾ پنهان ٿيون ۽ لاله و گل ۾ نمايان نہ ٿي سگهيون.

نعيم جي ڳالهہ منهنجي دل ۾ کپي وئي هئي. انسان ڪنهن بہ آدرش لاءِ، پنهنجو چئن ۽ آرام چو ڦٽائي؟ هن کي ڪهڙي خبر تہ اهو آدرش صحيح بہ آهي يا نہ؟ ڪير نہ ٿو چاهي تہ ڏينهن جو چپر جي ڇانءَ هجي ۽ رات ڪنهن منڙي ماڻهوءَ جي ڇڳ سان چنبڙي پوي ۽ پرھ ڪنهن پرينءَ جون پنبڻيون چمندي اچي! سک ڪنهن کي پيارو ناهي؟ ڪنهن ڪيلي جهڙي بدن تي هٿ گهمائيندي مون کي ڪيترو نہ سُرور ايندو آهي! هٿن ۾ عورتن جي ماس جو پرپور ڇهاءُ ڪيترو نہ ليائيندو آهي!

ڪنهن سلوڻي سوادي شيءِ جو سواد ڪيترو نہ وڻندو آهي! هيءَ حياتي، هي ڪن پل جو ميلو، ڪهڙو نہ موهڻو آهي! هي پانت پانت جا ماڻهو، هي روشنين جا شهر، هي تِن جون گوناگون ٻوليون، هي رنگ رنگ جا ڦوڪڻا، جي هوا ۾ اڏامي ڦاٽي ٿا پون. هي طنابون، هي قناتون، هي گهنگهرو، هي ڇم ڇم ڪندڙ رقاصائون، هي جام، هي صراحيون، هي جيئڻ جا سڀ سانگ چڏي، اوچتو ڪوئي اجنبي قلندر ان ميلي ۾، واٽڙو گهمندو نظر اچي ٿو ۽ پنهنجي اڪيلائي ۽ اپاڻڪائيءَ کي چوڏاري جهرمر ۾ جرڪندو ڏسي، رلي ڪلهي تي ڪٽي رمندو رهي ٿو. هن کي ڪوئي منڊ نہ ٿو موهي سگهي. ڪوئي سانگ نہ ٿو سرچائي سگهي. هو سوچي ٿو تہ ڦوڪڻا ناپائدار آهن. انهن جي هوا ۾ هستي ئي ڪهڙي آهي! چاندوڪيءَ ۾ هن جي رليءَ جون چٽيون چمڪي رهيون آهن ۽ ڪوئي اٽائو ڏگر هن جي پيرن کي چڪيندو ٿو رهي.

وچ ۾ ويهارو پنا ڦاٽل آهن، پر وڌيڪ مواد منهنجي آتم ڪهاڻيءَ جي تسلسل ۾ کپي وڃي ٿو.

"آھ! هي تنهائيءَ جي زندگي! چوڏاري جيل جون پٽيون، مٽي، چُن ۽ پٿر جون پٽيون، گونگيون، ٻوڙيون، انڌيون پٽيون، جن ۾ نہ پکيءَ جو پڙلاءُ

آهي، نہ وڻ جو پاڇو آهي. جن جي سيخن مان آڪاس ڏرتيءَ جي ٿڌي ساهہ وانگر لڳي رهيو آهي. ڪير ڏارا ڪنهن چنڊال جي سنگهہ وانگر پڪڙجي وئي آهي. انهيءَ تنهائيءَ ۾ جنسي جذبو ڪهڙو نہ چريو ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ڪاري ڪڇونءَ جي پنيءَ جهڙي گدلي گدلي ننڊ اچي ويندي آهي. اهو سڀ انسان ڇا لاءِ سهي ٿو؟ ڪنهن آدرش لاءِ؟ آدرش، آدرش، جنهن کي ڪويءَ 'ڪڪريون منهن جو ويس،' چيو آهي.

روسي ناول نويس گوگول جي ناول 'تارس بلبا' (Taras Bulba) جي پوئين حصي ۾ آهي تہ تارس بلبا جو پٽ پنهنجي محبوبہ لاءِ پنهنجيءَ قوم، پنهنجي قبيلي ۽ وطن سان غداريءَ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو تہ هوءَ هُن کي چوي ٿي: "مون کي ڇڏي ڏي، مون لاءِ پنهنجي قوم ۽ وطن ڪيئن ٿو قربان ڪرين!" جنهن تي هو جواب ڏئي ٿو: "منهنجي مٺي! تون ئي تہ منهنجي قوم آهين، قبيلو آهين، وطن آهين." ڪنهن عورت لاءِ آدرش کي ڇڏڻ يا فقط عورت کي آدرش بنائڻ ايترو ڏکيو آهي نہ آهي، جيترو آدرش لاءِ پوري عورت ذات جي صحبت کان محروم رهڻ. (وري اڌ پنو ڦاٽل آهي.)

"جي تون اهو سوال سلين تہ شايد مون کي زندگيءَ جي آدرش جي معنيٰ ملي وڃي."

"ڪهڙو سوال؟"

"ڪوئي بہ زندگيءَ جو عيش ۽ آرام ڪنهن آدرش لاءِ قربان ڇو ڪجي؟"

"مثال طور!"

"تون جي چاهين ها تہ هڪ بهترين آفيسر يا وڪيل ٿي سگهين ها، پنهنجي لاءِ، پنهنجي اولاد لاءِ عيش ۽ آرام پيدا ڪري سگهين ها. پر ان هوندي بہ تو هيءَ زندگي قبولي! تون چوندو آهين تہ ڪيترائي سال تون جنهن ڳوٺ ۾ نظر بند رهيو آهين، اتي سانجهي ڪنهن مساڻ جي ڏائڻ وانگر ايندي آهي ۽ رات ڪنهن گونگي چريءَ وانگر چپ هوندي آهي. تو خود چيو هو تہ جيل جي ڪنهن ڪمري ۾ توکي رکيو ويو هو، اتي ايتري تہ تنهائي ۽ خاموشي هئي، جو جڏهن تو پريان ڪنهن ٻار جي روئڻ جو آواز ٻڌو هو، تڏهن تون نڙي ڦاڙي رڙيون ڪيون هيون ۽ رنو هئين. ان سڀ جي باوجود، تنهنجو ارادو ۽ عزم اڃان مستحڪم آهي. تون انهيءَ پيڙا کي ڪهڙي پرينءَ جي پيار جي مٺائي سمجهي رهيو آهين؟ توکي هِن جهان ۾ بہ اعتبار نہ آهي،

توکي اهو بہ يقين نہ آهي تہ تون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪوئي انقلاب ڏسي سگهندين. مٺي کان پوءِ سچ ايري يا نہ ايري! تو اها پيڙا چو چوندي ورتي آهي؟ ٻيو مثال ٻڌ! جيڪڏهن اتفاق سان اهو موقعو اچي جڏهن توکي جان ڏيڻي پوي يا پاڻ کان وڏيڪ ڪارائتي ساٿيءَ يا پنهنجي آدرش کي جوکي ۾ وجهڻو پوي تہ مون کي يقين آهي تہ تون پنهنجي جان ڏيڻ پسند ڪندين. چو، آخر چو؟"

"مون کي تہ چا پر جي منهنجي ساري ڪتنب کي جان ڏيڻي پوي تہ مان اهو بہ پسند ڪندس. منهنجو جواب هي آهي تہ پنهنجي آدرش لاءِ جدوجهد کان سواءِ منهنجي زندگي بي معنيٰ آهي."

"پر چو؟ منهنجو سوال اتي ئي رهجي ويو جتي اڳ هو." هن ڪوئي جواب نہ ڏنو ۽ مان نظيريءَ جي سٽ جهونگارڻ لڳس.

کسي کہ کشتہ نہ شد از قبيلہء ما نيست

ترجمو: (جيڪو ڪٺو ناهي، اهو اسان جي ڪڙم مان ناهي.)

(مان ڀانيان ٿو تہ مٿيون ڊائلاگ مون سوڀي گيانچندانيءَ سان ڪيو هو. معلوم نہ آهي تہ يو. ايس. ايس. آر جي ٽالان والان ٿيڻ کان پوءِ هن جي سوچ ۾ ڪائي ڦير گهير آئي بہ آهي يا نہ!)

(وري ڪيئي صفحا ڦاٽل آهن.)

"ڇرن ڇنڪن ڇت ۽ هُرن منجهہ هيئن."

مون کي شاهہ جي سُر سهڻيءَ مان سٽ ياد آئي. مون سوچيو:

"اڄ هيئين ۾ چا چا نہ هُري رهيو آهي! هي منهنجو استاد آهي ڪيئل داس فاني. بدي جي نتهڻ اُس ۾ ڪانوَ جي اک ٿي نڪري. رستي جو ڏامر تپي لوهہ ٿي ويو آهي. تتي هوا لگ ساڙي رهي آهي ۽ بدن تي پت تڙڪي رهي آهي. پگهر اگهي مان سُڪ پل تي هن جي گهر ۾ وڃان ٿو. آڳر ۾ پاڻيءَ جو ڇڙڪاءُ، واڻ جي آلي کٽ تي رلي، چوڌاري ڪچيون ٿڌيون پٽيون، جن مان ٻُهہ جا ڪجهہ ڪک نڪري آيا آهن. هو کٽ تي ويٺو آهي ۽ ڪجهہ لکي رهيو آهي. چڊڙا، ڪڪيرا وار، موڪرو منهن، سانورو رنگ، سياجهو سياءُ. مان هن جا پير ڇهان ٿو ۽ هُو منهنجي پٺي ٺپي ٿو ۽ مون کي پرسان ويهاري ٿو.

"اڄ سورج تي نظر لکي رهيو آهيان، تنهنجي هستي، تنهنجي مستي، تنهنجي بستي، بي مثال." مون کي ساڳيءَ سٽ ۾ قافيئي جو تڪراءُ وٺي ٿو ۽

منهنجو منهن تڙي پوي ٿو.

"سائين! مون اڄ هڪ نئون گيت لکيو آهي."

"ٻڌاءِ."

مان گيت پڙهان ٿو.

"سڀ آهہ خيال و خواب او ساقي!"

"هاڻي تنهنجي عمر گهڻي آهي؟"

"چوڏنهن سال."

"تو ڪوئي ساقي ڏٺو آهي؟"

مان لڄي ٿي وڃان ٿو ۽ ڪنڌ ڏوڻي نهڪر ڪيان ٿو.

"ساقي ڪنهن کي چوندا آهن؟"

"جيڪو مَيءِ پياري." مان لڄي ٿي وڃان ٿو.

"توکي ڪهڙي خبر تہ مَيءِ ڪهڙي ٿيندي آهي؟ ڪويتا وِهَم جو ڏيک آهي. ڪلپنا جو امرت نہ آهي. پهرين چکي ڏس، پوءِ ان تي لک."

"سائين گيت جو وزن ٺيڪ آهي."

"اهو ضروري نہ آهي تہ اسين عربي ۽ فارسيءَ بحر وزن ڪم آڻيون. اسان جا ڪيترائي شاعر عربي ۽ فارسيءَ جا وڏا ماهر هئا. پر پوءِ بہ ٺيٺ سنڌي بيت لکيا اٿائون."

"پر بيوس سائين بہ تہ فارسي بحر وزن تي لکي ٿو."

"بيوس جي پارسي بحر وزن جي ڪيڏ نہ لڳي ها، تہ ساميءَ کان وڏو شاعر ٿئي ها. بيوس جي عظمت انهيءَ ۾ آهي تہ هن صدين جو جمود ٽوڙيو آهي. سونهن سدائين نہ وسندي آهي، اها ڪڏهن ڪڏهن سانوڻ مينهن جيان ايندي آهي ۽ صديون سڪائي ڇڏيندي آهي. جڏهن ٻُٺ ٻنيءَ وانگر پرندو آهي، تڏهن وسڪار ورندي آهي. شاهہ لطيف موسلا ڌار مينهن وانگر ٿي آيو، ۽ جڏهن ويو تہ صديون مينهن ڦڙي نہ وسي. شاهہ لطيف کان بيوس تائين سنڌي شاعري، اها وشال واري آهي، جنهن ۾ ڪجهہ ڪانڊيرا نظر اچن ٿا، جن کي اسان درخت چئون ٿا. بيوس ڪانڊيرو تہ نہ آهي، پر هن ۾ اهو ٿڙ، اهو ڇڻ ۽ اها ڇانوَ ڪٿي آهي! بيوس اها چنتا ۽ چيتنا نہ آهي، جا ڪويتا کي مهان بڻائيندي آهي. اڃان ان ۾ دير آهي، جڏهن وڄڙيون ورنديون ۽ چؤماسي جي چڪاچوند ٿيندي." هن شفقت سان منهنجي مٿي تي هٿ گهمايو ۽

منهنجي شعر جي اصلاح ڪرڻ لڳو.

(مٿيون اظهار خيال ڪيئل داس فانيءَ جو آهي، ٻولي منهنجي آهي.)

فرانس ۾ ائرسٽوڪريٽ عورتن جا سئلون هوندا هئا، جتي وڏن شاعرن، اديبن ۽ آرٽسٽن جون دعوتون ٿينديون هيون. شڪارپور ۾ حجم جي دڪان کي سئلون چوندا هئا. سئلون ۾ زيبدار ڪرسيون هونديون هيون، جي شهر ۾ ڪنهن جي ٻہ اوطاق ۾ نہ هونديون هيون. نبي بخش حجم، جو منهنجو پاڙيسري هو، انهيءَ جو سئلون ان ڏس ۾ مشهور هوندو هو ۽ اسان ڪجھ اسڪولي ڇوڪرا، اتي خالي ڪرسين تي ويهندا هئاسين ۽ ادبي گفتگو ڪندا هئاسين. انهيءَ سئلون ۾ منهنجي لاڙڪاڻي جي وڏي شاعر نواز علي نياز سان ملاقات ٿي هئي. لال لوئيءَ جي شام هئي. ٻاهر ولھ وسي رهي هئي ۽ شڪارپور جي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ هندو ٻاھ جا مچ ٻاري رهيا هئا. نبي بخش حجام جي سئلون ۾ سگري ٻري رهي هئي ۽ درين تي شيشن مان ٻاهر ٻرندڙ شعلن جو شعاع ٿي نظر آيو. چوڌاري سرنهن جي تيل سان ڀريل ڪيئي شيشيون رکيون هيون، جن تي وديشي تيل جا ليبل لڳل ها. اهي شيشيون اٺ چاڙ گراهڪن تي رعب جمائڻ لاءِ رکيون ويون هيون.

سامهون ميز ۾ انگليند جا شيشا ٽنگيل هئا. هڪ آئيني ڀرسان نبي بخش حجم جو شاگرد، ڪوڙو حجم، ڪنهن جا وار ٺاهي رهيو هو ۽ هن جو خوبصورت چهرو ۽ وار آئيني ۾ نظر اچي رهيا هئا.

سئلون ۾ لاڙڪاڻي جو مشهور شاعر نواز علي نياز ويٺو هو. هن هڪ ڏينهن اڳ شاهي باغ ڀرسان هانڊي ۾ گلاب جو گل هٿ ۾ جهلي، گل تي مسدس جا ٻہ سؤ بند پڙهي، شڪارپور ۾ ترٿلو وجهي ڇڏيو هو. هونءَ 'سنڌو' ماهوار رسالي ۾ رام پنجواڻيءَ جي نواز علي نياز تي لکيل مضمون جي ذريعي اسان چاتو هو تہ 'بيوس' ۽ 'نياز'، ان دؤر جا ٻہ ڏاڍا وڏا شاعر آهن.

"سائين، اوهان جي 'گل' تي نظم تہ شڪارپور کي وڄائي وڌو آهي. اسان کي اهو نظم ٻڌائيندا؟" نبوءَ حجم چيو.

"هڪ شرط تي."

نواز علي نياز جواب ڏنو: "ڪالھ مون کي گل هٿ ۾ هيو، جڏهن مون اهو نظم پڙهيو هو. اڄ اهو گل ڪونہ آهي." هن ڪوڙي حجم ڏانهن اشارو ڪري چيو. "جي اوهان اجازت ڏيو تہ مان هن گل جهڙي ڇوڪري جي زلف

۾ هٿ وجهي اوهان کي اهو نظم پڙهايان ٿو. هونءَ تہ هُو منهنجي پٽ برابر آهي."

نبي بخش حجم، کوڙي کي چيو تہ: "گراهڪ جا وار ناهي، اچي نياز صاحب جي پير ۾ ويهہ."

نياز صاحب کوڙي جي زلفن کي آگر تي وٽي نظم پڙهيو.

"گل ۽ بلبل ۾ آ جهيڙو تہ چمن ڪنهن جو آ."

مون يڪدم نياز صاحب کي چيو تہ: "سائين، اها سٽ تہ مولانا حاليءَ جي هڪ مطلع تان ورتل آهي.

"گل و بلبل مين هے جهگڙا کہ چمن کس کا هے
کل بتادے گي خزان آکے وطن کس کا هے."

نياز صاحب منهنجي قد ڪاٺ کي ڏٺو. ان وقت منهنجي عمر تيرنهن سال هئي. هن پڇيو: "پٽ، تو هن عمر ۾ مولانا حالي پڙهيو آهي؟"

"ها، ڪنهن اردو رسالي ۾ هن جي ڪلام جو انتخاب پڙهيو اٿم."

"چڱو پڌ! پهرين سٽ مون برابر مولانا حاليءَ واري مطلع تان ورتي آهي. پر مسدس/ مخمس جا ٻہ سؤ بند منهنجا آهن. پوءِ هن ڏيڍ ڪلاڪ ۾ پنهنجو نظم پڙهي پورو ڪيو. رڳو وچ ۾ کوڙي جي زلفن کي ڪجهہ چڪ اچي رهي هئي تہ هن هلڪي رڙ تي ڪئي. نظم پورو ڪري هن موڪلايو. اسين بہ نبي بخش حجم جي سئلون مان ٻاهر نڪتاسين. ٻاهر ڏاڍو سيءُ هو ۽ هوا پاڪيءَ وانگر منهن تي چهہ ڏئي رهي هئي.

ڪتاب ۾ اڳتي اٺ لکيل پنا بہ آهن، منهنجي زندگيءَ جي ڪتاب وانگر. ان کان پوءِ وري هانديءَ بابت بہ لکيل آهي.

شڪارپور ۾ 'هاندي' جو بنياد مهراج رانول داس وڌو. جتي هوليءَ جي موقعي تي ٽي ڏينهن صبح شام وڏا وڏا هندوستان ۽ پنجاب جا ڳوئيا، ڪٿڪ ۽ سازيندڙ ايندا هيا، جي پڪي راڳ جو مظاهرو ڪندا هئا. هڪ بہ مهينا اڳ ۾ ٽڪيٽون وڪرو ٿينديون هيون. ماٿهو سيٽيون رزروَ ڪرائيندا ها. پاڪستان ٺهڻ کان بہ ٽي سال اڳ مفت ۾ هاندو لڳندو هو. شڪارپور ۾ ڳوئين کي وڏيون پگهارون ڏئي، هندو سيٺيون راڳ جي تعليم وٺندا ها. سيٺ ٿيمتراءِ، ڀائي لال کان تعليم ورتي هئي ۽ ٻين ڪيترن بہ اهڙي تعليم ورتي هئي. جن کان شهر جا باشندا راڳ جي تعليم وٺندا هئا. حڪيم سريچند چيتومل ڇاپي وارو، مهراج نارد ڪندن مل سونارو ۽ ٻيا چڱا ڳائيندڙ هئا.

شڪارپور ۾ گامڻ خان ۽ سينڌو خان وڏا گوئيا بہ رهندا هئا، جي مري بہ هتي ئي ويا. جن ڪان هندن ۽ مسلمانن تعليم ورتي هئي. مسلمانن ۾ ارباب ماڇي، هادي بخش ميمڻ ۽ پيا سنو ڳائيندا هئا. غلام حيدر ميمڻ هندوستان ۽ پنجاب ۾ وڏين ناٽڪ ڪمپنين ۾ زنانو ڪردار ادا ڪندو هو ۽ ان وقت جو مشهور ائڪٽر هو.

حڪيم آغا غلام نبي صوفي مشهور شاعر ۽ ڊراما نويس هيو. سندس ڪتاب سچل سرمست نالي لکيل مشهور آهي. تنهن شڪارپور ۾ 'الهلال سوسائٽيءَ' جو بنياد وڌو ۽ سٺا سٺا ناٽڪ اسٽيج تي پيش ڪيا. ڪيترائي شوقين ڪردار ڪندا ها، جن ۾ مشهور ڪم ڪندڙ ڪجهہ هي آهن. آغا حق نواز خان پٺاڻ، غلام حسين جهلڻ، وڏيرو پيرن جوڙيو، مرحوم حڪيم عبدالرحيم، مرحوم جان محمد عرف گلشن صوفي، جنهن پوءِ ڪيترين فلمن ۾ ڪم بہ ڪيو. عبدالغفار سومرو بہ وقت جو مشهور ائڪٽر هو. (اهو احوال مون کي لعل محمد لعل خط ذريعي موڪليو هو جو مان پنهنجي نوٽ بڪ ۾ اتاري ڇڏيو هو. مان نوٽ بوڪ رکي زرينا کي چوان ٿو، مون پنهنجي والدين تي لکيو آهي، ڪجهہ تنهنجي والدين تي بہ لکڻ چاهيان ٿو ۽ ياد ڪجانءِ. اجان شاهي باغ ۽ بيگاري واهہ تي بہ لکتو آهي. مون کي ويسر ٿي پئي آهي. توکان سواءِ مان هي ڪتاب جيڪر نہ لکي سگهان ها.

پر مان هاڻي ٻاهران چڪر ڏئي موٽي ٿو اچان. مان پاڻ ۾ پيهي دور ڏسان ٿو. سخت بارش پئجي رهي آهي. اردوءَ جي مشهور افسانہ نويس ۽ ناول نگار ۽ ٽي. وي اسڪرپٽ رائيٽر قدسيہ بانو مون سان گڏ ماسڪو ۾ هئي. اسان جو ٽيون ساٿي خاطر غزنويءَ هو، جو پشاور جو شاعر هو، هُن کي پيڪنگ هوٽل مان دبڙ دوُنس ڪري ايمبولينس ۾ ڪٽائي ويا ها، چو تہ هن مليريا جي شڪايت ڪئي هئي. مان ۽ قدسيہ بانو سرڪاري ڪار ۾ ان اسپتال ڏانهن وياسين، جتي خاطر غزنويءَ کي علاج لاءِ رکيو هئائون. اسان ٻنهي کي برساتيون پيون هيون، پر خاطر اسپتال ۾ قيد هو. اسان کي رڱو شيشي مان هن جو منهن ڏسڻ ڏنائون. جنهن تي بارش جون بوندون پئجي رهيون هيون. اسپتال ۾ اجان اهو طئہ نہ ڪيو ويو هو تہ خاطر کي ڪوئي وچڙندڙ مرض آهي يا نہ. تيستائين هن سان ملاقات جي منع ٿيل هئي. قدسيہ ۽ مان سيمينٽ جي چني هيٺان بيٺا هئاسين. بارش اوڙڪون ڪري وسي رهي

هئي. اڌ ڪلاڪ گذري ويو، تڏهن بہ اسان کي خاطر سان ملڻ نہ ڏنائون ۽ چيائون، اڃان هن جون مختلف ٽيسٽون ڪرڻيون آهن.

اسان کي ان رات لينن - گراڊ وڃڻو هو. سو پيڪنگ هوٽل ۾ موٽي آياسون ۽ مختصر سامان ساڻ کڻي ۽ باقي ڪلوڪ روم (Cloak Room) ۾ رکيوسون. يارنهين وڳي اسان جو گائيڊ ۽ ٽرانسليٽر (مترجم) سرگي ڪارسوڊا پهتا ۽ اسان کي ماسڪو ريلوي اسٽيشن تي وٺي آيا. ريلوي اسٽيشن تي ڪافي گهما گهمي هئي. اسان بئنچ تي ويهي رهياسون. پرسان هڪ خوبصورت جپسي ڇوڪري ماڻهن کان ڪجهہ پئسا وٺي، سندن هٿ ڏسي رهي هئي. هن کي پيري ۾ هڪ ڇيهو هو جو اسٽرابيريءَ ۾ ٻڌل جهرڪيءَ وانگر پيئي لڳو. مون بہ هن کي ڪجهہ ڪوپيڪ ڏنا ۽ هن کي هٿ ڏيکاريو. هٿ ڏسي هن پڇيو: ”پنيان ڪوئي عشق ڇڏي آيو آهين، جنهن کي ياد ڪري رهيو آهين.“

”هائو.“ مون کي ڪي چيروليون اکيون، ڪچنار جهڙا چپ ۽ اها رقص آميز رفتار ياد آئي جا مورٽيءَ ۾ هوندي آهي.

”هتي بہ تنهنجي مقدر ۾ عشق آهي، پر ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ جڏهن تون لينن - گراڊ مان موٽي ايندين.“

مون سوچيو تہ ڏاڍو چڱو، شاعريءَ جي وٽ وسامي نہ وڃي، ڏيئي ۾ لاٽ لاءِ ڪا جسماني ضرورت آهي، ان کان سواءِ زندگي ڪنهن وسيع بيابان وانگر لڳندي آهي. ان عورت کان سواءِ ٻيا بہ جپسي ويٺا ها، جي هن جدلياتي ملڪ ۾ بي معنيٰ ٿي لڳا. اهي رولاڪ ڇڻ روپوش ها، جن کي مايا روپي منهن هيا. سرگيءَ کي پتو نہ هو تہ اهي ڪير ها، ڪٿي رهندا ها ۽ ڪٿان آيا هئا. انهن کي نہ ڪپڙي جون ٽوپيون نہ ڪپڙي جا بوٽ هئا ۽ نہ ٻنهہ سٺا اوور ڪوٽ هئن. انهن کي فقط مفلوڪ الحاليءَ جي باوجود ڪجهہ بريف ڪيس هيا، جي روس ۾ عوامي انقلاب جي نشاني ها. انهن کي گلي ۾ رنگين اسڪارف ٻڌل ها.

ٽرين ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ هڪ گاڏي ۾ بانو قدسيہ سٽي ۽ ٻئي گاڏي ۾ مان ۽ سرگي. هر گاڏي ۾ بسترو، مگ، ٽوال، باٿ روم، اليڪٽرڪ شيور لاءِ سئچ، خوشبوءِ دار صابڻ ۽ هر شيءِ صاف سٿري هئي. گاڏي ۾ فرش تي ۽ ڪاريڊار ۾ قالين وڇايل هئا.

6 آگسٽ 1967ع جي ڊائريءَ ۾ منهنجو نوٽ آهي تہ اڄ سرگي نند ۾ مان ستين بجي اٿيو. مون کي ڇهين بجي جاڳ ٿي هئي. نند مان جاڳائڻ لاءِ تمام مٺڙي ۽ پياري موسيقي هلي رهي هئي، مون دريءَ تان پردو پري ڪري ڇڏيو. ريل جي پٽي جي ڀرسان پاسي برچ جا خوبصورت وڻ بيٺا هئا ۽ ڍاچا، گهر، کيت، گهاٽا جهنگل هئا. مان اسٽيورڊ کي ڪجهہ ڪوپيڪ ڏئي چانهہ آڻڻ لاءِ چيو. بسڪوٽ ريل ۾ ڪونہ هئا. ريل ’ڪوبہ نہ روڪي‘، ’ڪوبہ نہ روڪي‘، ’ويندس، ويندس، ويندس.‘ چئي وڃي رهي هئي.

مون سرگيءَ کان حال احوال ورتو تہ هن ٻڌايو تہ: ”مان پرڻيل آهيان، پر هاڻ زال کي طلاق ڏيندس. هوءَ ارڙهين سالن جي خوبصورت ڇوڪري آهي، پر فاحشہ آهي. ڀرين تہ منهنجو هن سان عشق هو، پر هاڻ الائجي ڇا ٿيو آهي.“

ازابيل نالي هڪ ڪرڙوڙي عورت، بيورو آف رائيٽرس طرفان اسان کي لينن - گراڊ اسٽيشن تي وٺڻ ڪار ۾ آئي. اسان کي لينن - گراڊ هوٽل ۾، جو اجنبي مهمانن لاءِ مخصوص هو، ٻن ڪمرن ۾ ترسايائين. اسان هوٽل ۾ نوين وڳي پهتا هئاسون. ازابيل اسان کي هوٽل ۾ ڇڏي پاڻ هلي وئي.

ان وقت مشهور آمريڪين ايڪٽر اينٿوني ڪئين (Anthony Quin) ڪنهن خوبصورت ڇوڪريءَ سان گڏ ڪار مان لهي هوٽل ۾ گهڙيو پئي تہ خوشبوءِ هوا ۾ ڦهلجي وئي. ڪيئن چئجي تہ اها خوشبوءِ ان ڇوڪريءَ جي جسم ۾ هئي يا هن سينٽ لڳائي هئي. ناشتو اسان ڊائننگ روم ۾ ڪيوسي. اتي ناشتو ڪمري ۾ ڪنهن کي بہ نہ ڏيندا هئا. پوءِ ڀل تہ ملڪ جو سربراهہ ئي ڇو نہ هجي. هڪ روبل ۾ ماڻهوءَ کي جيڪي وڻي سو کائي، ڪاڏي ۾ پارج (Porridge) مربو، مني ۽ ڪاري چيز (Cheese)، اوباڙيل آنا، تڏي گوشت جا ٽي نمونا، گرم گوشت جا بہ نمونا، آنا، بن، روٽي، اڇي ۽ ڪاري چانهہ، مختلف قسمن جي ڪافي، ۽ سلاد ڏيندا هئا. سرگيءَ تہ ايترو ڪاڏو چڻ هن پورو مهينو بک ڪڍي هجي. هن ڇهہ اوباريل آنا کاڌا، ٽي چار پليٽون گوشت جون، ۽ ٻي ڪافي چيز کائي بہ ڪوپ چانهہ جا پيتائين. اسان ايترو ناشتو ڪيون ها تہ بيمار ٿي پئون ها. هو روسٽوف جو هيو ۽ ڀريون پيرو اسان سان گڏ لينن گراڊ آيو هو.

سرگي مون سان گڏ ساڳئي ڪمري ۾ هو ۽ ناشتو کائي اسان اک لائي ورتي. مون هوٽل مان نئپولين برانڊي ۽ ڪجهہ عطر جون شيشيون ورتيون

هيون، اٽڪل 12 ڊالر لڳا ها. هتي لينن - گراڊ ۾ ٽين وڳي رات ٽئي ٿي ۽ نائين وڳي صبح ٿئي. 10 وڳي لينا آئي جنهن انگريزي ڄاتي پئي، اسان ڏانهن مترجم (Translater) جي حيثيت ۾ موڪلي وئي هئي. هن ٻڌايو تہ لينن - گراڊ ۾ چار سؤ نديون ۽ واهہ آهن. ستر پليون آهن. جڏهن ڪار ڪارنووسڪي پراسپيڪٽ مان گذري تہ مون ڏٺو تہ اتي سنڌ ورڪي عاملن جي حيدرآباد ۾ جاين وانگر پٿر جون جايون ٺهيل هيون. ساڳئي پٿر ۾اڪر، ساڳي قسم جا ڪنهڙا وغيره هئا. لينا ٻڌايو تہ انقلاب کان اڳ اهي خانگي جايون هيون ۽ 1917ع ۾ اهي قومي ملڪيت ۾ ورتيون ويون هيون.

لينن - گراڊ، ماسڪو کان مختلف هئي، هتي جديد بلڊنگون نہ هيون. اسان کي لينا زار جو اهو محل، جيڪو پيٽراعظم ٺهرايو هو ۽ جنهن کي هر متاج (Winter Resort) تي چيائون بہ ڏيکاريو. زار جو حڪم هو تہ هر متاج کان ڊگهي ڪابہ جاءِ نہ جوڙي وڃي. لينا اسان کي اندر وٺي هلي ۽ ٻڌايائين تہ: ”ان ۾ ٽي سؤ ملين شيون رکيل آهن. هاڻي اهو ميوزم آهي ۽ ان کي پارڪوءَ وانگر ڏسڻ ۾ يارنهن سال لڳي ويندا. هاڻي اهو عوام لاءِ کليل آهي. هونءَ هر متاج کان سواءِ لينن - گراڊ ۾ ٻيا بہ پنجاهہ ميوزم آهن. لينن ميموريل ميوزم، آڪٽوبر انقلاب جو ميوزم، سينٽرل لينن ميوزم، ميوزم آف هسٽري، ميوزم آف هسٽري آف رليجنس ۽ Museum of History of) Religions and Athiesim) وغيره.

هرمتاج نہ رڳو لينن - گراڊ جو وڏي ۾ وڏو ميوزم هو، پر اهو دنيا جي سيني ميوزمن کان وڏو آهي. ان ۾ جدا جدا ملڪن ۽ دؤرن جي ماڻهن جي مصوري، صنم سازيءَ جا شاهڪار، نقاشي، آثار قديمہ جا نوادرات، سڪا، تمغا ۽ مستعمل آرٽ (Applied Art) جا نمونا آهن.

لينن - گراڊ آڪٽوبر انقلاب جو گهوارو آهي ۽ لينن جو شهر آهي، جنهن هڪ نئين پارٽيءَ جو بنياد رکيو هو. انقلابي خلاصين ونٽر پئليس تي قبضو ڪيو هو، جنهن لاءِ سمالني نالي جاءِ ۾ ساري ڪارروائي رٿي وئي هئي. لينن هن شهر ۾ آڪٽوبر 1917ع کان مارچ 1918ع تائين رهيو هو ۽ پرولتاري انقلاب جي رهنمائي ڪئي هئائين. جڏهن سپاهي محل ۾ پهتا هئا تہ خلاصي اڳ ئي اتي ڳجهي موريءَ (Sewer) مان پهچي چڪا هئا. ان ڪري انقلاب دشمن چوندا ها تہ انقلاب گٽر مان آيو هو.

اسان بہ پهريءَ جي ماني ڪائي هوٽل جي نيوا نديءَ واري در ڪان هرمتاج وياسون. نيوا تي ارورا ڪروز پاڻيءَ جو جهاز بيٺو هو، جنهن ۾ ڏهہ ڏينهن انقلابي ڪنا ٿيا ها، جنهن جو جان ريڊ جي مشهور ڪتاب ”دنيا کي جهنجهوڙيندڙ ڏهہ ڏينهن (Ten days that shook the world) ۾ ذڪر ڪيو آهي. اسان پهريون هرمتاج جي انهن ڪمرن ۾ وياسون، جتي روم ۽ يونان جا بت رکيل هئا. روم ۽ يونان جو يورپ جي ثقافت جو سرچشمو آهي. سرگي هڪ بت تي ڪتبو پڙهي چيو تہ: ”يہ رومن سمرات هے.“ اسان ان ڪري سرگيءَ کي سرگي داس ڪوٺيندا هئاسون جو هو هندوستان ۾ رهي آيو هو ۽ اتي هندوستانيءَ جا ڪافي لفظ سکيا هئائين. پروگرام کي ڪاريہ ڪرم تي چيائين. هن ٻڌايو تہ هندوستان ۾ هر نانگ کي ’شانپ‘ پٽي چيائون. هُن ان جي هر قسم جو الڳ الڳ نالو نہ ٻڌو هو. ٻئي بت هيٺان لکيل لفظ پڙهي چيائين تہ هي يونان جو گرو آهي (God of wine dioyinysus). ان بت کي هڪ هٿ ۾ انگور جو ڇڳو ۽ ٻئي هٿ ۾ پيالو هو. ڊايوني سس جو هڪ ٻيو بت بہ هو، جنهن ۾ هن کي هڪ هٿ ۾ پيالو هو ۽ هن جو ٻيو هٿ هڪ خوبصورت عورت جي چيلهہ ۾ پيل هو. مون سوچيو تہ مان ڊايوني سس جو پنر جنم آهيان. هيءَ زندگي رابيل جي گل تي ماڪ جي ڦڙي وانگر آهي. اڏامندي ويرم نہ ڪندي. بهتر آهي تہ ان کي ڊايوني سس وانگر ماڻي وٺجي. ڊايوني سس جو ذڪر مون نہ رڳو يوناني ڏند ڪٿائن پر غالباً ڊي. ايڇ. لارنس جي ناول ۾ بہ ڪٿي پڙهيو آهي. هن جو فلسفو هو تہ جيڪي بہ هتي آهي، هاڻي آهي، ماڻي وٺ! ”تري تائين پيءُ تہ تون موکي ماڻئين.“ جي موت هڪ وهم آهي ۽ زندگيءَ کي بقا آهي تڏهن بہ زندگي ساڳي رنگ روپ، ساڳئي فڪر ۽ احساس جي گهرائيءَ سان نہ ملڻي آهي. هنس وانگر موتي چڳي وٺ، سَرَ کهڙي وقت بہ سڪي وڃي! ائين برابر آهي تہ هنس ڪان ڪونج جي اتاهين اڏار بهتر آهي، جيڪا آسمان مان تارا چڳندي آهي. يوناني فلسفي ايپي ڪيورس چوندو هو تہ: ”عيش جا طريقا ساڳيا نہ آهن.“ خنزير جي شڪار ۽ شاعريءَ ۾ ساڳيو لطف نہ آهي.“ سون جي زيورن واري ڪمري تي سپاهي بينا هئا. خوبصورت واز (Vase) رکيل ها، جتين ۾ سونا شاندليئر (جهار) هئا. ليونارڊو ڊاونچيءَ جي ميڊونا (Medona)، ان دؤر جا هٿيار، لوهي ٽوپ، وال پليٽون، (پت - تَسريون) جڳ، اڇي ۽ ڪاري سنگ مرمر جا بت،

سونا پيالا، صندوقون، طباخ، چتين تي عمده نقش، سونا ڏول ۽ گنديون، چينيءَ، سون، ٽامي، ڪاٺي ۽ پٿر جا نوادرات، زرهون، صليبون، سون جون صراحيون، آرسيون، سينگاردان (Icon) مورتيون، ڪرسيون، صوفا، منڊيون، ٿانو، مهرون، سڪا، ٻلا، تخت تاج، گلدان، شمع دان، فانوس، سنگمرمر جا تلاءَ، مسجما ئي مجسما، مصر جا، روم جا، يونان جا، روس جا، تصويرون ئي تصويرون هيون. اسان هڪ ڪمري ۾ ممي (Mummy) به ڏٺي ۽ سوچيو تہ هيءَ ممي، لينن جي مميءَ کان وڌيڪ پائدار آهي. پر ٻنهي ۾ فرق ڪهڙو آهي. آهن تہ ٻئي سڪل ماس جا لوٿڙا. لينا ٻڌايو تہ هي اها بہ جاءِ آهي جتي انقلابين خونريزي ڪئي هئي ۽ اتي رت جا سڪل دٻا پيا هئا. مان بخار مان اٿيو هوس، ان ڪري ڪجھ ڪمرا گهمي موٽياسون. مان هرمتاج مان موٽندي سوچي رهيو هوس تہ روس جي زارن ڪهڙي ڪهڙي ملڪ جي ڦرلٽ ڪئي هئي ۽ ڪريين ڊالرن جون شيون ڪميونسٽن پاڻ وٽ محفوظ رکيون هيون ۽ انهن ملڪن کي موٽائي نہ ڏنيون هيون، جن جي اهي ملڪيت هيون.

حوري نورانيءَ مون کي هرمتاج تي هڪ ضخيم ڪتاب انگريزيءَ ۾ ڏنو هو جنهن ۾ ڪريين ڊالرن جي جرمني ۽ رومانيا جي تصويرن جا فوٽا هئا، مان پانيان ٿو تہ ايتريون تصويرون هٽلر جو ڪلچر منسٽر هرمن گوئرنگ بہ ٻي جنگ عظيم ۾ يورپ مان ڦرلٽ ڪري ڪنيون نہ ڪري سگهيو هو. جيئن برطانيا جي ميوزم ۾ ڦرلٽ جو مال اڃان تائين آهي ۽ اڃان تائين هند و پاڪ کي ڪوهنور ۽ تخت طائوس بہ نہ موٽايو اٿائون. اشتراڪي سامراجي ۾ زر ۽ دولت جو هوس ساڳيو هو، جهڙو سرمائيدار سامراجيءَ ۾! پاهر نڪتاسين تہ سامهون نيوا نديءَ تي سج پوريون ٽيڙڪو ڏئي راسپوٽين جي زخم آلود سر وانگر ٻڏي ويو ۽ پنيان رتائون پاڻي چڙي ويو.

اسان ٽڪ پٽڻ لاءِ ٿوري دير هڪ پارڪ ۾ ويٺاسون، جتي سوين ڪبوتر ۽ جهرڪيون ماڻهن جي پيرن ۾ ويٺيون هيون ۽ انهن کان نہ ٿي ڊنيون، ڇڻ اهي بہ ماڻهن جي اجتماعيت جو حصو هيون. پوڙهيون زالون انهن کي چوڻو وجهي رهيون هيون. پر ماڻهو ڪي. جي. بيءَ کان عزرائيل وانگر ٿي ڊنا. پارڪ ۾ قدسيہ بانوءَ مون کي چيو: ”مون هڪ سنڌ ۾ سهڻيون عورتون ڏٺيون هيون پيون هتي روس ۾.“ اتان اٿي اسان سينٽ نڪولس جي چرچ ڏانهن وياسين. سرگيءَ پنهنجي هندوستاني ۾ چيو: ”چرچ ڪتني سندر

هئڻ.“ دراصل روس ۾ اسان کي هندوستان يا بنگلاديشي سمجهندا ها، پر جڏهن اسان هنن کي چوندا هئاسون تہ: ”اسان پاڪستان مان ٽا اچون تہ هو چوندا هئا، ”دا، دا، دا، علي پتو، علي پتو.“

”هائو، هائو، هائو، علي پتو، علي پتو.“ اسان کي ڪوئي ثقافتي تشخص نہ آهي ۽ جتي بہ وڃون ٿا تہ هندوستاني سمجهيا وڃون ٿا.

چرچ ۾ سنگمرمر جا حضرت عيسيٰ ۽ بيبي مريم جا بت، ۽ شمع دان، صليبون، در، دريون، قبائون، ڪرسٽ جون مورتيون سڀئي ڪنهن ٽامي جهڙي ڌاتوءَ مان ٺهيل هيون، جن تي سونو پاڻي چڙهيل هو. چرچ ۾ سؤ کن ماڻهو موجود هئا، جن ۾ اڪثر پيرسن هئا ۽ ڪجهہ جوان بہ هئا. سڀئي پاڻ کي واري سان ڪراس ڪري رهيا هئا ۽ انهن جي اڳين مان ڳوڙها ڳڙي رهيا هئا ۽ پادري وعظ ڪري رهيو هو. مون کي الائجي چو من ۾ آيو تہ هتي ڪنهن وقت عيسائيت ايري ايندي. صليب تي عيسيٰ جي تصوير هڪ فالج زدهہ ۽ شيشي جي قبر ۾ پوريل لينن ڪان وڌيڪ اتساهہ ڏيندڙ آهي. عيسيٰ کي خدا ابدي زندگي عطا ڪئي هئي، اهڙو وقت ايندو جو لينن کي ڪريملن واري قبر مان ڪڍي ڦٽو ڪندا، جيئن اسٽالن کي ڪڍي ڦٽو ڪيو هئائون ۽ اڄ هن جو نانءُ نشان بہ ڪونہ هو. هر آمر موت جي اڳيان عام ماڻهوءَ وانگر هيڻو هو. قبر شيشي جي هجي يا مٽيءَ جي، آخر قبر ئي تہ آهي!

رات جو مانيءَ جي ڪمري ۾، هوٽل جي مٿينءَ ماڙ تي وياسين. روسي ويٽر دلڪش بو (Bow) ٻڌي، صاف سٿرا، ديده زيب ڪپڙا پائي ٿڌو ۽ مٺو ڳالهائي رهيا هئا. بورجوا ملڪن وانگر اسٽيج تي پاپ ميوزڪ هلي رهي هئي. ٽي سؤ کن مهمان ميزن تي ويٺا هئا. روسي، فِن، پول، مشرقي جرمني، جا ايشيائي روس، آفريڪا ۽ ٻين ملڪن جا ڪافي ماڻهو دعوت تي آيل ها. مون هڪ وهيءَ ڪان مڙيل آمريڪي ڏٺو، جيڪو هڪ سنهيءَ ڳيرو روسي ڇوڪريءَ سان ٻي رهيو هو ۽ نچي نچي هن کي ڇڪي ڇاتيءَ سان ٿي لاتائين ۽ هن ڪان گهري چمي ٿي ورتائين. ڇوڪري ائين ٿي لڳي ڄڻ هن جو سارو ساهہ ڇڪجي هن جي چپن تي آيو هو ۽ ڄڻ هن کي غش ٿي آيو.

سامهون ميز تي هڪ آرمينين جوڙو ويٺو هو. مون سرگيءَ کي چيو تہ: هو آرمينين ڇوڪريءَ کي ناچ لاءِ چوي. چيائين تہ: ”تون چو نہ ٿو چئينس.“ مون چيو: ”مون کي مغربي ناچ نہ ايندو آهي.“ سرگيءَ مون ڪان هڪ ڊالر

اڏارو وٺي ايڪسپورٽ ڪٿالٽي واڊڪا گهرائي. واڊڪا بي مون کي چيائين: "هڪ ڊالر ٻيو بہ ڏي تہ مان فارين سگريٽ گهرايان." سگريٽ آيا تہ هن آمريڪن سگريٽ ڊنهل جو ڪش هڻي چيو: "هيءَ دنيا ڪيتري نہ خوبصورت آهي!" ائين چئي هو اٿيو ۽ آرمينين ڇوڪريءَ کي رقص لاءِ چيائين، جا نهايت خوبصورت هئي، ڄڻ سنگمرمر مان ٺهيل هئي. رقص ڪندي سرڪي ۽ هن جا بدن هڪٻئي کي زور سان ڇُهي رهيا هئا، جيئن طوفان ۾ بہ گل لالا هڪ ٻئي کي زور سان ڇُهن. ناچ ڪندي ڇوڪريءَ کي پٺ جي اوٽ ۾ اسان جي نظر کان پري وٺي ويو ۽ جڏهن موٽيو تہ ڇوڪريءَ جي ٻانهن پنهنجي ٻانهن ۾ وڌائين جا شاندليئر جي روشنيءَ ۾ ائين ٿي لڳي جيئن ڪوناريءَ ۾ سون رڄي ويندو آهي. قدسيہ ٿورو ڪائي چيو تہ: "مون کي ننڊ ٿي اچي، مان پنهنجي ڪمري ۾ ٿي وڃان." مان ۽ سرڪي يارهين وڳي تائين ويٺا رهياسون. هن مون کان هڪ ڊالر ٽيون بہ اڏارو ورتو ۽ ايڪسپورٽ ڪٿالٽي بيئر جون ٽي بوتلون گهرايائين. چيائين: "هي بيئر اسان کي فقط ڊالرن ۾ ملندو آهي. اسان وٽ روبل آهن، پر ڊالر لاءِ اسان سڪندا آهيون. ڇو جو اسان کي ايڪسپورٽ ڪٿالٽيءَ جون شيون فقط ڊالرن ۾ ملنديون آهن. اسان وٽ ڊالر نہ آهن، پر مان توکي ٽن ڊالرن جي عيوض نو روبل ماسڪو ۾ هلي ڏيندس، جو انهن جو ريٽ بليڪ مارڪيٽ ۾ اهو آهي. ڊالر روبل جو ترو ڪيئي وڃهندو. اسان کي اهو گهٽو پوءِ افغانستان جي جنگ مهل پتو پيو. لينن گراڊ ۾ بي وڳي رات تائين ڏينهن هو ۽ مون کي ڪالهوڪيون ڳالهيون هڪ سٽريين وانگر نظر اچي رهيون هيون.

ٻئي ڏينهن تي لينا آئي. مون هن کي نئپولين براندي، آمريڪن سگريٽ ۽ ڪجهہ سنئڪس (Snacks) آڇيون، جيڪي هوءَ براندي جا پيگ بي ڪائي وئي. غالباً هن ناشتو نہ ڪيو هو. ڪچهري ڪندي هن ٻڌايو تہ: "هي شهر پيٽراعظم 1703ع ۾ ٺهرايو هو. هن ماسڪو مان گاديءَ جو هنڌ ڦيرائي پيٽرس برگ ۾ ڪيو هو، جنهن جو نئون نالو هاڻ لينن گراڊ آهي."

هن وڌيڪ ٻڌايو تہ پشڪن پنهنجي نظم "ڪَٽ جو گهوڙيسوار" (Bronze Horseman) ۾ لکيو هو تہ:

"تقدير اسان جو قيام هتي لکيو آهي،
جيئن يورپ ڏانهن اسان دري ناهي سگهون."

جڏهن پيٽرس برگ نهي راس ٿي هئي تہ پشڪن ہي نظم ۾ چيو هو:
”نئين گاديءَ جي اڳيان
قديم ماسڪو جو منهن پيلو ٿي ويو آهي
جيئن ارغواني لباس پهريل بيوهہ جو منهن
هڪ ڪنواري راڻيءَ اڳيان لهي وڃي.“

تشبيهہ مون کي ڦڪي لڳي. پر چوندا آهن تہ پشڪن کي ڪنهن ہيءَ ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ ناممڪن آهي.

1812ع ۾ نيپولين جي شڪست، روسي فوج جي پئرس ڏانهن فاتحانہ يلغار هڪ حب الوطنيءَ جي بي مثال لهر ڊوڙائي ڇڏي هئي. پئرس جي فتح روس جي بين القوامي عظمت وڌائي ڇڏي هئي. ان دؤر ۾ اوچو ڪلاسيڪي آرٽ تخليق ڪيو ويو هو، جنهن جي پائي جو آرٽ يورپ ۾ ڪٿي نہ آهي. لينن گراڊ ۾ اچي هرمتاج ۾ نہ وڃڻ گناهہ جي برابر آهي. دنيا ۾ اتان جهڙا ميوزم تمام ٿورن ملڪن ۾ آهن. لوور (Louver) پئرس ۾، برٽش ميوزم لنډن ۾، ۽ نيويارڪ ۾ ميٽرو پوليٽن ميوزم آف آرٽ (Metropoliton Musium of Art) شايد هُن جو مقابلو ڪري سگهي. ان ۾ چار سؤ نمائش جا ڪمرا آهن ۽ هر سال ان ۾ ٽيهارو لک ماڻهو ايندا آهن.

لينا ڏهہ سال اسڪول ۾ ۽ ڇهہ سال لينن گراڊ يونيورسٽيءَ ۾ تعليم وٺي لسانيات (Linguistics and Philology) ۾ ڊگري ورتي هئي. هوءَ انگريزي نهايت فصاحت سان ڳالهائي رهي هئي. انگريزيءَ سان گڏ جرمن ۽ لئٽن بہ ڄاڻندي هئي. هن مون کي ٻڌايو تہ: ”هن وقت چاليهہ سيڪڙو سرڪاري نوڪريون عورتن کي هيون ۽ ايندڙ ڏهن سالن ۾ مرد نوڪرين ۾ اقليت ۾ ٿي ويندا.“

پوءِ هن مون کي روس ۾ بازنطيني ۽ روسي ثقافت جي باري ۾ ٻڌايو ۽ اهو بہ ٻڌايو تہ 15 صديءَ ۾ منگولن ڪيئن روس کي تباهہ ڪيو هو. 15 صديءَ ۾ ڪئٿرين اعظم (Catherine the Great) تاتارين کي شڪست ڏئي ڪريميا آزاد ڪرائي هئي ۽ اها روس جو حصو ٿي وئي. ڪئٿرين جرمنيءَ ۾ ڄائي هئي. فرينچ ڳالهائيندي هئي. ڪئٿرين کي پيٽر وانگر ’اعظم‘ جو لقب هو، جيڪو روس ۾ ڪنهن ٻئي کي جيئري يا مئي نہ مليو هو. ڪئٿرين فرينچ دانشور والٽيئر سان خط و ڪتاب ڪندي هئي، والٽيئر جي مطالعي، هن جا سياسي نظريا بلڪل بدلائي ڇڏيا هئا. والٽيئر جي آزادي پسندي، هن جي

حاڪميت پسنديءَ سان متضاد هئي، ڇوتہ هن جي سياسي پس منظر ۾ غلامي (Serfdom) اچان هئي. جنهن هن جي خيالات کي چون چون جو مربو ڪري ڇڏيو هو. پر اهو ڏنو ويو تہ حرص و هوس جي جاءِ تي صنعتي ترقي ايري رهي هئي. تاريخ نويس ڪليوچي وسڪي (Kliuchevisky) هن جي باري ۾ صحيح چيو آهي؛ ”ائرسٽوڪريسي هن کي قابل محبت سمجهيو ۽ هن آفيسراڻي شان و شوڪت کي قابل نفرت سمجهيو. هوءَ هڪ ٻهراڙيءَ جي سفر تي وئي ۽ اتان جي رهاڪن ڳوٺ کي ڪنوار وانگر سينگاريو ۽ هر ڳوٺ ۾ اهڙا منظر نظر آيس جن تي هوءَ ڪاوڙي. اي ڪاش! اسان جا سياستدان ان مان ڪجھ سمجهي سگهن.

پوءِ پيٽراعظم جي فتوحات جي باري ۾ ٻڌايائين. ساڍي يارهين وڳي قدسيہ تيار ٿي نڪتي، ۽ اسان گڏجي نيوا ندي تان پيٽرا پئليس (Peter Palace) ڏانهن وياسون. رستي تي لينا مون کي ٻڌايو تہ هتي هڪ ڪئفي آهي، جنهن جو نالو ”رولو ڪتي جو ادبي ڪئفي“ (Stray Dog Literary Cafe) آهي، ان ۾ شاعر بلاڪ (Blok)، مايوڪووسڪي، مينڊالستام (Mandelstam) ۽ پاسٽرنڪ (Pasternak)، ساڳئي ڪمري ۾ نظر ايندا هئا. جيتوڻيڪ هو جدا جدا ميزن تي ويهندا هئا ۽ جتي جڳ مشهور مصور شاگال (Chagall) جو اچان ايترو مشهور مصور نہ ٿيو هو، اهو بہ ايندو هو. مون اهي سڀ شاعر پڙهيا هئا ۽ شاگال جون ڪجھ تصويرون بہ ڪتابن ۾ ڏٺيون هيون جي هن اٽليءَ ۾ ٺاهيون هيون. مون آندري بيليءَ جو ناول سينٽ پيٽرس برگ ڪيئي سال اڳ پڙهيو هو، جنهن جهڙو درد انگيز ناول مون اچان نہ پڙهيو آهي. دراصل انقلاب جي شروعات ٿي هئي ائرسٽوڪريٽس (Aristocrats) جي بورجوا انقلابي حلقي ۾، جي ڊسيمبرسٽ (Decemberist) سڏبا هئا، هو شيمپئن جا ڍڪ پي رهيا ها ۽ فرينچ انقلاب آڻڻ جهڙا خواب پئي لڏائون. مون ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو هو تہ جتي آڪٽوبر انقلاب آيو اتي ٿي 1930ع ۾ لينن گراڊ جا هزارين رهواسي گرفتار ڪيا ويا هئا ۽ تهس نهس ڪيا ويا هئا. اتي فاشسٽن ماڻهن کي ايتري تہ بک ڏني هئي جو هنن سوٽن جي پَٽن ۽ پراڻي چمڙي يا بوٽن جي چمڙي مان سُوپ ٺاهي پيتو هو. مون لينن گراڊ جا نوَن سؤ ڏينهن، نازي گهيراءُ جي باري ۾ ڪتاب پڙهيو هو. ۽ انسان جي بي مثال اذيت پرستي ۽ هن جي درندگي ڏسي حيرت آئي هئي.

ان کان اڳ ۾ 1917ع ۾ جڏهن آڪٽوبر انقلاب آيو هو، تڏهن جيسين بالشيوڪ اسيمبليءَ تي قبضو ڪن تہ هنن ڏنو تہ اروڙا ڪروڙ جا ڪجهہ خلاصي ڪني پاڻيءَ جي ڪسيءَ ذريعي هنن کان اڳ ان محل ۾ پهچي ويا هئا. ان ڪري ڪنهن لکيو هو تہ انقلاب گٽر مان آيو هو. روسي بورجوازي سڀ هڪ جهڙا نہ هئا. ڪجهہ واپاري آرٽ جا سرپرست هئا ۽ روس جي مايہ ناز آرٽسٽن کي امداد ڏيندا هئا. هنن ڪيئي وان گوگ، گوگين، مٽيسي ۽ پڪاسو جون تصويرون خريد ڪيون هيون. ۽ لڪ چوريءَ بالشويڪن جي مدد ڪئي هئائون. جيئن پاڪستان ۾ ميان افتخار الدين وارا ڪندا هئا. پوءِ اسان فنلئنڊ جي ڪاريءَ ڏانهن ويندڙ موٽر بوٽ تي چڙهياسون. هوا ڪافي ٿڌي پئي لڳي، قدسيہ بانو ۽ سرگي اسٽيمر جي ڇت تي چڙهي ويا ۽ اڌ ڪلاڪ کن کان پوءِ مان ۽ لينا وچي اسٽيمر جي ڪائونٽر تي ويٺاسون ۽ روسي شيمپئن ۽ ڪئويئر (Cavier) مڇيءَ جو آرڊر ڏنوسون. اسان ٻہ ٻہ بوتلون ٿڌي شيمپئن جون پيتيوسين. پوءِ اسين جهاز جي ڊيڪ تي پاسي ۾ ٻن ڪرسين تي ويٺاسون. جيئن نيوا نديءَ جو ان وقت نظارو ڏسي سگهون، جڏهن اتي سج جي جهانجهر چمڪي رهي هئي ۽ جڏهن موٽر بوٽ کي لوڏا اچي رهيا هئا، تڏهن تي ٻيرا لينا اچي منهنجي هنج ۾ ڪِري. مون جڏهن هن کي اٿاريو تہ هن چيو: "تون مون کان ڇمي ڇو نہ ٿو وٺين." پوءِ هن ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي، ڇپ مون ڏانهن آندا، پوءِ شيئمپين شيئمپين کي ڳيت ڏئي پي ويو، ۽ منهنجي هٿ کي شفتالوءَ جو ڇهاءُ محسوس ٿيو ۽ مون ڏٺو تہ شيمپئن جي اثر هيٺ ٿڌي هوا ۾ لينا جو سفيد چهرو چليل ليچيءَ وانگر گلابي ٿي لڳو.

ٻن ڪلاڪن کان پوءِ اسان پترا پئليس پهتاسون. پهرين نظر تہ منهنجي آدم ۽ حوا جي بتن تي پئي، جيڪي جدا جدا ڦوهارن وٽ ڪتل هئا. مون سوچيو تہ هنن کي الڳ ڇو ڪيو اٿائون. پاڻي ڏاڍو ٿڌو آهي، هنن کي ٿڌ لڳندي هوندي. اتان ڦري زار جي محل ڏانهن وياسون. محل جي چوٽيءَ تي ٻہ - مٿو باز ڪتل هو ۽ ان جي مٿان سونو تاج هو. لينا جو مڙس صنم ساز هو. مون لينا کان پڇيو تہ: "ڪير وڌيڪ پائدار آهي. پٿر يا ٻولي؟" هوءَ ڪلي ويئي ۽ چيائين تہ: "هٽلر بمباري ڪرائي پترا پئليس جا ڪيئي مجسما ڀڃي ڀوري ڇڏيا هئا، جي اسان وري نهرائي اڳي جيئن بيهاريا آهن، پر هو پشڪن جي شاعريءَ تي بمباري ڪري نہ سگهيو هو."

مون هن کان خلصتي فرقي ۽ راسپوٽين جي باري ۾ پڇيو ۽ اهو بہ پڇيو تہ ڇا جڏهن زارينا جي پٽ کي هيموفليا (هن بيماريءَ ۾ بدن ۾ ڪٽ بہ جهڪ اچي وڃي تہ رت نہ بيهندو آهي.) ٿي پئي هئي ۽ جڏهن سڀ ماهر ڊاڪٽر هن جو رت بند ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيا هئا، تڏهن راسپوٽين هن کي پاڻهن ڪان ونئي، وڏي ٽيڪءَ ۾ اچي ويو هو ۽ دعا گهري هئائين تہ زارينا جي پٽ جو رت وهڻ بند ٿي ويو هو." ان تي لينا چيو تہ: "ان موضوع تي يو. ايس. ايس. آر ۾ ڪوئي ڪتاب ناهي." مون لينا کي ٻڌايو: "انگريزيءَ ۾ راسپوٽين تي سوَ کان وڌيڪ ڪتاب لکيل آهن. جن مان چار تہ مون بہ پڙهيا آهن. موٽندي ڪائونٽ يوسوپوف جي محل ڏانهن هلنداسون، جتي هن کي ايتري سائنائيڊ (زهر) پياري هئائون، جيڪا جيڪڏهن لينن گراڊ جي پاڻيءَ ۾ ملائي وڃي ها تہ سڄو شهر زهر وگهي مري وڃي ها، ۽ پوءِ جڏهن هو اها پچائي ويو تہ هن کي گوليون هنيون هئائون. اجان هن ۾ ساهہ هو تہ هن جو لاش گهلي نيوا نديءَ ۾ ڦٽو ڪيو هئائون. لينا چيو: "مون ڪائونٽ يوسوپوف جو محل تہ نہ ڏٺو آهي. موٽي هلي رائيٽرس جي فارين بيورو کان پڇنداسون، جي اهڙو ڪوئي محل آهي تہ توکي ضرور ڏيکاريندس."

جڏهن ڦوهارن وٽان لنگهياسون تہ رستي تي پاپلر جي وڻن جون قطارون هيون. مون کي ياد آيو تہ جڏهن مان مياڻيءَ جي جهنگ ۾ ٻن خوبصورت عورتن سان گهمي رهيو هوس، تڏهن مون ڪيئي پاپلر جا وڻ ڏٺا هئا. انهن مان وڏي ساهيڙيءَ چيو تہ: "هنن وڻن ۾ تنهنجا همذات پلجندا آهن."

"ڇا مطلب؟"

"پٽ ڪينئان (Silk Worms) پاپلر جي پنن تي گذارو ڪندا آهن." لينن گراڊ ۾ ائبٽ آباد ۽ بالا ڪوٽ کان ديودار نديا ٿيندا آهن. ۾ اهي ديودار ٻوڏي پگوڊا وانگر خوبصورت ٿا لڳن. ديودار کي هتي ايلڪ ٿي چيو ويو. ٻين وڻن جا نالا لينا ۽ سرگيءَ کي بہ نہ ٿي آيا. رستي تي لينا ٻڌايو تہ هوءَ لينن گراڊ کان 3 ڪلوميٽر پري ڊاچا (Dacha) (ننڍو گهر) ۾ رهندي هئي. روس ۾ سڀ زمين سرڪاري آهي. ڪوئي پنهنجو گهر وڪڻڻ چاهي تڏهن بہ وڪڻي نٿو سگهي. چڱي ڊاچا ٺهرائڻ تي 8-10 هزار روبل لڳن ٿا ۽ هوءِ زمين جو ساليانو ڪرايو 8 روبل ڏيندي آهي. هن کي هڪ ننڍو پٽ آهي، جنهن لاءِ هو هڪ آيا (Baby Sitter) کي پنجاهہ روبل ماهوار ڏيندي آهي. اها پگهار آهي

تہ گهٽي، پر هوءَ خوش نصيب آهي جو هتي آيا ملڻ مشڪل آهي. هڪ رٽائير ٽيل پوڙهي پورهيت هن وٽ ڪم ڪندي آهي. جن عورتن وٽ ايترو پئسو نہ آهي جو هو آيا رکي سگهن تہ هو ٻار، ٻارڙن جي اسڪول (Kinder Garten) ۾ ڇڏي پورهئي تي وينديون آهن، جتي هنن جي نظرداري ۾ پالنا ڪئي ويندي آهي. ڇا نہ خوبصورت نظام هو، جو آمريڪا روس کي افغانستان جي جنگ ۾ وچڙائي، درهم برهم ڪري ڇڏيو!

ڪميونزم ڇو ناڪام ٿي، ان جو تجزيو مان پوءِ ڪندس.

لينن گراڊ جي گهيراءَ Siege of Lenin Grad ۾ ٻارنهن لک ماڻهو مئا هئا. ڪيڏو نہ سنو هيو هن ديس، جنهن جا گورباچوف جي ڪتاب پيرسترڪا لاهہ ڪيري ڇڏيا.

اسان شام جو موٽياسين. سج جا سونهري ڪرڻا، پاڻيءَ تي ائين پئجي رهيا هئا جيئن سراڻ تي چاقو تکي ڪرڻ وقت چڻنگون نڪرنديون آهن. ان ڏينهن مون ۽ لينا هوٽل ۾ ماني گڏجي کاڌي ۽ اڇو شراب پيئندا رهياسون. تن ڏينهن ۾ منهنجو کاڌو پيتو واقعي ڊايوني سس وانگر هو. ٻئي ڏينهن تي اسان اها جاءِ ڏٺي جنهن ۾ لينن روپوش رهيو هو. شاعر ائنا اخمتوفا جا ٽاڪ بہ ڏٺا ۽ ارورا جنگي جهاز، فيوڊور ڊوستو وسڪي ۽ پشڪن جا گهر بہ ڏٺا جي ميوزم ۾ بدلايا ويا آهن، ڪائونٽ يوسوپوف جو محل، جتي راسپوٽين کي سائنائيڊ پياري هئائون، ۽ گوليون هنيون هئائون ۽ واهہ جي پرسان اها لئمپ پوسٽ ڏٺي، جتي هن ٽپو ڏئي هٿ کوڙيا هئا ۽ پاڻ بچائڻ جي ڪوشش ڪئي هئائين. افسانہ نگار انٽن چيخوف (Anton Chekhov) جو گهر، گورکي پارڪ، ڪارل مارڪس پراسپيڪٽ، مئڪسم گورکي پراسپيڪٽ، ريپن انسٽيٽيوٽ آف پينٽنگ اسڪلپچر ائنڊ آرڪي ٽيڪچر Repin Institute of Painting and Sculpture and Architecture، موسيقيءَ واري طربيہ جو مرڪز (The Centre of Musical Comedy) شاعر آسپ مينڊا السٽام جا ٽاڪ، نئپولين جي جنگ واري آرٽ گئلري، جتي ائين پئي لڳو تہ اسان ميدان جنگ ۾ بيٺا آهيون وغيره ڏٺاسين. حيرت آهي تہ ان ساري چڪر ۾ اسان کي ٽراٽسڪيءَ جو نالو نشان بہ نظر نہ آيو. ٽراٽسڪي روس جو عظيم دانشور هو، جنهن جي انقلاب جي تاريخ پڙهي ۽ ان ۾ هن جي ڪردار نگاري ڏسي، مان ونجي ويو هوس. هو سرخ فوج جو ڪمانڊر ان چيف هو،

ليڻ جو خاص دوست ۽ عظيم مقرر هو. انهن ڳالهين جو مان ٻئي وقت ذڪر ڪندس.

فرار جي ڪا حد ٿيندي آهي! زرينا ڇا چوندي هوندي! سنڌ واهہ جي ٻي ڪناري تي جي پهچندو هوس تہ ٽپي ڏئي ساهي منجهائي موٽي ايندو هوس، ائين مان موٽي آيو آهيان ۽ زرينا سان وري گفتگو جاري آهي.

جيتري قدر مون کي ياد آهي تہ زرينا جو والد بزرگوار ميرپورخاص، لاڙڪاڻي، جيڪب آباد، سکر، دادو ۽ حيدرآباد ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿي رهيو هو. ان زماني ۾ گهڻو ڪري ڪليڪٽر انگريز هوندا هئا. مان زرينا کي ٻہ ٻاهر چڪر ڏياري ٿو اچان.

جڏهن مان وائيس چانسيلر هوس. تڏهن منهنجي مرحوم دوست شمس الدين شاهہ جو نياڻو نور محمد شاهہ ميرپورخاص ۾ ڊپٽي ڪمشنر هو. هن مون کي ڪنهن دعوت ۾ صدارت لاءِ ڪوٺ ڏني هئي. زرينا کي اهو ياد هو تہ هوءَ نور محمد شاهہ جي بنگلي جيتري ڪنهن بنگلي ۾ رهي هئي. هن جي بنگلي جي اڱڻ ۾ ٽي چار مور ٽلندا هئا. جڏهن گهڻ گهور ٽڪور جو آواز ٿيندو هو تہ مور ٺهوڪا ڪندا هئا. ائين لڳندو هو تہ مور بادلن کي سڏي رهيا آهن. پر بادل ڪن لاتار ڪندا ويندا رهندا هئا. "هڪ طرفي عشق جو اهو ئي نتيجو ٿيندو آهي." هن مون کي شڪايت ڀريل نگاهن سان ڏسي چيو. "جيئن بادل مور جي سڏ کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري رمندا رهندا آهن، تون بہ مون کي ائين ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري رمندو رهندو آهين. پر مان توسان ٻانهن ۾ ٻڌل تعويذ جيان ٻڌل رهي آهيان." مون ندامت جي احساس کي لنوائي، هن کان ميرپورخاص جي باري ۾ وڌيڪ پڇيو. هن جواب ڏنو تہ: "جڏهن ڪتيءَ جو چنڊ چوڏس رات پنهنجي پوري جوڀن تي هوندو هو ۽ هوا ۾ ڪجهہ ٿڏڪار هوندي هئي..."

مون هن کي وچ ۾ جهليندي چيو: "تون تہ شاعره ٿيندي ٿي وڃين!"

هن وراڻيو: "اسان جي جڏهن شادي ٿي هئي، تڏهن منهنجي ويهارو سال کن عمر هئي. ان کان پوءِ هن وقت تائين، تنهنجي پاڇي وانگر رهي آهيان. ڪنهن وقت اهو پاڇو ننڍو هوندو هو، ڪنهن وقت وڏو ٿي ويندو هو. مون توهان مان ڪجهہ تہ پرايو آهي."

زرينا گفتگو جاري رکندي چيو: "انهيءَ منڊ ۾ بابا شاميانا هڻائيندو هو. ۽ سگهڙ ڳجهارتون ڏيندا ها ۽ پڇندا ها. مارو لوڪ گيت ڳائيندا ها تہ لونءَ

لونءَ آيي ٿي ويندي هئي. رهاڻ ٿيندي هئي تہ ٿري امل سان پريل ترِي آچيندا ها. بابا چوندو هو تہ امل سان انسان پوُنتريءَ وانگر پڙڪو ڏئي اڏاري ڪاٿي ويندو آهي."

مون چيو تہ: "مون آتم ڪهاڻيءَ جي پهرين حصي ۾ ٿر تي ڪافي لکيو آهي."

"تو اسان جي گهر ۾ ڪتا ڏٺا ها. ڪيڏا نہ خوبصورت ها. اهو ڪتو جو بابا توکي بہ تحفي طور ڏنو هو، جڏهن تون فرسٽ ايئر ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ آيو هئين."

"انهيءَ ڪري تو لاءِ وصيت ڪئي هئائين تہ تنهنجو سڳ مون کي ڏنو وڃي."

"ڪوڙا! بابا اهڙي وصيت نہ ڪئي هئي. لکيو منجهہ نراڙ، قلم ڪياڙيءَ نہ وهي. تون منهنجي پاڳ ۾ لکيل هئين. ان ڪري تنهنجي ماءُ، امڙ ڪان سڳ گهريو هو."

هن ڳالهہ جاري رکندي چيو هو. "بابا، ٿر ۾ اٺ تي سفر ڪندو هو، تڏهن ان جي چمڙي جي جهلن تي خوبصورت پرت پريل هوندو هو. پيا اچن ليڪن تي نيرن ليڪن وارا 'جاجم' هوندا ها." هوءَ نالو ياد ڪري چوي ٿي تہ: "هائو، انهن کي 'جاجم' چوندا هئا. جيڪي ويهارو فوٽ کن ڊگها هوندا هئا، جي اسان ٻنا چوٽا ڪري پائيندڙيون هيونسين، جڏهن پوهہ جا پارا پوندا ها. ڪاٺ جي پيٽين تي ڪاوا ڪيڏا نہ خوبصورت لڳندا ها!"

زرينا، مون اڃان تنهنجي پيءُ جي حقيقت پوري نہ ڪئي آهي، تہ ٿر جا نانگ ياد ڪري، اڄ تہ تاج پور مان چڪر ڏئي اچون.

نواب لغاريءَ اسان جي دعوت پنهنجي زمين تي ڪئي هئي. اتي ڪيڏي نہ من موهڻي فضا هئي!

"اتي تو هڪ فارسي شعر ٻڌايو ءِ ان جي معنيٰ ٻڌائي هئي. اهو ڪهڙو شعر هو؟"

مون چيو:

نسيم خلد مي وزد مگر ز جوئبار ها
کہ بوئے مشک مي دهد هوائے مرغزارها –

ترجمو: (بهشت جي هوا گهلي رهي آهي ءِ جوئبارن تان
گهلندڙ هوا مان مشڪ جي خوشبو اچي رهي آهي.)

تاج پور ۾ هڪ بينڪ هئي، ان جي سامهون ڪيئي سفيدي جا اوچا ءِ

سڏا وڻ ها، جن جي پنيان ڪيترائي ايڪڙ ڪيلا بيٺل ها. پرسان ٽيوب ويل مان پاڻي ڪسين مان وهي دلفريب فضا پيدا ڪري رهيو هو. نواب لغاري جو نانگائي سؤٽ بہ عجيب ماٺهو هو، ڇا نالو هو هن جو؟ ”مان ڀانيان ٿو تہ هن جو پورو نالو شايد نواب محمد خان لغاري هو.“ ڪيئن ڇئجي هن عمر ۾ ڪي ڳالهيون ياد رهن ٿيون ڪي نہ ٿيون رهن.

هيمنگ وي مڇ کي چيو هو: ”مڇ تون منهنجو ڀاءُ آهين، پر مون کي توکي مارڻو ضرور آهي.“

پر نواب محمد خان چوندو هو: ”نانگ تون منهنجو ڀاءُ آهين، مون کي توکي پالڻو آهي.“

ڪهڙا ڪهڙا نانگ هيا هُن وٽ. ڳدا، پدم، ڪاريهر، ڊمر، واڇر، لنڊيون، ڪپر، سنگ چُور، نانگ بہ هن وٽ هوندا ها جو تمام زهريلو نانگ ٿيندو آهي. اجان بيا بہ نانگن جا قسم ياد ٿا اچن. سونهري، ڪنياري، گهوڙيال، چڙيل، ٻہ منهين، پتنگ، ڪُرنڊ، سُرميل، هن وٽ هر قسم جا زهريلا نانگ ها، سواءِ مار آستين جي. جو منهنجو پسنديده نانگ آهي. اهي نانگ مٽل ڏيڏر ۽ ڪوٺا کائيندا ها.

ليئن گراڊ ۾ منهنجي گائيڊ سرگي ٻڌايو هو تہ هندوستان ۾ نانگ کي شانپ پيا چون. نانگائي نانگ کي ڳچيءَ تي لٺ ڏئي پڪڙي، منڊيءَ ۾ هٿ وجهي ڳياڙين مان چاقوءَ سان ڏند ڪڍي ونندا ها ۽ ڏندن ڪڍڻ کان پوءِ چاقوءَ سان نانگ جي زهر جي ڳوٿري بہ ڪڍي ونندا ها.

منهنجي فطرت ۾ دوستن کي نانگن جيان پالڻ واري ڪمزوري آهي. پر مان هنن جا چاقوءَ سان نہ ڏند ڪڍندو آهيان ۽ نہ سندن وات مان زهري لفظن جي ڳوٿري ڪڍي سگهندو آهيان. ان ڪري نيٺ هو مون کي ڏنگي وجهندا آهن. مون کي تہ سنگ چُور نانگ بہ ڏنگيو آهي. پر قدرت مون کي اهڙو ڪو اذن ڏنو آهي جو مان هن وقت تائين تہ انهن جي هر زهر کان بچيو ويو آهيان.

نواب محمد خان وڏيڪ ٻڌايو هو. ”سياري جو (ڊسمبر کان فيبروريءَ تائين) نانگ ڪجهہ نہ کائيندو آهي. پر مان ٻاهر بہ نہ نڪرندو آهي. ڪيتري نہ ساڃاهہ آهي ڀَسونءَ کي تہ سيءُ سٽي وجهندو! جڏهن هو ٻرَ مان نڪرندو آهي، ڪنهن انڊر گرائونڊ انقلابيءَ جيان، تڏهن ٻڪ ۾ ڪوئو، چوزو ۽ بيدو

ڪائيندو آهي. جهرڪيءَ کي بہ ڪائي ويندو آهي. بيدي کي مٿي سان ٺيلها ڏئي، پٿر سان ٽڪرائيندو آهي ۽ ان کي پيچندو آهي. ڊسمبر ۾ ڪُتي ڪُتيءَ وانگر ڳانڍوڙ ڪندو آهي. جيڪڏهن هُن جي مادي ڪنهن ماري وڌي تہ ان کي ڳولي لهندو آهي. نانگ جو وير هڪ حقيقت آهي. نانگ کي ماڻڪيءَ ۾ صورت نظر ايندي آهي."

مون ڳالهہ جاري رکندي چيو تہ: "مان نظم ۽ نثر جي تلاش ۾ سنڌ جو چپو چپو ڦريو آهيان ۽ نوٽ ورتا آهن. شايد انهن جي مدد سان مان ڪوئي ناول لکي سنڌ کي امر ڪري سگهان! سنڌ ۾ وچولي طبقي جا انسان نانگ ۽ وڇونءَ ڪان وڌيڪ زهريلا آهن. ڪارل مارڪس وچولي طبقي سان نفرت ڪرڻ لاءِ صحيح هو. مون وڇن جي باري ۾ نواب محمد خان کان پڇيو هو تہ هن چيو هو: "جروار وِڇون ڪارو ٿيندو آهي ۽ ڪُتي کي ڪائيندو آهي تہ اهو بنا دانهن مري ويندو آهي. جروار ڪڙ ڪپيتي وانگر چمڪندو آهي. وڇُون هڪ وقت اٺڪل ستر ٻچا ڏيندو آهي. چمڻ سان وڇُون ماءُ کي ڪائڻ شروع ڪندا آهن. هُو ان جي پٺيءَ تي ويهي ان کي ڪائيندا آهن. چا نہ سبق آموز ڳالهہ آهي، هر سياست دان لاءِ جو پنهنجيءَ اڳواٽيءَ تي ٽيڳرندو آهي."

هن نانگن جي باري ۾ وڌيڪ ٻڌايو: "پدم کي ڦڻ تي، نعل وانگر نشان ٿيندو آهي. ڪلاڏاري نانگ کي مڻ، چار انچ ٿولهہ ۽ اک ڳاڙهي ٿيندي آهي. سندس مڻ نانگ جو ٺي ٽڪرو آهي ۽ باداميءَ وانگر ٿيندي آهي. ان کي سنها سوراخ ٿيندا آهن ۽ ڪڪيل هنڌ تي لائبي آهي تہ زهر چوسجي ويندو آهي."

منهنجي شاعري اهڙي مڻ وانگر آهي ۽ منهنجي زندگيءَ جو سارو زهر چوسي ورتو اٿائين.

نواب محمد خان ساري عمر اهڙي کوجنا ڪئي هئي ۽ جي هُو آمريڪا ۾ جمي ها تہ ڪنهن لاڳاپيل اداري جو ڊائريڪٽر هجي ها. پر سنڌ ۾ هن کي نانگائي سڏيندا ها ۽ حقارت سان ڏسندا ها. هن وڌيڪ ٻڌايو تہ: "نانگ ۾ جاگري ٻير جيتريون ٿڌي سائي رنگ جون بہ زهر جون ڳوٿريون ٿينديون آهن. جن مان نيش (سنها ڏند) نڪري ايندا آهن. جڏهن انهن کي چاقوءَ جي چهنب سان تيز ڏيندا آهن." چا نہ هڪ سياستدان لاءِ تشبيهہ آهي جو فوجي آمريت جي چڪر ۾ ايندو آهي. جوڳي نانگ جي ڳوٿريءَ ۾ سوراخ ڪري، هر هفتي زهر ڪڍي ڇڏيندا آهن. نيش ۾ انجيڪشن جي نيڊل وانگر سوراخ

ٿئي ٿو. پر گرنار وارا، نيش تي چانديءَ يا سون جو ريهو تا ڏين، جنهن ڪري ان جا سوراخ بند ٿيو وڃن. آمر بہ عام سياستدانن سان ائين ڪندا آهن. هر ايم. پي. اي ۽ ايم. اين. اي ۽ مجلسِ شوريٰ جي ميمبر تي ريهو هٽي چڙهيندا آهن.

”ڊمر، واڇر، لنڊي، ڪپر، ۽ منهين، ڪُرنڊ نانگ بہ پنجن کان سٺن تائين ٻچا ڏيندا آهن ۽ ٻچن ڄڻڻ کان پوءِ انهن مان آني وانگر اور نڪري ايندي آهي ۽ هو پنهنجا ٻچا مهينو کن پيا کائيندا آهن. جيئن سنڌ جو هڪ انقلابي رهنما ڪندو آهي. باقي نانگ آنا ڏيندا آهن. ماپ جي لحاظ کان نانگ جو آنو هڪ انچ کان ساڍا چار انچ ٿيندو آهي.“ ان کان پوءِ هن ڳالهہ ڪنائيندي چيو: ”ڪي نانگ غير زهريلا بہ ٿيندا آهن. ڳوراهو ست فوٽ کن ڊگهو ٿيندو آهي. ڪارو سائو 4 يا 5 انچ ٿيندو آهي، ۽ منهين رنگ جي ناسي ٿيندي آهي. ارڙ وڪڙ وجهندو آهي ۽ لاڙ ۾ پاڻيءَ واتڙو بہ ٿيندو آهي، جيڪو پاڻيءَ ۾ رهندو آهي. ڪارو علم بہ ٿيندو آهي، ان جو هن انگريزيءَ ۾ ترجمو (Black Magic) ٻڌايو.“

نواب محمد خان انسانن کان وڌيڪ نانگن ۾ دلچسپي وٺندو هو ۽ انهن جي چڪ سان ڪئنسر جو علاج ڪندو هو. هن تي اخبارن ۾ مضمون ايندا ها جي پڙهي خوش ٿيندو هو. قضا الاهي، ڪنهن پيري هن نانگ کان ڪنهن مريض کي ڏنگايو، جو مري ويو. هن تي قتل جو ڪيس ٿيو، پر هو ان مان ڇٽو يا نہ ۽ جيل ۾ مري ويو يا ٻاهر، مون کي معلوم نہ آهي. هيءَ ڳالهہ جا منهنجي نوٽ بوڪ ۾ لکي پئي آهي، ڏيکاري ٿي تہ منهنجي سنڌ جي عوامي زندگيءَ ۾ ڪيتري دلچسپي هوندي هئي. سنڌ جي چپي چپي کي ڄاڻڻ لاءِ مون ساري سنڌ گهمي هئي، پر ان تي مان پوءِ ٿو اچان. في الحال تہ مان نيو ايرا ايوي اسڪول جي پنجين درجي ۾ پهريون نمبر اچان ٿو ۽ شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ داخلا ٿو وٺان. ڇهين درجي ۾ مان پنهنجي ڪلاس فيلو مَنوءَ کي ڏسي غالب جو شعر جهونگاريندو هوس:

> ڪوئي ميرے دل سے پوچھے تيرے تير نيم ڪش ڪو
> يہ خلش ڪهان سے هوتي جو جگر کے پار هوتا-

ترجمو: (تنهنجي اڌ تاڻيل تير جي باري ۾ ڪوئي مون کان پڇي، هيءَ خلش ڪٿي هجي ها جي جگر مان پار ٿئي ها.)

مان ٽيسٽائين نہ رڳو بي خود دهلويءَ جي تشريح جي مدد سان سارو ديوانِ غالب پڙهيو هو، پر ان مان اڪثر غزلن جا غزل مون کي ياد هوندا هئا. مون کي غالب سان ايتري محبت ٿي وئي هئي، جو ڪيئي سال پوءِ، جڏهن دهليءَ ويو هوس، تڏهن پنهنجي ٽري پيس فل سوٽ سان غالب جي مزار جي ڏاڪڻ تي ويهي، پنهنجو فوٽو ڪڍرايو هو. اهو فوٽو پوءِ مولوي عبدالله پنهنجي رسالي 'نئين زندگي' ۾ ڇپيو هو. شايد انسان جي جسم ۾ ڪائي برقي روُ آهي، جا ٻئي انسان کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي، جيئن چقمق جا ٻہ ٽڪرا هڪٻئي کي ڇڪيندا آهن.

منوءَ کي ڪاريهر وانگر ٻہ ڪاريون چوٽيون هونديون هيون، جي هن جي چاتيءَ تي لڙڪنديون هيون. هن کي اتي ٻہ ڪٽوريون نڪتيون هيون، جي نيٺ ڪير ڪٽوريون ٿيٽيون هيون. عورت ڇا هي؟ پور جي خوشبو، انبڙيون، وڻ پڪو انب، جو نيٺ ڇتي پوي ٿو. ڇهن مهينن کان پوءِ هوءَ ائين ٿي لڳي، ڄڻ ڪنير ڇڪيءَ تي ٻہ پيالا چاڙهيا ها. گورو رنگ، ٽٽل نموريءَ مان نڪتل ڪير وانگر ۽ هن جا چپ ڏاڙهونءَ جي ڪچين مکڙين وانگر. ها، هوءَ نيلوفر جي ول وانگر، وڌي رهي هئي. جنهن کي سنڌيءَ ۾ پبڻ جو گل چوندا آهن. هن جو گهر شڪارپور ۾ ڪاري مياتيءَ وٽ هوندو هو. مان روز هن جي گهر وٽان لنگهندو هوس. جيئن هن کي هڪ نظر ڏسي وٺان. هڪ ڀيري مان جڏهن هن جي در وٽ پهتس، تڏهن هن اوچتو در کوليو ۽ اتي لپ ڪنهن پينوءَ کي ڏنائين، جيڪو در تي سئن هٽي رهيو هو. هن جون ٻانهون چانورن جي اٽي کان ٻہ وڌيڪ اڇيون هيون. هوءَ مون کي ڏسي وائڙي ٿي وئي. مون ٻہ ائين لپ وڌائي، ڄڻ هن کان ٻکيا گهرندو هجان، پر هوءَ اوچتو در بند ڪري هلي وئي. ان کان پوءِ هوءَ رات ۽ ڏينهن جي سپنن ۾ ايري ايندي هئي. انهيءَ عشق ۾ فقط اکيون ملوث هيون. مون کي ياد ٿو اچي تہ بسنت هال حيدرآباد ۾ مون پنهنجو غزل پڙهيو هو:

"هيءَ سَئن نہ ڏيندي ڇئن، اتي ڏس ڪوئي آيو آ پيارا،
هي شايد ساڳيو رمتو آ، اڳ جيئن آجايو آ پيارا-"

چوڌاري واهہ واهہ ٿي وئي هئي، پر ڪنهن ٻہ نہ ٿي ڄاتو تہ منهنجي تحت الشعور ۾ ڇا هو؟ هئن تاڙيون تہ وڄايون ٿي، پر پوپٽ ڪسڪي ٿي ويو. جنهن وقت منهنجي ڦوهہ جواني هئي، تنهن وقت ڪيئي محبوبائون

منهنجي زندگيءَ ۾ آيون هيون. پر ڪابہ انهيءَ رابيل جي گل جهڙي نہ هئي، جهڙي مَنو هئي. جنهن جي ٿاريءَ تائين منهنجو هٿ نہ پهچي سگهيو هو.

هوءَ رسيس ۾ اسڪول ۾ ورانڊي ۾ ٽهلندي هئي. چمونءَ جي وڻ هيٺان، ساهيڙين سان بيٺي هوندي هئي. ڪلاس ۾ ويٺي هوندي هئي تہ منهنجون اکيون هن تي ڪتل هونديون هيون. اکين جي ٻولي اکيون سمجهنديون آهن. هوءَ همہ تن هائو هئي. هُن مون کي ايترو اتساهيو هو. جو صرف هن کي ڏيکارڻ لاءِ مان ڪيمسٽري، فزڪس، جاميٽري ۽ ترگناميٽريءَ ۾ پهريون نمبر ايندو هوس. جن سان هونءَ منهنجي ڪائي دلچسپي نہ هئي. انگريزي، سنڌي، فارسي تہ مان پنهنجن استادن کان بہ وڌيڪ ڄاڻندو هوس. جڏهن ڪوئي ماستر سوال پڇندو هو، تہ مان پهرين هٿ مٿي ڪندو هوس ۽ صحيح جواب ڏيندو هوس. تڏهن مَنو مون ڏانهن ڪنڌ ورائي ڏسندي هئي اي حسن! تون مون کي ايترو مُنجهي ڇو ڇڏيندو آهين؟ دنيا ۽ مافيها کان بي خبر ڇا لاءِ ڪري ڇڏيندو آهين؟ تون ئي تہ موت جي مات آهين؟ تو ئي پريءَ تائين، منهنجي تحرير کي جوان رکيو آهي. اهڙي ڪهڙي موميا آهي، جا نو ۾ آهي ۽ جا جذبات کي جوان رکيو اچي!

مون ڪهڙيءَ لاءِ نہ لکايو آهي تہ منهنجي وهي مڙي چڪي آهي، هميشہ لاءِ اڪ ٻوٽ جو وقت ويجهو آهي. مان اهو سڀ ڪجهہ لکڻ ٿو چاهيان، جنهن منهنجيٰ شاعريءَ کي اتساهيو آهي. هوءَ سرسوتي جنهن جو گهر سُڪي تلاءَ کان ٿورو پري هو ۽ جا شام جو پنجين وڳي پنهنجي بالڪنيءَ ۾ ويهي، منهنجو انتظار ڪندي هئي ۽ هن وٽان وڃي، ڪنهن هرڻ وانگر ترسي، هن ڏانهن منهن ورائي ڏسندو هوس. اها رڃ وانگر منهنجيءَ زندگيءَ مان گم ٿي وئي، پر ازل جي اڄ جي ڇڏي وئي. هوءَ چندا ۽ چمپا جي سُڪ - پُل جي پرسان فانيءَ جي ڪلب جي سامهون رهنديون هيون، اهي سڀ منهنجا معصوم عشق هيون. اهي سڀ ڪيڏانهن ويون، هڪ وڏو واچوڙو آيو ۽ انهن کي ڪک پن وانگر اڏائي ويو. هاڻي تہ پتو نہ آهي تہ ڪهڙو پن ڪٿي ڪِريو، ڪهڙو ڪٿي ڪِريو. ائين ٿو لڳي تہ اهيٰ ڇوڪريون مون کي جڳ جڳانتر کان اڳي ڪٿي مليون هيون، ڪٿي؟ ڪهڙي جاءِ تي؟ سو ياد نہ آهي، پر پهرينءَ نظر ۾ منهنجي دل ۾ ڪپي ويون هيون ۽ ڪائي اڌوري ڪهاڻي ٻيهر اڌوري رهڻي هئي. مير تقي مير چيو آهي؛

یاد اس کي اتني خوب نهين مير باز آ
نادان پھر وہ جي سے بھلایا نہ جائے گا-
پر اڄان بہ پنائيءَ چا تہ چيو آهي:
ڪٿا منجھہ قرار، هٿا هيڪاندا سنگ ۾،
ڳاهي ڳاهہ فراق جي، ڪيا ڌارئون ڌار،
نہ ڇاتان ڀيھار، وري ملندا ڪن سين.

غالباً هن بہ ساڳي ڪيفيت محسوس ڪئي هئي؟ مون پٽ شاهہ تي ڪنهن واقف عورت کان پڇيو هو: ”تون ڪير آهين؟“،

”مغليائي.“

جواب منهنجي هانءَ ۾ ٻرڇيءَ وانگر لڳو هو، ۽ اسان ڪنهن اٽوٽ رشتي جو حصو بڻجي ويا هئاسين. عشق جو معصوم آهي، دل تي ماڪ جي قطري جيان ترو تازه رهي ٿو ۽ جنهن ۾ معصيت آهي، سچي عمر ڪنڊي وانگر چڀندو رهي ٿو.

ڇا پوپٽ يا پؤنر جو گل سان عشق ڪمتر درجي جو آهي؟ طوطو زيتون جي موجودگيءَ مان وڏيڪ لطف اندوز ٿئي ٿو، پر تڪيل زيتون ٿاريءَ تي کهڙا نہ برا لڳندا آهن!

’معصوم گنهگار‘ جوش مليح آبادي جي هڪ ترڪيب ڪهڙي نہ پياري هئي! مان بہ يقين سان چئي سگهان ٿو تہ هر گناهہ جي باوجود مان معصوم رهيو آهيان. منهنجي دل ۾ گناهہ جو احساس ائين رهيو آهي، جيئن تڙيل گلاب جي گل ۾ ماکيءَ جي مک هوندي جا هن کي ڏنگيندي نہ آهي. جڏهن مان ٻي. اي ۾ پڙهندو هوس، تڏهن پنڪج ملڪ جو اهو راڳ:

پنڇي بانورا چاند سي پريت لگائي
چايا ديکھہ ندي مين مورکھہ پھولا نهين سمائي.

ڏاڍو وڻندو هو ۽ جڏهن اهو ڪنهن هوٽل تي وڄندو هو تہ مان ويهي رهندو هوس ۽ جيستائين اهو پورو نہ ٿيندو هو، ڪيڏانهن نہ ويندو هوس. فلمي گانا تن ڏينهن ۾ ديوانگيءَ جي حد تائين مقبول هوندا هئا. مون کي ياد آهي تہ موهني ڪيسوانيءَ کي (جنهن جو پيءُ هولا رام پوءِ منهنجو سکر ۾ سينئر هو.) جڏهن ڪلفٽن تي وهنجندي بِلو باٽل چڪ پاتو هو تہ هوءَ نيم بيهوش ٿي وئي هئي ۽ جڏهن ڪيس پرتي نهيل هوٽل جي پڌر ۾ ليٽايو هئائون

تہ هڪ ڊي. جي. سنت ڪاليج جي ڇوڪريءَ، ان دؤر جو مشهور گانو، ”اي چاند ڇهپ نہ جانا“ ڳاتو هو. ان وقت ڪجهہ انگريز سپاهي موجود ها، جي ٿوري هندوستاني ڄاڻندا ها، تن اهو گانو ٻڌي وڏا ٽهڪ ڏنا ها. ان دؤر ۾ آرزو لکنويءَ جو لکيل گانو، ”جگ مين چلين پون کي چال“ جيڪو ڪي. سي. ڊي ڳاتو هو، اهو بہ مون کي ڏاڍو وڻندو هو. سئگل مون کي ورلي وڻندو هو. هن جا، ’اڪ بنگلا بني نيارا‘ جهڙا گانا مون کي بور ڪندا ها. جيسين گيت جا ٻول پيارا نہ آهن، تيسين ڳائڻي جو آواز ڪيڏو بہ پيارو هجي، مون کي نہ وڻندو آهي. مان ڪيترو دور اڇي نڪتو آهيان. زندگي آبشار وانگر، مون کي ڪيترو نہ لوڙهي وئي آهي!

مون ڳالهہ ٿي ڪئي زرينا جي والد بزرگوار جي. هن مون کي گربخشاڻيءَ واري شاهہ جي رسالي جا ٽي جلد بہ تحفي طور ڏنا ها، جڏهن مان فرسٽ ييئر ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ آيو هوس.

مان انگريز سرڪار خلاف تحريڪ ۾ ايترو ملوث ٿي چڪو هوس ۽ رتن ۽ سندر ساهتيہ ۾ ڇپيل گجراتي، بنگالي، هندي ناولن مون کي ايترو اتساهيو هو، جو هڪ پيري مان انگريزن خلاف زوردار تقرير ڪري رهيو هوس، جا اسٽوئرٽ گنج لڳ زرينا جو پيءُ پاسيرو بيهي ٻڌي رهيو هو. مون پنجابيءَ جو هڪ لوڪ گيت پڙهي تقرير ختم ڪئي.

بازار وڪاندي ڏوڪي
انگريز پرايا لوڪي
سمجهہ نہ ڇاتان.

خانصاحب منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي پڇيو: ”پُٽ تون انگريزن کي ڪيئي سگهندين؟“

”ڇو نہ.“ مون جواب ڏنو. ”اسان هندوستاني ٽيٽيهہ ڪروڙ آهيون.“ منهنجي ڪم عمريءَ کي ڏسي هو فقط مرڪيو هو.

خانصاحب هڪ خدا ترس ماڻهو هو ۽ صوم صلوات جو پائبند هو. زرينا جا پيءُ جو ذڪر ڪندي نہ ڊاپندي آهي، هن کي ياد ڪري روئي ويٺي. ڇا نہ آتشبازي ٿيندي هئي شڪارپور ۾ شب برات تي! زرينا جن جي گهٽيءَ ۾! ڦٽاڪا، ٺنڊٽيون، ڏنگ، هوايون، بم گولا، وڇون، ٺوٺڪا، رنگين ماچيس، چٽڪائي سيون، ڦرٽيون پرنديون هيون. اهي نالا تہ منهنجي ڏيءَ

ڊاڪٽر روحيءَ جي ٻارن رابيل، روھيل (اھو لفظ روھہ مان نڪتل آھي.) سرمد ۽ ڪومل ٻہ نہ ٻڌا آھن، جي ڪجھہ وقت اڳ ھتي رھيل ھئا. پر اھي مستقل طور دادوءَ ۾ رھندا آھن. نہ وري اھي روماسا، پري سا، سونيا، ماھہ رخ ۽ بشريٰ ٻڌا آھن، جي منھنجي ڌيءَ ياسمين جون ڌيئر آھن، جيڪا مڙس سان گڏجي عمري تي وئي آھي ۽ 11 ڊسمبر 1995ع تي موٽي آھي. ھن جون ڌيئر اسان وٽ ٿي ڏينھن اڳي اچي رھيون آھن، جيئن ھو پيءَ ۽ ماءُ جي آجيان ڪري سگھن. جدي ۾ منھنجو پٽ انيس، پي. آءِ. اي جو مئنيجر آھي، جيڪو سندن خيال رکي رھيو آھي. انھيءَ جا ٽيئي ٻار شھر يار، شاھہ رخ، ۽ نينا ٻہ انھيءَ شڪارپور جي تھذيب کان غير واقف آھن. نہ وري منھنجي پٽ ڊاڪٽر سليم جون ڌيئر نين تارا ۽ پريہ يا منھنجي ڌيءَ نگھت جا پٽ شاھہ زيب ۽ جھان زيب، جن جا نالا منھنجي نياڻي اورنگ زيب رکيا ھا. افسوس جو ھن جي فرشتہ صفت ڌيءَ شفق گذاري وئي. مان ھن جي وفات تي ڏاڍو رنو ھوس. ائين معصوم ٻار خدا ڇو ٿو گھرائي وٺي؟ ھن جي مصلحت ڪير ٿو ڄاڻي؟ ڇا اھي صور اسرافيل تائين ٻار ٿي رھن ٿا ۽ انھن کي جواني ۽ پيري نصيب نہ ٿي ٿئي؟ ڇا اھي ٻار قيامت ۾ ٻہ ٻار ٿي اٿندا ۽ ڪوثر ۽ سلبسيل جي ڪناري ڪنھن وڻ ۾ ميوي وانگر لڳندا. خدا جو اسرار ڪيترو بعيد از فھم آھي!

جڏھن مان ننڍو ھوندو ھُوس تہ ڪونجان نالي ھڪ عورت پنھنجي خوبصورت ڌيءَ سان اسان جي گھر ايندي ھئي. مان ھن کان روز پيرون وٺندو ھوس، جيڪي ھو ڪنگريءَ ۾ ڪٽي، وڪڻڻ ايندي ھئي. پيرون منھنجو وات چلي ڇڏيندا ھا، پر پوءِ بہ مان ھن کي چوندو ھوس، تہ ھوءَ روز اچي. ڇو تہ ھن جي خوبصورت ڌيءَ نازان مون کي ڏاڍي وڻندي ھئي. ٻہ چار ڏينھن ھو نہ آيون ۽ مون ھنن جو ڏاڍو انتظار ڪيو. ھڪ ڏينھن ھن جي ڌيءَ اڪيلي ڪنگريءَ ۾ پيرون کڻي آئي. جڏھن مون ھن کان ھن جي ماءُ لاءِ پڇيو تہ چيائين: ”بابا امان کي ڪاري ڪري ماري ڇڏيو آھي.“

مان حيرت مان ھن ڏانھن ڏٺو، ڇو تہ ھن جي ماءُ تہ ھَن وانگر گوري ھئي. گھٽ ۾ گھٽ ھن جو رنگ ڪنگريءَ ۾ پيل پيرن جھڙو تہ ھو.

مون رڙ ڪري ھن کي چيو: ”تنھنجي ماءُ تہ ڪاري نہ ھئي.“

ھن جواب ڏنو: ”بابا ھن کي ھڪ ڪتوھڙ (ذات) سان ڪاري ڪري ماريو.“

" کهڙو ڪتوهڙ؟"

"پوڪي ڪيتي ڪندو هو."

ايتري ۾ منهنجي ماءُ اچي نڪتي، جنهن ڪي هن ساڳي ڳالهہ ٻڌائي. ۽ جنهن مون کي سمجهايو تہ ڪاري چا ٿيندي آهي، چٽ زالن کي ڪاري ڪري ماريندا آهن. اميءَ انهيءَ چوڪريءَ جا ڳوڙها اکيا جا اوچنگارون ڏئي رهي هئي ۽ هن کي مون سان گڏجي تريل پٽاٽا ۽ سرنهن جو ساڳ کارايو. پوءِ مون هن جو ساندهہ هڪ هفتو انتظار ڪيو. پر هوءَ پيرون ڪٽي نہ آئي. هاڻ جڏهن ڪتيءَ جون مينهن ڦڙيون پونديون آهن، تڏهن مون کي اهو مهانڊو ياد ايندو آهي، جنهن تان ٺاهہ ٺاهہ ڳوڙها ڳڙي رهيا هئا. جنهن جا چوليءَ مان ٻہ پيرون نظر ايندا ها. الائي ڇو ڪي ڪي مهانڊا دل تي اُڪرجي ويندا آهن ۽ مِٽجي نہ مِٽبا آهن.

اسان جي گهر پرسان گهگراڻين جو پاڙو هو، جتي چيلو ڪتاڻ وارو رهندو هو. چيلو ڦارون، گجر جي ڪرٽين، بصرن جي ڳوڏين، ۽ ڪَتر، انب، ڪريلن، واڱڻن، مرچن، ڇهارن، ميهن، متيرن، گوبي، ڏؤنرن، ليمن، ٿوم، ادرڪ، ڪشمڪش ۽ تر مغزيءَ جي ڪتاڻ ٺاهيندو هو. ننڍي بازار ۾ ٻہ ڪتو ڪتاڻ وارو ٻہ ساڳئي قسم جي ڪتاڻ ٺاهيندو هو. ننڍي بازار جي ڪنڊ تي نيوند حلوائيءَ جو دڪان هو، جنهن ڪان اسان ناشتي لاءِ سيرو، پڙيون ۽ پٽاٽن جي ڀاڄي وٺي ايندا هئاسين ۽ شام جو مانيءَ سان کائڻ لاءِ ڪچوريون ۽ پڪوڙا وٺي ايندا هئاسين. نيوند سيني ڪان سٺي مٺائي رکندو هو ۽ جنهن وٽ مٺائيءَ جا وڌ کان وڌ قسم هوندا هئا. هن وٽ کوهيو، مانهن جي مٺائي، کور جو مائو، جنهن ۾ پستا پيل هوندا ها، جليبيون، مگيريون، دندان گيري حلوو، سائو مائو، ٻجن، ناريل ۽ پيني جون مٺايون، اڇي برفي، نختي (بوندي) تريل سگر، تريل دال، چمون، ڪارا ۽ ڳاڙها، ڏوٿيون، تسمئي وغيره ٺاهيون ويندريون هيون. هولو ۽ پوڄو حلوائي ٻہ گهڻو ڪري ساڳيون مٺايون ٺاهيندا ها. جن جون ڏياريءَ تي اسان وٽ هندو پنڊيون پري موڪليندا ها. نيوند جي پرسان هڪ قيمائي هوندو هو، جيڪو ڪاري مرچ ۾ قيمو پچائيندو هو، ۽ قيمو چمچي سان ڪڍي، وڏيءَ ديڳڙيءَ تي چمچي سان ٺڪ ٺڪ ڪري ڏيان ڇڪائيندو هو. ڪنڌي جي کُهيءَ ڪان ڪجهہ پنڌ تي پوڳڙي هو. جو پڳڙا تتل واريءَ ۾ ڦلاريندو هو ۽ جوئر ۽ مڪئي جا ڦلا ٻہ ڦلاريندو هو.

مرملا، قلا، آپون، پينل ستون، چانورن، پڳڙن ۽ ترن جا بوٿيندا ۽ لايون بہ وڪندو هو. جي اسان پاند پري وٺي ايندا هئاسين. ننڍي بازار ۾ حلوائي، جوهري، ويرو لغڙائي بہ هوندا هئا. جنهن وٽ شمن گڏي، ڏندي دار، لوٽڻ دار، ڏنگي دار، لغڙيون وڪامنديون هيون، جي وٺي اسان شام جو ڪوٺن تي اڏائيندا هئاسين. انساني روح وانگر ڪنهن پتنگ جي اڏام ٿوري ۽ ڪنهن جي گهڻي هوندي هئي. ڪو وچ تي ڪاٽا ٿي ويندو هو ۽ ڪو ڏاڍي ڏور وچي ٽِڪ پڌي بيهي رهندو هو. پر پوءِ بہ ان جي ڏور ٻي ڪنهن جي وس ۾ هوندي هئي. پر اها تڏهن جي ڳالهہ آهي، جڏهن مان ٻئي درجي انگريزيءَ ۾ پڙهندو هوس. انهن ڪان سواءِ تصويرن جو هڪ دڪان هوندو هو، جنهن ۾ دنيا جي بهترين آرٽ جا فوٽو هوندا ها. جتي مان ڪلاڪن جا ڪلاڪ وچي ويهندو هوس.

مون کي هاڻي ياد ٿو اچي انهن ۾ ايل. گريڪو، بوتي چلي، رفائيل، گويا وغيره جي تصويرن جا فوٽو هوندا هئا. گويا ي ’ننگي ماجا‘ مون کي چٽيءَ طرح ياد اچي ٿي. جو تہ ان کي مون ڏسي پهريون ڀيرو تصور ڪيو هو تہ منو ڪپڙن اندران ڇا هوندي!

گهہ جا واپاري، بجاج، سونارا، فوني وارا بہ هوندا ها. اتي هڪ سک جو دڪان هوندو هو، جنهن جي وچ تي ڪپڙي جو پردو ڏنل هو ۽ هُو ڪجهہ هندو ڇوڪرا پردي پويان وٺي ويندو هو ۽ جڏهن ٻاهر ايندو هو تہ پنهنجي ڏوتيءَ سان نرڙ تان پگهر ڦڙا اگهندو ايندو هو، ۽ انهن اسڪولي ڇوڪرن کي پينسلون، سانچا، نوٽ بوڪ ۽ جپاني رنگ مفت ۾ ڏيندو هو. مون ڪانوَ جو گوشت فقط هڪ ڪلاس فيلو سنڌي سک کي کائيندي ڏٺو هو، جيڪو هو شاهي باغ جي ٻنيان ڇپرن واري بندوق سان ماري آيو هو. مون کي اهو ڏسي جڏهن نفرت آئي تہ هن چيو: ”اوهان مسلمان بيوقوف آهيو. ڪانوَ، طوطو، ڪبوتر، جهرڪيون سڀ هڪجهڙا آهن. ڪوئي پکي حلال يا حرام ناهي. هو نوريٽڙا بہ رڌي کائيندو هو. ٻي ننڍي بازار، جتي شيخن جي حويلي بہ هئي، هڪ دڪاندار ڏاڍا مزيدار دهي ٻڙا، ڪاڪڙن جي ٿلهي کان پري بزار جي ڪنڊ تي ٺاهيندو هو، جا ڊِڪ بزار ۾ پوندي هئي

دهي ٻڙن جي دڪان جي پرسان، مٺين شين جا دڪان هوندا هئا، جن ۾ مصريءَ جا سنگ، ننڍا وڏا پتاشا، گبت، ننڍا وڏا پستن، پڳڙن، بوهي مڱن، ۽

بادامين وارا نقل ۽ ريوڙيون ملنديون هيون. اسان جي پاڙي ۾ نارائڻ حڪيم جو دڪان هو، جو ڪتا ليما پائيندو هو. جي ڪڏهن ڪڏهن اسان چانورن سان کائيندا هئاسين تہ مليريا جو بخار لهي ويندو هو. اهي سڀ ڳالهيون اسان جي پونيئرن جي خواب خيال ۾ بہ ناهن. مون کي پنهنجي ننڍپڻ واري شڪارپور ساري غالب جو هيٺيون شعر ياد ايندو آهي.

الاهي ميرے لبون پر يہ ڪس ڪا نام آيا

ڪہ ميرے نطق نے بوسے ميرے زبان ڪے لئے.

ترجمو: (يا الاهي منهنجي چپن تي هي ڪنهن جو نالو آيو،

جو منهنجي تارونءَ منهنجي چپ کان چميون ورتيون.)

اتفاق سان منهنجو ننڍو سالو سرفراز، جنهن کي منهنجون ڏوهٽيون ماما سڏن ڪري ڪوٺينديون آهن. اڄ اچي نڪتو آهي ۽ مان زرينا جي موجودگيءَ ۾ هن کان شڪارپور جا وڌيڪ تفصيل ٿو وٺان.

هن کان وڌيڪ معلوم ٿيو تہ اسان جي پاڙي ۾ ڪُپڙين واريون ايندريون هيون، جن کي ڪليوپيٽرا ڪٽ نرڙ تي ڪتيل وار ۽ لونڊڙين وٽ ڪُنڊڙا ڪاڪل هوندا ها ۽ منهن تي ڏينبوڙيون ڪيڊنديون هيون. ڪن کي ڏينبوڙين سان نرڙ تي چنڊ تارو نهيل هوندو هو. هٿن جي پٺيءَ تي ست ست ڏينبوڙيون هونديون هين، ۽ ٻانهن جي ٻڪن تي بہ هوءَ نڪر جون بيل گاڏيون، پينگهيا، گڏيون، ڪيڙا، گهگهيون بہ آڻينديون هيون. اهي شيون ائين لڳنديون هيون، جڻ موهن جي دڙي جي ميوزم مان آنديون اٿائون. اهڙيون صورتون مون مصري ڪتابن ۾ ڏٺيون آهن.

تهہ اونهاري ۾ جڏهن چُڙيو پاڻي واهن ۾ ايندو هو، ۽ تاڪ منجهند جو جڏهن ڪانوَ جي اک نڪرندي هئي، هُو اسان جي گهرن ۾ گهڙي ايندريون هيون ۽ نڪر جي ڪنگرين مان پيرون ڪڍي وڪڻنديون هيون، جي اسان چاهہ سان کائيندا هئاسين.

ڇا دنيا جي ڪابہ طاقت اسان کي انهن ساروڻين کان روڪي سگهي ٿي؟ ڇا ساروڻين تي زنجير پئجي سگهن ٿا؟ اها ئي ڳالهہ آهي جو اسان جو نئون نسل ويسر جي انڌي کوهہ ۾ ڪِريو آهي، ۽ دنيا ۾ ان ڇا وڃايو آهي، ان جو هن کي ڪوبہ احساس ڪونهي. ڇا مان پنهنجي تحرير ۾ اها دنيا بچائي سگهان ٿو: ڇا برصغير جي تاريخ جو حسين ترين خواب هئي. ڇا پبلو نرودا

جي شاعري ميڪسيڪو ۾ لاطيني آمريڪا جي جهوني تهذيب کي بچائي سگهي هئي؟ ڇا برصغير ۾ ڪوئي اهڙو شاعر يا اديب آهي؟

مان سرفراز جي گفتگوءَ جي تسلسل کي ٽوڙڻ نہ ٿو چاهيان ۽ جيئن هو چوي ٿو لکندو ٿو وڃان. "اسان ڇتين ۾ ڪاٺ جا پينگها ٻہ ٽنگيندا هئاسين ۽ جنديءَ لٺل ڪاٺ جي پاون سان هندورا ٻہ هوندا ها. جي ڪشمور ۽ هالا جا نهيل هوندا ها. اونهاري ۾ اسان هالا جي هندوري ۾ لڏندا هئاسين. ڏنومل، پمن مل، گندومل پرسان رهندا هئا. پرسان راڏا نالي هڪ بنگالي عورت ٻہ رهندي هئي جا هڪ سنڌي هندو خريد ڪري آيو هو. هوءَ جڏهن وهنجندي هئي تہ مان نم جي ڏار تان پنن ۾ لڪي، هن جي در متان ڪتل لوهي سيخن اندر ڏسندو هوس. هوءَ سانوري هئي ۽ ڪچي زيتون وانگر لڳندي هئي. گهر جي سامهون ٽِڪي رهندي هئي، جنهن جو ڪرڙوڊ پٽ هڪ ننڍي نيٺيءَ سان شادي ڪري آيو هو. اها هن کي ڏاڍا پاسا ڏيندي هئي، جڏهن مان فرسٽ ايئر ۾ پڙهندو هوس ۽ بلوغت تي پهتو هوس. ڪرڙوڊ مڙس مان هن کي رڄ نہ ٿيندو هو. ڏني جي گهر ۾ هن کان اڳ وشنا رهندي هئي، جنهن جو مڙس ڪوئيٽا ۾ زلزلي ۾ مري ويو هو. زلزلي جي خبر جڏهن شڪارپور ۾ پهتي هئي، تڏهن ماڻهو ڊِڊڪرا ڪري روئي رهيا ها ۽ متو ڇٽي رهيا هئا. ڇوتہ اونهاري ۾ غريب شڪارپوري هندو ٻہ ڪوئيٽا وڃي ڌرمشالائن ۾ رهندا ها ۽ انهن مان ڪيئي مري ويا ها وشنا کي هڪ ٻار هو. جوان وڏوا هڪ پَٽ تي ڪِريل پڪي انب وانگر لڳندي هئي. ان ٻال وڌوا کي ڏسي مون کي ٽئگور ۽ شرت چندر چٽرجي جا ناول ياد ايندا ها.

اي هومر کان هاڻيءَ تائين شاعرو! اي. ٽي. ايس. ايليٽ، ازرا پائونڊ، اي سوريلي شاعرؤ! لوئي آراگون پال، اليوار، اي. ليو پارڊي، اي تاريخ نويسؤ! ٽوئن بي، ول ڊيورانٽ، ابن خلدون، خفي خان ۽ ٻيا سڀ اهم شاعرو، اديبو، آرٽسٽو! جن کي مون راتين جون راتيون جاڳي پڙهيو آهي ۽ دوستي رکي آهي. مون لاءِ ايتري معنيٰ نہ ٿا رکو، جيتري اهي عام ماڻهو، اهي گمنام ماڻهو، پنهنجي گذران لاءِ پريشان ماڻهو، آرٽ ۽ ادب کان بي بهره ماڻهو رکن ٿا. مون لاءِ پنهنجي ڌرتيءَ جي ڪنڊ ڪنڊ ڏاڍي وسيع آهي. ڪريملن، مير شاهہ جي قبي ۽ لينن گراڊ، لکي در کان ننڍا آهن. نہ گهرجن مون کي اهي ميوزيڪل ڪنسرٽ، مون لاءِ مسرور فقير جي سِتار ڪافي آهي. اي دنيا جا

اهم ماڻهؤ! اوهان ناراض نه ٿيو. مان اوهان مان ڪن تي اڳي ئي لکيو آهي. ۽ ٻين تي به ڪنهن وقت لکندس. قدرت مون کي ايتري وٿي ڏيندي جو سڀ سان ليکو چوکو لاهي وڃان! مون کي واري واري سان خدا بچائي ان ڪري ورتو آهي جيئن مان هن ڌرتيءَ جو قرض موڪي وڃان.

شڪارپور ميونسپالٽيءَ ۾ هڪ ڊريو صاحب نالي هڪ انگريز ايڊمنسٽريٽر ٿي آيو، جو هڪ هندو طوائف نونا سان عشق ڪندو هو. جيڪا هاٿي در لڳ رهندي هئي. مون اها نونا ڏٺي هئي. ڪافي سال اڳ مون کي امراؤ جان ادا ۾ راڻيءَ جو ڪردار ڏسي اها عورت ياد آئي هئي. هوءَ شڪارپوري هندياڻي هئي ۽ ريشمي پڙو ۽ گج پائيندي هئي ۽ ڪيس پيرن ۾ سونا گهنگهرو ٻڌل هوندا هئا ۽ هاٿي در تي ايندي ويندي وڄ وانگر لشڪارا ڏيندي هئي. تن ڏينهن ۾ مون لاءِ هوءَ طلسم هوشربا هئي جا مون ٻئي يا ٽئين درجي سنڌيءَ ۾ پڙهي هئي. پوءِ ته جوانيءَ ۾ ايتريون طلسم هوشربائون منهنجي آغوش ۾ آيون جو ڪئسانووا مون کي ڏسي ها ته مون سان رشڪ ڪري ها! ڇا هي مان پاڻ ۽ پنهنجي خاندان سان زيادتي ڪري رهيو آهيان؟ عيسائيت ۾ ته اعتراف ۽ اقبال جرم (Confession) ماڻهوءَ جي هر گناهه کي ڌوئي، هن کي اڇو اجرو ڪري ڇڏيندو آهي؟ ڇا روسو کي اولاد نه هئي، جنهن پنهنجا اعتراف لکيا ها. ڇا هيمنگ وي کي اولاد نه هئي؟ جنهن ڪلمنجارو جي برف (Snow of Kilmanjoro) ۽ ٻين ناولن فيسٽا (Fiesta) وغيره ۾ پنهنجا معاشقا لکيا آهن. هيمنگ وي جي ته پٽ پيءُ جي سوانح حيات لکي آهي. سعادت حسن منٽو جو لاهور ۾ رهندو هو ۽ ترقي پسند هو، سو ته پنهنجي جاءِ تي پر شورش ڪاشميريءَ جهڙي اسلام پسند اديب به 'اس بازار ۾' ڪتاب لکيو آهي.

عيسائيت ۾ اعترافِ گناهه ارتدادِ گناهه آهي، ۽ منهنجا ڪتاب ئي ته منهنجا خطبه گاهه (Pulpit) آهن.

مون ۾ عيب اپار جو اعتراف اهو ڪنيپ آهي، جنهن جو ڪٿي صرف خدا جي ذات آهي. مان پنهنجي شاعريءَ جي سٽ، 'سڀ سانگ سجايو آ پيارا'، موٽائي ٿو ونان. پر پوءِ به پنهنجي ذات جي تڪميل لاءِ اهو تفصيل ضروري آهي. جڏهن عارض و لب ائين لهلهائيندا ها، جو منهنجي زندگيءَ لاله زار ٿي ويندي هئي.

هاڻي وري موٽان ٿو پنهنجي سالي سرفراز ڏانهن. هو سَتي جَتي رهيو آهي ۽ هن مهل تائين شادي نہ ڪئي اٿس ۽ انهيءَ اميد تي آهي تہ ڪنهن وقت حوران هن جي هنج ۾ هونديون. هو پين بہ ڪيترن هندو مسلمان پاڙي وارن جو ذڪر ڪري ٿو. اسان جي پاڙي ۾ هڪ آچر اپاهج رهندو هو. جنهن کي نہ ٻانهون، نہ ٽنگون هونديون هيون ۽ جنهن کي هڪ گاڏيڙي ۾ هيٺان رلهي وجهي ليٽائي ڇڏيو هئائون. ۽ هن کي هٽ سان ماني کارائيندا هئا. هن جي ڳالهہ مون ان ڪري ڪئي آهي تہ اهو ڏيکاريان تہ جنسي ناآسودگي هڪ اپاهج کي بہ ڪيترو بيچين بڻائي ٿي، ۽ جنسي آسودگيءَ کان پوءِ، هن جو منهن ائين ٿو ٽڙي پوي جيئن برسات ۾ پتر جو گل ٽڙي پوندو آهي.

هڪ ڀيري مان شڪارپور ۾ سڪي تلاءَ وٽان نعيم صديقيءَ جي گهر ڏانهن وڃي رهيو هوس. جتان تلاءُ شروع ٿئي ٿو، اتي هڪ ونشيا رهندي هئي. اڃان مان موڙ وٽان لنگهيس تہ ڇا ڏسان تہ اها ونشيا ان اپاهج آچر کي هنج تي کڻي پنهنجي گهر وڃي رهي آهي. آچر هن کي چيو تہ هن رلهيءَ هيٺان بہ رپيا رکيا آهن. ونشيا رلهي مٿي کڻي پائليون ۽ آڌيون ڳڻي بہ رپيا ڪنيا. آچر ائين هشاش بشاش لڳي رهيو هو، ڄڻ سڪندراعظم مئسي ڊونا فتح ڪئي هئي. آچر کي ياد ڪري مون کي وڪٽر هيوگو جو ناول ”ناٽرڊيم جو ڪُبو (Hunchback of Notredam) ۽ مغرب جو عظيم مصور تلوس لوترڪ (Tolouse Lautric) ياد آيا، پر اهي ٻئي ايترا اپاهج نہ هئا. ڇا آچر ڪنهن عورت سان شادي ڪري سگهي ها؟ اهو سوال آسمان جي ڪنگري ۾ ڪنهن ڪمند وانگر وڃي اٽڪي ٿو.

هن جي تقدير ائين ڇو ٿي، ان جو ڪوئي غيب جو ڄاڻو ئي جواب ڏئي سگهي ٿو. هو اهي بہ رپيا هفتي ۾ بيک وٺي ڪٺا ڪندو هو ۽ رتيءَ جي رهاڻ تي گهوري ڇڏيندو هو. مان جڏهن موٽي آيس تڏهن ڏٺم تہ اها ونشيا آچر کي ڪڇ ۾ گاڏيڙي ۾ ليٽائي رهي هئي.

مون کي ڪنهن دوست ٻڌايو هو تہ هو ڪنهن پناڻي طوائف وٽ شب باشيءَ لاءِ ويٺو هو، ۽ اڃان ڪپڙا لاهي رهيو هو تہ هڪ فقير ونشيا جو در کڙڪائي سڏ هنئين. ونشيا در کولي هن کي چيو تہ، پرواري ڪمري جي در وٽ اچي، ڇو تہ هن جا پئسا اتي پيا آهن. مُنهنجو دوست ڪٽ تي ويٺو رهيو، پر پورو ڪلاڪ هوءَ نہ آئي. جڏهن واپس آئي تڏهن، هن کان معافي

ورتائين، ۽ چيائينس تہ: ”فقير بابا ڏاڏو چرس پيتو هو ۽ گهڻي دير لاتائين.“

”فقير توکي ٿي خيرات ڏني يا تو فقير کي خيرات ٿي ڏني.“ منهنجي دوست پڇيس. ”چرس پيتو هئائين يانہ، هڪ رپئي ڏيڻ۾ڪيتري دير ٿئي ها؟“

طوائف جواب ڏنس: ”رپئي جو سوال نہ آهي، فقير خيرات ۾ تو وانگر شب باشي گهرندو آهي، ۽ جي مان هن کي انڪار ڪندي آهيان تہ هو هليو ويندو آهي، مون کي پٽ جو ڏاڏو پۆ ٿيندو آهي.“

اي شرت چندر چٽرجي، توکان چترليکا وسري وڃي، جي آنءُ توکي اهي سڀ مشاهدا ٻڌايان، جيڪي مون تائين پهتا آهن. اي هينري ملر! اي. ڊي. ايڇ. لارينس! اي سعادت حسن منٽو! اي عصمت چغتائي! اي ڪرشن چندر! اي راجندر سنگهہ بيدي! اي موهن ڪلپنا! ڇا اوهان معاشري جي ناسور جي پوري جراحت ڪري رهيا هئو يا ان کي لاعلاج ڪري رهيا هئو؟

اوهان کي معلوم آهي تہ منهنجي ڪتاب ”جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي“ تي بندش وقت هڪ الزام اهو بہ هو تہ ان ۾ فحاشي آهي. ڇا سچ بہ فحش ٿي سگهندو آهي؟

سرفراز کان نيو ايرا اسڪول وسري نہ ٿو وسري. هو بہ مون سان ساڳئي اسڪول ۾ پڙهندو هو ۽ مون کان هڪ سال سينيئر هو. نيو ايرا اسڪول جي باغ ۾ هڪ کوهہ هو. جنهن جي پرسان ڇمون، توت ۽ زيتون جا وڻ هوندا هئا. کوهہ جون ڪنگريون مون کي جنم جنم جي چڪر وانگر لڳنديون هيون ۽ پنهنجو پاڻي اوتي ڦرنديون رهنديون هيون. طوطا ۽ ٻربليون، توت ٽڪي اڏامي ويندا ها. ٻربلين ۽ طوطن تي ڪابہ پابندي نہ هوندي هئي تہ هڪ ئي توت يا زيتون کي ٽڪين. نيو ايرا اسڪول جو مالڪ مينگهراج هو، جنهن جي ڏيءُ شانتي، اڄان تائين الهاس ننگر ۾ رهندي آهي. هو اسان کان سڏ پنڌ تي رهندا هئا.

نيو ايرا اسڪول ۾ ماسٽر ڪيٿل داس فاني، پيتامبر داس، بودا رام، پوهراج، پريم چند گانڌي، لڇي رام ۽ ڦتي چند هوندا ها. انهن مان ڪيٿل داس بچيو هو ۽ مون سان پارت ۾ سيمينار تي ڀوپال مان ڪهي ملڻ آيو هو، ۽ ان تي فخر محسوس ڪري رهيو هو تہ هو منهنجو استاد آهي. هو ڏيڍ بہ سال کن اڳ گذاري ويو. هن وقت تائين سندس رک گنگا مان لڙهي وڃي

سمنڊ تائين پهتي هوندي. ڪيڏا نہ اهي هڏ ڏوکي استاد هئا! انهن مان ڦتي چند ڪلاس مان ڇٽي ٿيڻ ڪان پوءِ، ڏهن ڇوڪرن جو اسپيشل ڪلاس ونندو هو. ۽ ان لاءِ هو ڪائي وڌيڪ في نہ وٺندو هو. ايتريءَ ننڍيءَ عمر ۾ هن اسان کي 1857ع واري بلوي تي ڪافي ليڪچر ڏنا ها، ۽ سمجهايو هو تہ آزاديءَ جي بيک نہ ملندي آهي، نہ اها گهہ ڳڙندي ڳتي آهي جا ڳيرو ڪائي سگهن. آزادي ڪاليءَ وانگر خون جي پيتا گهرندي آهي ۽ جڏهن ڌرتيءَ جي خون سان آبياري ٿيندي آهي، ان مان اهي سدا گلاب ٽڙندا آهن، جي ڪڏهن بہ نہ مرجهائبا آهن. ڌرتي ماتا آهي، ان جي مٽيءَ مان مٽي تي تلک ڏيندؤ تہ اهو اوهان جي ماٿي تي چنڊ وانگر چمڪندو. ڪيترن قوم پرستن هندن ۽ مسلمانن کي انگريزن جنم ٽيپ ڏئي انڊمان ۽ نکوبار ٻيٽن تي قيد ڪري رکيو هو. جتي هنن جا هڏا بہ ڳري ويا هوندا. جن کي سج ۽ چنڊ جا ڪِرڻا روز چمندا هوندا. اوهان کي انگريز سامراج کي تهس نهس ڪرڻو آهي. ان لاءِ گانڌي ۽ نهرو جيان مزاحمت ڪريو. آزادي ڏني نہ ويندي آهي، ڇني وٺبي آهي، بيک ۾ فقط اوبر جا ٽڪر ملندا آهن.

هُو 1857ع جو پس منظر بہ ٻڌائيندو هو تہ ڪيئن روٽيون ورهائي پيغام ڏنو ويو تہ انقلاب آڻڻو آهي. هن وير ساورڪر جو ان موضوع تي ڪتاب بہ پڙهيو هو. جڏهن ساورڪر کي انگريزن پاڻيءَ جي جهاز ۾ انگلنڊ ٺي وٺي ويا تہ هو جهاز مان سئيز ڪئنال ۾ ٽپو ڏئي مصر جي ڪِهتين ۾ گم ٿي ويو، جتان هو فرانس پهتو هو، جتي هن اهو ڪتاب '1857ع' غالباً فرينچ ۾ لکيو هو، جو پوءِ انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيو هو. ماستر ڦتي چند پوءِ انقلاب جي ڪارڻن تي ٻڌائيندو هو. جيڪي دهلي، ڪانپور، اوڌ، بهار، جهانسي، راجپوتانہ، مڌيہ پرديش ۾ ٿيو هو، ان جي باري ۾ ٻڌائيندو هو. انگريزن بهادر شاهہ ظفر جي ٻن پٽن کي قتل ڪيو هو ۽ پوڙهي بادشاهہ کي نظربنديءَ ۾ رنگون موڪليو هئائون. جهانسيءَ جي راڻي ۽ تانتيا ٽوپي انگريزن کي خوب ٽوٽا چٻايا، پر آخر هو بہ ماريا ويا ها. هندو ۽ مسلمانن جو گڏجي خون وهيو هو ۽ مذهب جي فرق جي باوجود رت جو رنگ ساڳيو ٿيندو آهي.

پوءِ هن ٻڌايو تہ 16 صديءَ عيسويءَ ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي خاص تجارتي پروانو ڏنو ويو هو. پر آهستي آهستي ڪمپني ديس تي قبضو

جمائيندي وئي هئي. 1639ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ مدراس فتح ڪيو ۽ 1668ع ۾ ممبئي حاصل ڪيائين، جو هڪ ننڍو ڳوٺ هو. جيستائين 17 صدي پوري ٿي، انگريز سؤرت کان ممبئي تائين ۽ مدراس کان ڪلڪتي تائين قبضو ڪري ويا هئا. فرينچ قوم جي قبضي ۾ فقط پانڊيچري رهي هئي ۽ پورچوگيزن جي قبضي ۾ گوادمن ۽ ڊيو. 1676ع ۾ پهريون ڏڪ ڪمپنيءَ کي بنگال ۾ هنيو ويو، جتي نواب سراج الدولہ کجهہ انگريز مزد ۽ زالون جيل ۾ وجهي ڇڏيا. پوري تفصيل تي انگريز ۽ هندوستاني تاريخدان متضاد رايا ڏين ٿا. 1646ع ۾ انگريز جن ۾ 123 انگريز مرد ۽ عورتون هيون، رڳهہ ۽ ٻوساٽ ۾ مري ويون. انگريزن ان ڪاري پلڪڙي جو پورو پورو فائدو ورتو.

رابرٽ ڪلائيو ڪجهہ سوَن سپاهين سان گڏجي نواب سراج الدولہ کي پلاسيءَ جي جنگ ۾ شڪست ڏني. ان کان پوءِ بهانا ڳولي ڪلائيو بهار ۽ اوڙيسا هٿ ڪئي. ان ڪري انعام طور هن کي بہ پيرا گورنري ملي. مغلن کي پئسا ڏئي، ڪانئن انهن تي هن قبضي جي اجازت ورتي، جا ڪيس ستن سالن تائين ڏني وئي. جڏهن 1921ع ۾ اهي ست سال ختم ٿيا تڏهن ڪمپنيءَ انهن صوبن تي پنهنجي سلطنت قائم ڪري ڇڏي. هندوستان ڦري لٽي ڪلائيو گهر موٽي ويو. هن تي سندس ضمير ايتري ملامت ڪئي، جو هن خودڪشي ڪئي. ان وچ ۾ انگريزن مدراس جي چوڌاري پنهنجي حڪومت مضبوط ڪئي. هنن مرهٽن سان معاهدو ڪيو هو، جو ختم ڪيو ويو ۽ 1782ع ۾ هنن کي وعده خلافيءَ جي سزا ڏني وئي. 1767ع، 84-1780. 94-1790ع ۾ حيدر علي ۽ ٽيپو سلطان انگريزن کي ٽوٽا چٻايا ها. مون ٽيپو سلطان جو پنهنجي نظمن ۾ ذڪر ڪيو آهي. تازو مون ٽيپو سلطان جي تلوار (The Sword of Tipu) انگريزيءَ ۾ هڪ عاليشان ناول پڙهيو. جو تحفي طور منهنجي دوست لڇمڻ ڀاٽيا مون کي جئپور ۾ ڏنو هو. اهو ناول ڀڳوان گدواڻيءَ لکيو آهي. جو 1923ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڄائو هو، ۽ چوئٿرام گدواڻيءَ جو ڀائٽيو آهي، جيڪو انڊين نئشنل ڪانگريس آف سنڌ جو صدر هو ۽ جي. ايم. سيد جو دوست هو ۽ جنهن سان ۽ جي. ايم. سيڌ جي منظور نظر ڇيڻي سپاهي ملاٽي سان منهنجي ملاقات پروفيسر رام پنجواڻيءَ جي ڪراچيءَ واري فلئٽ ۾ ٿي هئي. تڏهن مان بي. اي. جو شاگرد هوس. ان ڪتاب تي ڪافي محنت ۽ ريسرچ ٿيل آهي. ان ۾ لکيل آهي تہ جڏهن لارڊ ويلسليءَ ميسور تي گهيرو

ڪيو، تڏهن ٽيپو سلطان نئپولين بونا پارٽ کي مدد لاءِ خط لکيو هو. نئپولين خط جو جواب لکيو، جيڪو ناول جي صفحي 313 تي ڏنل آهي. نئپولين اهو جواب مڪي جي امير ذريعي موڪليو، جيڪو جدي ۾ پڪڙجي پيو هو. ٽيپو فرينچ انقلاب ۽ نئپولين جو مداح هو. پوءِ انگريزن مرهٽن جي ہڏيءَ کي ڊانو ۽ هڪ هندو راجا کي ميسور جي تخت تي ويهاريو. مون جنگ آزاديءَ جي عظيم هيرو نانا صاحب تي منوهر مال گونڪر جو ناول "شيطاني طوفان" (The Devil's Wind) بہ پڙهيو آهي.

برما 1814ع کان ڪجهہ سال پوءِ فتح ڪئي وئي. افغانن جو 1842ع تائين زور ٽٽو، پر هنن کان حڪومت کسي نہ وئي.

1839ع کان 1842ع تائين سنڌ کي فتح ڪيو ويو، جيڪي بہ محب وطن ان جنگ ۾ ماريا ويا، انهن مان هوشو شيديءَ کان سواءِ ہئي ڪنهن جي بہ قبر جو نشان نہ مليو آهي. آخر ۾ 1849ع ۾ سکن کي شڪست ڏني وئي. ۽ انهن کان اڌ سلطنت کسي وئي. ڦٽي چند پوءِ 1857ع تي بلوي جي باري ۾ ٻڌائيندو هو ۽ چوندو هو تہ اهو انقلاب ۽ آزاديءَ لاءِ پهرين جنگ هئي، جيڪا ناڪامياب ٿي هئي. انگريز ڪهڙي بہ جڪ مارين، پر اها جنگ آزاديءَ لاءِ هئي. اهڙيءَ جنگ ۾ ليڪا چوڪا نہ ٿيندا آهن تہ ڪير ڏوهي ۽ ڪير بيڏوهي ماريا ويا. باهہ اهو نہ چائندي آهي تہ ڪهڙو ڪانو سڪو آهي ۽ ڪهڙو ڪانو آلو آهي! ڪاليءَ جي تلوار کي رت جي پياس آهي. رت، رت آهي. پوءِ بي گناهہ جو هجي يا گنهگار جو. ڦٽي چند 1857ع کان وٺي 1931ع تائين اسان جي تاريخ ۾ چا ٿيو آهي، اسان کي ٻڌائي چوندو هو تہ اها خوني جنگ ايندي، جنهن ۾ رت جا درياهہ وهندا ۽ جن ۾ انگريزن جا ايترا لاش هوندا جو انهن کي ڪاڻڻ لاءِ مانگر مڇ بہ نہ ملندا. هن کي اها خبر نہ هئي تہ انگريز تہ ڦرلٽ جو مال ڪٺي وڃي لنڊن وسائيندا. نهرو جنهن ڪرپس مشن پلان نہ پئي قبوليو، ليڊي مائونٽ بيٽن جي عشق ۾ ورهاڱو قبول ڪندو ۽ هندو مسلمان ۽ سک هڪ ٻئي کي ڪپي ماريندا ۽ ايترو رت وهندو جو هيءَ ڌرتي گهٽ ۾ گهٽ ويهين صديءَ جي خاتمي تائين ڌوئي نہ سگهندي.

ڪيئل داس فاني، جيئن مون اڳ چيو هو، منهنجي شاعري درست ڪندو هو ۽ مون کي بحر وزن بہ سيکاريندو هو، جو مون ڪجهہ مهينن ۾ سکي ورتو.

سائين هاسانند مون کي ٽئين درجي ۾ انگريزيءَ ۾ پڙهائيندو هو ۽ هن ئي مون کي انگريزي ادب سان روشناس ڪرايو هو. ان وقت مون کي شيلي جي نظم جو هڪ بند هر هر ياد ايندو هو، جيڪو هاسانند مون کي لکايو هو:

The desire of the moth for the star
Of the night for the morrow
The devotion to some thing afar
'From the sphere of our sorrow.

ترجمو: (پرواني جي ستاري لاءِ تمنا
رات جي ڏينهن لاءِ
ڪنهن ڏورانهين شيءِ لاءِ پنهنجي عقيدت
پنهنجي غم جي دائري مان.)

مان شيلي کان تہ گهڻو اڳتي نڪري چڪو آهيان. پر اهو شعر منهنجي روح ۾ واسو ڪري ويو آهي. مصحفيءَ جو هڪ شعر ياد اچي رهيو آهي:

"چلي بهي جا جرس غنچه کي صدا پہ نسيم
کهين تو قافلهء نو بهار ٹهرے گا."

ترجمو: (اي هوا! ان سنک جي آواز تي هلندي رهہ
ڪٿي تہ نئين بسنت جا پانڌيڙا ترسندا.)

هاڻي وري نيو ايرا اسڪول ڏانهن، اسان جا پيا ماسٽر ڏني چند، بودارام پوچراج، پريم چند هوندا.

ڪَبوءَ نالي هڪ چوڪري هوندي هئي، جنهن جو گهر سائينءَ جي اوتاري ۽ لڪي در جي وچ تي هو. هن کي اڇا ڪبوترائي ڳل هوندا هئا. مان جڏهن بہ هن جي گهر وٽان لنگهندو هوس تہ هوءَ ۽ هن جي وڏي ڀيڻ واڻڪ لاءِ ڏاڪڻ مٿان ٺهيل چبوتري تي، ڪرسيون وجهي ويٺيون هونديون هيون. سن ستيتاليهہ جي شروعات ۾ پاڪستان ٺهڻ جون ڳالهيون ٿي رهيون هيون تہ مون کي ۽ هڪ ٻئي چوڪري کي ماسٽر پوچراج چيو تہ: هيڏ ماسٽر مينگهراج جي گهر وڃو ۽ اندر وڃي سڌو هن جي ڪمري ۾ هليا وڃو، هن جي گهر جو ٻاهريون دروازو ڪليل هو ۽ پهرين ماڙ تي سندس زال ماني پچائي رهي هئي ۽ سيخن واري ڪٺهڙي مان نظر اچي رهي هئي. انهيءَ جا ساري عمر، ڦلڪا ويليندي، وار اڇا ٿي ويا ها، چڻ انهن تي ڪنهن اڻ ڳوٺل اٽو هاريو هو. اسان سڌو اندر ڪمري ۾ هليا وياسين، جيڪو هال وانگر هو.

ڏنوسين تہ ڪبوءَ جي وڏي پيٽ، جا ڀرپور جوانيءَ تي رسي چڪي هئي ۽ جنهن جو اچان ڪنهن سگ تہ ورتو هو، مينگهراج جي ڪڇ ۾ پئي هئي ۽ مينگهراج هن مان سيتا ڦل پٽيندو، ٽوڪرو ڀريندو تي ويو. اسان کي ڏسي پئي چرڪي ويا، ۽ جيئن پٿر لڳڻ سان ڪبوتر ۽ ڪبوتريءَ جي ڳٽ ڳٽ بند ٿي ويندي آهي ۽ هو ڇجهري تان پٽ تي لهي ايندا آهن، هو پئي چپ ٿي ويا. مون کي وڏيڪ ڏڏڪو آيو ۽ پنهنجي ماستر يوڄراج تي ڪاوڙ آئي.

مان مينگهراج وٽ ويندو هوس ۽ شانتيءَ سان منهنجي ڏيٺ ويٺ هئي. هڪ ڀيري هوءَ اسٽيشن تان موٽي آئي تہ زار زار روئي رهي هئي ۽ چيائين تہ: "بابا، هاڻي اسان هتي رهي نہ سگهنداسون. مان ساهيڙيءَ کي ٽرين تي چڙهڻ وئي هئس جو هوءَ ۽ هن جو ڪٽنب مدراس پئي لڏي ويا. جڏهن ٽرين هلي تہ مان پليٽ فارم تي اڪيلي رهجي ويس. اتي ٻن مسلمان غنڊن اچي مون ۾ هٿ وڌا ۽ مون رڙيون ڪري پاڻ ڇڏايو. پر اها ڳالهہ 1947ع کان پوءِ جي ڳالهہ آهي، جڏهن مان ايل. ايل. بي پاس ڪري چڪو هوس ، ۽ ابراهيم جويو جي سفارش تي، هڪ ڊپٽي سيڪريٽريءَ مون کي سيڪريٽريٽ ۾ نوڪري ڏني هئي. مان موڪل تي شڪارپور ۾ آيو هوس. تڏهن مان مينگهراج جي گهر ويو هوس ۽ منهنجي موجودگيءَ ۾ هن جي ڌيءَ مٿين شڪايت ڪئي هئي.

ان تي مينگهراج چيو: "پٽ هن کي ڪراچيءَ وٺي وڃ ۽ اتي پاڻ جهڙي ڪا نوڪري وٺي ڏينس. مان چاهيان ٿو تہ پنهنجي پُٽ آنند کي بہ ڪنهن مسلمان ڇوڪريءَ سان شادي ڪرايان ۽ پاڻ بہ مسلمان ٿي وڃان."

ٽيستائين مان پڪو انقلابي ٿي چڪو هوس. مون کي هن تي رحم اچي ويو ۽ خاموش ٿي ويس. پئي ڏينهن مان ڪراچيءَ واپس موٽي آيس. جڏهن وري ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ شڪارپور آيس تہ خبر پئي تہ مينگهراج، آنند ۽ شانتيءَ سميت هندوستان جي ڪنهن شهر ڏانهن هليا ويا ها. مون ڏٺو تہ ڏاڍو زور سان طوفان ٿو لڳي ۽ ساوا ۽ ڪڪا پن اڏامن ٿا. ڪجهہ ٻوٽا جهڪي وڃي ڌرتيءَ سان لڳا آهن ۽ اڌ مان ٽٽي پيا آهن. پر اها ڪجهہ وقت پوءِ جي ڳالهہ آهي.

مان پنجين درجي ۾ پهريون نمبر پاس ٿيو هوس، ۽ نيو ايرا اسڪول ڇڏي گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور ۾ ڇهين درجي ۾ شامل ٿيو هوس.

نيو ايرا جهڙو اسڪول پوري برصغير ۾ ورلي ٿيو هوندو. مان جڏهن چوٿين درجي ۾ هوس، تڏهن اسان ڪنهن هندو سيٺ جي باغ ۾، جيڪو سنڌ واهه ڏانهن ويندڙ رستي تي هوندو هو. ماڪ (Mock) پارليامينٽ ڪندا هئاسين. جنهن ۾ رام چينملاڻي پرائيم منسٽر ٿيندو هو ۽ هري يا پڳوان آپوزيشن جا ليڊر ٿيندا ها. (انهن جي ذات وسري وئي آهي) ۽ ٻيا ڪئبنيٽ جا ميمبر ٿيندا ها. رام اتويهين ورهين ۾ ڪراچيءَ مان ايل. ايل. ايم ڪئي هئي، ۽ اي. ڪي. بروهيءَ جو جونيئر هوندو هو. مون پاڻ اي. ڪي. بروهيءَ جي بئنڪ آف انڊيا بلڊنگ واري آفيس ۾ هن جي ميز جي شيشي هيٺان رام جوفوٽو رکيل ڏٺو هو. جڏهن مان 1963ع ۾ ممبئي ويو هوس تہ هن ڪي تاج محل هوٽل ۾ چار ڪمرا هوندا ها. جن مان ٻن ۾ هو پاڻ رهندو هو ۽ ٻن ۾ آفيس ڪندو هو. هن مون کي مانيءَ تي بہ گهرايو هو. پر ان ڏينهن منهنجي دهليءَ لاءِ رزرويشن ٿيل هئي، جنهن ڪري هن جي دعوت تي وڃي نہ سگهيو هوس. ان کان پوءِ هو آل انڊيا بار ڪائونسل جو پريزيڊنٽ ٿيو هو. ڪجهہ وقت پوءِ وزيراعظم اندرا گانڌيءَ سان تڪرار ٿيڻ ڪري آمريڪا هليو ويو هو. هن پارٽ جي پريزيڊنٽ لاءِ بہ گياني ذيل سنگهہ خلاف چونڊ وڙهي هئي.

جڏهن 27 سالن کان پوءِ مان هندوستان ۾ 'شاهہ سچل سامي' سيمينار تي ويو هوس، تڏهن هو پرائيم منسٽر وي. پي. سنگهہ جي پارٽيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ هو، ۽ ڪيسن جي سلسلي ۾ دهليءَ ويل هو. وقت چهرا بہ مٽائي ٿو ڇڏي. نہ ڄاڻان تہ هو، هن وقت منهنجي صورت بہ سڃاڻي سگهندو يا نہ ۽ نہ ئي مون کان هن جي صورت سڃاتي ويندي! اصغر گونڊويءَ جو هڪ شعر آهي، جيڪو نندي هوندي کان مون کي پسند آهي:

جو نقش هے هستي کا دهوکا نظر آتا هے،
پردے پہ مصور هي تنها نظر آتا هے.
لو شمع حقيقت کي اپني هي جگہ پر هے،
فانوس کي گردش مين کيا کيا نظر آتا هے.

ترجمو: (جو بہ هستيءَ جو نقش آهي، نظر جو ڌوڪو لڳي رهيو آهي،
پردي تي مصور ئي هيڪلو نظر اچي ٿو.
ڏسو حقيقت جي شمع پنهنجي ئي جاءِ تي آهي.
فانوس جي گردش ۾ڇا ڇا نہ نظر اچي ٿو.)

وري ٻہ سال پُٺ تي. ٻئي درجي انگريزيءَ ۾، مون هوند راج داس ۽ ٻهاري ڇاٻڙيا، جيڪي گڏ ساڳئي اسڪول ۾ پڙهندا هئاسين. گڏجي هڪڙو رسالو 'سدرشن' جي نالي سان ڪڍيو هو. هوند راج داس، جو افسانہ نويس هو، تنهن کي رسالي جي ايڊيٽرشپ جو شوق هو. ان ڪتاب ۾ منهنجو پهريون نظم شايع ٿيو هو. اهو خليل مورياڻيءَ جي ڪتاب 'شڪارپور' ۾ پيهر ڏنو اٿائون. هوندراج داس، ايسرداس جو پٽ هوندو هو ۽ ذات جو چگهہ هوندو هو. هن جي اباڻي جاءِ سائينءَ جي اوتاري کان ٻن چئن قدمن تي هوندي هئي. هو ڪنهن هيڊ ماستر جي ڌيءَ ديا وٽ مون کي وٺي هلندو هو جا مون کي ڏاڍي وڻندي هئي. هو اوچتو شڪارپور مان ڪراچيءَ هليو ويو، ۽ اتان روزاني "سنسار سماچار" ۾ 'ڪڙڪهيتي' جي نالي سان مزاحيہ ڪالم لکندو هو. هن جو پٽ مون سان ممبئيءَ ۾ سيمينار تي مليو هو، ۽ هن تي لکيل ڪتاب 'گپ شپ' ڏنو هئائين. هوندراج کي مزاح جو چڱو حِسُ هوندو هو. ٻهاري ڇاٻڙيا 1947ع ۾ 'زندگي' رسالي جو ايڊيٽر هو ۽ 1948ع ۾ هندوستان هليو ويو. هُن ان وقت 'زندگي' ۾ منهنجا ڪجهہ نظم ڇپيا ها. هو اڳئين ڀيري بمبئيءَ ۾ مون سان ملڻ لاءِ هوٽل ۾ آيو هو. هو دنيا جي ارب پتي هندوجا جو سوٽ يا ڀاڻيو هو. مون ڏٺو تہ هو ٺَڪ چڪو آهي. هو فيڊر باٿل مان ٻار وانگر کير پي رهيو هو. هن زار زار روئندي مون کي چيو تہ: "مون کي تنهنجو اهو شعر اڃان ياد ٿو اچي، جو مون 'زندگي' جي پوئين پرچي ۾ ڇپيو هو."

"ڪهڙو شعر؟"

"نہ وسام، وسام، وسام نہ تون
اي لنوَ جي لاٽ، وسام نہ تون."

"اسان تہ هندوستان ۾ اچي رلي ويا آهيون. تو تہ اسان جي پريس ۽ لکيدر جي ونگ وٽ چوماڙ جاءِ ڏني هئي؟ هتي منهنجي چاچي هندوجا جهڙا ماٿهو ارب پتي ٿي ويا ۽ اسان عام شرنارٿي ٿي رلي وياسين." هن چيو. مون کي لفظ نہ هئا جو هن کي دلجاءِ ڏيان.

سمنڊ جون ڇوليون مون کي ڪيترو پري ٿيون ڌڪي وڃن ۽ ورائي پير پوڙ پاڻيءَ تي ٿيون ڦٽو ڪن!

13 ورهين جي عمر ۾ زرينا ٻہ اسان جي پاڙي جي ٻين ڇوڪرين وانگر پردو ڪندي هئي ۽ گهر کان ٻاهر نہ نڪرندي هئي.

مون هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتي، ڏاڍا عشق ڪيا. جن پوءِ منهنجي شاعري ڪيتري وقت تائين اتساهي. عشق شاعريءَ جي وڻ لاءِ ڪاڏ وانگر ٿيندو آهي. هاڻي مون ڪي شاعريءَ تي ايترو عبور هيو، جو ڪنهن جي مدد جي ضرورت نہ هئي. مان علامہ اقبال جا اردوءَ ۾ ڪتاب 'بانگ درا'، 'بال جبريل'، 'ضرب ڪليم' ۽ سندس فارسيءَ جا ڪتاب، 'پيام مشرق'، 'ارمغان حجاز'، 'اسرار خودي'، 'رموز بيخودي'، 'پس چہ بايد ڪرد اي اقوام مشرق' ۽ 'جاويد نامہ' پڙهي چڪو هوس. زرينا جي مامي واجد عليءَ مون کي هن جو انگريزيءَ ۾ ڪتاب Reconstruction of Religious Thought in Islam بہ ڏنو هو.

مون جوش مليح آباديءَ جو 'شعلہ و شبنم' بہ پڙهيو هو جو تن ڏينهن ۾ مون کي شيخ واجد عليءَ آل انڊيا مسلم ليگ جي ڪانفرنس تان موٽندي دهليءَ مان آڻي ڏنو هو. تن ڏينهن ۾ مون داغ دهلويءَ جو ديوان، ديوان ذوق، ديوانِ غالب، ديوان ظفر وغيره اردوءَ جا ڪلاسڪ پڙهيا ها. منهنجن مائٽن وٽ اردو رسالا، عالمگير، نيرنگ خيال، دين و دنيا، ادبي دنيا، ساقي وغيره ايندا ها، جن ۾ ان وقت جي چوٽيءَ جا اردو شاعر لکندا ها. گڏوگڏ مون سنڌيءَ ۾ ديوانِ سانگي، ديوانِ فاضل، ديوانِ قاسم، ديوانِ خاڪي ۽ ديوانِ واصف وغيره بہ پڙهيا ها ۽ ائين لڳندو هو تہ اهي اردو شاعريءَ جا نقال ها. جمعيت الشعراءِ سنڌ جي ماهوار رسالي 'اديبِ سنڌ' ۾ مشاعرن ۾ پڙهيل ڪلام جو انتخاب پڙهي مون کي ڪيءَ ايندي هئي. ان ۾ مصرع طرح سان گڏ قافيو ۽ رديف بہ ڏيندا ها. مثلاً جوابِ خالص، ڪباب خالص، شراب خالص، جلاب خالص ۽ سڄو وقت ان تي ضايع ڪندا ها تہ هن شعر ۾ بندش آهي يا نہ.

مون کي 'بيوس' جي هيٺين شعر جهڙا شعر وڻندا ها.

"ڪر دنيا ۾ دل وڏيري، تون بہ رهہ مان پي رهان،
آڻ من ورتيءَ ۾ ڦيري، تون بہ رهہ مان پي رهان."

لطف الله جوڳيءَ جي باري ۾ تہ مان اڳ ئي، "جڳ مڙيوئي سپنو" ۾ لکي چڪو آهيان، ان ڪري هن تي وڌيڪ نہ ٿو لکان. هڪ پيري غلام حسين جهلڻ جي هاٿيدر واري پريس ۾ ويٺا هئاسين تہ هو مجتهد ۽ مجدد ۾ فرق سمجهائي رهيو هو. "مار تون تہ..." مون دل ۾ سوچيو. جڏهن ڪاليج ۾ پڙهندا هئاسين تہ لعل محمد احمر مون کي هن سان ملائڻ لاءِ وٺي هليو

هو ۽ هن ’اسرار خودي‘ جي طرز تي فارسيءَ ۾ پنهنجي مثنوي مون کي ڪلاڪ کن پڙهي ٻڌائي هئي تہ علامہ اقبال تان ٿي ارواح ڪجي ويو هو.

مون زيب لاڙڪاڻوي ۽ صنعت شڪارپوري جا فارسي ديوان بہ پڙهيا ها. اهي چڱ مشهور فارسي شعراءَ تان قافيہ، رديف وٺي لکيا ويا ها. مشهور ايراني شاعر شهر يار کان ڪنهن هندوستان ۾ پڇيو هو تہ: ”تنهنجو غالب جي فارسي شاعريءَ جي باري ۾ ڪهڙو خيال آهي؟“ جواب ڏنو هئائين: ”بوءِ دال مي آيد.“ (دال جي بوءِ ٿي اچي.) اهو جواب غالب جي باري ۾ تہ غلط ٿي ٿو سگهي. پر زيب لاڙڪاڻوي ۽ صنعت شڪارپوريءَ جي باري ۾ صحيح آهي.

اهو ڪاليج جو دؤر هو. مان وري پٽ تي اوپارو ٿو تران. ڇهين درجي ۾ مَنوءَ ڏانهن ويندڙ گهٽيءَ جي سِر سِر منهنجي بوٽ جي ڄاڻو سڃاڻو ٿي وئي هئي. ان تي مون کي والٽ وٽمئن جون ڪجهہ سٽون ياد اچن ٿيون.

”ڪامريڊو! هي ڪتاب نہ آهي،

هن کي جيڪو ڇُهي ٿو، انسان کي ڇُهي ٿو.“

والٽ وِٽمئن جي دخل در معقولات کي پاسي رکي، مان پنهنجي دوست عبدالقادر مطلباڻيءَ کي ياد ڪيان ٿو. جيڪو مون سان گڏ پڙهندو هو. مَنوءَ جي گهر وٽان لنگهندي، منهنجو پنڌ هاٿي در اندران، ساميءَ جي پاڙي جي پٺي پاسي عبدالقادر جي گهر تي ڪٽندو هو. سامي انهيءَ خيالات جو تسلسل هو، جي هندوستان ۾ ڀڳتي تحريڪ سان شروع ٿيا ها. هندوستان ۾ ٻجرياڻي سڌ ۽ ذات پنتي، مذهبي رسمن ريتن کان بيزار ٿي چڪا ها. هو تيرٿ ياترا، اشنان، بت پرستي، مندرن جي ياترا، کي فضول سمجهندا ها. ان تحريڪ ويشنو ڌرم جي بڻايل ساري تاڃي پيٽي کي ڏاڍگا ڏاڍگا ڪري ڇڏيو هو. ويدانيت جو اثر عام ٿي ويو هو. گيتا، اپنشدن ۽ ٻين ڌرمي پستڪن تي ٽيڪا ٽپڻيون لکيون ويون هيون. پر عوام جن جي سمجهہ ۾ اهي نہ ٿي آيون، دانشور طبقي کان دور ٿي چڪا ها.

فتر جيرالڊ جي لفظن ۾:

”هڪ دروازو هيو، جنهن جي ڪنجي مون کي ڪانہ هئي،

هڪ دروازو هو، جنهن جي پٺيان مان ڏسي نہ ٿي سگهيس.“

ڀڳتي تحريڪ ۾ مخالف قوتن کي للڪارڻ جي همت نہ هئي. هندو ان وقت مسلمانن جي يلغارن جو مقابلو ڪري نہ ٿي سگهيا. ڀڳتي تحريڪ

جيتوڻيڪ انهن کي پنهنجي حالتن کي برداشت ڪرڻ جي طاقت ڏني، پر غور سان ڏسبو تہ اها روحاني فرار ۽ گريز جي تحريڪ هئي.

ڀڳتيءَ جو فلسفو رامانند سان سنبت 1073ع ۾ شروع ٿئي ٿو. رامانند جي مشهور چيلي رامانج وري ويشنو تحريڪ کي اڀاريو ۽ پوءِ ڪرشن ڀڳتي ۽ رام ڀڳتيءَ جون تحريڪون شروع ٿيون. ڀڳتي تحريڪ جو مقصد عوام ۾ روحانيت ۽ مذهب جي باري ۾ عقيدت کي اتساهڻو هو، جو تہ اها عقيدت عوام جي اندر ۾ لڪل هئي. ڀڳتي تحريڪ جا ٻہ حصا هئا. هڪ اهو جو نرگن ۽ نرآڪار ۾ ويساهہ ڪندو هو ۽ ان کي نرگن واد چيو ويو، جنهن تي اسلامي تعليم جو اثر هو. ڪبير ڀڳت ۽ ملڪ محمد جائسيءَ جي شاعريءَ ۾ انهيءَ سوچ جون جهلڪيون آهن. نرگن ڀڳتيءَ جي پس منظر ۾ ويدانيت، تصوف ۽ اسلام جي خدا جو تصور آهي. رامانند جي ويشنو خيالن ۾ جي اصطلاح ۽ علامتون آهن، اهي تانترڪ يوگين سان ملن ٿيون.

ٻيو حصو انهن جو هو جي مورتي پوڄا ۾ ويساهہ ڪندا ها ۽ انهن جي تحريڪ کي رام ڀڳتي ۽ ڪرشن ڀڳتي چيو ويو هو. مهاراشٽرا، بينگال ۽ ڪشمير ۾ ڀڳتي تحريڪ عام ٿي. ڪرشن ڀڳتيءَ ۾ خاص ڪري چيتنيہ جو نالو بنگال ۾ مشهور ٿيو، ۽ هن جي ڪيرتن ۾ ڪرشن سان بيپناهہ عقيدت هئي. مون ڪافي سال اڳ هن تي فرانسيسي اديب رومين رولاں جو ڪتاب پڙهيو هو. رامانج اتر هندوستان ۾ رام ڀڳتي ۽ ڪرشن ڀڳتيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. شنڪر آچاريہ دنيا کي مايا ڪوٺيو هو، جنهن جو اثر ساميءَ تي بہ گهڻو هو. پر رامانند بہ دنيا کي مايا ڪوٺيو ۽ ان ۾ پنهنجي سچ کي ايشور چيو، هو ان خيال جو هو تہ ڀڳتيءَ وسيلي ماڻهوءَ جي انتي (نجات) تائين رسائي ٿي سگهي ٿي. ساميءَ جي دؤر ۾ ڀڳتي تحريڪ سنڌ تائين پهچي چڪي هئي. ساميءَ چيو هو تہ: ”ڪيٽي ۽ ڪنچر ۾، پسي هڪ ڏٺي.“ هنديءَ ۾ ڪيٽي ڪٺليءَ کي ۽ ڪنچر، هاٿيءَ کي چوندا آهن. شنڪر آچاريہ، ايشور کي مختلف صورتن ۾ ڏسڻ جي هدايت ڪئي هئي ۽ هُو بت پرستيءَ جي خلاف هو. جيتوڻيڪ رامانند جي تعليم هندو ڌرم جي پراڻين ريتن رسمن تي ٻڌل آهي، پر ان بہ ذات پات جي مخالفت ڪئي آهي.

پربلپ آچاريہ چيو تہ: ”رام ۽ ڪرشن، ايشور جو اصل روپ آهن.“
شنڪر آچاريہ چيو تہ: ”ايشور جي اصل روپ کي ڪائي شڪل ناهي.“

پربلپ آچاريہ جي پرچار جي اثر هيٺ ڪيئي ديوداسيون بہ هن جي ٽولي ۾ شامل ٿي ويون. اهي ڪافي عالم فاضل هيون. انهن مان هڪ ديوداسي اندل هڪ هنڌ لکيو آهي: ”هاٿي مان پوري جوڀن تي آهيان، پر ڪرشن جيءَ ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن کي پتي نٿي مڃيان.“

اهائي روايت اسان کي ميران ٻائيءَ ۾ ملي ٿي.

عيسائيت ۾ بہ سينٽ ٽيريسيا ۽ ٻيون راهبائون هيون، جي مسيح سان ساڳيءَ طرح عشق ڪنديون هيون. ان ڪان پوءِ نرگن واد تحريڪ ڪبير شروع ڪئي. سردار جعفريءَ جو چوڻ آهي تہ ڪبير مسلمان هو ۽ ذات جو جولاهو (ڪوري) هو. ڪبير خدا جي وحدت جو قائل هو. سردار جعفريءَ وڏيڪ لکيو آهي، ”روميءَ دولت کي هڪ ڪُلاهہ سان تشبيهہ ڏني، جنهن ۾ گنجو پنهنجو مٿو لڪائيندو آ." اڳتي هلي هن لکيو آهي: ”ڪبير چيو آهي تہ: مايا سورنهن سينگار ڪري، پنهنجي مست اکين جي لال تلوار سامهون آڻي ٿي. هوءَ شاعرکي پنهنجو ڀتار (ڀوتار) ڪوٺي مخاطب ٿئي ٿي تہ ڪبير طنز سان چوي ٿو: ”اسان جي ذات جولاها آهي ۽ نانءُ ڪبير آهي. تو اسان ڪان ڪڏهن بہ پڇيو ناهي. تون اتي وڃ جتي تخت وڇايل آهي، باغ ٽڙيل آهن، اناج جون ڀوريون ڀريل آهن. ريشم جي ڪوٺ نہ آهي ۽ اگربتيون چندن جون آهن، تون اسان وٽ ڇا ڪندينءَ؟"

”مايا مها ٺڳي آهي، ڪنور شڪاري آهي... ڪيڙن لاهي ڇڏڻ سان يا پنهنجا پنج ئي حواس قتل ڪرڻ سان يا ڀهاڙن ۾ ويهڻ سان ۽ جهنگ ۾ ڀٽڪڻ سان ڀڳوان نہ ٿو ملي، ڀڳوان تہ ان تي ريجهي ٿو جنهن جي دل ۾ دَيا آهي. ڌرم آهي ۽ جو پاپ ڪان پاسو ڪري ٿو. جو جڳ ۾ رهي، جڳ ڪان اداس آهي ۽ سردار جعفريءَ جي اردو ٻوليءَ ۾: ”جو هر ذي حيات ڪو اپني طرح جانتا هئي، اسي ڪو حيُ اور قيوم ملتا هئي.“

نرگن واد اسلام جي ڪيڏو ويجهو اچي چڪو هو، اهو ڪبير جي دوهن مان صاف ظاهر آهي. ”ڪبير، منصور وانگر 'اناالحق' تہ نہ ٿو چوي، پر 'اناالحق' جو پورو جذبو هن ۾ موجود آهي.“ هو چوي ٿو:

'نرگن ڪي آگي سَرگن ناچي، باجي سُونهنگ تورا.'

يعني، ”ذات جي سامهون صفات نچي رهي آهي ۽ اناالحق جو ساز وڄي رهيو آهي.“

ساميءَ بہ مايا لاءِ، ’مايا ڏائڻ ڏندري‘ يا ’مايا ڏوتي‘ چيو آهي، ۽ وحدت جو اپديش ڏنو آهي. ان ڪري هو شاهہ لطيف ۽ سچل سرمست کان پوءِ سنڌ جي ادبي تہ - مورتي ۾ ڪپي اچي ٿو.

ساميءَ جي گهر وٽان ٿي مان پنهنجي دوست غلام قادر جي گهر وڃان ٿو. جنهن لاءِ زيبو گهر جو تاڪ کولي واجهائي رهي آهي. زيبو هڪ زيتوني رنگ واري پرڻيل ڇوڪري آهي، جا پنهنجي مڙس سان ناراض آهي. هن جو مڙس ڪم تي ويندو آهي تہ عبدالقادر ساڻس ملاقات ڪري ايندو آهي. هن جو قد وچولو ۽ ڳلن تي ڪنڍڙا ڪاڪل آهن. هٿن پيرن کي ميندي ۽ چپن تي مساڳ لڳل اٿس. هوءَ هيڏانهن هوڏانهن ڏسي ڪري، سڏ ٿي ڪري، ’قادر‘ تہ ڄڻ بنسريءَ مان آواز اچي ٿو. مون کي ايندو ڏسي هوءَ در جو تاڪ ٻوٽي ڇڏي ٿي. مان قادر کي گهران سڏي چوان ٿو تہ، ”زيبو سڏئي ٿي.“

”تو زيبو ڇڪيءَ طرح ڏٺي. هن کي بمبئيءَ جي ڪيلي جهڙو بدن ۽ ناگپور جي نارنگيءَ جهڙا مٺا چپ آهن. تون هن کان ڇمي وٺندين؟“

مان لڄي ٿي هن کي چوان ٿو تہ: ”مون هن وقت تائين ڪنهن کان ڇمي نہ ورتي آهي.“

”تون بالغ ٿيو آهين!“

”بالغ‍ڇا هي؟“

هن ٺهڪ ڏئي چيو: ”پاڻ ئي اوچتو پتو پوندئي.“ ڇهين مهيني کان پوءِ مون کي محسوس ٿيو تہ منهنجي پڪل ليارن جي ڇڳي تي لت اچي وئي آهي.

مون زيبوءَ جهڙيون ٽي چار ڇوڪريون ڏٺيون آهن. ساڳيو وچولو قد، اهڙو بدن، جنهن منهنجا هٿ ريشمي ڪري ڇڏيا ها. ڪٿيءَ جي ڪنب تي ڪپڙي وانگر منهنجي لونءَ لونءَ ڪڙي ٿي وئي هئي. هڪ هاتي در جي پريان سنڌ جي پهرين جديد شاعره، ٻي مستري عبدالله جي پاڙي ۾، ٽين هڪ حجمياڻيءَ جي ڌيءَ هئي، جا اسان جي پاڙي ۾ رهندي هئي ۽ چوٿين منهنجي هڪ مرحوم دوست جي سنگ ۾ هئي ۽ جا ضرورت سبب جسم فروشي ڪري رهي هئي. ڇا اهي سڀ ئي هڪ ئي ڪالب ۾ ڻاهيون ويون هيون؟ ڇا اهي سڀ هڪ ٻيءَ جون ڏيٺرون هيون؟ مون کي ان تي آرٿر ڪوئسلر جي ڪتاب، ’ڪار تخليق‘ (The Act of Creation) مان هڪ لطيفو ٿو ياد اچي: تفريح ڪندي روس جي زار جي هڪ شخص تي نظر پئي جو هوبهو هن جهڙو ٿي

لڳو. هن ان شخص کان پڇيو: ”تنهنجي ماءُ اسان جي محل سرا ۾ ڪم ڪندي هئي؟، ”نہ.“ هن وراڻيو، ”منهنجو پيءُ ڪم ڪندو هو.“ شايد اهي چارئي عورتون، ڪنهن حملي آور مغل جي جينيات جو چئن عورتن سان جماع جو نتيجو هيون ۽ پيڙهي بہ پيڙهي ساڳي صورت ۾ وري وري ٿي پيدا ٿيون.

مٿيون آرٿر ڪوئسلر جو لطيفو پڙهي، مون کي ڏاڍا ٽهڪ آيا ها. اڻين تہ مان ورلي ٽهڪ ڏيندو آهيان، پر ڪالهہ عبدالستار پيرزادو منهنجو ڪتاب، ’ڪٿي نہ پيچبو ٽڪ مسافر‘ نقل ڪري رهيو هو تہ پرک رسالي جو ايڊيٽر نثار منصور ۽ جناب عبدالحميد ابڙو اچي نڪتا. (عبدالحميد ابڙو نہ صرف سيشن جج آهي، پر منهنجو ۽ اي. ڪي. بروهيءَ جو مداح بہ آهي. هو وسيع مطالعي وارو شخص آهي.) ڳالهين ڪندي نثار منصور چيو تہ: ”سائين مون بہ سنڌي ڪتاب جيڪي اوهان کان ورتا ها، فوٽو اسٽيٽ ڪرائي رکيا آهن. هاڻ سٽيش روهڙا جو ڪوئي ڪتاب هجيوَ تہ ڏيوم.“ مون هن کي چيو، ”پهرين اڳيان ڪتاب موٽاءِ.“ ان تي عبدالحميد ابڙي هڪ لطيفو حڪيم رازيءَ جو ٻڌايو: ”هڪ شخص حڪيم رازيءَ وٽ آيو ۽ پڇيائينس تہ: ”اوهان وٽ ماکي آهي؟،

هن هڪدم وراڻيو: ”هائو، چاليهہ سال پراڻي.“

ان شخص چيس تہ: ”مون کي ڏهہ ڦڙا ماکي گهرجي، اوهان ڏيوم.“

ان تي حڪيم رازيءَ وراڻيس: ”جي مان ڏهہ ڏهہ قطرا ماکي جا هر سواليءَ کي ڏيان ها تہ هيءَ ماکي چاليهہ سال پراڻي ڪيئن هجي ها!“

اسان سڀني کي بيساختہ کل اچي وئي، جا بدمزگيءَ جي هر امڪان کي ريٽي وئي. اڻين تہ ڪيئي لطيفا منهنجي زندگيءَ ۾ آيا آهن. جي موقعي ۽ مهل تي ڏيندس. پر عبدالحميد ابڙي چيو تہ: ”اڻين جي اياز صاحب ڪتاب ڏيندو اچي ها تہ ايترا ڪتاب ڪيئن ڪٺا ٿين ها!“

هاڻي رات جا ٻارنهن وڳا آهن. ڪوشش سان بہ ننڊ نہ ٿي اچي.

اي خدا! تو مون کي سونهن لاءِ ايتري ڪمزوري ڇو ڏني آهي؟ ڇا سونهن شاعريءَ جي سوڻ آهي؟ شاعريءَ کي دنيا ماٺيلي سوڻ جيان ڇو ٿي لڳي. منهنجي دل بہ هڪ وڊيو ڪئسٽ وانگر آهي، جنهن ۾ ڪيئي پيارا چهرا ۽ سندن گفتگو محفوظ آهي. مان ننڊ مان اٿي، اول پنهنجي ذهن جو وڊيو ڪئسيٽ هلائيندو آهيان تہ مٺي ننڊ ٻيهر اچي ويندي آهي. الائجي ڇو

مون تي اها ساڳي ڪيفيت ڇو طاري ٿيندي آهي، جڏهن مان رجنيش جا ڪبير ۽ ميران تي وڊيو ڪئسٽ هلائيندو آهيان. 1963ع ۾ هندوستان ۾ هڪ مهينو رهيو هوس ۽ ٻہ ڪلاڪ روز ننڊ ڪئي هئم. راج، گيتا ۽ رشيد پٽي دهليءَ ۾ هڪ سئنيما ۾ ديوداس فلم ڏسي رهيا هئاسين. جيئن ريل هليو، مون کي گهري ننڊ اچي وئي، ۽ جڏهن فلم پوري ٿي تڏهن مون کي ننڊ مان جاڳايائون. هونءَ هن وقت تائين مون ننڊ کي پري رکيو آهي ۽ ساري زندگي ائين ننڊ ڪئي آهي، جيئن روس تي ڪاهہ وقت نئپولين گهوڙي تي گهڙيءَ لاءِ اک لائي وٺندو هو. پر هاڻ تہ مون کان ننڊ بہ رُسي وئي آهي ۽ مون کان پڇي ٿي وڃي، جيستائين ننڊ جون ٻہ گوريون نہ ٿو کائوان تيستائين ننڊ ئي نہ ٿي اچي.

سونهن لاءِ ڪمزوريءَ جي ڳالهہ ڪندي مون کي وليم ورڊسورٿ جي نظم مان هڪ بند ياد ٿو اچي.

A prim rose by a river's brim
Was one and six lines to him
And nothing more

(هڪ بسنتي گل نديءَ جي ڪنڌي تي
هڪ سٺ ۽ ڇهہ سٽون هيون هن لاءِ
۽ ان کان وڌيڪ ڪجهہ نہ هو.)

مون زندگيءَ ۾ ائين محسوس نہ ڪيو آهي. عورت بسنتي گلاب وانگر آهي، پر ان جي خوشبو شاعريءَ ۾ رچي بسي وڃي ٿي.

ڪيئي سال ٿيا تہ منهنجا ٻہ دوست ۽ انهن مان هڪ جي زال معصوم شاهہ جي مناري جي ڏاڪڻ تان چڙهي رهيا هئاسون. منهنجا دوست تہ اڳ ۾ چڙهي ويا پر مان ساهي پٽڻ جو بهانو ڪري وچ تي بيهي رهيس. منهنجي دوست جي زال کي ڪجهہ شڪ پيو ۽ هوءَ مون کان ٽي ڏاڪا هيٺ بيهي رهي. ان کان پوءِ هڪ چُمي اجهان تائين معصوم شاهہ جي مناري جي پهرين ڏاڪي کان پوئين ڏاڪي تائين چڙهندي ۽ لهندي رهي آهي ۽ اهي چپ تلاش ڪندي آهي، جي ملڻ چاهيندي بہ ملي نہ سگهيا، ۽ هڪٻئي کان دور هليا ويا.

مان هن کي ٻيهر بہ مليو آهيان ۽ اسان جي اکين هڪٻئي کي پيار جا انوکا سنيها ڏنا آهن، پر ڇپن ڪوئي اظهار نہ ڪيو آهي. هوءَ منهنجي شاعريءَ ۾ اجهان تائين سدا گلاب وانگر پنهنجي خوشبو ڦهلائي رهي آهي. مان اڳي ساري رات لکندو هوس، هاڻ صبح جو پنجين وڳي اٿي لکندو آهيان.

فارسيءَ جو هڪ شعر آهي:

علي الصباح ڪہ مردان بہ ڪارڪار رَوند

بلا ڪشان محبت بہ ڪوئے يار رَوند

ترجمو: (صبح سويري جڏهن ماڻهو، پنهنجن جدا جدا ڪمن سان وڃن ٿا.

پريت جا جاڪوڙي پنهنجي پريْنءَ جي گهٽيءَ ۾ وڃن ٿا.)

افسوس ڪوئے يار هن وقت ڪيترو نہ پري آهي!

وچ ۾ ويزا جي ديوار آهي، نہ تہ اڏامي هن وٽ پهچان!

هيءَ آتم ڪهاڻي هن وقت جي ڊائري بہ آهي، جنهن وقت مان اها لکان ٿو. اهو ادب ۾ هڪ نئون تجربو بہ آهي.

اڄ 15 جنوري 1996ع آهي، هي حيدرآباد ۾ سنڌ جي ورهاڱي جي باري ۾ ڪهڙي سازش جو انڪشاف ٿيو آهي؟

مون کي ياد آيو تہ برصغير جي تاريخ ئي اهڙي سازش سان شروع ٿئي ٿي. پانڊوَن، ڪورون کي چيو هو تہ اسان سان حڪومت ورهايو ۽ اسان کي پاڻي پٽ، سوني پٽ، اندرا پٽ، ياڳ پٽ ۽ تل پٽ ڏيو. ڪوروَن انڪار ڪيو. تنهن ڪري جنگ لڳي. فيصلہ ڪُن جنگ ڪُر ڪيتر ۾ ٿي، جو دهليءَ کان ستر ميل پري هو.

مان سياست کي هڪ وَبا سمجهي، اخبار ويڙهي ٿو رکان. ويهين صديءَ جا انسان چتي ڪُتي کان بہ بدتر آهن ۽ ڀهريون چڪ ئي مالڪ کي پائيندا آهن. مون کي ڪنهن پنهنجي دوست جي باري ۾ ٿي ٻڌايو تہ هو چوندو آهي: "نہ ماڻهوءَ جو ڪو سدائين دوست نہ آهي ۽ نہ ماڻهوءَ جو ڪو سدائين دشمن آهي. فقط هن جا مفاد سدائين آهن."

اڄڪلهہ دوست دشمن کان بدتر آهن، هُو تنهنجا همراز ٿي، تو خلاف ساز باز ڪن ٿا. توکي بانس جي ڏاڪڻ وانگر استعمال ڪري، ڪوئي تي پهچي ڏاڪڻ کي تيڙ ڏين ٿا.

الائي چو منهنجي پُنيءَ کي ڪنهن بروٽس جي مسلسل تلاش آهي. ڪيترو نہ ويساهي آهيان مان! مان ياڪر جو آدرياءُ ڪندو آهيان ۽ اهو نہ سوچيندو آهيان تہ متان ان بهاني ڪوئي واڳهہ نک مون ۾ چپائي ڇڏي. اڄ ڪلهہ دوستيءَ ۾ مروت ۽ وفا اڻ لڀ شيءِ آهي.

ٻئي ڪنهن سان اها ايمرسن جي سٽ نہ لڳي پر مون سان تہ ضرور لڳي ٿي؛

”دوست افسانا آهن، جن جو بنياد هڪ پل جي عارضي تجربي تي رکيو ويندو آهي.“

ٽيپو سلطان کي مير صادق مارايو، سراج الدولہ کي مير جعفر مارايو. منهنجي زندگيءَ ۾ بہ ڪيترائي مير جعفر ۽ مير صادق آيا، انهن جي وچوڙ اجائي آهي. حضرت عيسيٰ جو ڊاس کي پهرين نظر ۾ سڃاتو هو ۽ پنهنجي هڪ ساٿي پيٽر کي چيو هئائين؛ ”جڏهن عصر جو ڪڪڙ ٽي ڀيرا ٻانگ ڏيندو، تڏهن هي مون کان ڦري ويندو.“ پر حضرت عيسيٰ تہ خدا جو پيغمبر هو، اها ٻئي ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ آهي تہ بري دوست جي اندر جي ايڪسري ڪري سگهي.

بهرصورت ايتري قنوطيت سان دنيا نہ هلندي. دوست تي اعتبار ڪرڻو پوي ٿو، جيستائين هو غدار ثابت نہ ٿئي. انگريزيءَ جو هڪ پهاڪو صحيح آهي تہ دوستي سِتار جي تار وانگر آهي، ان کي گهڻو تاڻبو تہ اها ٽٽي پوندي. ڪڏهن ڪڏهن مون اها تار ايترو تاڻي آهي جو اها ڇڄي پئي آهي. پر گهڻو ڪري اها بروٽس جي خنجر وانگر منهنجي پٺيءَ ۾ اهڙو گهاءُ ڇڏي وئي آهي جو ڇٽي نہ ٿو ڇُٽي. ٻئي کي کهڙي ميار ڏيان! گلا آهي تہ پاڻ سان آهي، جو مون ۾ بري ڀلي جي پرک نہ آهي. هاڻي پنهنجي استغراق مان نڪري زرينا سان هن جي والد جي باري ۾ گفتگو جاري ٿو رکان.

ڪولرج چيو آهي؛ ”وقت پاڪيزه بنائي ٿو ۽ جنهن ڳالهہ جا وار عمر اڇا ڪيا آهن، اها مذهب تي وڃي ٿي.“

هن جي والدين ۽ زرينا جيڪي پرٽي ۽ مرٽي جون رسمون پاڻ پاڙي ۾ ڏٺيون هيون، اهي سندس لفظن ۾ ڏيان ٿو.

شاديءَ کان اول مڱڻو ڪندا ها. مرد مڱڻو پڪو ڪري پتاشا ورهائيندا ها. عورتون ڍولڪيون وڄائينديون هيون، ۽ سهرا ڳائينديون هيون. ’اڪيون ادل جون ٻرن مشالا، ٻنسر جوڙ ٻڌايو.‘ مان ڄاڻان ٿو تہ ڪيئن پرٽي رات اڪين جون مشالان ٻرنديون آهن. آنڌ مانڌ ۽ اڻ تڻ، تن کي ڪٽ جي تانگهہ وانگر ڇڪي ڇڏينديون آهي. باک مهل ڪنوار لاءِ وڇايل چادر تي ڪارن گلابن جي ڇُر نظر ايندي آهي.

مون وٽ مصر جي قديم تهذيب جا چار ضخيم جلد آهن. مون انهن ۾ بربط نواز جي گيتن ۾ پڙهيو هو:

"اڄ جي رات عيش ۽ طرب ۾ گذار،
بهترين ۽ فرحت ڏيندڙ خوشبوئن جو مزو وٺ!
مَهوَ جا گل ۽ ڪنول جا هار
پنهنجي ڪنوار جي ڳچيءَ ۽ ٻانهن ۾ سجاءِ
تنهنجي زال، تنهنجي دل جي پياري
ان کي پنهنجي ڪڇ ۾ ويهار
نغما ٻڌ، ساز ٻڌ
اڄ جو ڏينهن مسرت ۽ شادمانيءَ ۾ بسر ڪر،
سوچ ۽ وهم ويچار کي پچائي ڇڏ
رڳو خوشين کي ڌيان ۾ رک."

ائين صحيح آهي تہ جنسي ڪشش لاءِ جنسي تعلقات ضروري ناهن. رڊيارڊ ڪلپنگ هڪ هنڌ چيو آهي: "حُسن لاءِ ضروري نہ آهي تہ ان سان گفتگو ڪئي وڃي. ڪي عورتون تنهنجي ياد ۾ رهجي تيون وڃن، جن سان تون فقط گهٽيءَ جي چيڙي تائين گهميو آهين!"

شيڪسپيئر صحيح چيو آهي: "منهنجا دلڪش دوست، تون ڪڏهن بہ پوڙهو ٿي نہ سگهندين، ڇو تہ تنهنجي اکين ۾ جا چمڪ پهريون پيرو ڏٺي هئم، اها اڃان تائين تو ۾ موجود آهي، ۽ تنهنجو حُسن وڌائي ٿي."

پرپرٿي رات، مرد جي اکين ۾ چمڪ ٿي اور ٿيندي آهي.

ائين لڳي ٿو صديون اڳي بہ انسان جا سک ڏک ساڳيا ها. صديون اڳي بہ پرٿي رات، من ۾ طوفان اٿاريندي هئي. جديد ٽيڪنالوجي اسان کي ريڊيو، ٽي. وي، وڊيو ۽ آڊيو ڪئسٽ، ڊش اينٽينانا وغيره ڏنا آهن. پر اها خوشي ڪٿي، جا سنڌي ڳيچ ۽ مصري بربط نواز جي گيت ۾ هئي. جا مسرت، خوشي ۽ اعصاب لاءِ توانائي ۽ تازگي هئي، اها ڳالهہ جديد دنيا ۾ ناپيد ٿي چڪي آهي. زرينا وڌيڪ چيو: "شاديءَ کان هڪ ڏينهن اڳ گهوٽ کي مُري وٽ ڳاڙهو ڳانو ٻڌندا ها. شاديءَ کان ست ڏينهن اڳ ڪنوار کي ونواهہ ۾ ويهاريندا ها ۽ ونواهہ ۾ ڪنوار کي پيلا ڪپڙا پارايا ويندا ها. ڪنوار کي ونواهہ ۾ ويهارڻ کان اڳ تڙ ڪرائي ويهاريندي هيون ۽ ستين ڏينهن وري

شاديءَ واري ڏينهن تڙ ڪرائيندا هيون. جنڊ ۾ هيڊ وجهي ست سهاڳڻيون ڪنوار کي جنڊ پيهرائينديون هيون. ڪنوار کي ڪنهنبي ۾ ڊکي ماءُ جنڊ وٽ وٺي ايندي هئي. ان جي ٻاري ۾ چيو ويندو هو تہ هن کي ستن سهاڳڻين سڳڻ ڪرايو آهي. اهو سڳڻ ڪرائي ڪنوار کي اندر موڪلينديون هيون. پوءِ برادريءَ جي وڏي ڪراڙي ڪٽوليءَ تي ويهي ٻين کي نڪر جي ڪُني مان ٽويو ٽويو ڪنڊ جو ڏيندي هئي. دائي ونواهہ جا ست ڏينهن ڪنوار جو بدن اٽي سان مهٽيندي هئي، جنهن کي اٽو لائڻ چونديون هيون ۽ اردوءَ ۾ ان کي ابٽن چوندا آهن.

شاديءَ واري ڏينهن ڪنوار کي تڙ ڪرائي، ڳاڙهو پڙو ۽ ڳاڙهي انگي پارائينديون هيون، جنهن کي ادرنگي چونديون آهن، ۽ ڪنهنبي جو رئو بہ پارائينديون هيون. نڪر جي ڍڪڻ تي نڪر جو ڏيئو ٻاري، مٿان ڪڻڪ جي تيلين جي ڪاري رکنديون هيون، ان تي ست پيرا اٽارينديون ۽ ويهارينديون هيون، جنهن کي ڪاري تي ويهارڻ چونديون هيون. پوءِ ڪنوار کي انهيءَ ڍڪڻ کي لت سان ڀڃڻ لاءِ چونديون هيون. پوءِ ڪنوار کي ڪوٺيءَ ۾ وچي ويهارينديون هيون. جڏهن گهوٽ جي ڄڃ ايندي هئي، تڏهن ڍڪي، سهيليون ڪنوار کي اها ڄڃ ڏيکارينديون هيون ۽ پوءِ ڪيس سيج تي ويهارينديون هيون. ڪنگڻيون، ڪنگڻ، منڊيون، چندن هار يا ننڊو سڳو، ڌهري، نڪ جو ڪوڪو، جهومڪ، پيرن ۾ نورا ۽ پٽيون پارائينديون هيون. ڪنوار کي مٿي تي اڇي بوڇڻي پائينديون هيون، جنهن جي تر تي پڪي پرت جا گل پريل هوندا هئا ۽ وٽين ۾ پَٽ جا گل ڀڌل هوندا هئا. لؤنگ ۽ ڦوٽا پوپل هوندا هئا. ڪنوار کي پيرن هٿن تي ميندي لائينديون هيون ۽ هٿن جي پٺيءَ تي منديءَ جا پتا ڪڍنديون هيون. هاڻ تہ ڪنوار کي بيوٽي پارلر مان ڪار تي وٺي اچي شادي هال ۾ گهوٽ سان گڏ صوفا سيٽ تي ويهارن ٿيون. ڇا نہ ڪوڪلي تهذيب آهي، جنهن جون پاڙون ڌرتيءَ مان پٽجي ويون آهن.

شاديءَ جي ٽئين ڏينهن تي ڪنوار پنهنجي پيءُ ماءُ ڏانهن ويندي هئي، جنهن کي ستاواڙو چوندا آهن.

ٻار جي ڄمڻ کان پوءِ ڇهين ڏينهن سندس نالو رکنديون آهن، جنهن کي ڇٽي چونديون آهن. ان ڏينهن يعني ڇٽيءَ تي کير ۽ چانور پسائي رکنديون هيون ۽ رات وقت عزيز اقربا کير مان ڍهہ ئي آگريون پري ٻار جي

نرڙ تي رکندا ها. پوءِ ڏاڏو يا ڏاڏي، نانو يا ناني، جو بہ هجي ٻار جي مٿي تي ٽوپي ۽ بدن تي چولو پائيندا ها ۽ آگر ۾ سونو يا روپو ويڙهہ پائيندا يون هيون. ٺلها ڪنيلا، جن ۾ چنڊ مٿيو، چراغ جو ڏند، عودِ سليم جو داڻو ۽ ننڍڙو چاقون پوتل هوندا ها، اهو بہ ٻار کي پائيندا يون هيون. ائين ٿيندي هئي هڪ نئين زندگيءَ جي ابتدا.

چنڊ مٿيو ان ڪري پائينديون هئس تہ جيڪڏهن ٻار چانڊوڪيءَ ۾ سمهي تہ هن تي چنڊ جو ڪو اثر نہ ٿئي.

ڇٽيءَ جي رسم کان پوءِ هرڪو مائٽ پنج پنج رپيا رکندو هو ۽ ڪنو مصريءَ ۽ دونون لڏن جو وٽي ويندو هو. ٻار تي نالو ڏاڏو، نانو يا چاچو رکندو هو. ٻار جي ماءُ کي ڪنهنبو رئو پارائي، ٻار کي سينگاري، ماءُ کي ڪڇ ۾ ڏينديون هيون. اتي ۾ ڪنڊ، وڏف، جيرو، ڪارا مرچ، ننڍا ڦوٽا ۽ مکڻ جو گيهہ ملائي، لولا پچائي، سس ننهن کي ڏيندي هئي.

ٻار کي جيڪڏهن ڊيڄڙو ٿيندو هو تہ بگهڙ جي کل تعويذ ۾ پوئي ٻڌندا هئا ۽ ننڍڙو قرآن بہ پوئي ڳچيءَ ۾ پائينديون هيون. ٻار کي پهرين نڪر يا ڪاٺ جي گاڏيڙي ۾ پير پير ۾ پنڌ سيکارينديون هيون. پنڌ سيکارڻ مهل ڏيءُ کي گجريون ۽ پٽ کي پير ۾ ڇير ٻڌنديون هيون.

جڏهن ٻار قرآن شريف پورو ڪندو هو تہ ايمي ڪندا ها، برادريءَ جي زالن کي سڏيندا ها، ملان کي جوڙو پهرائيندا ها، پوءِ ٻاڙي وارن کي ماني کارائيندا ها ۽ جڏهن ٻار جي ماءُ کي نڙان يا ڏيراڻي وٺڻ ايندي هئي تہ هوءَ اتان ماءُ تان پتر گهوري اڇلائيندي هئي. ٻاچايون جڏهن نڙاڻ ڏانهن وينديون هيون، ڪڏهن گبت، ٻاپڙ، وَڙيون، مصري ۽ پڪوڙن جو دونو دسترخوان ۾ هڙ ٻڌي ڪٽي اينديون هيون.

پهرين ٻار ڄمڻ کان پوءِ جڏهن ڇوڪري ماءُ ڏانهن ويندي هئي تہ انهن کي اڊائي جوڙا ملندا ها يعني بہ جوڙا ۽ رئو، چولو ملندو هيو ۽ ٻار لاءِ ٽوپيون، چولا، سٿڻ ۽ رلڪا ڇوڪريءَ جي ماءُ وٽان ملندا ها. انهن کان سواءِ ٻار لاءِ سوني منڊي، پنج ست ڪيڏوٽا، ننڍڙي وٽي، ننڍڙو گلاس ۽ ننڍي ديگڙي بہ ڏني ويندي هئي. ان ساري ڏيب کي ڦلا ڇيو ويندو هو. ٻار جي پيءُ لاءِ قميص ۽ رومال بہ ڏنو ويندو هو. چاليهارو لولا ڳڙ جا ۽ لولي تي منڊيءَ جا گول نشان ۽ ڪنڊ وجهي، ٺلهو لولو پچائي ڏيندا ها. هن کي چاٻ

ڦلن جي، لوڻ جي پُڙي ۽ سڄي هيڊ جي پڙي ڏيندا ها ۽ هن جي نڙان کي ڏوري پَٽ يا خاني پٽ جو رئو بہ ڏيندا ها. جڏهن ڇوڪريءَ کي نائون مهينو پيٽ هوندو هو تہ دائي هن جي بدن کي تيل هڻندي هئي. دائي پنهنجن پٽسن سان ڇهارا ونئي ايندي هئي. ڇوڪريءَ جي سس دائيءَ کي پنج رپيا ڏيندي هئي، جنهن کي موکا ڇيو ويندو هو ۽ هڪ هڪ ڇوهارو ساري برادريءَ ۾ ورهايو ويندو هو.

هي هيو هڪ نئين جنم جو استقبال جو سنڌ جي ثقافت جو حصو ٿي چڪو هو. اهڙيءَ ثقافت کي ڪنهن نهوڙي نيو هو. ڪنهن ان جو ڳلو گهٽي، ان کي خاموش ڪري ڇڏيو هو؟ ڇا شيءِ دنيا ۾ بي مثال هئي، ائين ڇو لٽن هيٺان لتاڙجي وئي؟ ڇا جديد دؤر جي يلغار سبب هو يا ان جا اسباب ڪي ٻيا هئا؟ ڇا ان جو ڪارڻ ٽي. ايس. ايليٽ وارا 'کوکلا ماڻهو' (Hollowmen) ها. اي سنڌ جي ڌرتي! تون ڪيتري لوئي لتاڙي وئي آهين. تاريخ جي سنبن هيٺان ڪچلي وئي آهين؟ ڇا تنهنجو وجود بہ ائين مٽجي ويندو، جيئن بابل ۽ نينوا جي تهذيبن جو مٽجي ويو هو ۽ ڇا نارائڻ شيام جي پيشن گوئي پوري ٿيندي؛

"الا! اِيئن نہ ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي،

تہ هئي سنڌ ۽ سنڌ وارن جي ٻولي."

وس پڄي تہ تاريخ جي دون ۾، اهو لونشو هڻان، جو ان جي ناسن مان رت ٽيندڙيون ڪري نڪري اچي.

اسان جون مرتي جون رسمون گهڻو ڪري اسلامي روايات موجب هيون. موت ڪان پوءِ ٽي ڏينهن تڏو وڇائيندا ها. پر پرائي تڏي هرڪو پنهنجا سور روئندو آهي. ٽيجهو ڪندا ها. مون رجنيش جي نانڪ تي ڪٿسٽ ٻڌي هئي تہ سک بہ ٽيجهو ڪندا ها، ڇوتہ انهن جو ان ڳالهہ تي اعتبار هوندو هو تہ ٽئين ڏينهن ماڻهو نئون جنم وٺي ٿو. جڏهن ڪوئي مري ويندو هو تہ ڪفن جو ٿالهہ هن جي مٿن ڪان رکندا ها ۽ مسجد ۾ پورو سال ڏيئو ٻاريندا ها تہ جيئن مُئي لاءِ اوندهہ ۾ روشني ڪندو رهي ۽ ست ملان گهرائي انهن کي ماني کارائيندا ها ۽ جوڙا ڏئي دعا گهرائيندا ها. چاليهي تي ساري برادريءَ کي ۽ ملان کي ماني کارائيندا ها ۽ ملان کي جوڙو پارائيندا ها ۽ مُئي جي حق ۾ دعا گهرائيندا ها. مُئي ڪان پوءِ قرآن شريف بخشائيندا ها. ڪي جيئري ئي پنهنجا لٽا پنهنجي نانءَ تي ڏئي، ماني کارائي قرآن بخشائي ڇڏيندا هئا تہ متان موت

ڪان پوءِ ڪوئي قرآن بخشائڻ وارو نہ هجي. هر عيد تي وڏن جي قبرن تي پٿهي وجهندا ها، جنهن ۾ انب جا پن، دال ۽گلاب جا گل هوندا ها. ايم. مجيب هندوستاني ڪلچر تي هڪ ڪتاب ۾ ڏيکاريو آهي تہ هر صوبي جي مسلمانن ۾ جدا جدا رسمون رواج هوندا هئا. فقط وهابي ڪنهن قبر وغيره کي تسليم نہ ڪندا ها ۽ نہ پيرن ۽ شهيدن کي زنده جاويد تسليم ڪندا ها.

جمال ابڙي مون کي ٻڌايو هو تہ جڏهن هو جج هو تڏهن هن وٽ هڪ وهابيءَ تي مذهب جي توهين لاءِ 294 الف. پ. پ. ڪ هيٺ ڪيس هليو هو. هن ڪي قبرون مسمار ڪري ڇڏيون هيون. جڏهن سرڪاري ڌر جي شاهدي ختم ٿي تہ جمال هن کي چيو تہ: ”توکي ڪوئي بچاءَ ۾ شاهد ڏيڻو آهي؟“ هن جواب ڏنو تہ: ”شاهد تہ ڪيئي آهن، پر تون فقط ٽي نالا لک. قلندر شهباز، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ جهوڪ وارو شاهہ عنايت.“

جمال ان تي ڪيس چڙي چيو: ”تون ڪورٽ سان مذاق ٿو ڪرين!“ هن وراڻيو: ”مذاق نہ ٿو ڪريان. جي پير زندهہ جاويد آهن تہ شاهديءَ ۾ اچي سگهن ٿا.“

خير، مرڻ جي رسم ۾ هر اسلامي ملڪ يا صوبي ۾ ڦيرگهير ٿي سگهي ٿي. پر هڪ شيءِ انسان ذات ۾ ساڳي آهي، يعني موت کان اڳ مايوسيءَ جي ڪيفيت، جا مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب ’مصر جي قديم ادب‘ ۾ڏنل آهي.

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
پاڙ ڪميڻا ٿي ويا آهن،
۽ اڄ دوستن ۾ محبت باقي نہ رهي آهي.



اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
دليون لالچي ٿي ويون آهن،
۽ هرڪوئي پنهنجي ساٿيءَ جو سامان تڪائي ٿو.



اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
شرافت ختم ٿي وئي آهي،
۽ هر تشدد وارو شخص هر ڪنهن تي تشدد ڪري رهيو آهي.



اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
ماڻهو برائيءَ تي آماده آهن،
۽ چڱ مڙسيءَ جي هر طرف ڪل لاٿي ٿي وڃي.

●

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
ماڻهو لٽي رهيا آهن،
هر ڪوئي پنهنجي پاڙيسريءَ کي لٽي رهيو آهي.

●

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
بداعمال سان تہ دوستي ڪري سگهجي ٿي،
پر گڏ ڪم ڪندڙ ڀاءُ دشمن ٿي پيو آهي.

●

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
ڪوئي گذريل وقت کي ياد نہ ٿو ڪري،
جنهن مدد ڪئي هئي، ان جي ڪوئي مدد نہ ٿو ڪري.

●

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
پنهنجا بدڪردار ٿي ويا آهن،
۽ محبت لاءِ پراون جو سهارو وٺڻو ٿو پوي.

●

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
ماڻهو منهن ڦيري ٿا وڃن،
۽ هر شخص پنهنجي ڀاءُ کي شڪ جي نظرن سان ٿو ڏسي.

●

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
دليون حِريص ٿي ويون آهن،
ڪنهن شخص تي ڀروسو نہ ٿو ڪري سگهجي.

●

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
سچائي ماڻهن مان گم ٿيندي ٿي وڃي،
۽ ملڪ بدڪردار ماڻهن جي هٿ چڙهي ويو آهي.

●

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
اعتبار جوڳا دوست ڳوليا نہ ٿا لڀن،
ماڻهوءَ کي اجنبين کي دانهن ڏيڻي ٿي پوي.

●

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
ڪوئي بہ مطمئن نہ آهي،
سات ڏيڻ وارو ڪوئي نہ رهيو آهي.

●

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
مان ڏکارو آهيان،
منهنجو ڪوبہ دوست نہ آهي.

●

اڄ مان ڪنهن سان ڳالهايان،
ڌرتيءَ تي برائيءَ جو دؤر دؤرو آهي،
ان جي (برائيءَ جي) ڪائي انتها ناهي.

●

چاليهہ پنجاهہ صديون پراڻو مصري گيت ڪهڙو نہ صحيح آهي! جڏهن انت ويجهو اچي ٿو، تڏهن ماڻهوءَ جي ساڳي نفسيات ڇو ٿي ٿي وڃي؟ منهنجو هڪ دهريو دوست هو، جنهن سان گفتگوءَ بعد مون کي مغربي فلسفي ڊيوڊ هيوم (David Hume) جي باري ۾ هڪ خط ياد آيو. هڪ ماهر معاشيات ايڊم سمٿ، ڊيوڊ هيوم جي موت تي پنهنجي ڪنهن دوست کي هيٺيون خط لکيو هو، جيڪو ڪنهن ڪتاب ۾ شامل آهي، مون کي ياد آهي:

"مون هن کي چيو تہ جيڪڏهن ائين آهي تہ موت ناگزير آهي، تڏهن بہ توکي ڪيئي دوست آهن. توکي خاندان آهي ۽ توکي ڪافي مال و منال آهي."

هن جواب ڏنو تہ: مون اهو اطمينان چڱيءَ طرح محسوس ڪيو آهي.
مون جڏهن ڪجهہ ڏينهن اڳ ليوسن (Lucian) جو ڪتاب موت سان گفتگو پڙهيو هو، تڏهن مون اهي سڀ دليل پڙهيا ها، جي هن چارون (Charon) کي ڏنا ها. تہ هُو، هُن جي موت جي ٻيڙي ۾ چڙهڻ لاءِ تيار نہ هو. پر اهڙا دليل هن کي دل سان نہ لڳا تہ هن جو ڪوئي گهر زير تعمير آهي يا هن کي ڪنهن ڏيءَ کي اخراجات ڏيڻا آهن يا هن جو ڪوئي دشمن آهي، جنهن سان هو پلئو ڪرڻ ٿو چاهي. هن چيو تہ: ”مان تصور بہ نہ ٿي ڪري سگهيس تہ مان چارون (موت جو يوناني ديوتا) کي ڪهڙو بهانو ڏيان جو هو مون کي ڪجهہ مهلت ڏئي. مون هر اها ڳالهہ ڪئي، جا مون ڪرڻ ٿي چاهي تہ مان پنهنجي مائٽن ۽ دوستن کي ابتر حالت ۾ هن وقت ڇڏي نہ ٿو وڃڻ چاهيان، جنهن وقت مان کين ڇڏي رهيو آهيان. مون کي مطمئن ٿي مرڻ لاءِ هر سبب هو.“
هن پوءِ بہ ڪيترائي مضحڪ خيز بهانا ڳوليا.جيڪي هن جي نظر ۾ چارون کي اطمينان ڏيارڻ لاءِ ڪافي ها. نيٺ هن ڪيس چيو تہ: ”مون وڌيڪ سوچيو آهي تہ مون کي نئين اشاعت لاءِ پنهنجا ڪجهہ ڪتاب درست ڪرڻا آهن. مون کي ٿوري مهلت ڏي، جيئن مان ڏسان تہ اهي درستيون منهنجي پڙهندڙن کي ڪيئن ٿيون لڳن.“ پر چارون هن کي جواب ڏنو تہ: ”تو جڏهن انهن درستين جو تاثر ڏٺو، تڏهن وڌيڪ درستيون ڪرڻ چاهيندين. تنهنجا بهانا ختم نہ ٿيندا. سو منهنجا ديانتدار دوست، منهنجي ٻيڙيءَ ۾ قدم رک.“ ان تي هن چيس: ”اي نيڪ خصلت چارون! ٿورو صبر ڪر! مان عوام جي اکين کولڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. جيڪڏهن مان ڪجهہ سال وڌيڪ جيئندس تہ هن وهم ۽ وسوسي تي ٻڌل دنيا کي ڊانوان ڊول ٿيندو ڏسندس.“ چارون کي غصو اچي ويو ۽ هن ڳالهائڻ جو ٻهريون طريقو ڇڏي ڏنو ۽ چيائين: ”رولو، حرامزادا، اها ڳالهہ تہ سوين سال نہ ٿيندي. تون ڇا ٿو سمجهين تہ مان توکي ايتري مهلت ڏيندس. يڪدم منهنجي ٻيڙيءَ ۾ چڙهہ. ڪاهل، رولو، حرامزادا!“
شڪارپور ۾ جانو ڪوري هڪ مشهور چور بہ هوندو هو. جانو مڙس بہ هو. هڪ ڀيري سٽي مئجسٽريٽ وٽ جانوءَ تي هڪ وزني لوهہ جي گارڊر جي چوريءَ جو ڪيس هليو. سٽي مئجسٽريٽ جانوءَ کي چيو تہ: ”جانو جيڪڏهن تون هي لوهي گارڊر ڪلهي تي کڻي ڏيکارين تہ مان نہ صرف

ڪنهن ٻهاني توکي چڙي ڏيندس پر اهو گارڊر ٻہ توکي ڏيندس.“ جانوءَ گارڊر کي ڪلهو ڏنو ۽ سڌو پنهنجي گهر کڻي ويو. جانو ڪوري اسان جي پاڙي ۾ ڏند ڪٿا وانگر هوندو هو.

هڪ ڀيري هو چوريءَ خاطر هڪ هندو سيٺ جي گهر ٽپيو. سيٺ کي ڪوٺي تي کڙڪ پئجي وئي ۽ هن ڪڏ تان چور چور ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. جانوءَ دريءَ جي انچ ٽلهين شيخن کي بسم الله چئي زور ڏنو تہ اهي ايترو مڙي ويون، جو هُو ان ٻلڪڙي مان ٽپي ڀڄي ويو.

هڪ ڀيري مان ۽ مشتاق ابڙو ڇهل قدميءَ لاءِ وڃي رهيا هئاسين تہ رستي تي هڪ فقير هٿ ڊگهو ڪري خيرات گهري رهيو هو. هن جي هٿن، پيرن ۽ منهن تي ڦرڙيون هيون. مشتاق ڪيسي مان آڌي ڪڍي فقير جي ٻُڪ ۾ مٿان ڦٽي ڪئي هئي. هن ڪيس دعا ڪئي تہ مشتاق مون کان پڇيو، ”سڃاڻين، تہ ڪير آهي؟“

”مون چيو: ”نہ.“

مشتاق چيو تہ: ”اهو جانو ڪوري هو، جنهن جي جانٺن هڏن کان لوهہ بہ ڊڄندو هو. هاڻ هُن کي باد فرنگ ڪائي ويو آهي ۽ هو پني پورت تو ڪري.“

هفتي کان پوءِ اسان ساڳئي رستي تان وڃي رهيا هئاسين تہ جانو نظر نہ آيو. مشتاق ٻڌايو تہ هو هڪ ڏينهن اڳ مري ويو هو. هاڻ لوهہ تہ ڇا، مٽيءَ مان بہ نڪري نہ سگهندو. هر ڏاڍي ۽ ان جي ڏاڍ کي فنا آهي. انسان جيڪڏهن اهو ڄاڻن تہ هُو اهي زيادتيون نہ ڪن، جي هو روز ڪن ٿا. موت ڪنهن وقت بہ ڪنهن کي ڪن کان وٺي چئي ٿو سگهي تہ: ”هاڻي هل!“

زرينا جو مامون علي احمد ڏاڍو مڙس هوندو هو. جنهن کي اسان علڻ چوندا هئاسين. هڪ ڀيري هڪ چٽي ڪتي هن تي رومڙ ڪئي تہ هن ڪتي جي ڄاڙين کان وٺي، سندس وات چيري ٻہ اڌ ڪري ڇڏيو هو. ان کان پوءِ علڻ کي هائڊروفوبيا (Hydrophobia) ٿي پئي هئي. جڏهن هو ڪوهہ جي نيسر هيٺان وهنجيو تہ هن کي پاڻيءَ ۾ ڪتڙيون نظر اچڻ لڳيون، هن کي پيٽ ۾ سُيون هنيون ويون، جي هن کي ڏاڍو سور ڪنديون هيون ۽ هُو وهلور ويندو هو ۽ وٺ نہ ڏيندو هو. نيٺ هو گذاري ويو. هو اسان جي پاڙي ۾ سڀني کان ڏاڍو مڙس هوندو هو. مون هن جي ڪيفيت کي تڏهن سمجهيو جڏهن سئٽزرلينڊ جي مشهور مصنف ايڪزل منٿي جو شاهڪار ’سينٽ مائيڪل جي

ڪهاڻي‘ (Story of St: Michle) پڙهيو هو، جنهن ۾ هن ڏيکاريو آهي تہ هن موت کي پنجن ئي حواسن سان ڪيئن محسوس ڪيو آهي، ان ۾ نہ رڳو هن هڪ ڪتي جي ڪاڏل جي ڪيفيت ڏيکاري آهي، پر چپن سان موت کي ڇهڻ جي بہ هڪ عجيب واردات بيان ڪئي آهي. هن پليگ ۾ مري ويل هڪ خوبصورت راهبہ کي چپن تي چمي ڏني هئي ۽ ان ڳالهہ جو فڪر نہ ڪيو هو تہ پليگ هڪ وچڙندڙ بيماري آهي ۽ ڪيترن ئي کي تي چُڪي آهي. اهو ڪتاب مون وٽان ٽيهارو سال اڳ ڪوئي دوست کڻي ويو هو، جنهن واپس نہ ڪيو هو. هي مان يادگيريءَ مان لکي رهيو آهيان.

ڪنهن بہ انسان کي موت مان فرار نہ آهي. اريانا فلاچيءَ جنهن ذوالفقار علي ڀٽي کان انٽرويو ورتو هو، تنهن اردن جي شاهہ حسين کان بہ انٽرويو ورتو هو، جو هن جي انٽرويوز ڪتاب ۾ ڇپيل آهي. ڪيئي سوال پڇي هن شاهہ حسين کان آخري سوال پڇيو تہ: ”موت جي باري ۾ تنهنجو ڇا خيال آهي؟“ هي بہ مان پنهنجي حافظي مان لکي رهيو آهيان. اهو ترجمو نہ ڪيو آهي. شاهہ حسين جواب ڏنو هوس: ”هڪ شخص پنهنجي بيٺڪ ۾ ويٺو هو تہ هن جو دروازو کڙڪيو. جڏهن مهمان اندر آيو تہ ڪانئس خير عافيت پڇي، نالو ۽ اچڻ جو سبب پڇيائينس. هن جواب ڏنس تہ: ”مان تنهنجو موت آهيان ۽ توکي وٺڻ آيو آهيان.“ اهو شخص حراسجي ويو ۽ ٿڙڻ لڳو. ”هاڻي تہ ڇڏ.“ هن چيس. ”مون کي ڪيئي ڪم پورا ڪرڻا آهن. ڪجهہ سال رکي پوءِ اچجانءِ.“ ان تي موت هن کان موڪلائي هليو ويو. اوچتو هن شخص کي اچي پوَ ورتو ۽ گهوڙي تي زين وجهي تپو ڏنائين ۽ گهوڙي کي هوا وانگر ڊوڙائيندو اچي تاشقند ۾ پهتو. اتي گهوڙي تان لهي، ان جي واڳ هڪ وڻ سان ٻڌي، اطمينان سان سراءِ ۾ ڪمرو ياڙي تي ورتائين. جڏهن هن ڪمري جو در کوليو تہ اهو شخص، جنهن پنهنجو نالو موت ٻڌايو هو، هڪ مُوڙي تي ٽيڪ ڏئي ويٺو هو ۽ هن کي يڪدم چيائين: ”مرحبا! مون تنهنجو انتظار ٿي ڪيو. توکي هتي ئي مرڻو هو.“

مون کي ن. م. راشد جو هڪ خوبصورت نظم، ’حسن ڪوزه گر‘ ٿو ياد اچي. موت هڪ ڪوزه گر وانگر آهي جو ڪوزا ٺاهيندو آهي ۽ انت ۾ انهن جي ڀڳي ڀڃي وجهندو آهي. مون کي ياد آيو تہ مون سان ڪجهہ دوست منصور آباد گهمي رهيا ها. جنهن کي اڳ برهمڻ آباد چيو ويندو هو.

برهمڻ، منصور ڪيئن ٿيو، اهو منهنجي سمجهہ ۾ نہ آيو. شايد هن ڪي ٻہ ڪنهن وقت دارو رسن جي آزمائش مان گذرڻو پيو هجي! شام ٿي رهي هئي، سج ڪنهن ازلي ڪنيار جي تازي دلي وانگر چڪيءَ تي ڦري رهيو هو. مون اتي انساني کوپريون، هڏا، پڳل ٽٽل مٽيءَ جا ٿانءَ ڏٺا ۽ سوچيو: 'آخر ٺڪريءَ ۽ کوپريءَ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟' ماڻهوءَ جي ساري آڏ وڏائي نيٺ مٽي آهي. ڪوزي سان ڪنهن امير جو ارغواني جام ڀريو وڃي يا ڪنهن فقير جي آب خوري لاءِ پاڻي ڊڪ وڏو وڃي. وقت گذارڻ سان ٺڪر ڀڄي ڀُري ٿو وڃي. فنا، فنا، سرشتيءَ ڪي فنا آهي. بقا آخر ڇا کي چوندا آهن؟

ساڳيءَ طرح مان ۽ مرحوم رشيد ڀٽي اروڙ جي ٺڪريءَ ۾ اُن جي هيٺان گهمي رهيا هياسين. سنڌو پنهنجو وهڪرو هميشہ جيان ڦيرائي وئي هئي ۽ پنيان ٻٽ ۽ ويران شهر ڇڏي وئي هئي. نادان سي. آءِ. ڊي وارن رپورٽ ڪئي هئي تہ اسان اروڙ ۾ ڪائي خفيہ گڏجاڻي ڪري رهيا هئاسين. اسان تہ اتي پڳل هڏا ڪٿي سوچي رهيا هئاسين: "ڇا هي ڏاهر جو هڏو آهي؟ ڇا هي لاڏيءَ جو هڏو آهي؟ ڇا اهي وري ڀيهر ڳنڍبا ۽ شهنائيءَ وانگر وڄندا! تاريخ جي لس ليٽ ڪي ڪائي ڪنڌي ڪنارو ناهي. جنهن ڪي چاهي ڀوڙي، جنهن ڪي چاهي تاري. جنهن ڪي چاهي ميڪسيڪو جي ازٽيڪ، ماياانڪا ۽ مچو پچو تهذيب وانگر تباهہ ڪري ڇڏي ۽ محققن جي رحم ڪرم تي ڇڏي ڏئي، تہ اهي ويهي ٺڪر جا ٽڪرا ڳنڍين! تاريخ جون واڳون زور سان ڇڪڻ سان گهوڙي جون واڇون نہ چيربيون. تنهنجا هٿ ڇلجي پوندا. تاريخ دارا شڪوه جو سر لاهي اورنگ زيب اڳيان پيش ڪري ٿي ۽ سرمد ڪي دليءَ جي جامع مسجد جي ڏاڪي تان ڇڪي اتاري ٿي ۽ هن جو سر جلاد اڳيان جهڪائي ٿي. موت تاريخ تي رحم نہ ٿو ڪري. اسٽالن دماغ جي رڳ ڦاٽڻ ڪري مري وڃي ٿو ۽ روز ويلٽ ويل چيئر (Wheel Chair) تي ريڙهيون پائي مري وڃي ٿو. ٻي جنگ عظيم جا هيرو هڪ عام سپاهيءَ کان ٻہ واهيات موت مرن ٿا.

منهنجي ڪمري ۾ ٻہ تصويرون منهنجي بستري جي سامهون ٽنگيل آهن، جي منهنجي ڌيءَ نگهت سينگاپور مان وٺي آئي آهي. هڪ ۾ گوتم ٻڌ، ٻوڏي وڻ هيٺان ڌيان گيان ۾ گم آهي ۽ مارا (ٻڌ ڌرم ۾ موت جي ديوتا کي مارا چوندا آهن.) ڪي پٺ ڏئي ويٺو آهي، جيڪو پشيمان ٿي ڀڄي رهيو آهي. ٻي تصوير ۾ ٻہ نوجوان رقاصائون آهن، جي ڪوئي اجنبي ناچ نچي رهيون

آهن. اهي نچڻيون بہ اڇڻيون آهن موت جي ڦندي ۾ ۽ گوتم ٻڌ کي بہ هڪ ڏينهن مارا نهوڙي نيندو. ڀلي ڪري وٺي اهو جپ تپ. ڏٺي وٺي اهي وياڪياڻ. اها ئي ڳالهہ آهي تہ گوتم ٻڌ، جيڪو ڪنهن خدا ۾ اعتبار نہ ڪندو هو، سو مرڻ کان پوءِ خود خدا ٿي ويو، ۽ دنيا ۾ هن جون ايتريون مورتيون رکيون ويون آهن، جيتريون ڪنهن بہ ديوتا جون نہ رکيون ويون آهن!

زرينا، مون من ساگر ۾ اونهي ٽٻي ڏني، ان جي تري کي ڇهيو آهي. تون منهنجي ماٺ تي هري وئي آهي ۽ ان آئيني کي ٻڙڪ ٻاقي ڪڏهن بہ نہ تڙڪايو اٿئي.

مون تنهنجي والد صاحب جي ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏي هئي. هن ئي تہ مون کي گربخشاڻيءَ واري شاهہ جي رسالي جا ٽي جلد آڻي ڏنا ها، جي پڙهي مون سنڌي ٻوليءَ جي وسعت ۽ سنڌي استعاري ۽ تشبيهہ جو حسن ۽ نزاڪت محسوس ڪئي هئي. ٻڌائيءَ لفظ ائين استعمال ڪيا آهن، جيئن مون ترڪيءَ ۾ ڏٺو هو تہ هڪ باغبان ڊاک جا ڇڳا ڀٽي ٽوڪريءَ ۾ وجهندو ٿي ويو. ٻولي هڪ وڏي ول آهي، جنهن ۾ لفظ ڊاک جي ڇڳن وانگر لڙڪندا آهن.

هاڻي اچ تہ تنهنجي والد بزرگوار جي ڪهاڻي پوري ڪيون. هو تهجد گذار ۽ صوم و صلوات جو پابند هو ۽ پرهيزگار شخص هو، ۽ ڪاڏي پيتي ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جو سادو شخص هو. پاڙي ۾ جوا هلندي هئي تہ هو ان کي نفرت سان ڏسندو هو ۽ نہ ڪنهن جي گلا ڪندو هو ۽ نہ ٻڌندو هو. هو اجان سٺ ورهين جو ٿيو هو، جو سخت بيمار ٿي پيو ۽ شڪارپور جي سول اسپتال ۾ گذاري ويو. مان هن جي وفات کان هڪ ڏينهن اڳ هن وٽ ويو هوس. هن شفقت سان منهنجي مٿي تي هٿ رکيو هو ۽ مون کي دعا ڪئي هئائين.

منهنجو پيءُ دنيا جي فنا پزيريءَ تي سوچي چوندو هو، ”ڪاڏي ويو پٿهين ماڻهين، اجان نہ ٿو ڄاڻين.“ عام عبادت جي ڪتاب (Book of Common Prayer) ۾ چيو ويو آهي: ”زندگيءَ جي وچ ۾ اسان موت ۾ آهيون، اها ئي ڳالهہ آهي تہ جيتوڻيڪ سڀ ماڻهو مرڻا آهن، هُو اها ڳالهہ پنهنجي باري ۾ نہ سوچيندا آهن.“

زرينا جي ماءُ بہ هڪ نيڪ ۽ پرهيزگار عورت هئي. مرڻي پرڻي تي هن کي وڏو ڪري ويهاريندا ها. هڪ يهودي پهاڪو آهي. ’خدا جتي ڪٿي تہ ٿي نہ ٿو سگهي، ان ڪري هُن ماءُ تخليق ڪئي.‘ اسان جو مسلم عقيدو آهي

تہ خدا هر جاءِ تي حاضر ناظر آهي. پر مان ڀانيان ٿو تہ هن جو سڀ کان درخشان جلوو ماءُ جي صورت ۾ آهي.

جيمس بٽريءَ چيو هو: ”ٻار جڏهن عبادت ڪندا آهن تہ هنن جو معصوم منهن ماءُ جي منهن وانگر هوندو آهي.“ اسان جي نبي اڪرم جيڪي والدين جي لاءِ چيو آهي، ان جو مثال تہ ڪٿي نہ آهي.

زرينا کان جي تي سؤ ڀيرا پڇيو وڃي ها تہ دنيا ۾ توکي عزيز ترين شيءِ ڪهڙي آهي؟ تہ هوءَ چوي ها، ’ماءُ.‘ زرينا جي ماءُ کي زرينا سان ايتري محبت هئي جو جڏهن هوءَ بيمار ٿي پئي تہ اسان وٽ اچي رهي. زرينا راتيون جاڳي هن جي خدمت ڪئي هئي. سکر ۾ ان وقت چڱا ڊاڪٽر ڪونہ ها ۽ هن کي جيري جي سوڄ لاءِ دوائون ٿي ڏنائون ۽ ڪنهن کي خبر نہ پئي تہ هن کي جيري جي ڪئنسر آهي. ڏاڍو دير سان معلوم ٿيو تہ هن کي ڪهڙي بيماري آهي. ٻئي ڏينهن تي هوءَ گذاري وئي.

هن جي ڪِنجهہ، ڪُرڪڻ درد ۾ بہ چڱي عبادت هئي. زرينا بہ پنهنجي ماءُ تي وئي آهي ۽ هن ۾ بيحد صبر آهي. هوءَ بيماريءَ ۾ بہ ڀيرا جڏهن اٿي ويهي نہ سگهندي هئي تڏهن اشارن سان پنج وقت نماز پڙهندي هئي ۽ جڏهن ڊاڪٽر جواب ڏئي بيٺا، تہ ڪيس پنهنجي يقين ۽ عبادت صحتياب ڪيو.

لنڊن جي رايل شيڪسپيئر ٿيٽر ۾ (Royal Shakespere Theater) هئمليٽ ۾ مون ڪنگ ڪلاڊيس کي چوندي ٻڌو هو، ”جُهڪو ضدي گوڏؤ جُهڪو!“ مون تڏهن خدا جي حضور ۾ گوڏا تہ ڪونہ جهڪايا ها، پر هاڻي جڏهن ڪنهن ازلي حقيقت اڳيان اهي جهڪائڻ ٿو چاهيان تہ شديد درد سبب جهڪي نہ ٿا سگهن.

شيڪسپيئر جي ڳالهہ نڪتي تہ مون کي هن جي ڊرامي جوليس سيزر مان هڪ چوڻي ياد آئي جا هن ڪيسيس (Cassius) جي واتان چوائي آهي:

”ڪڏهن ڪڏهن انسان پنهنجي تقدير جا مالڪ مختيار آهن. پيارا بروٽس! قصور ستارن جو نہ آهي، پر اسان جو آهي، جو تہ اسان زيردست آهيون.“

ڪالهہ جي. ايم. سيد جي ورسي دادوءَ ۾ ڏوم ڏام سان ملهائي وئي. سنڌي اخبارن ۾ ڪيئي ڪالم لکيا ها. مون زندگيءَ جو ڪافي حصو هن سان گڏ گذاريو هو ۽ جيئي سنڌ تحريڪ جي پيڙهہ ۾ ڪجهہ پٿر منهنجا بہ آهن. هن سان ڪچهريون، دعوتون، ڪريم بخش نظامانيءَ جا دڪ تي

تنوير نقويءَ جا اردو گيت، مومن مليرائيءَ سان چرچا، قربانيءَ جي اشاعت، ون يونٽ اسيمبلي ۾ ميمبرشپ، سوڀي گيانچندانيءَ جو پارٽي نظرئي جي جوش ۾ قربانيءَ جو پرچو اسيمبليءَ ٻاهران ورهائڻ جڏهن هو خود ان جو ايڊيٽر هو ۽ جو پرچو جي. ايم. سيد جي خلاف ڪڍيو ويو هو. جيئي سنڌ تحريڪ، بزم صوفياءِ نالي جي تجويز، جيٺي سپاهيملاڻي، جئرام داس، دولت رام گدواڻي، حشو ڪيولراماڻي، محمد امين ڪوسو، (جنهن اسپينسر (Spencer) تي پورو ڪتاب پڙهيو هو ۽ جنهن هوٽل ۾ رهيل هو، ان جو بل ڪتاب جي خاتمي تائين ڪتاب جي قيمت کان ڏهوڻو ٿي ويو هو.) جي. ايم. سيد جو الله بخش سومري جي مزار تي شڪارپور ۾ فاتحہ خواني لاءِ وڃڻ ۽ سنڌيءَ ۾ چوڻ: "الله بخش معاف ڪجانءِ! آءٌ غلطي تي هوس." هن جو، تڪليف جي باوجود منهنجي لئبريريءَ ۾ ڏاڪڻ چڙهي اچڻ، سَن ۾ نشستون، مشاعرا، تقريرون، جي. ايم. سيد جي متحده محاذ جو بنياد، سَن ۾ تقريرون، قاضي فيض محمد، محمد ابراهيم جويو، پير حسام الدين شاهہ راشدي، رسول بخش پليجو، محمد حفيظ قريشي، غلام رباني آگرو، ابن حيات پنوهر، مسعود نوراني (جنهن ان وقت ميرپورخاص ۾ 'مٺهيار آيو ڙي' ڳاتو هو، جنهن وقت مون ميرپورخاص ۾ ڪانفرنس جي صدارت ٿي ڪئي.) مولانا غلام محمد گرامي، ڪريم بخش نظاماڻي، جام ساقي، مير ٿيبو، پٽر سنڌي ۽ ٻين ڪيترن ئي محب وطن سنڌين جي موجودگي ڪري بزم صوفيا جي تحريڪ ايترو زور ورتو جو هڪ ڀيري مرحوم اي. ڪي. بروهي، خان بهادر کهڙو ۽ علي محمد شاهہ راشدي بہ آيا ها. ان ڪانفرنس ۾ مون 'دودي جو موت' آپيرا ساندهہ منو ڪلاڪ حافظي مان پڙهي هئي. اگرتلا سازش ڪيس مان رهائي بعد شيخ مجيب سان جي سيد جي دعوت تي منهنجي ملاقات ٿي هئي. يونيورسٽيءَ ۾ مون ڏانهن جي. ايم. سيد نياپو موڪليو تہ ڪوئي پنجابي سابق فوجي توکي ۽ مون کي قتل ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو آهي ۽ جيڪو گرفتار ڪيو ويو آهي.

سنڌري ۽ اتم ڪي هن وٽ وٺي وڃڻ، حشوءَ جي جلاوطني وقت سيد وٽ چيٺمل پرسرام سان ملاقات، جڏهن حشو ڀارت وڃي رهيو هو ۽ چيٺمل جي اکين مان آبشار وهي رهيا ها. حشوءَ جو سنڌ جي آزاديءَ جي لاءِ جدوجهد، جي ايم سيد جي ڪتاب 'سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد'

(My Struggle for New Sindh) جي نالي سان ترجمو، حشوءَ جو ٽائيپ رائيٽر تي سڌو ٽائيپ ڪرڻ. سيد سان محمد ابراهيم جويو جي معرفت پهرين ملاقات ۽ جناح اسپتال ۾ هن جي ديدار لاءِ وڃڻ، جڏهن هو بيهوشيءَ جي حالت (Coma) ۾ هو ۽ سٽربين وانگر پيا ڇا ڇا منظر اکين اڳيان ڦري ويا. ۽ سٽربين جي شيشن وانگر ڪڏهن اڳتي ٿي ويا ڪڏهن پٺ تي ۽ ڪڏهن انهيءَ دؤر جون تصويرون ٿي ناهيائون. جي. ايم. سيد جي پنهنجي باري ۾ مون ڪان ٻہ ڳالهيون وسري نہ ٿيون وسرن. هڪ منهنجي باري ۾، ٻي جي. ايم. سيد جي باري ۾ آهي. هڪ ڀيري جڏهن سَن ۾ مان اڪيلو هن جي اوطاق ۾ سائين ڪچهري ڪري رهيو هوس. اوطاق جي پڌر ۾ لالٽين ٻري رهي هئي ۽ چنڊ سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ ڪنهن ڪشتيءَ وانگر لنگر انداز هو ۽ سيد چرچا گهڻا ڪري رهيو هو، تڏهن هن مون کي ٻڌايو تہ: ”اياز هڪ ڀيري گولاڙچي ريسٽ هائوس جي هڪ ڪمري ۾ ستل هوس ۽ ٻئي واري ڪمري ۾ هڪ وزير صاحب رهيل هو. اوچتو زالاڻو روئڻ جو آواز آيو. مان اسٽول تي بيهي روشن دان مان ڏٺو تہ هڪ ڀورڙي ڇوڪري وزير صاحب جي ڇاتيءَ سان لڳي بيٺي هئي ۽ روئي ڪيس چئي رهي هئي: ”تون تہ مون کي رڻ ۾ ٿو رولين؟ مون بنا سوچ سمجهہ جي پنهنجي ڪنوارپ تنهنجي نذر ڪئي ۽ هاڻي شاديءَ جو واعدو ڪري تون ڦري ٿو وڃين!“ ائين چئي هوءَ اڃا سڏڪن ۾ پئي، وزير صاحب ڪيس ڇاتيءَ سان ڀيڪوڙي چُمي ڏني. چمي ڪٿي نہ ٿي ڪٿي. چڻ ڪوهہ ۾ ٻوڪي جي رسي ٽٽي پئي هئي. اياز جڏهن مون ابراهيم جويو کي اها ڳالهہ ٻڌائي تہ هن سندس رنگ روپ ۽ وزير جو نالو پڇي چيو تہ: ”اها ڇوڪري تنهنجي منظور نظر بہ هئي. ڇگو جو تون هن جي چڪر مان نڪري وئين.“ مون ٿهڪ ڏنو ۽ سيد کي چيو: اها ڇوڪري منهنجي عشقيہ شاعري آهي. مون کي هن جي مجبوريءَ ۽ بي وفائيءَ جي خبر هئي. پر اها هاڻي وساري ڇڏي آهي. مون هن کي وڌيڪ چيو، فرانس جي ائرسٽوڪريٽ مادام دي سٽيل، جا آرٽ جي سرپرست هئي، تنهن چيو آهي تہ: ”عشق عورت جي زندگيءَ جي سرگذشت آهي ۽ مرد جي زندگيءَ ۾ هڪ واقعو آهي.“ مون کي بہ ان ڳالهہ جي پڪ ٿي وئي هئي. ان ڪري مون هن کي اوچتي الوداع ڪئي.“

اڄ جڏهن مان هي سِٽون لکان ٿو تہ انگريز شاعر لوئي مئڪنيس

(Louis Machneice) جون هيٺيون سٽون ياد اچن ٿيون؛

”ڪنهن منهنجي زندگيءَ ۾ خوشبوءِ ڇڏي آهي ۽ منهنجون ديوارون ٽپي وئي آهي ۽ پنهنجي ٽي پاڇي سان رقص ڪندي ٿي وڃي. ۽ سڄيءَ لنڊن ۾ هن جي چمين جون سارونيون پکڙيل آهن.“ جيڪڏهن لنڊن کي شڪارپور ۾ تبديل ڪيو وڃي تہ چئہ هي شعر مون لکيو آهي.

ٻيو واقعو سيد پنهنجي زندگيءَ مان ٻڌايو. هو جڏهن جئپور پهتو هو تہ پنڌ ۾ سنڌي هندن هن کي ڪلهن تي کنيو هو. هو جيئي سنڌ تحريڪ جو باني هو ۽ هر شرنارٿي سنڌيءَ جي دل ۾ مٺڻ بنيءَ جيان ٻري رهيو هو. جڏهن هو دهليءَ ۾ ڪٽي ترسيل هو تڏهن هڪ ارڙهين ويهين ورهين جي نوجوان صحافي ڇوڪري هن سان ملڻ آئي. سيد کي يڪدم ياد آيو تہ هن اهڙي صورت ورهاڱي کان اڳ ڏٺي هئي. جي. ايم. سيد مون کي ٻڌايو، ”مون هن کان پڇيو تہ تون فلاڻيءَ جي پوٽي يا ڏوهٽي آهين ڇا؟“ ان تي انهيءَ ڇوڪريءَ کيس چيو تہ؛ ”مان هن جي پوٽي آهيان. پر اوهان هن جي باري ۾ ڇو ٿا پڇو؟“ ان تي جي. ايم. سيد وراڻيو، ”مان هن جو لور (Lover) عاشق هوس.“

”توهان هاڻ هن کي ڏسڻ چاهيندؤ؟“ صحافيءَ ڇوڪريءَ چيو؛ ”هن کي فالج ٿي پيو آهي. هوءَ ٽن مهينن کان بستري تي سنئين ٿي سمهي پئي آهي ۽ بيڊ پئن (Bed Pan) هن جي بستري تي رکيو آهي.“

اهو چئي جي. ايم. سيد ٿهڪ ڏنو. مون کي محسوس ٿيو چڻ گهاٽي ۾ ڪمند جي رس نپوڙجي رهي آهي. ڪيترو نہ ميٺاج هو هن جي گفتگو ۾. جڏهن مان هن جي ڪراچيءَ واري گهر ۾ هن کان طبيعت پڇي رهيو هوس تہ مون کي ٽي. ايس. ايليٽ جون ڪجهہ سِٽون ياد آيون؛

”هتي آهيان، هڪ پير مرد، پنهنجي خشڪ ساليءَ ۾،
جنهن جو هڪ نوجوان مطالعو ڪري رهيو آهي.“

هر انسان فنا جي زد ۾ آهي. گوتم ٻڌ جڏهن نرواڻ پاتي، تڏهن هڪ عورت پنهنجو مئل ٻار وٺي آئي ۽ چيائينس تہ؛ ”تون ڀڳوان آهين، مون کي پٽ جيئرو ڪري ڏي!“

گوتم ٻڌ کي اهو ڏسي افسوس ٿيو تہ هو موت جي اڳيان بيوس آهي. سو هن کي چيائين؛ ”تون ساري ڳوٺ مان گهر گهر مان پڇي اچ، ۽ اهو گهر مون کي ٻڌاءِ، جتي ڪوئي نہ مئو هجي تہ مان توکي پٽ جيئرو ڪري ڏيان.“

پٽي ڏينهن تي اها عورت گوتم ٻڌ وٽ آئي ۽ هن کي چيائين: ”اهڙو گهر تہ ڪوئي بہ ناهي، جتي ڪوئي نہ مئو هجي.“

ان تي گوتم ٻڌ هُن کي چيو: ”جي موت هر انسان جو مقدر آهي تہ تون روئين ڇو ٿي؟“

آمريڪا جي مزاحيہ اديب مارڪ ٽئين (Mark Towain) چيو آهي تہ: ”طويل عمريءَ جو الميو اهو نہ آهي تہ انسان پيرسن ٿي چڪو آهي، پر اهو آهي تہ هو اڃان جوان آهي.“

جي. ايم. سيد جيستائين مون ڏٺو تيستائين هن جا جذبا جوان ها. ان ڳالهہ کي الميو چئجي يا طربيہ، ان تي ڇا ٿو چئي سگهجي!

هڪ ڀيري اڌ رات جو قاضي فيض محمد منهنجو در اچي کڙڪايو ۽ چيائين تہ: ”اڳ تہ تو مجيب الرحمان جي روبرو جي. ايم. سيد جي پٽ رکي هئي، پر هاڻي ون يونٽ ٽٽي چڪو آهي، مشرقي پاڪستان ۾ عوامي ليگ هڪ ڪان سواءِ سڀ سيٽون کٽي چڪي آهي. ان ڪري تون سياڻي دوستن سان گڏجي اعلان ڪر تہ تو عوامي ليگ ۾ شموليت ڪئي آهي.“

مون کي ياد آيو تہ اگرتلا ڪيس مان شيخ مجيب جي رهائيءَ ڪان پوءِ جي. ايم. سيد هن جي انٽر ڪانٽيننٽل هوٽل ڪراچي ۾ پرتڪلف دعوت ڪئي هئي، ۽ ان ڪان پوءِ هن سان پنهنجي بنگلي جي ڀرين ماڙ تي مخصوص نشست رکي هئي. جنهن ۾ مرحوم جي. ايم. سيد، قاضي محمد اڪبر، محمد ايوب کهڙو، علي محمد شاهہ راشدي ۽ آءُ موجود هوس. جي. ايم. سيد، شيخ مجيب کي چيو تہ هو آغا غلام نبي، کهڙي ۽ راشديءَ کي عوامي ليگ جي مرڪزي ڪميٽيءَ تي کڻي.

شيخ مجيب، جنهن سان پنج دوست ساڻ هيا، ان يڪدم جي. ايم. سيد کي چيو: ”تنهنجو انهن فيوڊل ساٿين تي تہ مان پوءِ ويچار ڪندس. ڀرين مون کي پنهنجو شاعر شيخ اياز مرڪزي ڪميٽيءَ تي ڏي، ڇو تہ منهنجا ساٿي رڳو هن کي هن جي شاعريءَ جي بينگالي ترجمي جي ذريعي سڃاڻن ٿا ۽ هن ڪان متاثر آهن. ٻيو تہ عوامي ليگ مڊل ڪلاس جي تحريڪ آهي فيوڊل ڪلاس جي ناهي. اقتدار ۾ اچڻ ڪان پوءِ هن کي مون کي سنڌ ۾ نهايت اهم ڪم سپرد ڪرڻو آهي.“ جي. ايم. سيد کي اها ڳالهہ نہ وڻي.

مون شيخ صاحب کي چيو تہ: ”اڄان ون يونٽ نہ ٽٽو آهي ۽ تحريڪ ۾ ڪميونسٽ سوشلسٽ، انارڪسٽ، قوم پرست دانشور ۽ سنڌ دوست عوام شامل آهن. ڪي لينن جا پوئلڳ آهن، ڪي مائوءَ جا، ڪي مهاتما گانڌيءَ جا، ڪي مولانا آزاد جا ۽ ڪي فقط ڀٽائيءَ کان متاثر آهن، ۽ سر مارئيءَ ۾ قومي تحريڪ جون پاڙون ٿا ڳولين. هڪ شاعر ۽ اديب جي حيثيت ۾ مان انهن سڀني ۾ رابطو آهيان. اڄان ون يونٽ ٽٽو ناهي، پر جڏهن اهو ٽٽو تہ مان عوامي ليگ ۾ ضرور شامل ٿيندس.“ جي. ايم. سيد سرهو ڏسڻ ۾ آيو ۽ شيخ مجيب جو منهن لهي ويو. ان تي علي محمد راشديءَ انگريزيءَ ۾ مون کي چيو: ”شيخ صاحب، تون ان ۾ پنهنجي عزت افزائي نہ ٿو سمجهين، تہ پاڪستان جو ايندڙ وزيراعظم توکي عوامي ليگ ۾ شموليت جي دعوت ڏئي رهيو آهي.“

جنهن تي مون بہ ڪيس انگريزيءَ ۾ چيو: ”هائو، عزت افزائي تہ سمجهان ٿو، پر پاڪستان جي نقشي تي، سنڌ جو جدا وجود وڌيڪ اهم آهي. ون يونٽ جي ٽٽڻ کان پوءِ مان پاڻ شيخ صاحب کي درخواست ڪندس تہ مون کي عوامي ليگ ۾ کنيو وڃي.“ شيخ مجيب اٿيو ۽ جي. ايم. سيد کي چيائين: ”دير ٿي وئي آهي. وري سڀاڻي ملنداسين.“

ٻئي ڏينهن تي هو ڪو بهانو ڪري نہ آيو ۽ ٽئين ڏينهن تي ڍاڪا هليو ويو.

11 بجي رات جو قاضي فيض محمد جو عوامي ليگ ۾ متحده محاذ جو نمائندو هو ۽ عوامي ليگ جو وائيس پريزيڊنٽ هو، سکر ۾ منهنجي گهر آيو ۽ مون کي چيائين تہ: ”مان سڌو ڍاڪا مان ٿو اچان، ميٽنگ کان پوءِ شيخ صاحب مون کي چيو تہ: نواب شاهہ نہ وڃجانءِ، سڌو اياز وٽ سکر وڃجانءِ، ۽ هن کي مون سان ڪيل قول ياد ڏيارجانءِ.“

مون، رشيد ڀٽي ۽ ڪجهہ ٻين، ٻئي ڏينهن تي بيان ڏنو تہ اسان عوامي ليگ ۾ شامل ٿيا آهيون. ٽئين ڏينهن تي مون کي عوامي ليگ جي سيڪريٽري جنرل قمرالزمان جي تار پهتي تہ شيخ صاحب توکي مرڪزي ڪميٽيءَ تي کنيو آهي.

ان ڳالهہ تي جي. ايم. سيد مون تي رنج ٿيو. هن کي اها ڳالهہ نہ وڻندي هئي تہ هن جو ڪوبہ ساٿي پاڻ فيصلو ڪري. ان تي مون کي رومن

شهنشاهہ نيروءَ جي باري ۾ هڪ لطيفو ياد آيو. نيرو جام و مينا، رقص و رنگ ۾ ويٺو هو تہ ڪنهن غلام اچي هن کي ڪن ۾ چيو: ”تنهنجي فلاڻيءَ ڪنيز خودڪشي ڪئي آهي.“

نيرو ڇرڪ ڀري ٽپو ڏئي اٿي چيو: ”خودڪشي ڪئي اٿائين، منهنجي مرضيءَ کان سواءِ!“

جيستائين ٻي گڏجاڻي ٿئي تيستائين مرحوم حاجي مولا بخش سومري، مون کي شڪارپور مان فون ڪري پڇيو: ”ڇا مان عوامي ليگ جي ٻي گڏجاڻيءَ تي ڍاڪا وڃان ٿو تہ هو مون لاءِ بہ هوائي جهاز ۾ رزرويشن ڪرائي.“

مون کيس چيو تہ: ”ڪارا ڪڪر ڇانئبا ٿا وڃن. معلوم نہ آهي تہ سياڻي ڇا ٿئي. منهنجي زال ۽ ٻار اڪيلا آهن. اسان جا سڀ مائٽ شڪارپور ۾ ٿا رهن. جيڪڏهن مون مناسب ڄاتو تہ مان ڍاڪا لاءِ پاڻ ٿي ٽڪيٽ وٺندس، اوهان فڪر نہ ڪريو.“

ٻي رات اسان کي ڪنڪو ٿي رهيو هو تہ اوپر پاڪستان تي فوج ڪشي ڪئي ويندي، ۽ پٽي صاحب ’اڌر تم، اڌر هم‘ جو نعرو ڏنو آهي. سو مان، رشيد ڀٽي ۽ ڪامريڊ فتح الله عثماني هڪ صحافيءَ ۽ اي. پي. پيءَ جي نمائندي بشارت حسين وٽ مارڪيٽ ٽاور ڏانهن ويندڙ رستي جي موڙ وٽ سندس آفيس ۾ شام جو وياسين. ڇو تہ هن وٽ ريوٽر مشين هئي. اٽڪل ساڍي اٺين يا نوين وڳي رات جو ريوٽر مشين تي خبر آئي تہ شيخ مجيب کي گرفتار ڪيو ويو آهي ۽ ملڪ تي مارشل لا هنيو ويو آهي.

اتان مان، رشيد ڀٽي ۽ ڪامريڊ فتح الله عثماني اٿياسين. رشيد ڀٽي ۽ عثمانيءَ جا هٿ ڏکي رهيا هئا. مون بشارت جي آفيس مان نڪري عثمانيءَ کي چيو تہ: ”مارڪيٽ مان ڇڪن ٽِڪا ۽ شراب وٺيون ٿا هلون ۽ ماني تنهنجي گهر کائينداسون.“ وديشي شراب جو گتو بند ٿي ويو هو. اسان ٺري جا ٻہ آڌيا، ڇهہ ڇڪن ٽِڪا ۽ تي نان ورتا ٿي مس تہ بجلي اجهامي وئي. شايد اسان کي بلئڪ آئوٽ تي هيرائي رهيا ها. پوءِ تہ هٿ ۾ هٿ ڏئي ڌهي تي شاهي بازار ۾ عثمانيءَ جي گهر ڏانهن وڌياسين. پنجن منٽن کان پوءِ بجلي اچي وئي. تہ جلدي جلدي عثمانيءَ جي گهر پهتاسين. ايتري ۾ سائرن (گهگهو) وڳو. ڇڻ ڪنهن عورت کي وارن کان ڇڪيو ٿي ويو ۽ وري بتيون اجهامي ويون. اسان عثمانيءَ جي گهر جا دروازا بند نہ ڪيا ۽ پٽروميڪس

جي ڪٽس ٻتي ٻاري سون. عثماني پاڻ تہ چڪندو بہ نہ هو. پر مان ۽ رشيد ڀٽي ٺري جا ٻہ آڌيا ڀي وياسين ۽ ڳڏوڳڏ ڇهہ ٺي چڪن ٽِڪا کائي وياسين، عثماني گهر جي رذل ماني کائڻ هليو ويو. رشيد مون کي چيو: ”هي عثماني آهي تہ ڪميونسٽ پر نهايت شريف انسان آهي. پر ٻيا ڪميونسٽس اسان سان پلٽ ڪندا، جو تہ هنن نہ ٿي چاهيو تہ اسان عوامي ليگ ۾ شامل ٿيون. پيپلز پارٽيءَ وارا بہ اسان جي مخالفت ڪندا. ٺري هاڻي وچي رشيد ڀٽيءَ جو دماغ ورتو ۽ هُو يحيٰ خان، شيخ مجيب ۽ ڀين کي گاريون ڏئي رهيو هو، جن ۾ عام ماڻهو بہ اچي ٿي ويا ۽ پورو ملڪ بہ اچي ٿي ويو.

مون کي نشو نهايت سنجيدو ڪري ڇڏيندو هو. منهنجي اکين اڳيان پوري برصغير جي تاريخ ڦري وئي ۽ ڍاڪا ۾ رائيٽرس گلڊ جي گڏجاڻي ۽ اها شام ياد آئي، جڏهن گلڊ جي سيڪريٽري جنرل ۽ پريزيڊنٽ ايوب جي سيڪريٽريءَ قدرت الله شهاب اردوءَ ۾ صدارتي تقرير ٿي ڪئي ۽ هڪ بنگالي اٿي بيٺو ۽ رڙ ڪري چيائين: ”مسٽر شهاب انگريزيءَ ۾ ڳالهاءِ تہ اسان بہ سمجهون، نہ تہ اسان جيڪڏهن بنگاليءَ ۾ ڳالهائينداسون تہ اوهان هڪ اکر بہ نہ سمجهي سگهندا.“ ان تي هن کي سيڪيورٽيءَ وارن ڌڪا ڏئي ٻاهر ڪڍيو ۽ شهاب اردوءَ ۾ تقرير جاري رکي. مون ٻڌندڙن کي ساميءَ جا منظوم ترجما ٻڌايا، جن مان ڪجهہ هندي لفظ هنن کي سمجهہ ۾ آيا ۽ هنن تاڙيون وڄايون. باقي فارسي آميز اردو شاعري ٻڌي هنن کي نانگ سنگهي ويو. الائجي ڇو منهنجي دل ۾ آيو تہ اڄ بنگلاديش لاءِ علحدگي جي تحريڪ شروع ٿي. هڪ گڏجاڻيءَ ۾ اردوءَ جي نقاد عبداللطيف شادانيءَ هڪ بنگالي مصور جي هٿ ۾ ڪنهن ڪاري رنگ جي بنگالڻ جي تصوير ڏسي هن کان پڇيو: ”چا ڪاري ڪنويلي ڪڍي اٿئي؟،

ٻئي ڀيري اردوءَ جي صحافي طفيل احمد جماليءَ ڪانءَ کي وڻ تي ٻوليندو ڏسي چيو تہ: ”بنگاليءَ ۾ ڳالهائي رهيو آهي.“ ايتري نفرت جي اظهار مون کي انهيءَ نتيجي تي پهچايو تہ بنگالي اسان سان گهڻو وقت گڏ رهي نہ سگهندا.

فوج ڪشيءَ جي ٻئي ڏينهن تي سکر بار ۾ وڪيلن جو ميڙ ٿيو. انهن ۾ اڪثريت پيپلز پارٽيءَ سان واڳيل وڪيلن جي هئي. مان بار جو صدر هوس. مون کي پنهنجي جونيئرس غلام مصطفيٰ شاهہ ۽ حبيب الله شيخ صلاح ڏني (غلام مصطفيٰ شاهہ پوءِ سنڌ حڪومت جو لا سيڪريٽري هو، جتي هو

گذاري ويو. باقي حبيب الله شيخ اجان تائين ڊپٽي اٽارني جنرل آف پاڪستان آهي.) تہ مان ميڙ جي صدارت ڪيان ۽ بنگال تي فوج ڪشيءَ جي حمايت ڪيان. پر مون ڪين جواب ڏنو تہ: ”مان اهڙو بي مروت ۽ احسان فراموش ڪتي آهيان جو ڪجهہ ڏينهن اڳ شيخ مجيب مون کي عوامي ليگ جي مرڪزيءَ ڪميٽيءَ تي کنيو آهي ۽ اڄ مان هن جي گرفتاري ۽ اوير پاڪستان تي فوج ڪشيءَ کي صحيح سياسي قدم چوان! اهو مون کان نہ ٿيندو. اوهان ميڙ جي صدارت ڪنهن ٻئي وڪيل کان ڪرايو. مان موجود رهندس ۽ ڪجهہ نہ چوندس.“

ٻئي ڏينهن تي ڪراچيءَ مان نڪرندڙ پيپلز پارٽيءَ جي هفتيوار Combat ۾ آيو تہ مون اوير پاڪستان ۾ فوج ڪشيءَ جي تائيد ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي. ان ڪري مون تي قدم کنيو ويجي. ان کان پوءِ ٻئي ڏينهن تي مون کي اٺ مهينا جيل ۾ رکيو ويو. مون کي پئسي جو تہ نقصان ٿيو پر اها فرصت وڏي غنيمت ثابت ٿي ۽ مون نظربنديءَ دوران سارو ’ڪپر ٿو ڪَن ڪري‘، ۽ ان ۾ شامل ديباچي طور نوٽ لکيا. ’ڪپر ٿو ڪَن ڪري‘ ۾ مون سنڌ جا اڪثر ڪلاسيڪي سُر پنهنجي پيغام سان لکيا ۽ ان ۾ ٻي شاعري بہ شامل ڪئي. ان تي اشاعت کان پوءِ بندش نہ وڌائون، ڇو تہ سرڪار کي اڳيون تجربو هو تہ، ’ڀؤنر ڀري آڪاس‘، ’ڪلهي پاتم ڪينرو‘ ۽ ’جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي‘ تي بندش سنڌ تي پيٽرول وارو ڪم ڪيو هو، ۽ منهنجي هر ڪتاب جي هڪ هڪ ڪاپي ويهن ويهن ماڻهن پڙهي هئي ۽ ڪتاب بليڪ مارڪيٽ ۾ وڪاڻا ها. منهنجي نظربنديءَ خلاف مير رسول بخش ٽالپر جي صدارت هيٺ سنڌ پيپلز پارٽيءَ نعراءُ بحال ڪيا هئا تہ مون کي هڪدم آزاد ڪيو ويجي، ڇو تہ مان سنڌي قوم پرست آهيان ۽ اوير پاڪستان جي علحدگيءَ سان منهنجو ڪوبہ واسطو ناهي ۽ نہ ئي ان ۾ منهنجو ڪو مفاد آهي.

اوير پاڪستان جي جدا ٿي وڃڻ کان پوءِ يحيٰ خان ڦسي پيو. هڪ رات اڳ هن ريڊيو تي تقرير ڪئي هئي تہ جنگ اسان جي جاري رهندي ۽ ٻئي ڏينهن اوچتو جنگ بندي ڪئي وئي، ۽ هڪ مهاجر جيلر مون وٽ روئندو، رومال سان اکيون اگهندو آيو ۽ چيائين: ”اياز صاحب! پاڪستان جنگ هارائي.“ پوءِ اڇي روئڻ ۾ ڇٽو. ان کان پوءِ ذوالفقار علي ڀٽو، چيف

مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ٿيو ۽ يحيٰ خان کي جيل ۾ وڏائين جو وسڪيءَ جي بوتل ۾ نورجهان ۽ بليڪ بيوٽيءَ جون ساروڻيون ملائي موت تائين گذارو ڪندو هو.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽي، پنهنجي سؤٽ جناب ممتاز علي ڀٽي کي سنڌ جو گورنر ڪيو ۽ هن شهيد ڀٽي جي چوڻ تي جيل سپرينٽينڊنٽ کي فون ڪيو تہ شيخ اياز کي ڇڏيو وڃي. اهڙا آرڊر ڪيس جلد ئي پهچي ويندا.

مون کي آزاد ڪيو ويو. ٻاهر جي ڌرتي ۽ آسمان نئون تي لڳو. مان انيس سان گڏجي سکر بئريج تان سنڌوءَ کي ڏٺو جا اجان پنهنجي ڀرپور جوانيءَ ۾ هئي ۽ لوهي دروازن سان ٽڪرائي ۽ ان جي قيد مان آزاد ٿيڻ پئي چاهيو. مون کي اصغر گونڊويءَ جو هڪ شعر ياد آيو:

"آلامِ روزگار کو آسان بناديا،
جو غم هوا اسي غمِ جانان بناديا."

ترجمو: (دنيا جي رنج ۽ الم کي آسان ڪري ڇڏيو،
جو غم ٿيو ان کي محبوب جو غم بڻائي ڇڏيو."

مون سوچيو تہ هنن ائن مهينن سوڌو، چوڏنهن مهينا قيد سنڌ جي بلي ٿيو. اهي ڳالهيون تاريخ جي ڪاتي ۾ لکيون وينديون، تاريخ وياج تہ واٽين ڪان بہ وڏيڪ ڏيندي آهي، پر ڪيئن چئجي؟ پر ڪيئن چئجي، تہ اها وياج سان گڏ مور بہ ڪائي وڃي! اڳ مون نظربنديءَ جو ذڪر فلئش بئڪ ۾ 'ساهيوال جيل جي ڊائري' ۾ ڪيو آهي. شايد ان ۾ مون لکيو هو تہ جيڪڏهن زرينا گهر ۾ هڪ بتي بہ ٻاريندي هئي تہ پاڙي جا مهاجر چوندا ها تہ دشمن کي اشارا ڏئي رهي آهي. ان ڪري پٽر هئي اسان جي درن جا شيشا پڃي انهن مان اندر مٽيءَ جا ٻُڪ ڦٽي ڪندا هئا. اڄ شايد تاريخ هنن کان زرينا جي اذيت جو حساب وٺي رهي آهي. مون کي هاڻي پڪ آهي تہ تاريخ اهڙو سود خور آهي جو سياست کان سُود جي پائي پائي چڪائي وٺندو آهي.

يو. ايس. ايس. آر ٽٽي وئي، پر روس اڃان شاعر مينڊالسٽام جي رت جي ڦڙيءَ ڦڙيءَ جو حساب ڏئي رهيو آهي. معصوم رت، جو اسٽالن غصي ۾ بي سبب وهايو هو. مان پنهنجي آتم. ڪهاڻي تاريخ وار (Chronological Order) ۾ نہ لکي آهي، فقط شعور جي وهڪري ۾ لڙهندو ويو آهيان. ڪڏهن گهڻو لهوارو لڙهي ويو آهيان تہ ڪڏهن اوڀارو تري ٿو اچان. مون زندگيءَ ۾ خاص

ورزش ترڻ جي ڪئي آهي. ترندي پاڻيءَ ۾ ٽاڦوڙا نہ هڻندو هوس. ٽپي ڏئي هڪ ڪنڌيءَ کان ٻيءَ ڪنڌيءَ تائين پهچي ويندو هوس. انهيءَ ترڻ جي مهارت جو ذڪر بيگاري واهہ جي باري ۾ لکيل ذڪر ۾ ڪري چڪو آهيان. سنڌو واهہ جي پڪيءَ پل تان ماهر تيراڪ وانگر هر هر ٽپ هڻندو هوس. سنڌ واهہ جو ذڪر جيڪو لوڪ رام ڏوڏيجا پنهنجي ڪتاب 'منهنجو وطن منهنجا ماڻهو' ۾ ڪيو آهي، اهو بي مثال آهي، اهو ڏيان ٿو.

"قلم ڪي طاقت نہ آهي تہ سنڌ واهہ جي موج ۽ لطف جو پورو بيان ڪري سگهان. اونهاري ۾ ان ۾ ٽي چار مهينا پاڻي ايندو هو تہ شهر ۾ خوشيءَ جي لهر ۽ غلغلو مچي ويندو هو. لکي در تان ٽانگي وارا سنڌو واهہ تائين سواريءَ جا آنو ڏيڍ وٺندا ها. جو شهر کان ڏيڍ ميل کن پري هوندو هو. اتي شهري حلوائيءَ جا نان وائيءَ جا ۽ رانديڪن جا دڪان اچي کوليندا ها. تيل، ميٽ، انگوشا، ڪدو، توريون، پٽسي ٽڪي مسواڙ تي ملنديون هيون. اتي ڪنهن نہ ڪنهن دوست دڙي يا مائٽ سيٺين جا بنگلا هوندا هئا ۽ آرام ده فرنيچر ۽ غلم غاليچا پيا هوندا ها. هر هڪ ڌنڌي وارن پنچاتين جون جڳهون بہ هونديون هيون. جن ۾ باسڻ، برتڻ، فراس، وغيره رکيا هوندا ها. واهہ تي پڪا گهاٽ ۽ تلها ٺهيل هوندا ها. ڪنارن تي پپل ۽ نمن جي ٽڏي ڇانءَ ۽ تڏا يا کٽولا پيا هوندا ها. اونهاري ۾ ٻنيءَ جهڙي گرميءَ ۾، اتي پاڻيءَ جي وهندڙ ڪناري تي ڇانوَ ۾ ٿڌي هير پئي لڳندي هئي تہ راحت اچي ويندي هئي. ڪٿي تاس، چوپڙ، ڪٿي راڳ جي محفل، ڪٿي ڪٿا ڪيرتن، تہ ڪٿي غريبن لاءِ لنگر لڳو پيو هوندو هو. دڪاندار ڏاڍي صفائيءَ سان دانگيءَ جي ماني لوڻ مرچ وجهي پچائيندا ها ۽ ان ۾ بصر ۽ ڏاڙهون ڪٽا وجهندا ها، جيڪا ٽڪي آني ڏيندا ها. تنهن سان دال ۽ چٽني مفت ۾ ملندي هئي.

اهڙو ڪو شڪارپوري ورلي هوندو جو ترڻ نہ ڄاڻندو هجي. اها هئي سنڌو واهہ جي مهرا جيڪو تيڪو، امير غريب، هندو مسلمان، انگوڇا ٻڌي، لڳ اگهاڙا ڪري، تڙڪڻ، ٽپيون ۽ ٽپا ڏيڻ ۾ هڪ جهڙو پيو لڳندو هو. لاٽ پوڻ لاءِ واهہ جو ڪنارو وٺي، هڪ ميل مٿي پڪيءَ پل کان، پاڻيءَ ۾ وهندو اچبو هو. واٽ تي گهتان ڏئي پاڻيءَ اندر شرطان بہ پچائبيون هيون. پيٽ هيٺان رکيل دلي مان انب ڪيڏي چوسبا وجبا ها. ائين سيتل جل جي وهڪري ۾، روماني جذبات پڙڪو کائيندا ها ۽ يار لوڪ ڪن تي هٿ رکي ڏوهيڙا يا بيت

ڳائيندا تڙڳندا ويندا ھا.“

”سنڌ اھو روماني ديس ھو، جتي رک رکاءُ نہ ڪندا ھا، پر اظھار ڪري موج مستيءَ ۾ رھندا ھا. سنڌ واھ جي لطف ڪان زالون بہ وانجھيل نہ ھيون. انھن لاءِ وڏين پٽين وارو ھڪ جدا گھاٽ ھوندو ھو، جتي اھي بہ تڙڳنديون ھيون ۽ ٽپا ڏينديون ھيون. پوءِ آڪھہ سان گڏجي دڪانن تان سودا وٺي، چوڏولن ۾ چڙھڻ ۽ لذت جا مزا وٺي واپس ورنديون ھيون. واھ جي ڪناري ڪٿي لغڙن اڏائڻ جي چٽاپيٽي لڳي پئي ھوندي ھئي تہ ڪٿي تتر ۽ ڪڪڙ پيا ويڙھائيندا ھا. ملاڪڙي جو دھل وڄندو ھو تہ خلق اچي ڪٺي ٿيندي ھئي ۽ شرطون لڳڻ شروع ٿي وينديون ھيون. جڏھن آغا صوفي يا ڪوئي ٻيگت اچي آلاپيندو ھو تہ ماڻھو سڀ ڪم ڇڏي اچي مڙندا ھا. شام جو جتي ڪٿي پنگو پيو گھوٽبو ھو، ۽ اھو نہ رڳو دوستن سان گڏجي پيئندا ھا، پرڌارين ڪي بہ ناھين نہ ڪندا ھا. ہہ چار دفعا اھو حال بہ ٿيو جو منھنجي چاچي ھڪ پنيان ڀيو سُکي جو ڪونڊو ناھيو تہ اوپرا ماڻھو اچي خلاص ڪنس ۽ پنھنجي لاءِ چڪڙي بہ نہ بچيس. اھي فقير پنگي جا گلاس بہ پيا ڏين ۽ چون پيا: ”مست قلندرا جيڪو پيئي سو جيئي.“ ”واھ ڊولڻ واھ، واھ جون ٿاڌل ۾ باداميون وڌيون اٿئي. اصل تراوت ڏئي ڇڏيئہ!“ بدلي ۾ اھي مولائي فقير، ڇڏيل وار، اکيون ڳاڙھيون، پيرن ۾ گھنگھرو ۽ يڪتاري تي سچل سائين جو ڪلام ڳائي موج مچائيندا ھا.“

مٿيون نثر، نظم جي سرحد کي ڇُھي ٿو. مان فقط ايترو وڌائي ٿو سگھان تہ اسان جا پاڙي وارا بہ سنڌ واھ تي مجلسون ڪندا ھا ۽ جيستائين منڊ مٿبي ھئي، سرءُ ۽ تپاوليءَ جي منڊ ايندي ھئي ۽ درياھ ۾ ميڄءَ جي ڪجھہ ڏپ ٿيندي ھئي، تيستائين ويندا رھندا ھا. اسان ۽ ھندن ۾ فرق اھو ھوندو ھو تہ ھندو گوڏن تائين انگوڇا ٻڌندا ھا ۽ اسان پيرن تائين گوڏ ٻڌندا ھئاسين. ھونءَ مذھب جي فرق جي باوجود، سيني سنڌين جون صورتون ھڪجھڙيون ھيون.“

سنڌ واھ تي حيدرآباد، سکر، جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي مان ماڻھو ايندا ھا. واھ جي ڀرتي تي پوليس جون چونڪيون، ٽانگا اسٽان، مندر، ۽ مسجدون ھونديون ھيون. جمعي ۽ آچر تي ماڻھو ھزارن ۾ ھوندا ھا، ۽ پنھنجي ھٿن سان ڪاڌو تيار ڪري پنھنجي پنھنجي مجلس کي ڪارائيندا ھا. ہہ

وڏا ميلا چاليهو ۽ نوروز لڳندا ها. شيخ واجد علي واهه تي مجلسون ڪرائيندو هو ۽ ٻارن کان اٺ اٺ آنا ۽ وڏن کان رپيو وٺندو هو. بنگلي ۾ لٽا ۽ بوٽ لاهي، گوڏ ٻڌي، اچي بنگلي سامهون ويهندا هئاسين ۽ ڪچيءَ تائين پاڻيءَ ۾ هوندا هئاسين. ڪاڏي ۾ ٻاڪري گوشت جو پلاءُ، زردو ۽ انب هوندا هئا. مان پاڻ کان ڪائي ننڍي ڇوڪري، ٽيوب ۾ ڪٽي لاٽ پوندو هوس ۽ پڪيءَ پل تائين هن جي بدن جو ڇهاءُ جسم کي گرمائيندو هو. ڇوڪريون انگوڇا ٻڌنديون هيون ۽ ٽيوب ۾ مٿي وچ ۾ تي ويهنديون هيون، ۽ پاڻي ڏڪ لاءِ ڪافي هوندو هون ۽ ڪنهن انجير جي پن جي ضرورت نہ پوندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن زالن جي گهاٽ وٽ پير جي ڇانءَ ۾ ويٺل هم ڪلاسي ڇوڪريون، دَيا، مَنو، سرسوتيءَ تي نظر پوندي هئي تہ انهن کي وري وري ڏسڻ لاءِ ٿوري پنڌ تان واري واري سان لاٽ پوندو هوس. اهي پوءِ ائين گهر تي ويون جيئن پپل جي ڇانءَ سانجهيءَ کان پوءِ گهر تي ويندي هئي ۽ گهاٽ تي اداسائي ڇانئجي ويندي هئي.

واهه جي پرتي انبن جا باغ هوندا ها جتان لڪ چوريءَ اڌ ڪچا انب پٽيندا هئاسين. شام جو جڏهن تڙڳي تڙڳي ٽڪجي هچ تي پوندا هئاسين، تڏهن ٽانگي تي واپس لکيدر تي لهندا هئاسين. جتان ٿورو پنڌ ڪري شيخن جي پاڙي ۾ پهچندا هئاسين.

مون پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ جا بار بار نوٽ وٺي، ان کي مڪمل ڪرڻ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيو هو. انهن مان ڪي نوٽ منهنجي نوٽ بوڪن ۾ آهن. جي مان جيئن جو تيئن ٿو ڏيان.

شڪارپور جي گوشت مارڪيٽ کان ڪجهه پنڌ تي پير اسماعيل شاهه جو ميلو ڏوم ڏام سان لڳندو هو. اهو ميلو سنڌ جي وڏن ميلن ۾ شمار ڪيو ويندو هو. سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ مان ماڻهو ايندا ها، تي ڏينهن برابر ناچ گانا ۽ ملاڪڙا ٿيندا ها. چوندا ملهه ايندا ها. ڏمالون، ڳجهارتون، آڪاٽيون، ڪاڏي پيتي جا دڪان، مطلب تہ جيئن پٽ شاهه يا قلندر شهباز تي ميلو لڳندو هو، ائين رونق هوندي هئي.

شڪارپور ۾ جيڪي ٻہ ڏنڌي وارا رهندا هئا، انهن جي باري ۾ مون سارو تفصيل ڄاتو ٿي، ڇو تہ مون انهن جي زندگي ويجهڙائيءَ کان ڏٺي هئي.

”پؤنر پري آڪاس“ ۾ منهنجي هڪ نظم جون پهريون ٻہ مصراعون آهن؛

”ھي ميرانجھي سانجھي آ، يا ڏوڙ ڏٺي جي جھول،
چاڻ ستارا چمڪي نڪتا، ان مان سونَ سمان.“

’ڏوڙ ڏٺي‘ جي باري ۾ شاھہ لطيف ڀٽائيءَ کان وٺي ھن وقت تائين ڪنھن بہ شاعر نہ لکيو آھي. انھن جي زندگين ڏانھن مون پنھنجي شاعريءَ ۾ ڪجھہ اشارا ڪيا آھن.

رات گذي وينجھر جي ڏيءُ،
جنھن جون اکڙيون ھيري ڪاڻ.

●

جي تون سچ صراف، ڦورو ڦول تہ مان وچان،

●

تنھن جا سپنا اھڙا جھڙا پاتوليءَ جا ھٿ،
منھن جا سپنا اھڙا جيئين ارجن جي ھٽ رٽ.

●

گھاڙؤ گھڙيو ڪونہ، ڳھڻو تنھن جي ڳل جيان،
سورٺ توتي چو نہ، ور ور مان واريو وڃان.

ڪورين جو ذڪر منھنجي سُر ڪاپائتي ۽ مھاڻن جو ذڪر نوريءَ تماچيءَ ۾ آھي. جيڪي ’ڪپر تو ڪن ڪري‘ ۾ شامل آھن. ساڳئي ڪتاب ۾ لوھرن جي باري ۾ مسلسل بيت، ”اڳ نہ اھڙا آڳڙيا“ لکيا آھن. ڪجھہ ٻين ڌنڌن جو بہ ذڪر آھي، جي مون غور سان ڏٺا ھا. پر شعر وسري تا وڃن. مثال طور ھڪ ھنڌ سوناري جي ڪوٺاري شعر ۾ ڪم آندل آھي.

اڄ جميل الدين عاليءَ جو ڪارڊ پھتو آھي. ھڪ پاسي عقاب جي تصوير آھي، ۽ ٻئي پاسي عاليءَ جو خط آھي جو عاليءَ سعودي عرب مان لکيو آھي. ھن خط ۾ لکيو آھي تہ: ’ھن حرمين شريفين ۾ منھنجي لاءِ دعا گھري ھئي، تہ مان جلد صحتياب ٿيان ۽ وڌيڪ تخليق ڪيان.“ عالي سن 1947ع کان منھنجن ڪافي ھائوس جي دوستن مان ھيو ۽ اڄان تائين اسان جا دوستاڻا تعلقات آھن، پر ھن جي باري ۾ تڏھن لکندس جڏھن ’آل پاڪستان رائيٽرس گلڊ‘ جي باري ۾ لکيم. في الحال اھو چوڻو آھي تہ ”اميد تہ عاليءَ جي دعا خدا تعاليٰ جي درگاھہ ۾ مستجاب ٿئي ۽ مان نہ رڳو آتم ڪھاڻي، ’ڪٿي نہ پڄبو ٽڪ مسافر‘ جو ٻيو حصو لکي سگھندس، پر ان جو آخري حصو،

’ڪٿي بہ پيچبو ٽڪ مسافر‘ بہ لکي سگھندس. اها ازلي قوت جا هن ڪائنات کي هلائي رهي آهي، ان جي مهر سان، زندگيءَ جي ساري پريشانيءَ کي پاسي رکي، هر رنج و الم، حسن ۽ دوستيءَ کان مٿي ايري ان ڪم کي توڙ تائين پهچائيندس.

ڪنهن چيو آهي: ”ڪوبہ ماڻهو پنهنجي لاءِ جزيرونہ آهي. هر ماڻهو پوري انسان ذات جو حصو آهي. هر ماڻهوءَ جو موت مون کي سُسائي ڇڏيندو آهي. ڇاڪاڻ جو منهنجي انسان ذات سان وابستگي آهي.“ ان ڪري ٿي مون کي اونو رهندو آهي. تہ گھنہ ڪنهن جي لاءِ گڙي رهيو آهي.

وڏا ماڻهو ياد ڪري مون کي ٽي چوٽيون ياد ايندڀون آهن. پهرين تہ ٿامس ڪارلايل جي آهي. ”جي ڪوئي پنهنجي زندگيءَ ۾ وڏو ماڻهو آهي تہ پنهنجي موت ۾ هُو ڏهہ ڀيرا وڏو ماڻهو ٿي ويندو.“

ٻي چوٽي مون کي تڏهن ياد آئي، جڏهن جمال ابڙي فون تي چيو تہ هو پنهنجي آتم - ڪهاڻي ’ڪٿا‘ جي نالي سان لکي رهيو آهي. ٻي چوٽي هئي ايلزبيٿ ٽيلر جي تہ: ”تون رڳو پنهنجي موت کان پوءِ ٿي ڏند - ڪٿا ٿي سگھندو آهين.“

ٽين چوٽي هئي انهيءَ جينيس البرٽ ڪاموءَ جي، جنهن ڪٿي (غالباً پنهنجي نوٽ بوڪ ۾) لکيو هو تہ: ”انسان ذات تنهنجي دليلن، تنهنجي سچ ۽ تنهنجي ساري ڪاوش جي سنجيدگيءَ جي باري ۾ رڳو تنهنجي موت کان پوءِ ٿي سوچي سگھندي.“ ڪاموءَ ناولن، ’پليگ‘، ’ٻاهريون ماڻهو‘ ۽ اجنبي ڪتابن جو مصنف هو، جن مان سندس دؤر جو گهرو شعور ٽپڪي ٿو.

ڪيئي يار دوست وچي انسان ذات جي اڪثريت سان مليا آهن. انهن مان ڪنهن سان وري ملاقات نہ ٿي آهي، جو هنن کان پڇي ڏسجي تہ هنن اڳتي ڇا ڏٺو آهي؟ ڪيئي دوست ۽ واقفڪار مون کي ننڊ کان اڳ ائين ورائي ويندا آهن، جيئن ڪي شب گرد اوچتو نيري غار مان نڪري پر ڦڙڪائيندا هجن. شيخ مجيب کي گولي هنئي وئي. ان وقت مان ايم. پي. اي هاسٽل ۾ بيڊ ٽي (Bed Tea) پي رهيو هوس، جو سراج ميمڻ مون کي فون تي اها ڳالهہ ٻڌائي هئي، تڏهن ڪوپ منهنجي هٿ مان ڪِري پيو هو ۽ ڇيهون ڇيهون ٿي ويو هو.

شهيد ڀٽي جي ڦاسيءَ جا پرون مون کي تڏهن ٿي پيا، جڏهن مان پنهنجي جونيئر غلام مصطفيٰ شاهہ وٽ ويٺو هوس، جو ان وقت حيدرآباد ۾

ايڊيشنل سيشن جج هو. غلام نبي خان پٺاڻ جو سينئٽ جو وائيس چيئرمين هو، هن جي ڳوٺ سلطان ڪوٽ جو رهندڙ هو ۽ غلام مصطفيٰ شاهہ هن جو دوست هو. هُن ڪيس فون تي ٻڌايو تہ پير بخش ڀٽي (شهيد ڀٽي جي چاچي) هن کي ٻڌايو آهي تہ ڳڙهي بخدا بخش ۾ پراسرار چرپر ٿي رهي آهي ۽ اڄ رات ڪجهہ ٽيڻ وارو آهي. شهيد ڀٽي کي رسيءَ ۾ لڙڪايو ويو. جي. ايم. سيد ڪجهہ مهينا اڳ جناح اسپتال ۾ موت سان مهاڏو اٽڪائي، گذاري ويو. مان جڏهن هن کان پڇڻ ويو هوس تہ مان ايترو بيمار هوس، جو هن جي فرزند امداد محمد شاهہ مون کي ڏسي چيو: ”شيخ صاحب ايتري بيماريءَ ۾ اچڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي.“

سبطِ حسن گلشن اقبال ۾ منهنجي گهر کان ڪجهہ پنڌ تي رهندو هو. مون هن کي فون ڪيو تہ: ”مان هاڻي اوهان وٽ اچان؟“ هن چيو: ”ڀلي.“ ڪنهن سبب ڪري مان هن وٽ وڃي نہ سگهيس ۽ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هو هندوستان ويو جتي هُو دل جو دورو پوڻ ڪري گذاري ويو. فيض احمد فيض آخري ڀيرو مون سان اسلام آباد جي انٽر ڪانٽيننٽل ۾ علامہ اقبال جي ورسيءَ تي خشونت سنگهہ، لوئي فشر ۽ پروفيسر ڪَنڪو وسڪيءَ سان منهنجي ساراهہ ڪئي هئي. هو پنهنجي ڳوٺ سيال ڪوٽ ۾ پيش امام جي حيثيت ۾ نماز پڙهائي لاهور موٽيو تہ گذاري ويو. فيض پنهنجي ڀرين هارٽ اٽيڪ تي هڪ رقت انگيز نظم لکيو آهي. پر پوءِ بہ هُو اڳي جيان پيئندو ۽ جيئندو رهيو. روسي اديبا لڊميلا مون کي ٻڌايو هو تہ هوءَ ڪيس جام تي جام ڀري ڏيندي هئي ۽ هو ساري ساري رات پيئندو رهندو هو ۽ ڪيس ڏسندو رهندو هو. لڊميلا، فيض جي ورسيءَ تي ڪراچيءَ آئي هئي. هُن کي ڏسي مون کي ائن ميري شمل ياد آئي هئي، جا ايراني ڪلچرل سينٽر ۾ اڌ رات تائين اسان سان پي بہ رهي هئي ۽ حسام الدين شاهہ راشديءَ کي گهوري بہ رهي هئي، جڻ تہ هن جي گهور کي ڪائي ٻولي هئي جا فقط اکيون ڳالهائينديون آهن. انهن تي سوچي مون کي ڀٽائيءَ جو شعر ياد ايندو آهي.

”مري نہ ميهار، وٿاڻ نہ ولهو ٿئي،
وڃن جي وٿاڻ جو، ونگو نہ ٿئي نہ وار،
ساهڙ مون سينگار، ماٺهن ليکي ميهڻو.“

هي مرحوم محمد طفيل احمد آهي جو سنڌ جو ڪنهن وقت چيف

جسٽس ۽ گورنر هيو، ۽ مرحوم جمال الدين صديقيءَ جو دوست هو. ان منهنجي ضامن جي درخواست بنا فيءَ جي هاءِ ڪورٽ ۾ داخل ڪئي هئي، جا مسٽر جسٽس خميسانيءَ اڳيان پڌڻ لاءِ رکي وئي. مرحوم اي. ڪي. بروهي ڪنهن ڪيس سانگي لاهور ويل هو، جڏهن هُو موٽي آيو تہ مون هن سان ڳالهہ ڪئي. هن چيو تہ: "مان بہ ٿو تولاءِ وڪالت نامو داخل ڪريان ۽ طفيل ڪي مدد ڪندس."

عبدالحميد ابڙو، جيڪو اڄڪلهہ سيشن جج آهي، ۽ سنڌ ۾ منهنجو ۽ مرحوم اي. ڪي. بروهيءَ جو وڏو مداح آهي. ان مون کي ٻڌايو هو تہ هو پاڻ ۽ مرحوم اي. ڪي. بروهي، حيدرآباد ۾ هڪ پيري راڳ جي محفل ۾ راڳ ٻڌندي، اتي ويٺا ها ۽ سندن وار ايا ٿي ويا ها، جڏهن ڳائڻي پٺائيءَ جو هيٺيون بيت ڳاتو هو:

"مٽان مينهن نہ پون، ساوا گاهہ نہ سومرا
ماڙيچون محلن ۾، مُور نہ مٽو ڏون،
جيڏين ڏاران جُونِ، عمر ڪاڏي هئين."

هي جسٽس خميساڻي آهي جو ڪڏهن سکر ۾ ساڳي بار جو ميمبر هو ۽ جنهن منهنجي قبل از گرفتاري ضمانت جي درخواست ان ڪري رد ڪري ڇڏي هئي جو تہ ايڊوڪيٽ جنرل فقط ايترو بيان ڏنو هو تہ سکر جي انتظاميہ هن وقت شيخ اياز کي گرفتار ڪرڻ نہ ٿي چاهي. ان جو وڌيڪ احوال مون 'ساهيوال جيل جي ڊائري' ۾ لکيو آهي. مان ساهيوال جيل ۾ هيس تہ جسٽس خميساڻي گذاري ويو هو ۽ ڪجهہ مهينا پوءِ مون اخبار ۾ پڙهيو تہ اهو ايڊوڪيٽ جنرل، جنهن منهنجي ڪيس ۾ مٿيون بيان ڏنو هو، حيدرآباد مان ڪراچيءَ ايندي رستي تي ڪار جي حادثي ۾ مري ويو. مُنا ڪيڏا نہ وڳر ڪري ٿا ورن! ڪيڏا نہ واقف ها جي مٽي ڳڙڪائي وئي آهي. تمام ڊگهي فهرست آهي.

سنڌ متحد محاذ ۾، منهنجي خان بهادر کهڙي، علي محمد شاهہ راشدي ۽ قاضي اڪبر سان شناسائي ٿي. علي محمد شاهہ مون کي ڏاڍو پيائيندو هو. هُو منيلا ۾ سفير هو تہ پٺيان ايوب خان مارشل لا ريگيوليشن 164 لاڳو ڪيو هو. هن منيلا مان مون کي خط لکيو تہ مان هن جو زمين جي باري ۾ ڪيس هلايان، جي حڪومت ٿي ڪنيون وئي. مون خط ڏسي هن جو ڪيس ڪنيو ۽ هن ڏانهن وڪالت نامون موڪليم تہ صحيح ڪري موڪلي.

مير آف خيرپور ۽ پير پاڳاري جون زمينون مارشل لا ريگيوليشن جي زد ۾ اچي ويون. پر علي محمد شاهہ راشديءَ جي هڪ انچ بہ زمين نہ وئي. هن جو ڀاءُ پير حسام الدين شاهہ راشدي منهنجو ڪافي گهرو دوست هو. هن جي ماني‌ءَ جي دعوت ۾ هن، غلام رباني آگرو، مولوي عبدالله ۽ اردوءَ ۾ پنج جلدي تاريخ سنڌ جي مصنف مولوي قدوسيءَ سان ڏکيون ڪچهريون ٿينديون هيون ۽ جڏهن آغا بدرالدين دراني جي ڳڙهي ياسين جي فارم تي ائن ميري شمل سان ويو هو تہ مون کي بہ گڏ وٺي هليو هو.

علي محمد شاهہ راشدي هڪ ڀيري مون کي چيو تہ: ”فلاڻي کي مون چيو تہ شاهہ لطيف ڪان تون وڏو شاعر آهين.“

هن چيو تہ: ”اهو وڏاءُ آهي.“ تنهن تي مون ورائيس تہ: ”وڏاوَ جا ٽي سبب ٿي سگهن ٿا: هڪ تہ مون کي سنڌي ٻولي نہ ايندي آهي. ٻيو تہ مون شاهہ لطيف کي نہ پڙهيو آهي ۽ ٽيون تہ شاهہ لطيف جي ٻوين سان منهنجو ڪوئي ملڪيت جو تڪرار آهي.“

مون راشدي صاحب کي چيو تہ: ”سائين، مان: پٺائيءَ جي پيرن جي خاڪ جي پٺائي نہ هجي ها تہ منهنجي شاعري وجود ۾ ڪيئن اچي ها. توهان اهو چئي سگهو ٿا تہ مان پٺائيءَ جو تسلسل آهيان. پر اها ٻي ڳالهہ آهي، هن سان همسَريءَ جو اظهار نہ آهي. بهرصورت مون کي اوهان جي ڪيس جي في ملي وئي.“ مرحوم علي محمد شاهہ راشديءَ منهنجي پٺيءَ تي هٿ هٽي چيو تہ: ”پنهنجو پاڻ سڃاڻ، اٿي قيمت سندو قطرو. توکي ڪهڙي خبر تہ تو ۾ اڃان ڪهڙو خزانو دفن آهي.“

مون چيو: ”سائين، پٺائي ولي الله هو، مون گنهگار جي هن سان ڪهڙي ڀيٽ آهي؟“

علي محمد شاهہ جواب ڏنو: ”اها ٻي ڳالهہ آهي.“ پر پوءِ ٽهڪ ڏئي چيائين:

”تجهے هم ولي سمجهتے جو نہ باده خوار هوتا.“ مون ڀانيو تہ راشدي مون تي طنز ڪري رهيو آهي.

قاضي اڪبر جڏهن اسپين ۾ پاڪستان جو سفير هو، تڏهن منهنجي هن سان گهرائپ گهٽ هئي ۽ رڳو ڪجهہ سال اڳ پنهنجي اورينٽ هوٽل ۾ مون کي چانهہ پيئندو ڏسي، هو مون سان هم ڪلام ٿيندو هو، ۽ هڪ ڀيري چيو هئائين: ”نوجوان، ڏسان ٿو تہ تون اها خدا سان سرڪشي ڪيترو وقت

ڪري ٿو سگهين!" جڏهن هو سفارت جي عهدي تان استعيفيٰ ڏئي آيو، تڏهن مون هن جي ڄامر شوري ۾ دعوت ڪئي هئي. ان ڪان پوءِ هو هر هفتي پنهنجي گهر منهنجي دعوت ڪندو هو ۽ پنهنجي گوناگون زندگيءَ جا تجربا ٻڌائيندو هو.

هي مير رسول بخش ٽالپر آهي، جيڪو گجرات جيل مان ڪراچيءَ جيل ۾ بدلي ٿي آيو هو. جنهن سان مون کي ساڳئي سيل ۾ رکيو هئائون. ٻنهي جي ڪراچي هاءِ ڪورٽ ۾ رٽ پٽيشن هلندي هئي. هو پنهنجي جيل راشن جا روزانہ مليل پئسا مون کي ڏئي ڇڏيندو هو ۽ مون کي جيڪي وڻندو هو، سو گهرائيندو هوس. مير صاحب فقط منجهند جو ٿماٽن سان ماني کائيندو هو ۽ چوندو هو تہ نہ هو ناشتو ڪندو آهي ۽ نہ رات جي ماني کائيندو آهي. اسان وٽ سرڪاري مشقتي هو، جيڪو بورچيءَ جو ڪمر بہ ڪندو هو. هن ڪان جڏهن مون احوال ورتو تہ، هن ٻڌايو تہ: "ڪنهن جرم لاءِ ڪورٽ ڪيس نوَ مهينا ٽيپ ڏني هئي. هڪ ڀيري مان هن کي چيو تہ، تون لکي ڄاڻين. هن جواب ڏنو تہ، 'ها!'

مون هن کي چيو تہ: "لک، مون کي هي شيون پنهنجي اڪائونٽ مان گهرجن."

مان هن جا انگريزيءَ ۾ اکر ڏسي حيران ٿي ويس. ڪو ڪاتب بہ اهڙا سهڻا اکر لکي نہ سگهندو. هن پنهنجي غلطي محسوس ڪندي چيو: "اياز صاحب! مون مئٽرڪ پاس ڪئي آهي، ۽ پنهنجي ڪتابت تي ڏاڍي مشق ڪئي آهي. مون کي پڪ ٿي وئي تہ هو سي. آءِ. ڊيءَ جو هو ۽ ان ڪري هن کي اسان تي مسلط ڪيو هئائون. مير صاحب جو ايوب خان تي گارين جو ٿهڪو پوندو هو. مون هن کي ان لاءِ مشقتيءَ جو احوال ڏنو. "مير صاحب چيو تہ، جيل ۾ تہ اڳي ئي آهيون. ايوب خان وڌيڪ ڇا ڪندو."

رسول بخش پليجو ۽ حفيظ قريشي حيدرآباد مان ٽرانسفر ٿي آيا. انهن جي سيل ۾ ڊاڪٽر رشيد حسن خان (مائوواسٽ ليڊر) ۽ راحت حسين ڪاظمي، جو پوءِ بينظير جي ڪئبنيٽ ۾ مرڪزي هيلٿ منسٽر ٿيو ۽ جيڪو ماسڪو نواز هو، بہ هنن سان گڏ هيا.

هڪ ڏينهن اسان جيل ۾ پٽي جو ڏينهن ملهايو ۽ سيني سياسي قيدين جي دعوت ڪئي. حفيظ قريشيءَ چيو تہ: ٻاهران هن جو سمگلر دوست قاسم پٽي ڪاڏي خوراڪ لاءِ شيون موڪليندو. شام جو جڏهن مير صاحب،

جيل جو چڪر ڏئي رهيو هو، تڏهن اسان واري سيل ۾ غلم وچايو ويو ۽ ويهارو ڪن سياسي قيدين جي دعوت ڪئي وئي. تقريرون ٿيون، ۽ مون ڪان انقلابي شعر پڙهايا ويا. سيني جي اڳيان ڪافي، بسڪيٽ، ڪيڪ ۽ سڪو ميوو رکيو ويو. پوءِ خبر پئي ته اهي سڀ مير صاحب جا ها. جيڪي هو ڪيپ ۾ رکندو ويندو هو، ۽ ناشتي ۽ رات جي مانيءَ بدران کائيندو هو.

هي ريشم آهي. جنهن منهنجي شاعريءَ کي ڪيئي پٽ جا جوڙا پاتا آهن، ۽ جا ڪوجا قبرستان ۾ دفن آهي. هوءَ سنڌ جي پهرين جديد شاعره هئي. هن کان اڳ ۾ ڪي اڻ پڙهيل سگهڙياڻيون ٿيون هيون، جن جا نالا 'داسي' ۽ 'مرڪان شيخڻ' هيا. ريشم ساٿي رسالي جي، سندري اتم چنداڻي ۽ ٻين ٻن سان گڏ ايڊيٽر هئي. هن جا هيٺيان ٻہ نظم 'ساٿي' جي نمبر ۾ ڇپيا هئا، جو ٽن سؤ صفحن تي مشتمل هو، ۽ جو مون وٽ لئبريريءَ ۾ ڪونہ آهي. انهن ٻن نظمن جون پهريون سٽون هيون:

پهريون: 'هن دنيا جي ويرانيءَ ۾ منزل ملندي يا نہ؟'

ٻيو: 'مڪڙي ڇا ڪان شرمائي؟'

ان کان پوءِ مون، هن جا ٻيا ٻہ نظم پنهنجي رسالي "اڳتي قدم" ۾ ڇاپيا ها، جيڪو مان پنهنجي دوست لڇمڻ راجپال جي مدد سان ڪيندو هوس. (لڇمڻ مون کي بمبئيءَ ۾ مليو هو. گهڻو ڪري انڪم ٽيڪس ڪمشنر تي رٽائير ٿيو هو.) انهن نظمن ۾ هڪ نظم آهي:

گهرو احساس

آءُ تہ مان توکي ٻهلايان،
نغمي جو جادو ڦهلايان
هلڪا هلڪا شيرين شيرين
توکي ڪيئي گيت ٻڌايان،
خاموشيءَ جون لهرون چيري،
تن جي سيني تي لهرايان،
ڳايان ڳايان تيسين ڳايان
جيسين پنهنجي دل ۾ پانيان
دنيا ساري خواب
ساٿي

دنيا ساري خواب
اونداهيءَ ۾ جيڪا دهڪي
تاري جيئن دل منهنجي آهي
پنهنجي هستيءَ کان گهبرائي
چانڊوڪيءَ کي هر دم چاهي
تارو اوندهہ ۾ هوندو آ
چانڊوڪيءَ ۾ هوندو ناهي
دوري ۽ مجبوري ڇا کان،
گڏجي پنهنجي دنيا ٺاهي
تارو ۽ مهتاب
ساٿي
دنيا ساري خواب

هوءَ جا هاڻي خواب عدم ۾ آهي، ان جو ٻيو نظم آهي، جيڪو 'ٻيوس' جي انداز ۾ آهي.

او ساز زندگيءَ جا!
سُرَ ٿو سوين سڻائين
هر تار ٿو وڄائين
ڪنهن وقت ٿو رئارين
ڪنهن وقت ٿو کلائين
منهن زرد دل دکي آ،
ڪنهن وقت کل خوشيءَ جا،
ڇيڙين پيو ترانا
سمجها نہ مون نرالا
آواز زندگيءَ جا،
او ساز زندگيءَ جا!
او ساز زندگيءَ جا!
يا عيد هئي وطن ۾
۽ چانڊني چمن ۾
يا دور ديس کان هان

۽ آ آماس من ۾
ڪولي نہ ٿو پڌائين
پر راز زندگيءَ جا
او ساز زندگيءَ جا!
ڪنهن وقت ڏس تہ ڳوڙها
جڻ ٿي ڏسان سپن ۾
انداز زندگيءَ جا،
او ساز زندگيءَ جا!
اڳ پوءِ ڏي نهاريون
۽ آس تي گذاريون
ڪلهہ ڪي نہ جي وساريون
هٿي ڏينهن ڪي بہ ساريون
ڪِن ۾ سوين مڪاريون
لک ناز زندگيءَ جا
او ساز زندگيءَ جا!

پر هن جي زندگي جو، جنهن جو وجود سراپا موسيقي هو، ساز اوچتو ٽٽي پيو ۽ جيڪي نغما انهن تارن ۾ سمايل ها، سي ايري نہ سگهيا ۽ هميشہ لاءِ خاموشيءَ جو حصو ٿي ويا.

هي جمال صديقي آهي، جيڪو وڪالت ۾ منهنجو پهريون پارٽنر هو ۽ آخر تائين هم پيالا ۽ هم نوالا دوست بہ رهيو ۽ سکر ۾ وفات ڪري ويو.

هي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي آهي. جنهن بزم صوفياءَ جي پهرين گڏجاڻيءَ ۾ چيو هو، ”سيد! هيءَ ڪهڙي چريائپ آهي. صوفي سڀ مري کپي ويا. هي سوشلزم جو دؤر آهي، تو ڇا جي بزم صوفياءَ ناهي آهي؟“ جنهن تي مون سيد کي ٽيڪ ڏني هئي ۽ چيو هوم تہ: ”صوفي ڪميسار کان بهتر آهي، جو هن ۾ خوفِ خدا آهي ۽ ان ڪري هو ڪنهن تي ظلم نہ ڪندو. اهو نالو بهتر آهي. ڪافي وقت لڳندو جو هن حڪومت کي خبر پوندي تہ هي چريا صوفي ڪير آهن؟ ۽ ڪين ڇا گهربو آهي؟“

هي ع. ق. شيخ آهي. جنهن منهنجي ڪجهہ ڪتابن جا سرورق ٺاهيا آهن. هن جي ڏيءُ ڊيلان ريشم جي ساهيڙي هئي ۽ منهنجي دوست عبدالستار

جي پهرين زال، جيڪو مون سان گڏ ايل. ايل. بي پڙهندو هو ۽ پوءِ ڪراچي هاءِ ڪورٽ جو ايڊيشنل ايڊووڪيٽ جنرل هو. ع. ق. شيخ سان منهنجون محمد ابراهيم جويو جي صحبت ۾ ملاقاتون ٿيون. پر جڏهن مان وائيس چانسلر هوس، تڏهن مان، محمد ابراهيم جويو، مراد علي مرزا ۽ آغا نور نبي گڏ ڪائيندا پيئندا هئاسين. ع. ق. شيخ هر روز پنهنجي ڪمري ۾ رکيل شيون ڦيرائي رکندو هو، تنهن ڪري ڪمرو نئون نظر ايندو هو. هن جي ڪمري ۾ ٿوريون شيون هونديون هيون. هن جون ڪجهہ نڪتل تصويرون، ڪئلينڊر ۽ ہہ ٽي چينيءَ جون شيون هونديون هيون. هن ڪي ڏسي مون کي فيض احمد فيض جو اهو شعر ياد ايندو هو، جو مونس بار بار دهرائيندو هو.

پيو کہ مفت لگادي هے خونِ دل کي کشيد
گران هے اب کے مئے لالہ فام کهتے هيں.

هو ڪٽ جي هيٺان ديسي جِن جي بوتل ڪڍندو هو جو ان مان علاوالدين جي جنّ وانگر نڪري ايندو هو. مون کي اڌ پيگ ڏيندو هو. مان ديسي شراب نہ پيئندو هوس. لاچار هن جي دل رکڻ لاءِ پي ويندو هوس. ع. ق. شيخ پوءِ پنهنجي رهائش واري جاءِ پنهنجي پيٽ کي موٽائي ڏئي وچي حيدرآباد جي قبرستان جي پرسان جاءِ ٺهرائي هئي. جتي هو جيئرن دوستن کان ڪتجي ويو هو، رڳو نور محمد ڪوجو هن وٽ ويندو هو. جڏهن چنڊ قبرستان تي ايرندو هو، جنهن سان مصوريءَ جي دوران هن محبت ڪئي هئي، ان جون يادگيريون ڪنهن قبر تي ڪتبي وانگر ہڏائيندو هو ۽ غالب جو غزل پڙهندو هو:

مدت هوئي هئے يار کو مهمان کئے هوئے
جوش قدح سے بزم چراغان کئے هوئے.
ترجمو: (مدت ٿي آهي جو يار مهمان ٿيو هو
۽ جام ۾ ايترو جوش هو جو بزم ۾ ڏيئا ٻري ويا هئا.)

هو هڪ نهايت نهٺو انسان هو، پر زماني جي بي اعتباري ۽ دوستن جي بي پرواهيءَ جو شاڪي هوندو هو. جڏهن مان عبدالستار سان گڏ پڙهندو هوس تہ عبدالستار مون کي هن جا ڪجهہ نثر جا ٽڪرا ٻڌايا ها، جي جيڪڏهن سعادت حسن منٽو، عصمت چغتائي، ۽ راجيندر سنگهہ بيدي ٻڌن ها تہ هنن کي پگهر اچي وڃن ها. پر هن جي پيري تنهائيءَ ۾ ايتري مجبور

هٿي جو پٽائيءَ جو هينيون بيت بي اختيار ياد اچي ويندو هو.

”پنڌ نہ پنڌن جيترو، ڪيئن سجهندي ڪيهہ،
جيڪر ڪريان ريهہ، پر ڄُوندا منڌ چري هٿي.“

هن پيچاڙيءَ تائين ڪيهہ نہ ڪئي ۽ هن جو پنڌ پڇي ويو. مان هن جي قبر تي ويو هوس تہ پٽائيءَ جو هينيون بيت بار بار منهنجي چپن تي آيو هو.

”پر پنجهوءَ ويهي، ڪهڙيون ڪندي ڳالهڙي،
ڇاڃي ماڃي موڻيا، ور ونيءَ ڏيئي،
خبر نہ پيئي، تہ ڏاج ڏنس ڪيترو.“

اهو پٽائيءَ جو ڪمال آهي جو قبر کي ونيءَ جهڙي خوبصورت تشبيهہ ڏني اٿس.

هي ڪامريڊ اشرف آهي، جو مون سان ۽ هڪ اردو شاعر ساحل بلگراميءَ سان گڏ مرينا هوٽل ۾ اڌ رات تائين پيئندو هو ۽ بل پاڻ ڀريندو هو. هو اسان کي مجاز، جوش ۽ فراق جا لطيفا ٻڌائيندو هو. جن مان ڪجهہ جوش مليح آباديءَ پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ”يادون ڪي برات“ ۾ لکيا آهن.

اشرف هڪ رومانوي اشتراڪي هو ۽ پراسراريت هن کي وڻندي هئي. هن بندر روڊ تي هڪ هندو واپاري جي آفيس هٿ ڪئي هئي. جتي هو ڪميونسٽن جي گڏجاڻي رکندو هو. هڪ ڀيري هن 555 سگريٽن جو ڏٻو اونڌو ڪري، ان مان هيٺينءَ پنيءَ سوڏا سڀ سگريٽ ڪڍي، ان جي هيٺان گڏجاڻيءَ جي ايجنڊا رکي تہ مٿان سي. آءِ. ڊيءَ وارا اوچتو ڇاپو هڻن. ٻئي ڀيري هن حيدر بخش جتوئي جي دوست هاري ليڊر عبدالقادر ۽ منهنجي بندر روڊ تي ڪنهن بار ۾ دعوت ڪئي. جڏهن نشي ۾ ڌت هئو، تڏهن هو چئي رهيو هو:

Sonara,I have served thee in my own fashion.

(سونارا (شاعر جي محبوبہ جو نالو) مون تنهنجي پنهنجي طريقي سان خدمت ڪئي آهي.)

هن جو مطلب هو تہ هن ڪامريڊن کي پياري، پارٽيءَ جي خدمت ڪئي هئي. مون اها سِٽ ڪنهن انگريزيءَ جي ڪتاب ۾ پڙهي هئي جا شايد رابرٽ سئسون (Robert Sasoon) جي هئي جو پهرين جنگِ عظيم ۾ ماريو ويو هو. ۽ جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ وقت پنهنجي محبوبہ کي مخاطب ٿي چئي هئائين.

اشرف پيارو دوست هو. هُو مون کي نيپيئر روڊ تي هڪ رقاصہ مقصوديءَ وٽ وٺي هلندو هو.جا نواب رام پور جي داشتہ رهي چڪي هئي ۽ اردوءَ جي شاعره بہ هئي. هُو هُن وٽ ٻہ ٽي ڪلاڪ ويهي، هن جا غزل ٻڌي داد ڏيندو هو ۽ هن کي ٻہ ٽي سوَ رپيا ڏئي ويندو هو. اشرف ڪافي وقت مون سان گذاريندو هو ۽ منهنجي اردو شاعريءَ جو مداح هو، جا مون ترقي پسند مصنفين جي انجمن ۽ حلقہءِ اربابِ ذوق ۾ پڙهندو هوس. هن جي چوڻ تي مون کي انجمن ترقي پسند مصنفين جو وائيس پريزيڊنٽ ڪري کنيو هئائون. انجمن جو سيڪريٽري ظهور نظر هو، جنهن جي باري ۾ مون 'جڳ مڙيوئي سپنو' ۾ لکيو آهي.

هڪ ڀيري انجمن هندوستاني جي مشهور اشتراڪي شاعر سردار جعفريءَ جي دعوت ڪئي. اهو 1947ع جو زمانو هو. سردار جعفريءَ تقرير ڪندي چيو: پاڪستاني شاعر فاشزم کان دور رهن." تہ هڪ نوجوان اردو اديب هن کان پڇيو تہ: "علامہ اقبال 'لينن جو ترانو' لکيو آهي. ڇا هن جي شاعريءَ ۾ فاشزم هئي؟" "ها، منهنجي جان، هئي." سردار جعفريءَ جواب ڏنو.

پر هڪ ڳالهہ نہ ٿي وسري. هڪ ڀيري اشرف مون کي ميري ويدر ٽاور جي ڀرسان هڪ فارين بئنڪ غالباً 'گرنڊ ليز' ڏانهن وڪٽوريہ گاڏيءَ ۾ وٺي هليو. چيو تہ اتي هن جو هڪ اينگلو انڊين ڇوڪريءَ مارگريٽ سان لنچ لاءِ وقت رکيل هو. مارگريٽ جا بئنڪ ۾ ملازم هئي. بئنڪ جي ٻاهران هن سان هڪ لڳي پندرنهن منٽن تي ملڻي هئي. اشرف وڪٽوريا واري کي ڪرايو ڏنو ۽ اسان ٻئي بئنڪ ٻاهران ٽين وڳي تائين بيٺا رهياسين. اوچتو ڪارونڀار چانئجي ويو. مينهن بہ چوي اڄ نہ پوان تہ ڪڏهن پوان! اسان ڀڄي وياسين. هڪ ٽين جي ڇپر هيٺان بيهي رهياسين. اوچتو مارگريٽ هڪ انگريز سان وڪٽوريا مان لٿي ۽ اشرف کي ڏٺو نہ ڏٺو ڪري بئنڪ ۾ هلي وئي. اشرف ٿڌو ساهہ ڀري مير جو هيٺيون شعر پڙهيو.

"ياد اس کي اتني خوب نهين مير باز آ

نادان! پهر وه جي سے بهلايا نہ جائے گا."

ان ڳالهہ مون کي شيڪسپيئر جي 'جيئن توکي وڻي' (As you like it) مان ان جي ڪردار آرلنڊو جي سٽ ياد آئي تہ، "ڪيڏو نہ تلخ تجربو آهي جو خوشي ڏانهن ٻئي ڪنهن جي اکين سان ڏسجي!"

پوءِ اسان پنڌ موٽي آياسين. ڪجهہ وقت اڳي هو گذاري ويو. هڪ ڀيري هُو منهنجي فليٽ ۾ آيو (ان وقت مان ۽ حشوءَ جو سوٽ ماڏو ان فليٽ ۾ رهندا هئاسين ۽ چيائين تہ پوليس هن جي گهر تي هن جي ڀاءُ شرف کي گرفتار ڪرڻ لاءِ ڇاپو هنيو هو، پر هُو ڪونہ ٿيي روپوش ٿي ويو. شرف، صحيح معنيٰ ۾ هڪ ڪميونسٽ هو. جنهن جي پارٽيءَ سان بيحد وابستگي هئي. هُو گرفتاريءَ جي پوءِ کان اوير پاڪستان ڀڄي ويو ۽ ڄيستائين اوير پاڪستان جي ڪميونسٽ پارٽيءَ سان گڏ ڪم ڪندو رهيو، جيستائين بنگلاديش نہ ٿيو.

هڪ ڀيري مان وٺڪيشن ۾ زرينا سان گڏجي بمبينو سئنيما تي ويو هوس تہ اتي مون کي ڪامريڊ شرف مليو ويو. هن کي بنگلاديش جي ڪامريڊن بچائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر انهن ۾ جيڪي قوم پرست ها، هن جي برخلاف ٿي پيا. هن بنگلاديش ۾ خونريزيءَ جا لرزہ خيز داستان ٻڌايا. ڪراچيءَ ۾ هو ريڙهيءَ تي سبزي وڪڻي ٻارن جو پيٽ پاليندو هو.

هو منهنجو ڪافي هائوس جو ساٿي عمر عابد زبيري، جيڪو فيڊرل سيڪريٽري مسرت حسين زبيريءَ جو ڀائٽيو هو، جنهن جي معرفت منهنجي ٽرانسڪائيٽ موسيٰ بام جيءَ سان واقفيت ٿي هئي. سو بہ اوير پاڪستان ۾ سرگرم سياسي ڪارڪن هو ۽ موٽي اچي بنگلاديش تي ڪتاب لکيو هئائين ۽ ڪجهہ وقت اڳ گذاري ويو آهي.

هي محمد امين ڪوسو آهي، جو هوٽلن ۾ مهينن جا مهينا ٽڪيو پيو هوندو هو ۽ جيڪڏهن پئسو نہ هوندو هوس تہ اوڌر تي ضيافت ڪندو هو، نيٺ ڳوٺان پئسا گهرائي، يڪو ئي بل ادا ڪندو هو. هن حشوءَ کان فلسفي اسپينسر (Spencer) تي ڪتاب وٺي مهيني ۾ پورو ڪيو ۽ تيستائين هن جي هوٽل جو بل ڪتاب جي قيمت کان ٽيهارو ڀيرا وڌي ويو.

هي ڪامريڊ جمال الدين بخاري آهي، جنهن پنهنجي ترقيءَ پسنديءَ جي ثبوت لاءِ هڪ هندو عورت شانتيءَ سان شادي ڪئي هئي. جڏهن سندس پٽ مون سان لاڙڪاڻي ۾ گڏيو هو، تڏهن جماعت اسلاميءَ جو ميمبر هو. ترقي پسندن کي چڙ هن جي ڏاڙهي ڏاڙهي رهي هئي.

هي مولوي عبدالله آهي، جو ’نئين زندگي‘ رسالو ڪيندو هو ۽ جو ڊاڪٽر ذاڪر حسين سان جامع مليءَ ۾ رهيو هو ۽ جنهن جو تڪيو ڪلام

’ڇڏ زوراور‘ هوندو هو. هن تي مون گمبٽ ۾ هڪ غزل بہ لکيو هو، جيڪو اڄان غلام ربانيءَ کي ياد آهي. مولوي عبدالله، پير حسام الدين شاهہ راشديءَ ۽ سينيٽر حسين شاهہ راشديءَ جو دوست هو. جڏهن ڪيس ڪائي بلو فلم ڏيکاريندا هئاسين تہ هُو سٿرن ۾ هٿ وجهي ٽنگون سڪيڙيندو هو ۽ جيڪڏهن فلم اڌ ۾ بند ڪندا هئاسين، تہ ڇرڪ ڀري چوندو هو، ’ڇڏ زوراور! باقي بہ ٿي وڃي.‘ هو امير حمزي جي داستان مان عمر عيار جي زنبيل وانگر ويهہ سير وزني ٿيلهو پاڻ سان کنيو وتندو هو، جنهن ۾ ڪيئي اخبارون، رسالا ۽ هن جا ڇپيل ڪتاب هوندا ها. هن جي بي خوديءَ واري موجودگي، ڪوري ڪاغذ وانگر سادي ۽ هلڪي هوندي هئي.

هي عبدالقدوس قدوسي آهي، جنهن مون وٽ يونيورسٽيءَ ۾ تاريخ سنڌ جا پنج حصا آندا ها تہ انهن تي هن کي پي. ايڇ. ڊي ڊگري ڏيان. اهو بہ پير صاحب جي حلقي جو ماڻهو هو ۽ سينيٽ جي فيصلي کان اڳ گذاري ويو. جي ڪيس ڊگري ملي وڃي بہ ها تہ ڇا ٿئي ها؟ گذاري تہ هونءَ ئي وڃي ها. پر فريم ٿيل ڊگري هن جي گهر جي ديوار تي ٽنگي رهي ها. ڇا ڪي ماڻهو پنهنجي سنگ لحد تي بہ ايم. اي.، پي. ايڇ. ڊي لکن ٿا؟

هي ڪامريڊ پوهو آهي. جنهن وٽ مان روپوشيءَ دوران ويندو هوس، جو هر ڀيري شڪايت ڪندو هو تہ سندس ورتل شيئرس جي قيمت ڪِري پئي آهي. پڇاڙيءَ ۾ بہ اها ڳالهہ ڪندي، غالباً 1970ع ۾ گذاري ويو. مون هن کي هڪ ڀيري چيو هو تہ: فلاڻي عورت هن جي زندگيءَ جي وارياسي ۾ اڪيلو گل آهي، تہ هو منجهي پيو هو. ڇگو جو هن کي اهو ڏينهن ڏسڻو نہ پيو تہ انهيءَ گل جون واچون ٽڙيل پکڙيل پنکڙين وانگر ٿيون لڳن ۽ هوءَ هڪ گل جهڙي ڪنواري ڇوڪري نہ رهي آهي. پر هڪ سس آهي، جنهن کي ٿوهر جي شاخ جهڙي زبان آهي. ان وقت غلام رباني آڪرو ويٺو هو. جڏهن بہ پوهوءَ جي ڳالهہ نڪرندي آهي تہ هو اها سٽ دهرائي ٽهڪ ڏيندو آهي. ٽهڪ ربانيءَ جي زندگيءَ ۾ ائين هيا جيئن سنوڙيءَ جي زندگيءَ ۾ سِڪا هوندا آهن، جي هُو مٺيون ڀري اڇليندو آهي.

هُو منهنجو پيارو دوست نعيم صديقي آهي، جيڪو بحرين ۾ گذاري ويو ۽ جنهن جي باري ۾ مون اڳيئي لکيو آهي.

هو منهنجا هندوستان ۾ سنڌي دوست سڳن آهوجا، نارائڻ شيام، موهن

ڪلپنا، هري ڪانت، هروسدارنگاڻي، تيرٿ وسنت، ۽ حشو ڪيولراماڻي آهن، جيڪي بہ گذاري ويا آهن ۽ انهن کي ياد ڪري پڇتائيءَ جو هي بيت ٿو ياد اچي.

ڳچيءَ واربو ٻانهن، وينئي روئي وڇن سين،
لايان لال لڱن کي، اڻين جي چرو ڪانهن،
آءٌ اوهان جي ڊانهن، سدا پٽان سَنري.

انهيءَ ڏکهي لسٽ ۾ وقفو ضروري آهي. انهيءَ ڳل جي ياد اچي تازه دم ڪري ٿي، جو اڃان ٺاريءَ تي آهي. هوءَ شاعره هئي.

مان جو بلبل هزار داستان آهيان. انهيءَ سان محبت جي سرگوشي بہ نہ ڪئي آهي. فقط اسان جون اکيون، هڪٻئي جي اکين ۾ گم رهيون آهن، ۽ انهن ۾ پنهنجا جڳ جڳانتر ڳولينديون رهيون آهن.

هڪ ڀيري هُوءَ منهنجي سٽر سان پنهنجي سٽر ملائي، مون سان هڪ سئنيما هال ۾ ويٺي هئي. پر مون هن جي ران جي اطلس ۽ ڪمخواب کي ڇُهيو بہ نہ هو. پوءِ جڏهن هوءَ ٻيهر ملي تہ منهنجي اکين جا پيغام سمجهي وئي ۽ مان سندس اکين جا پيغام سمجهي ويس.

ڏک، پيڙا، خوشي ۽ سرخوشي، ڇا ڇا نہ سمايل هو اسان جي اکين ۾! نہ ڄاڻان اسان ڪهڙي جنم ۾ مليا هئاسين! امرتا پريتم ويجهي هجي ها تہ هن کان ڪنهن جوتشيءَ جو ڏس پڇان ها! مون هن جي ڇهاءَ کان سواءِ هن کي ڇُهيو آهي. هن جي ڏيکاريءَ کان سواءِ هن کي ڏٺو آهي. ۽ منهنجا ڪن ٻُرندا رهيا آهن. انهن ٻولن سان، جي ڪيئي سال اڳ هن ڪجهہ ٻوليا ۽ ڪجهہ نہ ٻوليا ها. مان هن جو نانءُ وٺڻ نہ ٿو چاهيان، پل تہ هوءَ منهنجي شاعريءَ جي پرولي رهي، جنهن جي پيڇئي ڪنهن وٽ ڪانهي، سوا ان ريل جي گاڏي جي، جنهن ۾ ويهي هوءَ مون سان گڏ وچي رهي هئي، ۽ منهنجي دل ۾ آيو هو تہ هن کي آغوش ۾ ڇڪي وٺان. هاڻ وري ٿو اڃان ان لسٽ تي، جا مون وچ تي ڇڏي هئي.

مون کي موهن ڪلپنا سان بہ ڏاڍو پيار هو. هڪ ڀيري سال 1963ع ۾ الهاس ننگر ۾، سڳن آهوجا جي گهر ماني کائي، هن جي پٽڙ ۾ غلم وڃائي، ويهہ يا پنجويهہ اديب ويٺا هئاسين. مان هڪ ماٺهوءَ جو مشاعرو ٿي رهيو آهيان. ان رات مان وهاڻي کي ٽيڪ ڏئي، رات جي ڏهين وڳي کان صبح جي

پنجين وڳي تائين شعر پڙهي بس ڪئي تہ موهن ڪلپنا چيو تہ: ”اياز! تنهنجي شاعري ٻڌي راڻي پرتاب جي باري ۾ هڪ چوڻي ٿي ياد اچي. هڪ ڀيري راڻو چتور مان ڪجهہ ڏينهن ٻاهر ويو. چتور جي قلعي ٻاهران هڪ ڀيءُ پٽ وڙهيا ها. اوچتو ڀيءُ پٽ کي چيو تہ: راڻو موٽي آيو آهي. پٽ حيران ٿي ويو ۽ ڀيءُ کي چيائين تہ: ”ابا توکي ڪيئن خبر پئي تہ راڻو موٽي آيو آهي؟ پڻس جواب ڏنس، تو تلوار جا زوردار ست زيڪا ٻڌا؟ ايترا زور سان ست ڀيرا زيڪا صرف راڻو ئي ڪري سگهندو آهي. ايتري زوردار رواني‌ءَ سان فقط تون ڏهين وڳي رات کان پنجين وڳي صبح تائين شعر پڙهي سگهندو آهين.“ مون کي پنهنجي شعر تي اهڙو داد ڪنهن نہ ڏنو آهي.

هن ڀيري جڏهن موهن ڪلپنا مون تي الهاس ننگر ۾ تقرير ڪندي چيو تہ: شيخ اياز کي نوبل پرائيز ملڻ گهرجي ۽ مون سان ڪچهري ڪري موڪلايو. تڏهن مون موهن ڪلپنا ۾ پنهنجي موت جي اڳيات پريرڻا (علمِ سابقہ) (pre-cognition of Events) ڏٺي هئي. هن هوٽل ۾ مون سان ڀاڪر پائي مون کي چيو تہ: ”الوداع! اياز! وري نہ ملنداسين!“ مون کي اهو ٻڌي ڏک ٿيو ۽ مون ائين سمجهيو تہ شايد هو منهنجي موت جي اڳڪٿي ڪري رهيو آهي. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ، هو مون کي پنهنجي دوست گني سامتاڻيءَ جي گهر مليو، جو بمبئي گورنمينٽ ۾ هوم سيڪريٽري آهي. جنهن منهنجي ۽ زرينا جي پنهنجي فلئٽ ۾ ماني ڪئي هئي. اسان ڪافي وقت پيئندا ۽ گفتگو ڪندا رهياسين. مون هُن کي هڪ لطيفو ٻڌايو هو، جو ٻڌي هو ڏاڍو کليو هو. يوگو سلوويا جي ڪنهن وقت وائيس پريزيڊنٽ ملووين جلاس پنهنجي ڪتاب، ’اسٽالن سان گفتگو‘ (Conversation with Stalin) ۾ لکيو آهي تہ: ”اسان يوگوسلويا جا عيوضي اسٽالن وٽ وياسين. اسٽالن جي پالٽ بيورو جو دستور اهو هوندو هو تہ هو شام جو نوين وڳي کان وٺي صبح جو نوين وڳي تائين واڊڪا پيئندا ها ۽ ماني ڪائي شام تائين ننڊ ڪندا ها. انهيءَ وچ ۾ هو قومي ۽ بين الاقوامي مسئلن تي فيصلا بہ ڪندا ها. اسٽالن اسان کي بہ رات جو گهرايو هو. جيتوڻيڪ اسان ايترا بلا نوش تہ نہ هئاسين، تڏهن بہ اسان ڪجهہ جام پيتا. جڏهن مون کي پيشاب لڳو ۽ مان باٿ روم ۾ ويس تہ مون کان اڳ مالوتوف اتي بيٺو هو. مون کي ڏسي پينٽ جي زپ کوليندي چيائين: ”We load before unloading. اسين ڀرجڻ ٿا خالي ٿيڻ کان اڳ.“

پر اٿين ٿهڪڙن کان پوءِ جڏهن هن سان ياڪر پائي موڪلايو، تڏهن بہ ساڳيا لفظ چيائين: ”چڱو اياز وري نہ ملنداسين.“ ٻن ٽن مهينن کان پوءِ مون کي ڪراچيءَ ۾ خبر پئي تہ موهن ڪلپنا گذاري ويو. ڪي ڳالهيون واقعي انسان جي سمجهہ کان ٻاهر آهن.

نارائڻ شيام کي ڪنهن بيوقوف ڊاڪٽر سياري ۾ گلوڪوز جي ڊرپ چاڙهي تہ هن کي ڪنبڻي وٺي وئي ۽ هو گذاري ويو. ڪونج ماهوار جو ايڊيٽر هري موٽواڻي تڏهن هتي طارق اشرف وٽ ڪراچيءَ ۾ رهيل هو. ان وقت منهنجي طبيعت ڏاڍي خراب هئي. طارق اشرف جڏهن هُن کي اهوبڏايو تہ هو منهنجي گهر پڇندو آيو. مون تيستائين ’سُر نارائڻ شيام‘ لکي ورتو هو، جو هري موٽوانيءَ کي ڇاپڻ لاءِ سپرد ڪيم. هن اهو نهايت سهڻي گيٽ اپ سان ڇپرايو. شيام جي باري ۾ مون پنهنجي سموري جذبات جو ڀرپور اظهار ان ڪتاب ۾ ڪيو آهي. مان هتي هڪ ٻي ڳالهہ جو ذڪر بہ ڪرڻ ٿو چاهيان. 1963ع ۾ منهنجو بمبئي ۾ اچڻ جو ٻڌي، شيام ترين رستي دهليءَ مان بمبئيءَ مون سان ملڻ آيو هو. اسان جا اڳ ئي سٺا تعلقات هئا. مان هن کي پاڻيءَ جي جهاز تي چڙڻ لاءِ منهوڙي ويو هوس، جڏهن هو سنڌ ڇڏي هند وڃي رهيو هو. بمبئي ۾ ڳالهين ڪندي مون هن کي چيو هو تہ: ”مان جڏهن اسڪول ۾ پڙهندو هوس، تڏهن دهليءَ مان هڪ ڇوڪري مهاتما گانڌيءَ کي اتر پرديش وٺي وئي هئي، ۽ اتي هن ڪيس پنهنجي اڳين جنم وارو گهر ۽ مڙس ڏيکاريو هيو ۽ مڙس جي چوڻ تي پنهنجي فرش هيٺان لڪايل ڳهڻ جو دٻلو ڳولي ڏنو هئائين...“ شيام چيو: ”ان ڇوڪريءَ سان ملندين؟ مون سان ساڳي آفيس ۾ ڪٽ ڪم ڪندي آهي، ۽ اڄان تائين ساڳيون ڳالهيون ڪندي آهي.“

شيام ايڏي سياڻي طبيعت وارو ڪم گو شاعر هو، جو جڏهن هو ڳالهائيندو هو تہ مون کي ٽپائيءَ جا هينيان بہ شعر ياد ايندا ها.

ڪَنُ تي ڪيڇين ڪچيو، ڪڇ نہ ڪچيائون،
رهي نہ رتيءَ جيتري، انهن وٽ آئون،
وڃي وڃائون، هو جو وڻ هڻڻ جو.

ڪن تي ڪيڇين ڪچيو، ڪڇ، نہ ٽا ڪُڇن،
ٻاڙان پوءِ وڍن، هو جو وڻ هئڻ جو.

اهڙو نهنو شاعر مون اڄ تائين نہ ڏٺو آهي. جنهن هئڻ جو وڻ ٻاڙون وڍي ٿُتي ڪيو هجي.

شيام کي ڀارت ۾ سنڌيءَ جو عظيم شاعر سمجهندا آهن. هِتي ٻہ هُن لاءِ ڪا گهٽ عزت ناهي. محمد ابراهيم جويي، تنوير عباسيءَ جو شيام تي پورو ڪتاب ڇپرايو آهي.

دراصل برصّغير جي ورهاڱي، ہيو سڀ ڪجهہ ورهايو پر شعرو ادب کي ورهائي نہ سگهيو آهي. اڳي تہ اسان تي وطن دشمنيءَ جي الزام تراشي ٿيندي هئي، پر هاڻي تہ امرتا پريتم ۽ ٻيا پنجابي شاعر ۽ اديب هتي پنجاب ۾ ڇپجي رهيا آهن ۽ هتان جا پنجابي شاعر ۽ اديب اوير پنجاب ۾ ڇپجي رهيا آهن، ۽ اردوءَ ۾ مرزا غالب کان وٺي سردار جعفريءَ تائين هتي ڇپجي رهيا آهن. ادب هر ديوار ڊاهي سگهندو آهي. رڳو ڪشمير جو سياسي مسئلو ڪنهن ريت حل ٿئي تہ برصغير ۾ ہيو ڪوئي تضاد ناهي. ۽ وري شڪستہ دليون ڳنڍجي سگهن ٿيون. ڪشمير جو حل نهايت ضروري آهي، جو اسان شاعر نہ ٿا ڪري سگهون. سياستدان ۽ ملٽريءَ وارا ئي ان جو ڪو جوڳو حل ڪڍي سگهن ٿا. باقي ٻئي هر زخم لاءِ اسان وٽ مرهم آهي. رڳو سڀُن آهوجا لاءِ اسان ڪائي مرهم ڪٿي نہ وڃي سگهياسين. توڙي جو هن اهڙو خط رشيد ڀٽيءَ ڏانهن لکيو هو، هن کي خارش (Eczema) هئي جا لهي نہ ٿي لٿي. جنهن هن کي چيڙاڪ ۽ ڪاوڙيل بڻائي ڇڏيو هو. سنڌس ڀيءُ جي سکر ۾ سنڌوءَ سامهون ڪوئي هوندي هئي، جتي هو خوشحال زندگي گذاريندا هئا. هن ئي مون کي بيئر پيٽ تي هيرايو هو. پر پوءِ الهاس ننگر جي ڪئمپن هن کي مايوس ۽ دلگير ڪري ڇڏيو هو. مون هن جي موت تي هڪ دردناڪ نظم لکيو هو،جيڪو ’ڪي جو ہيڄل ٻوليو‘ ۾ ڇپيو آهي.

مون سدائين ان ڳالهہ تي سوچيو آهي تہ اڳتي (موت کان) ڇا آهي؟ ڇا هن زندگيءَ کان پوءِ ٻي زندگي آهي؟ ڪيئي مفڪر ۽ فلسفي صدين کان ان ڳالهہ تي سوچيندا رهيا آهن. آخر اها سوچ جائز بہ آهي؟ ڇا ہيو ڪوئي سوال ان کان وڌيڪ اهم آهي؟ زندگيءَ کان وڌيڪ پراسرار ٻي ڪهڙي شيءِ آهي؟ منهنجي شاعريءَ ۾ ان جو جواب اڃان تائين تہ سواليہ نشانيءَ تي ڪٿي ٿو!

غالب چيو آهي؛

هستي کے مت فريب مين آجائيو اسد
عالم تمام حلقۂ دام خيال هے.
(اي اسد (غالب جو ٻيو تخلص) هستيءَ جي فريب ۾ نہ آءُ
سڄو عالم خيال جي ڄار ۾ ڦاٿل آهي.)
حافظ جو بہ هڪڙو شعر ياد ٿو اچي؛
در بزم دور يک دو قدح درکش و برو
يعني طمع مدار وصال دوام را.
(بزم ۾ هڪ ٻہ جام پي رهندو رهہ
۽ دائمي وصال جي هيڇ نہ رک.)

ڪي وڏا ماڻهو، جيئن ڊاڪٽر مهڪري هو. جنهن جي گفتار هڪ تيز نشتر وانگر هوندي هئي، ۽ ان ڦوڙي کي ڦاڙي ڇڏيندي هئي، جنهن تاريخ جو ويهڻ وهہ ڪيو آهي. اهو بہ 85 ورهين جي عمر ۾ گذاري ويو.

منهنجا ڪلاس فيلو ديوان پرمانند، سترام ۽ ٻيا بہ چڪيا تي رک ٿي ويا، جا گنگا ۾ پنهنجو سفر پورو ڪري وڃي سمنڊ ۾ سمائي.

ڪي ننڍ وڏائيءَ کان مٿي انسان عطا محمد ميمڻ جو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ منهنجو ٻي. اي هو، ۾ جڏهن سنڌ گورنمينٽ ۾ ڊپٽي سيڪريٽري ٿيو، تڏهن بہ چڻ منهنجو ٻي. اي هو ۽ مهتاب اڪبر راشدي هن کي ڀائن جيان ڀائيندي هئي.

مرحوم عمر ميمڻ سان، جنهن تي نورالهديٰ شاهہ جو مضمون پڙهي، منهنجي دل ڀرجي آئي هئي. مان، رباني، ابراهيم جويو، حسن پٺو، يوسف ٽالپر، جو هن وقت مرڪزي حڪومت ۾ وزير آهي. مرحوم اڪبر قاضي جي هوٽل اورينٽ ۾ ڪچهريون ڪندا هئاسين. ها مون کان مخدوم طالب المولىٰ، مولانا گرامي، محمد عثمان ڏيپلائي ۽ عبدالڪريم گدائي جو ذڪر وسري ٿو وڃي، جي يڪتائي روزگار انسان هوندا ها. ٻيا بہ ڪيئي سکر جا دوست، جج، وڪيل، منشي مڙا هوندا هئا، جن مان ڪِن جو ذڪر مان 'ڪٽي نہ پيچبو ٽڪ مسافر' ۾ ڪيو آهي.

تازو منهنجو هڪ جونيئر محمد صديق ڪرل جنهن محترمہ بينظير لاءِ ضياءَ جي حڪومت ۾ سکر مارڪيٽ ٽاور وٽ ڪوڙا کاڌا ها، سو بينظير پٺو

جي اڳينءَ حڪومت ۾ سڪر جو ايڊووڪيٽ جنرل هو. جڏهن بينظير ڀٽو اقتدار ۾ آئي، تڏهن هن ڪي ۽ منهنجي دوست آغا سيف الدين کي هاءِ ڪورٽ جا جج مقرر ڪيائين. منهنجي ڀڦاڻ جي ڀٽ ۽ جونيئر حبيب الله ڪي جو ڪنهن وقت منهنجو هم مشرب ۽ همخوار هو، سڪر هاءِ ڪورٽ ۾ پاڪستان جو ڊپٽي اٽارني جنرل مقرر ڪيائين. امداد اعواڻ جو مون کي استاد چئي ملندو آهي، ان کي سڪر مان سينيٽر ڪري کنيائين. انهن مان محمد صديق ڪرل اڃان هاءِ ڪورٽ جو جج مس ٿيو تہ ڪار جي حادثي ۾ گذاري ويو. منهنجو هڪ ٻيو دوست فيروز الله ناناڻ جو بہ هاءِ ڪورٽ جو جج هو، پئرس جي ڪنهن اسپتال ۾، پنهنجي ڪئنسر جو ٻڌي، جيئن ئي اسپتال مان ٻاهر نڪتو تيئن دل جو دورو پوڻ سان گذاري ويو.

منهنجو هڪ ٻيو فلسفي يار ۽ ڪلاس فيلو ۽ پوءِ هاءِ ڪورٽ جو جج، جسٽس علي نواز ٻڌائي بہ ٽي سال اڳ گذاري ويو. سيشن جج جن سان مون وقت گذاريو هو، سي بہ الائي ڪهڙي دنيا ۾ آهن! انهن مان عزيزالله ميمڻ سان منهنجي گهري دوستي هوندي هئي. عزيزالله ميمڻ، مان، ايس. اي اميد علي قريشي ۽ سپرنٽينڊنٽ جيل آغلو خان دراني هر هفتي براج ڪالوني سکر ۾ ڊي. ايس. پي غلام اڪبر جي جاءِ تي ويندا هئاسين ۽ اتي ڪائيندا پيئندا هئاسين ڄڻ هومر جي آڊيسيءَ مان ڪجهہ ڪردار هياسين.

غلام اڪبر جي زال ڪرستان ۽ ماءُ ايراني هئي. هُو فارسي چڱي ڄاڻندو هو ۽ بيدل دهلويءَ جو وڏو مداح هو. بيدل جو ديوان هن جي ميز تي پيو هوندو هو ۽ اهو اسان کي پڙهي ٻڌائيندو هو.

همه عمر با تو قدح کشيم و نہ رفت رنج خمار ما
چہ قيامتي کہ نہ مي رسي زکنار ما بہ کنار ما.

(سڄي عمر تو سان پيالو پيتو، پر اسان مان خمار جو رنج نہ ويو
ڪهڙي قيامت آهين جو اسان جي پاڪر مان اسان جي پاڪر تائين نٿو پهچين.)

عجب است گر هَوَسَت کشد کہ بہ سيرو و سمن در آ،
تو ز غنچہ کم نہ دميدہ اي درِ دل کشا و چمن در آ،
پئے آهوان رميده خو مپسند زحمتِ جستجو،
بہ خيال حلقہء زلف او گرهي کشا و ختن در آ.

* ختن: شهر جا هرڻ مشهور ها.

(اھو ڏسي عجب ٿو اچي تہ توکي ھوس سرو و سمن ڏانھن ٿو ڇڪي
تون پاڻ بہ مکڙيءَ کان گھٽ نہ آھين. پنھنجي دل جو در کول ۽ چمن
۾ ھلي آ.
ياچ جي ھيراڪ ھرڻين جي پنيان ڀڳولا نہ ڪر ۽ پريشان نہ ٿيءُ.
ھن جي زلفن جي گھير جي ڀڳنڊ کول ۽ ختن ۾ ھلي آءُ.)
بيدل دھلويءَ جو غالب ۽ اقبال جي فارسي شاعريءَ تي ڏاڍو اثر ھو.
ھڪ ڀيري غالب جي لاشعور ھيٺيون شعر بيدل تان کنيو.
بوئي گل نالہء دل دود چراغ محفل
جو تيري بزم سي نڪلا وہ پريشان نڪلا
بيدل جو شعر آھي:
بوئي گل نالہء دل دود چراغ محفل
ھرڪہ از بزم تو برخواست پريشان برخواست
(گل جي خوشبو. دل جي دانھن. محفل جو ڏيئو.
جيڪي بہ تنھنجي محفل مان نڪتا. پريشان نڪتا.)
مون پنھنجي پھرين اردو ڪلام جي مجموعي جو نالو 'بوئي گل نالہء
دل' بيدل دھلويءَ تان ورتو ھو.
اھي منھنجا ھم پيالا ۽ ھم نوالا دوست جي مون سان سکر جي اونھاري
۾ ھڪ ہي وڳي رات تائين غلام اڪبر جي پڊر ۾ ويٺا ھوندا ھئا. جيستائين
ھير جا جھلڪا لڳندا ھا ۽ غلام اڪبر جي گھر ۾ بيٺل سرنھن جي وڻ مان
چنڊ جا پاڇا ھيڏانھن ھوڏانھن سري پري پنھنجا چوغا لاھي، ڌرتيءَ کي
آغوش ۾ وٺندا ھا. اھي سڀ گذاري چڪا آھن. ۽ مٽيءَ ماءُ جي گود ۾ آرامي
آھن. ياد نہ ٿو اچي تہ ھي شعر ڪنھن جو آھي. پر گھڻو ڪري سنسڪرت
جي ڪنھن شاعر جو آھي:
محبت ۽ مزاح جي ٿوري موسم
روشنيءَ جي ۽ زندگيءَ جي ڏک ۽ سک جي،
ان کان پوءِ اونده جو شديد خوف
۽ مٽي مٽيءَ ڏانھن وڃي ٿي.
ھڪڙو منھنجو جونيئر ڪليم الله ھوندو ھو. جيڪو ڀڳڙھي ياسين جو
ھو. ھن جي حاضر جوابي ھڻ ڪڻ جيان ھوندي ھئي. ڀڳڙھي ياسين وارا دوست

پنهنجي حاضر جوابيءَ کي چاقوءَ وانگر هڪبِئي جي سِراڻ تي تکو ڪندا هئا. مون انگريز مضمون نگار چيسٽرٽن (Chesterton) جي هڪ مضمون ۾ پڙهيو هو تہ: ”طنز ۽ مزاح جي نوڪ نہ رڳو تلوار وانگر پيهي ويندي آهي، پر اها ڏسڻ ۾ بہ ايندي آهي.“ ائين لڳندو هو تہ ڪليم الله سوچي سمجهي چرچو نہ ٿو ڪري،اهو الهام وانگر نازل ٿئيس ٿو، ۽ هن جي وات مان اهو جڏهن نڪري ٿو تڏهن اهو ٻڌي ٻاڻ بہ ڪل ۾ ويڙهجي وڃي ٿو.

منهنجو هڪ منشي بلرام هو، جنهن جو ياءُ هڪ ڏينهن، هن وٽ پنهنجي شڪارپور واري گهر مان آيو ۽ هن کي چيائين: ”مان سياڻي راجستان ٿو وڃان، امان جو خيال رکجانءِ“ بلرام اها ڳالهہ ٻڌي حيران ٿي ويو. هن ڪانئس سبب پڇيو تہ هن وراڻيس: ”ڪالهہ مان حويليءَ ۾ کوهہ مان ڏول ڀري رهيو هوس تہ ڪوئي مهاجر، جو بہ حويليءَ جي هڪ گهر ۾ رهندو هو، مون کي چيو تہ: ”ڪافر، پاڻيءَ کي پليد نہ ڪر، ٻاهران ڀريندو ڪر.“ هن وڏيڪ بلرام کي چيو تہ: ”مان هتي ترسندس تہ خون ٿي پوندو. مان ڪنهن جي تِڻ مِڻ سهڻ وارو نہ آهيان، پوءِ اهو مُسلو هجي يا ڪير بہ هجي.“

مون کي اوچتو ڪوئي شخص ياد آيو. مون ذهن ۾ ٽپوڙئي مچيءَ وانگر هن جو نالو ڦاسائي ورتو. هُو شوَن هو جو شيخ راز جو گهرو دوست هو. راز سرناگتي هاسٽل ۾ ساڻس ملاڻ لاءِ مون کي وٺي ويو هو. هُو هڪ ڏنڊو مشٽنڊو جوان هو. هن بہ راز کي چيو هو: ”مان هاڻي هتي رهي نہ سگهندس ۽ هندوستان وڃان ٿو.“ پوءِ هن وهاڻي هيٺان تيز ڇرو ڪڍي راز کي ڏيکاريندي چيو هو: ”هي ڏسين ٿو راز! هي هندوستان ۾ انهيءَ مسلمان جي پيٽ ۾ هوندو، جو پهرين ڀيري منهنجي منهن پيو.“ شوَن ڪاٺ جي صندل تي بنا وڃاڻي سُتو پيو هو. هن نوڪدار ڇُرو صندل ۾ هنيو تہ اهو ڪاٺ ۾ پيهي ويو ۽ پوءِ ڇڪ ڏئي ان کي ڪڍيائين، ڇرو ڏاڍو چڱي رڪ جو هو ۽ ان ۾ ڇپ نہ پيو. مان ۽ شيخ راز جڏهن سرناگتيءَ مان ٻاهر نڪتاسين تڏهن شيخ راز مون کي چيو: ”مون کي خبر نہ هئي تہ شوَن ۾ مسلمانن لاءِ ايڏي نفرت ۽ تلخي آهي. مان وري هن وٽ نہ ويندس.“ راز ان تي نہ سوچيو تہ شوَن کي ڳوٺ، گهرگهاٽ، اوڙو پاڙو، ميڙي چونڊي سڀ هتي مجبور ٿي ڇڏڻي ٿي پوي. هن جو بيو ردِعمل کهڙو ٿيندو!

اهو پهريون موڙ هُيو شيخ راز جي زندگيءَ جو. راز سنڌي سرڪل جو سيڪريٽري هوندو هو، جنهن جو صدر رام پنجواڻي هو. هُو رام پنجواڻيءَ سان گڏ ٻين هندو دوستن مُولي وغيره جي ۽ منهنجي هر مهيني ۾ هڪ ڀيرو گهر ۾ دعوت ڪندو هو ۽ سندس زال جي هٿن جي ٺهيل برياني کائي اسان جا ويشنو هندو دوست چپ چٽيندا ها. هن جي زال مون کان پردو نہ ڪندي هئي. هوءَ مرحوم (قريشي نالو ياد نہ ٿو اچي.) جي سالي هوندي هئي، جيڪو ڪراچيءَ جو وڏو سرمائيدار هوندو هو.

هڪ ڀيري مون کي مُدي جو تپ ٿي پيو هو، جو يارنهن ڏينهن هليو. شيخ راز جو گهر جناح گارڊن (اڳي گانڌي گارڊن) جي ڀرسان هوندو هو، جتان هو منهنجي لاءِ چوزي جي يخني ۽ ڊبل روٽي کڻي ايندو هو ۽ منهنجي ڏاڍي خدمت ڪئي هئائين. هُو بنيادي طرح هڪ نيڪ انسان هو، جڏهن کان هن کي اسلامي جوش آيو، تڏهن هن منهنجي خلاف روزاني مهراڻ ۾ اسي قسطن جو مضمون لکيو. جن محمد ابراهيم خليل جي عنقريب ايترين ئي قسطن واري تنقيد ۽ سردار علي شاهہ ذاڪر جي ايڊيٽوريلن ۽ رشيد احمد لاشاري جي مضمونن منهنجي خلاف باهہ ٻاري ڏني. منهنجي شاعري پلال جي ڪري ۾ چڻنگ وانگر هئي، ۽ ان جي شعلي نوائيءَ جي ڪري مون کي ڪافي ڀوڳڻو پيو. ان هوندي بہ شيخ راز پنهنجي آڪٽراءِ انسپيڪٽر هولا رام جودوست هوندو هو. هولارام سچي ميونسپالٽيءَ کي آڱرين تي نچائيندو هو ۽ آڪٽراءِ مان لکين رپيا ناهيا هئائين. هو سنڌوءَ جي ڪناري، بندر روڊ جي مهڙ ۾ هڪ ننڍي جاءِ ۾ زال سوڌو رهندو هو. اوچتو هن جي غير موجودگيءَ ۾ هن جي جاءِ ڪِري پئي ۽ سندس زال ٻوساٽجي مري وئي. هولا رام چڻ سک جو ساهہ کنيو هو، ڇوتہ هو هم جنس پرستيءَ جو قائل هوندو هو. هن جو پٽ پنهنجي ماءُ جي سِراڌن تي آيو هو ۽ ٻيءَ کي ڏاڍو ڇيو هئائين تہ: "اسان بمبئيءَ ۾ ڪافي دولت ناهي آهي، هاڻ هل تہ توکي وٺي هلان." هولا رام وڃڻ کان انڪار ڪيوهو. جڏهن مون هن کان ان جو ڪارڻ پڇيو هو تہ جواب ڏنو هئائين: "سکر جا مهڙا لسا ناڪي منشي مون کي بمبئيءَ ۾ ڪٿي ملندا؟" پهرين مارشل لا ۾ هو مون سان گڏ ساکڻي جيل ۾ هو. هولا رام ڪافي اذيت پرست انسان هو. هڪ ڀيري سکر جي سيٺ ڀڳوان داس کي، جو بہ اسان سان گڏ جيل ۾ هو، آفيم جي ضرورت پئي، ڇو تہ آفيم کان

سواءِ هن ڪي ننڊ نہ ٿي آئي. هولا رام ٿي ڏينهن تہ هن لاءِ ڪجهہ نہ ڪيو ۽ جڏهن راتين جو ڀڳوان داس چڪرڏئي، ساڻو ٿي پيو تڏهن هن ڪي چيائين، ”هن سنتريءَ کي چٺي ڏي، تہ تنهنجو پٽ ڪيس ۾ سؤ رپيا خرچ ڏئي تہ هُو تنهنجي لاءِ گُتي يا تنهنجي ڪوٺيءَ تان آفيم وٺي ايندو.“ هن کان چٺي وٺي، سنتريءَ کي پنهنجي چٺي لکي ڏئي چيائينس تہ فقط هڪ تولو آفيم جو بازار مان وٺي اچي. ٻئي ڏينهن تي سيٺ ڀڳوان داس کي هڪ تولو آفيم جو مليو تہ هن جي جان ۾ جان آئي. اهڙيءَ طرح هر هفتي هولا رام سنتريءَ کي سيٺ ڀڳوان داس کان ٻن سون رپين جي چٺي وٺي ڏيندو هو ۽ سنتريءَ کي پنهنجا ٻہ اٺ ڏهہ ڪر لکي ڏيندو هو.

هولا رام تي اينٽي ڪرپشن جو ڪيس هو، جنهن ۾ مان سندس وڪيل هوس. هو مون وٽ اڪثر ايندو رهندو هو. هن جو دوست دلپت راءِ، جو بہ جيل ۾ هو، جيل کان ٻاهر بہ هن سان گڏ پيئندو هو ۽ گوشت کان سواءِ ماني نہ کائيندو هو. جيل ۾ تہ هن کي تيوڻ ۾ ڀڳائو گوشت ٿي ملندو هو، جو هو مجبور ٿي کائيندو هو، ۽ سنتريءَ معرفت ٻاهران ڪنٽري شراب جو آڌيو گهرائي بستري هيٺان لڪائي رکيو هئائين ۽ روز ان مان اڌ پيگ پيئندو هو. مان پانيان ٿو تہ دلپت راءِ، هولا رام جي زال هو يا مڙس هو يا ٻئي هو.

مون جڏهن وائيس چانسلر جو ٽرم پورو ڪيو ۽ سکر موٽي آيس، تہ شيخ راز منهنجي گهر آيو ۽ منهنجي ماني کيائين. ان وچ ۾ هن جو مون تي غصو ٺڏو ٿي چڪو هو. مان سندس مانيءَ تي ويس تہ چيائين، ”پيا ملنداسين هاڻي تہ توهان واندا آهيو.“ مون وري هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت شروع ڪئي ۽ مرحوم سان ملڻ جو موقعو نہ مليو. جيستائين مون کي ڊاڪٽر عارف هڪ اتفاقي ملاقات ۾ ٻڌايو تہ هن کي فالج ٿي پيو آهي، ۽ ڪيس ڏاڍو هاءِ بلڊ پريشر (رت جو مٿاهون داٻ) آهي. مان سندس گهر ڪانئس پڇڻ لاءِ ويس. هن جي گهر واري اکيون اگهي رهي هئي ۽ هو بيوس سنئون سڌو بستري تي ليٽيو پيو هو. مون کي هن ڏسي صرف ايترو چيو، ”ايازا هيءُ تہ سڀ ٺڳي آهي.“

”ڪنهن جي ٺڳي؟“ مون هن کان پڇيو. ايتري ۾ هُو هوش حواس ۾ نہ رهيو. هُو رات جو گذاري ويو. مان هن جي جنازي نماز تي ويو هوس. مون دل ۾ چيو هو، ”راز، تون اسان ڪرائي دار هياسين. مالڪِ مڪان تنهنجو

مقاطع اڳ ۾ رد ڪري ڇڏيو، نہ ڄاڻان منهنجو ڪڏهن رد ڪري، تيستائين مان هن زندگيءَ جو هڪ پل بہ وڃائڻ نہ ٿو چاهيان.“

مٿي ذڪر ڪيل محمد ابراهيم خليل، رشيد احمد لاشاري ۽ ميمڻ عبدالمجيد سنڌي بہ هن جي ٽولي ۾ هئا. اهي سڀ گذاري چڪا آهن. مون هن کي معاف ڪيو آهي. شل خدا کين جنت ۾ جاءِ ڏئي.

هُو منهنجو دوست ظهور نظر آهي، جو هڪ ڀيري منهنجي آفيس ۾ هڪ ڊاڪٽرياڻيءَ کي ساڻ وٺي آيو، ۽ چيائين: ”وڪيل صاحب! مان توکي هن جي طلاق لاءِ وڪيل ٿو ڪريان. في ڀڏاءِ!“

مون ڪيس ڇتائي ڏنو ۽ چيو: ”ظهور آهين؟“

هن ٺهڪ ڏنو تہ منهنجي آفيس جون ڀتيون لڏي ويون. پوءِ ٻڌايائين تہ، ”ڊاڪٽرياڻي منهنجي دوست جي زال آهي، جيڪو جوڳ ڀڄائي رهيو آهي ۽ هن جي زال (ڊاڪٽرياڻيءَ ڏانهن اشارو ڪندي) مون سان عشق ڀڄائي رهي آهي ۽ مان سندس سرڪاري گهر ۾ رهيو پيو آهيان.“

مون هن کي چيو: ”ڇا هيءَ تنهنجي دوست جي زال آهي؟“

”ان ڪري هن سان پيار لاءِ بہ سبب آهن. هڪ تہ ڏاڍي خوبصورت آهي. ٻيو منهنجي پياري دوست جي زال آهي.“ هن پوءِ ملتانيءَ ۾ ڪيئي نظم ٻڌائي چيو تہ: ”تو صحيح چيو هو تہ اسان لاءِ اردوءَ ۾ شاعري ڪرڻ جڪ مارڻ جي برابر آهي. اسان پنهنجي شاعريءَ کي منطقي نتيجي تي فقط مادري زبان ۾ پهچائي ٿا سگهون.“

منهنجو پٽ ڏينهن تي علي الصبح جو بچل شاھ مياڻيءَ ۾ نيرو پيئڻ جو پروگرام هو ۽ ڪجهن جي باغ ۾ ويٺا هئاسين. مون هن کي بہ صلاح ڪئي تہ هن يڪدم هائوڪار ڪئي. ٻئي ڏينهن جڏهن اسان باغ ۾ پهتاسون تہ اسر ويل تاڙيءَ جو پهريون ڏول ڪجيءَ مان لاهي مون کي ڏنائون. مون ڏول ظهور نظر ڏانهن وڌايو. هن اڌ ڏول ڳيت ڏئي ڏوکهيو ۽ پوءِ مون ڏانهن وڌايائين. مان باقي پي نہ سگهيس تہ رشيد پٽيءَ پيئڻ لاءِ گهريو تہ ظهور نظر هن کي منع ڪئي، ۽ هن کي چيائين تہ: ”هي ڏول اسان لاءِ علامت آهي، تون ٻئي ڏول مان پي تو سگهين.“

مان باقي بچيل تاڙي بہ پي ويس. اتي مون کي ظهور پاسيرو ڪري چيو تہ: ”اها ڊاڪٽرياڻي تاڙيءَ جي هڪ ڏول وانگر آهي، جا منهنجي وچڻ کان

پوءِ تنهنجي اُڃ اجهائڻ چاهي ٿي.“ تازيءَ جو اثر هن جي خمار مان ظاهر هو.

مون هن کي جواب ڏنو: ”اسان وٽ چوندا آهن تہ انڌن ملتان لڌو هو. پر هاڻي تہ ملتان انڌي کي تو ڳولي. نہ پيارا! مون کي اکيون آهن. مان ڪنهن دوست جي محبوبا لاءِ ڪوڙڪي نہ اڏيندو آهيان.“

”ڪوڙڪيءَ جو سوال ناهي.“ هن چيو. ”اها بلبل تہ خود تنهنجي پڃري ۾ وڃڻ لاءِ آتي آهي. اياز! ڪي عورتون مردن وانگر تلون مزاج هونديون آهن. انهن کي نئين مرد جي ائين چڪ ٿيندي آهي، جيئن اسان کي نئين عورتُ لاءِ چڪ ٿيندي آهي.“

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ مون رشيد کي بار روم ۾ ڪنهن ڳالهہ تي چيو: ”پنهنجي وري اهي ئي لاتون، اهي ئي چڪهہ.“ هن وڏو ٽهڪ ڏئي چيو: ”نہ، استاد، لاتون اهي ئي آهن، چڪهہ ڦرندا ٿا وتن.“ رشيد پنهنجي مزاج جي ڪيفيت ۾ شائستگيءَ جون حدون ٽپي ويندو هو. جيتوڻيڪ ان ڳالهہ جي باوجود هن جي گفتگو ۾ ادبي چاشني ضرور هوندي هئي.

ستار پيرزادو جو هي ڪتاب مون وٽ نقل ڪندو آهي، تنهن مون کان رشيد پنهنجيءَ جو مٿيون لطيفو ٻڌي چيو: ”سائين! ڪن جي طبيعت ان ڳالهہ جي ابتڙ ٿيندي آهي. ڪنهن پروچ پنهنجي پيءُ کي چيو تہ: ”مون کي شادي ڪراءِ، پر ٻہ زالون هڪ ئي وقت.“ سندس پيءُ وراڻيس تہ: ”هڪ وقت ۾ هڪڙيءَ سان شادي ڪر، ۽ ڪجهہ ڏينهن رکي پوءِ ٻيءَ سان شادي ڪجانءِ.“ پٽ پيءُ جي چوڻ کي رد نہ ڏنو ۽ هڪ سان شادي ڪيائين. واعدي مطابق ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ پيءُ هن کي چيو تہ: ”هاڻ مون تو لاءِ ٻي زال جو بندوبست ڪيو آهي، تون چاهين تہ هاڻ ٻي شادي ڪري ٿو سگهين.“ پٽس جواب ڏنو تہ: ”جي چڱي ٻها ملئي تہ هيءَ بہ وڪڻي ڇڏ!“

مون اهو لطيفو ٻڌي ٽهڪ ڏنو ۽ موت جو غبار ڪجهہ وقت لاءِ هٽي ويو. ٽهڪ وچ وانگر ڪڪر ڪاروڻيار هٽائي ڇڏيندو آهي.

ظهور نظر ملتان ۾ گذاري ويو. هن جو ملتانيءَ ۾ مجموعہ ڪلام اڃان شايع نہ ٿيو آهي. هن مون کي ٻڌايو هو تہ هن چولستان جي خانہ بدوش عورت سان شادي ڪئي هئي. اها ڳالهہ هن جي رومانوي طبيعت سان ٺهڪي پئي! ظهور نظر نهايت پيارو دوست هو ۽ مون سان تہ سنڌي محاوري واريون ڳنڍيون هونديون هيس. جي هو زياده جيئرو رهي ها تہ ملتان جو ڏاڍو چڱو

شاعر ٿئي ها، پر موت وڏو ڳنڍ ڪَپ آهي ۽ هن جي ڪارروائي وقت ڪنهن کي پتو نہ پوندو آهي.

رشيد ڀٽيءَ جي رت ۾ ڪجهہ سال پوءِ شگر (Sugar) جي ايتري ڪوٽ ٿي وئي جو هو علاج لاءِ ايمبولينس ۾ پاڻ ڪٺائي جيستائين ڪراچيءَ پهتو، تيستائين گذاري ويو. ان کان اڳ هن منهنجي ڪتاب، 'خط، انٽرويو ۽ تقريرون' تي راتيون جاڳي هڪ ڏکيو مهاڳ لکيو هو. جنهن کي ڪنهن حد تائين منهنجي آتم ڪهاڻيءَ جو حصو سمجهڻ گهرجي. جيتوڻيڪ ان ۾ رشيد ڀٽيءَ جي آتم ڪٿا زياده آهي. هڪ بيت ٿو ياد اچي، جنهن لاءِ محقق چون ٿا تہ ڀٽائيءَ جو نہ آهي، ڇو تہ ان ۾ اتر جو لهجو آهي. بهرصورت بيت حسب حال آهي.

اِبر چنڊ اسور جا، نکٽ نوراني
پهر رحمتي رات جو، اٿي اوجاڳا ني
تو جيڏا تو سرتا، تو وٽان ويا نِي،
فاني ٿڙي فاني، جنهن دنيا سان دوستي.

ان بيت ۾ 'ني' لفظ نيٽ شڪارپوريءَ ٻوليءَ جو آهي.

مشهور فلسفي شوپنهار چيو آهي: " هر ڏينهن ننڍي زندگي آهي. ننڊ مان بيداري هڪ نئون جنم آهي. هر نئون صبح هڪ نئين جواني آهي ۽ هر آرام جي ننڊ ننڍو موت آهي." افسوس انهيءَ تي جو جوانيءَ ۾ گذاري وڃي.

سکر جا ڪيترائي وڪيل ۽ جج مري ويا آهن. شفيع محمد آخوند ڪشمير جو جڊيشنل ڪمشنر ٿي گذاري ويو. مان هن سان پوئيون ڀيرو تڏهن مليو هوس جڏهن هو ميرپورخاص جو سيشن جج هو، ۽ مان هن وٽ خون جي ڪيس ۾ بچاءَ جو وڪيل ٿي ويو هوس. مون سان گڏ منهنجو ڪلاس فيلو، مرحوم مير محمد ميمڻ بہ ڪيس ۾ بچاءَ جو وڪيل هو. رات مون نواب شاهہ ۾ مير محمد وٽ گذاري هئي. پر هن مون کي ڪنهن رحمت الله صاحب وٽ رهايو هو، جو سندس دوست هو ۽ پاڻ کي نواب شاهہ جو راشدي سڏائيندو هو. هن ناشتو سَهيل پلي ۽ ان جي آنين ۽ مرغيءَ جي بيدن سان ڪرايو هو. گفتگو دوران منهنجي پراڻي ڪلاس فيلو جلباڻيءَ جو هن لاءِ ڪراچيءَ کان فون آيو. جلباڻي ان وقت مرڪزي اسيمبليءَ جو ميمبر هو. هن جو فون رکي رحمت الله مون کان پڇيو: "اوهان ڪڏهن ٿا وزير ٿيو؟"

مون جواب ڏنو: ”مون جهڙا ماڻهو قيد جي سلاخن لاءِ هوندا آهن، اسيمبليءَ جي ڪرسين لاءِ نہ هوندا آهن.“

مون کي ان وقت هي بيت ياد آيو:

”بندي پيا قرار، اسين لوچيون لوهہ ۾،
متي تن ترار، سدا ساميڻن جي.“

رحمت الله، پير پاڳاري جو مريد هو. هن کي اهو جواب نہ وڻيو. هن يڪدم چيو تہ: ”جي اوهان کي سلاخون ئي وڻن ٿيون تہ گهر ۾ هڪڙو لاڪ اپ چو نہ ٺا نهرائي ڇڏيو. ڪجهہ وقت اوهان ان ۾ گذاريندا ڪريو.“

شفيع محمد آخوند ۽ مير محمد ميمڻ ۽ جلباڻي گذاري ويا آهن. ٽئي منهنجا دوست هئا. رحمت الله جي باري ۾ مون کي ڪائي خبر ناهي. هن سان ٻيهر ملاقات نہ ٿي آهي. هن جي صلاح صحيح هئي. اڄ منهنجي فليٽ جي ٻاهرين در ۾ تحفظ لاءِ سلاخون آهن، ۽ منهنجي فليٽ لاڪ اپ وانگر لڳي ٿي.

سکر ۾ ڪيترائي سيشن جج آيا ۽ ويا. انهن جي ڄاڻ فقط تعزيرات پاڪستان ضابطہ فوجداري قانونِ شهادت ۽ ڪجهہ لا (Law) رپورٽرن جو مطالعو هو، ۽ مان انهن جي ياد تي وقت جو زيان ڪرڻ نہ ٿو چاهيان.

ها، حيدر شاهہ منهنجو ڪلاس فيلو هو ۽ هن جو مذاهب جو تقابلي مطالعو گهرو هو، ۽ هن جا زندگي ۽ جنسيات تي نظريا ڪافي دلچسپ ها.

۽ قلندر بخش عمراڻي بہ دلچسپ جج هو، جنهن کي سنڌ جي کنڊرات ۽ پراڻن فونوگرامن ۽ رڪارڊن ۾ دلچسپي آهي. مون هن کي هڪ پراڻو فونو گرام ۽ پراڻا سنڌي رڪارڊ ڏنا ها. هن وقت هو سنڌ اسيمبليءَ جو سيڪريٽري آهي. ڪجهہ وقت اڳ عبدالحميد ابڙي سان گڏجي منهنجي گهر آيو هو. اها کنڊرات ۽ پراڻن فونوگرامن ۽ ريڪارڊن سان محبت کهڙي نفسيات جي نشاني آهي؟ ڇا هُو هر شيءِ جي زوال پذيريءَ جو مون کان بہ وڌيڪ شعور رکي ٿو؟ يا کنڊر ڪنهن ازلي موسيقيءَ سان گونجن ٿا.

عبدالحميد ابڙي کي شاهہ لطيف جي شاعريءَ سان عشق آهي. هن مون کي پيٽائيءَ جي ٻين شعرن سان گڏ هڪ عجيب شعر ٻڌايو:

تو دريا هم چڑيا، چُونچ ڀر مين ني پيا،
تم سي قطره ڪم نہ هوا، ايڪ غريب جيا.

ابڙي صاحب ٻڌايو تہ اهو بيت، ڀٽائيءَ جي رسالي جي ’سُر سريراڳ هنديءَ‘ ۾ آهي. مان ڀانيان ٿو تہ اهو بيت ڀٽائيءَ جو نہ آهي. ابڙو صاحب، ’ايڪ غريب جيا‘ اهڙي منڙي آواز ۾ ڇئي رهيو هو، ڄڻ ڪوئي پرندو درياهہ مان پاڻي پي ٻولي رهيو هجي.

عبدالحميد ابڙو 30 جنوري 1996ع تي پاڻ سان گڏ هڪ شاهہ لطيف جو راڳائي ساڻ وٺي، ملاڻ لاءِ آيو هو. اُن فقير راڳائيءَ جو نالو فقير گل محمد خاصخيلي هو. هو ڀٽ شاهہ تي ڳائيندڙ فقيرن جي سٽن ٽولن مان هڪ ٽوليءَ جو سربراهہ آهي. سندس ٽولو اگاري رات ڳائيندو آهي. هن کان مون ڀٽائيءَ جي راڳ بابت ڪجهہ معلومات ورتي ۽ ڪانئس ڀٽائيءَ جو راڳ بہ سُر سان ڳارايو. هن ٻڌايو تہ: ”هڪ فقير اڳواڻي ڪندو آهي. ڪجهہ فقير ان اڳواڻ جي کابي ۽ ڪجهہ ساڄي پاسي ويهندا آهن. اهي کاٻڙيا ۽ ساڄڙيا راڳائي سڏبا آهن. اڳواڻي ڪندڙ فقير ڀٽائيءَ جي علامت طور چاتو ويندو آهي. اڳواڻ پهرين تند وڄائيندو ۽ پوءِ بيت ڏيندو آهي. بيت پورو ڪري پوءِ هونگارو ڏيندو آهي. هونگارو ختم ٿيڻ کان اڳ ساڄي پاسي وارو سڏ وجهندو. اڳواڻ پوءِ بيت جي پهرين مصرع ڏسيندو. ان کي ڏسڻ چوندا آهن. اهڙيءَ طرح اڳواڻ بيت جوهر مصرع ڏسيندو ۽ ساڄڙيو اها ڳائيندو. اهڙيءَ طرح هڪ بيت پورو ٿيڻ کان پوءِ ساڄڙيو هونگارو ڏيندو تہ ٻيو ساڄڙيو سڏ وجهندو ۽ اڳواڻ بيت ڏسيندو ويندو. اهڙيءَ طرح داستان هلندو رهندو، جڏهن آخري کاٻڙيو هونگارو ڏيندو تڏهن اڳواڻ وائي ڪندو. جنهن ۾ سيئي راڳائي گڏجي ڳائيندا. هڪڙا راڳائي سنهي آواز ۾ ڳائيندا ۽ ٻيا ٿلهي آواز ۾ ڳائيندا، جنهن کي گرامر چئبو آهي. جيڪي راڳائي سنهي آواز ۾ ڳائيندا آهن تن کي سڏڙيا ۽ جيڪي ٿلهي آواز ۾ ڳائيندا آهن انهن کي گرامڙيا سڏيندا آهن.

وايون ڇهن اندازن ۾ ڳائبيون آهن. هڪڙيون ڏيڍيون، ٻيون دوتاريون، ٽيون ڇيڙون ۽ چوٿيون ذڪر جون وائيون. ڏيڍين ۽ ٽِين وائين ڳائڻ ۾ دنبوري تي، سرن جي وضاحت لاءِ ڏڪ بہ مختلف لڳائيندا آهن. ڇيڙ ۾ سڀ گڏجي ڳائيندا آهن. ڇيڙ ڳائڻ مهل اڳواڻ جوزور ٻول چوڻ تي هوندو آهي. جڏهن تہ پاسڙيا مختلف سُرن جي ٻيهڪ وٽ هن سان گڏبا آهن.

ذڪر واري وائيءَ ۾ ذڪر جا ٻول بہ پڙهبا آهن. اهي ’الله‘ لفظ کي گرامر ۾ آلاپيندا رهندا آهن، ۽ اڳواڻ وائيءَ جا ٻول پڙهندو رهندو آهي.

راڳائي فقير هميشہ ڀٽائيءَ جي روضي جي دروازي ڏانهن منهن ڪري ويهي ڳائيندا آهن، جنهن جو مقصد اهو هوندو آهي تہ ڀٽائي اسان سان ڳالهائي ٿو. سُر سهڻيءَ جي پوري ٿيڻ کان پوءِ، اڳواڻ دعا گهرندو. پيهر صبح جي ٻانگ ۽ نماز جي وچ تي مارئي ڳائڻ کان پوءِ ٻي دعا گهرندا آهن."

سکر جا ڪيئي وڪيل ساڳي ماني ساڳ سان هوندا هئا. پرکن کي قانون جي ڄاڻ کان سواءِ پنهنجي انفراديت ڪانہ هئي. حسن حميدي، رشيد ڀٽي، فتاح ملڪ، شمس الدين شاهہ ۽ فتح الله عثمانيءَ جو ذڪر مون اڳ ئي ڪيو آهي. اڪثر وڪيل اهڙن ججن جي چمچاگيري ڪندا ها، جن جا طباخ اڳ ئي خالي هوندا ها. هتي مان صرف شمس الدين شاهہ جو ذڪر دهرايان ٿو. هن ۾، بياموز تا پير شوي، واري ڪيفيت هئي. هن جي طنز ۽ مزاح بہ دل ڪش هو. مون کان ول ڊيورانٽ جي تهذيب تي ڏهن جلدن مان، اسلامي تهذيب جو هڪ پورو جلد ۽ راڌا ڪرشن جا هندوستاني فلسفي تي ڪتاب ورتا هئائين. جي مون هن جي وفات کان پوءِ هن جي پونيئرن کان نہ گهريا ها. هو راڌا ڪرشن جو وڏو مداح هو. پر ساڳئي وقت جنرل ضياءَ جي مجلس شوريٰ جو ميمبر بہ هو. هڪ ڀيري مون هن کان پڇيو: "شاهہ صاحب! اها مجلس شوريٰ آهي يا مجلس عاشوريٰ؟" هن ٺهڪ ڏئي چيو: "ٻنهي ۾ ڪهڙو فرق آهي؟"

طنز و مزاح جو حِس سکر جي وڪيل مرحوم ممتاز ڀٽيءَ کي بہ هوندو هو. هڪ ڀيري سکر جي ڊسٽرڪٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر غلام قادر قيس، سب جج حامد ميمڻ جي دعوت ڪئي هئي. ممتاز ڀٽيءَ کان سواءِ ٻيا سڀ بيئر پي رهيا ها. ڪجهہ وقت کان پوءِ مان باٿ روم ۾ پيشاب ڪرڻ ويس. مون کان ڪجهہ دير کان پوءِ ٻيو ڪوئي بہ ويو. ممتاز مون کان ڪن ۾ پڇيو: "اياز! اوهان تہ بيئر پي پيشاب ڪرڻ ويجو ٿا. مون تہ فقط پاڻي پيتو آهي. مان بہ وڃي سگهان ٿو؟"

غلام قادر قيس سکر جي ڊسٽرڪٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر سان بہ منهنجون ڪافي رنگين شامون گذريون هيون. هو مون کان پنهنجا نظم درست ڪرائيندو هو، پر پوءِ بہ چوندو هو: 'هر فن ۾ هون مين طاق مجهے کيا نهين آتا.'

مون جڏهن نئين ڪار ورتي هئي، تڏهن سکر ۾ وڪيلن مان فقط غلام

قادر پراڻي، ڪنل پيٺل ڪار هئي جا ڏڪي تي هلندي هئي. جڏهن اها هلندي هئي تہ پاڙي جا ڇوڪرا نعرو هڻندا ها، ”قادر قلندر موست‘، هڪ رات زوردار بارش پئجي رهي هئي ۽ وڄ ڏڙڪات تي ڪيا. مان قيس جي گهر ويٺو هوس ۽ هن سان گڏ وسڪي پي رهيو هوس تہ اوچتو هن کي پنهنجو گهر نجد جي صحرا وانگر لڳو ۽ ڪائي ليلي ڪيس ياد آئي. هن پڇيو تہ ”تنهنجي ڪار هيٺ بيٺي آهي؟“ مون جواب ڏنو تہ، ”ها“ اهو ٻڌي هن چيو تہ هل تہ هلون.“ اسان براج جي ليفٽ بٽنڪ ڏئي روهڙيءَ ۾ آياسي ڪار جو اسڪرين بارش ۾ اونداهو ٿي ويو هو ۽ وائيپر ائين هلي رهيا .ها جيئن ڪنهن ڪروبيءَ جا پر جنبش ۾ هجن. سنڌو ڪجڪاٽ ڪري منهنجي روح سان طبلي جي ٿاڪ رکي رهي هئي. روهڙيءَ ۾ ڪريما جي گهر پرسان ڪار جو ڦيٿو ترڪي ويو ۽ ناليءَ ۾ لهي ويو. نتيجو اهو ٿيو جو ڪار جو هڪ ڦيٿو ناليءَ هيٺ ۽ هڪ مٿي ٿي ويو. الاجي ڇو اُن وقت قيس فارسيءَ جو هڪ شعر پڙهيو؛

از هيبت شاهِ جهان لرزد زمين و آسمان
انگلشتِ حيرت در دهان نيمي درون نيمي برون.

قيس جي عمر ان وقت پنجاهہ کان مٿي هئي. هو جيئن ڪنهن ڪريما جي گهر ۾ گهڙيو تيئن ڪٽ تي ڪيس ننڊ اچي وئي. ان رات جي تجربي منهنجي ڪافي زندگيءَ کي پريشان ڪيو ۽ بار بار منهنجي زندگيءَ ۾ ائين آئي جيئن ڪاريهر ۾ مان نڪري ايندو آهي.

اهي سيئي جج ۽ وڪيل اُتي پهچي ويا آهن، جتان ڪوئي نہ موٽيو آهي. کهڙي کُن ۾ ڦيرائيون ٿا ڪائن، ڪيئن چئجي؟ شرف الدين ادا کي بہ مزاح جو حِس هو. هُو ثناءُ الله قريشي وڪيل سان ڪڪڙ ويڙهائيندو هو ۽ بار روم ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ان موضوع تي گفتگو ڪندا ها. شرف الدين ادا جو سگريٽ ڏاڍا پيئندو هو آهو اي. پي. پي خوث بخش وانگر گلي جي ڪئنسر ۾ گذاري ويو. تنهن کي ايتري پرپور طنز هئي جو جڏهن منهنجي جونيئر صادق پنيءَ (هن وقت ايڊيشنل سيشن جج حيدرآباد آهي) کان، مون کي هن جي موت جي خبر پئي تڏهن يگانہ چنگيزيءَ جو هيٺيون شعر بي اختيار ياد آيو.

گناهِ زندهہ دلي کهئے يا دل آزاري
کسي پہ هنس لئے اتنا کہ پهر هنسا نہ گيا.

ترجمو: (ان کي زندهہ دليءَ جو گناهہ چئو يا دل آزاري چئو،
ڪنهن تي ايترو کلياسين جو وري کلي نہ سگهياسين.)

ثناءُ الله وڪيل ڪڪڙن جي ويڙهہ ڏسڻ لاءِ پنهنجي ٻنيءَ تي منهنجي دعوت ڪئي هئي ۽ ٻوٽ جا چڱا مڙس بہ گهرايا هئائين جن سان ڪافي رهاڻ تي هئي. جڏهن ڪڪڙ وڙهي رتوڇاڻ ٿيا تہ مون ثناءُ الله کي چيو: ”هن ويڙهہ کي ڏسڻ جو تہ فقط هيمنگ وي کي حق آهي.“

”ڪنهن کي؟“ ثناءُ الله پڇيو.

مون وضاحت نہ ڪئي ڇو تہ ڄاتو ٿي تہ ثناءُ الله هيمنگ وي جو نالو بہ نہ ٻڌو هوندو. ڪجهہ وقت اڳ ثناءُ الله کي ڪنهن ٻهراڙيءَ جي ماٺيءَ گولي هڻي ماري وڌو ۽ هن جي ٻنيءَ تي ڪُڪڙن جي ويڙهہ هميشہ لاءِ بند ٿي وئي. مون ٻُڌو اي. ڪي. بروهيءَ وانگر ٻُرائي (High Brow Attitude) نہ هوندي هئي ۽ وڪالت مون کي عوامي ماڻهو بڻائي ڇڏيو هو. ها، شڪارپور جو وڪيل واجد علي شيخ نهايت دلچسپ انسان هو. وڪالت بہ ڪندو هو ۽ سندرو ٻڌي سائينءَ جي اوتاري ۾ ملاڪڙي ۾ ملهہ بہ وڙهندو هو. جيئن مون اڳي چيو آهي تہ هن علي ڳڙهہ مان بي. اي.، ايل. ايل. بي ڪئي هئي، ۽ مون کي اردو ادب تي ڪافي ڪتاب ڏنا هئائين. هڪ ڀيري هو مسجد منزل گاهہ تحريڪ جي ابتدا شڪارپور مان شروع ڪري رهيو هو ۽ جماتي هال ۾ پنهنجي زوردار تقرير علامہ اقبال جي هيٺين شعر سان پوري ڪئي هيائين:

بے خطر کود پڑا آتش نمرود میں عشق
عقل ہے محو تماشائے لب بام ابھي.

(عشق نمرود جي آتش ۾ بنا خطري ٽپي پيو،
عقل اڃان تائين ڪنهڙي ڪان تماشو ڏسي رهيو آهي.)

ڪيئي سال پوءِ اسان جيڪب آباد جي سيشن ڪورٽ ۾ ڪيس هلائي گڏ موٽي رهيا هئاسين تہ مون هن کي اتهيءَ تقرير جو اهو آخري شعر ياد ڏياري پڇيو تہ: ”سائين! اها آتش نمرود، گلزار ابراهيمي ٿي يا نہ؟“

هن چيو: ”بابا سچ پڇين تہ...“

مان وڏيڪ لکي نہ ٿو سگهان، ڇو تہ اهو جواب واهولي وانگر تاريخ تي مٽي وارو ڏڪ هيو. اهڙو ڏڪ جو ميڪسيڪو ۾ ٽراٽسڪيءَ کي اسٽالن جي ايجنٽ بہ نہ هنيو هو. اهو جواب منهنجي شاعريءَ جي صداقت جي بهترين تصديق آهي. جيڪڏهن موقعو مليو تہ اهو سارو جواب لکندس.

ڪيترائي ٻيا وڪيل وڙا، منشي مڙا ڪُت خلق ها. سواءِ شڪارپور جي

محمد سچل وڪيل جي، جنهن جي هڪ ڳالهہ ياد اچي ٿي. هُو ڪافي ذهين هو ۽ تازو لنڊن مان باءِ پاس ڪرائي آيو هو ۽ مون سان هاءِ ڪورٽ ۾ مليو هو. هن چيو تہ: ”هاڻي وڪالت گهٽ ڪري ڇڏي اٿم ۽ رحمان علي نقويءَ وانگر نہ ٿو مرڻ چاهيان تہ فائيل ڪڇ ۾ هجن ۽ مان هاءِ ڪورٽ جي ورانڊي ۾ ٺهڪو ڏئي ڪِران. موت ڪو اطلاع ڏئي يا وزٽنگ ڪارڊ موڪلي تہ نہ ايندو آهي. پوءِ هن حافظ جي هڪ سٽ ٻڌائي:

”اين دفتر بي معني غرق مئے ناب اولا.“

(هي بي معنيٰ دفتر خالص شراب ۾ غرق هجي تہ ڀهتر ٿيندو.)

اها سِٽ منهنجي دل ۾ تير وانگر کپي وئي. مان مسٽر جسٽس تنزيل الرحمان وٽ اپيل هلائي رهيو هوس. ٽئين ڏينهن تي مون اها ختم ڪئي، تہ بيمار ٿي پيس، ۽ وڪالت کي خيرآباد چيم. ’اين دفتر بي معنيٰ...‘ واري سٽ پڙهي آفيس ڇڏيم. جا نيٺ منهنجو پٽ انيس وڪٺي آيو. باقي منهنجي پراڻي سڪر ۾ لکها رپين جي جاءِ ويران پئي آهي. جنهن ڏانهن مون اڃان تائين ڌيان نہ ڏنو آهي. ڇو تہ ان جي چوڌاري غليظ ترين دهشتگرد رهن ٿا جن کي مان وقت نا وقت ڪم ۾ ايندو رهيو هوس. هو طوطي چشم آهن ۽ هن وقت درندگيءَ جي ايتري چڪر ۾ آهن جو مرڪزي وزير خورشيد شاهہ جي مامي ڊاڪٽر اعواڻ کي منهنجي گهر کان ڏهہ قدم پري گولي هڻي ماريو هٿائون. اهي سڀ چڱا ماڻهو هوندا هئا. انهن تي سوچي مون کي هڪ فلم ياد ايندي آهي، جنهن ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ شهر ۾ اهڙي هوا گهلي جو سڀ ڪُتا چِتا ٿي پيا ۽ پنهنجن مالڪن کي بہ ڪائڻ لڳا. ڏسجي ان ديوانگيءَ جو اهو دؤر ڪيستائين ٿو هلي. في الحال تہ مان ڪنهن کي بہ سکر موڪلڻ نہ ٿو چاهيان. جيڪي لٽ ڏسي لرزي ويندا ها، شل نہ انهن جي هٿ ۾ ڪلاشنڪوف اچي! هو ڇا جو بدلو وٺي رهيا آهن، کهڙو ڪيتو ڏيندا، ان جو فيصلو اڃان تاريخ کي ڪرڻو آهي. سواءِ حسن حميديءَ ۽ فتح الله عثمانيءَ جي، هو جيڪڏهن آئينو ڏسن ها تہ اهو بہ ترڙڪي پوي ها.

شڪارپور ۾ منهنجي پاڙي ۾ رهندڙ شيخن ۾ منهنجو هڪ ڪلاس فيلو مهتاب بہ هو، جنهن کي اسان ٻِجو سڏيندا هئاسين. هو ڄڻ تہ هڪ سرئيلسٽ (Surrealist) شاعر هو.

هڪ ڀيري ڪنهن شخص کي اکين ۾ ڦلا پئجي ويا ها. هن کي ڏسي

چيائينس تہ: ”اڪيون تہ ائين اٿئي جڻ حوض ۾ ڪانگهارا پيا آهن!“ ٻئي ڀيري اسان جي هڪ مائٽ ڪي جو سي. آء. ڊي جو ڪنسٽيبل هو چيائين، ”ڪن اٿي يا شوالي ۾ ڏيٺا ٿا ٻرن!“ ٽئين ڀيري هڪ شخص نم جي ٽڙ سان ٽيڪ ڏئي ويٺو هو تہ هن کي چيائين، ”ويٺو تہ ائين آهين جڻ مڪان ۾ ٻهارو رکيو آهي!“

باقي ٻيا ڪائيندا پيئندا ۽ مرندا ها ۽ مٽيءَ سان مٽي ٿي ويندا ها. هنن جي ٽيجهي تي اسان پلاؤ جي ديگ رڌيندا هئاسين. هرڪو پنهنجو حصو ٿال ۾ کڻي ويندو هو. عيد جي ڏينهن هنن جي قبرن تي ويندا هئاسين. قل پڙهي قبرن تي پٿهي وجهندا هئاسون. جنهن جي ڪڙڪي تي منڪر نڪير جي حساب ڪتاب ۾ خلل پوندو هو.

جان ڪينيڊيءَ هڪ ڀيري چيو هو تہ: ”موت خوش قسمتيءَ ڪان وانجهي آهي. ڌرتي هر شيءِ موتائي تي وٺي، جيڪا اُن ڏني آهي.“ اها ڳالهہ ڪينيڊيءَ پاڻرن، اندرا گانڌي، راجيو گانڌي، مجيب الرحمان، لياقت علي خان ۽ شهيد ڀٽي جي باري ۾ بہ ايتري صحيح آهي، جيتري انهن انسانن جي باري ۾ جي ڇڃ ها جن جا لباس ليڙون ليڙون هوندا ها ۽ جن جي چڳن ۾ چيڙهہ هوندو هو. موت مٽيءَ ۾ ليٽائي ڪنهن جا ميندا نہ ڌوئندو آهي. هر شيءِ ڪنهن ڪُن ۾ ڦيراٽيون ڪائي ٻڏي ويندي آهي.

فراق گورکپوريءَ جو شعر آهي:

اب ياد رفتگان کي بهي همتً نهين رهي
يارون نے ڪتني دُور بسائي هيں بستيان
(هاڻي تہ گذري ويلن جي ياد جي همت نہ رهي آهي
يارن وستيون ڪيڏو دور وسايون آهن!)

مان اهي شب گرد هئائي، ياسمين کي مٽي تي هٿ ٿو رکان جا مڙس سان گڏ عمري تي وئي هئي. ۽ پنهنجن ڏيئرن بُشن ۽ ڪنول سان گڏجي اسان سان ملڻ آئي آهي. هُن ماءُ کيَ آب زم زم سان پريل ترماس ۽ رمضان لاءِ مديني مان آندل تسبيح، مصلو ۽ ڪارڪون ڏنيون. زرينا جا هڪ مذهبي عورت آهي، اهي وٺي ايترو خوش ٿي جڻ تہ ڪيس قارون جو خزانو ملي ويو هجي. هوءَ ڏيءُ ڪان جدي، مڪي ۽ مديني جون ڳالهيون ٻڌي رهي آهي جي ڪٿي نہ ٿي ڪٽيون. انيس جو هن وقت جدي ۾ پي. آء. اي جو مئنيجر آهي. سندن ڌاڍو خيال رکيو هو. هُو پوءِ دبئيءَ مان ٿيندا پاڪستان پهتا هئا

زرينا، انيس کي اڳ ئي چئي ڇڏيو آهي تہ ٻئي سال هن کي حج ڪرائي.
نتشي چيو آهي تہ: "مغرب ۾ ٻہ منشيات آهن. الڪوهل ۽ عيسائيت."
هو نيٺ ديوانگيءَ ۾ مري ويو. مون سوچيو آهي تہ جي منهنجي ۽ خدا جي وچ ۾ جيڪڏهن بقول علامہ اقبال، 'دين مُلا في سبيل الله فساد' نہ اچي ها تہ منهنجي ساري عمر يقين ڪامل ۾ گذري ها. ملان عمامو آهي، عصا آهي ۽ اعصاب شڪني آهي. مون کي هر ملان کي ڏسي خوف ٿيو آهي تہ جا شمع منهنجي هٿ ۾ آهي هڪ ڦوڪ ڏئي وسائي نہ ڇڏي نہ تہ مون زرينا جي بيماري ۽ صحتيابي ڏسي محسوس ڪيو آهي تہ خدا جو نانءُ بهترين طبيب آهي ۽ اهو ڪنهن نيم خوانده ماڻهوءَ جي منهن تي بہ اچي ٿو تہ هو ابي سينا ۽ ابن عربي کان وڌيڪ ڏاهو آهي. پٺاڻيءَ چوائي:
"تون حبيب تون طبيب، تون دارون کي دردن."
مون کان موت جا حيرت انگيز واقعا لکڻ رهجي ويا آهن. مان ۽ زرينا، واديءِ ڪاغان ڏسڻ تي وياسون تہ منهنجي دوست حَسن پٽي (پانيان ٿو تہ هُو هن وقت مرڪزي حڪومت ۾ ڪو سيڪريٽري آهي.) پبلڪ هاءِ اسڪول ائبٽ آباد جي چيئرمين ڪرنل رحمان کي فون ڪري چيو هو تہ هو ائبٽ آباد ۾ اسڪول جي ريسٽ هائوس ۾ اسان جي رهائش لاءِ انتظام ڪري. مان ان ساري سفر متعلق پوءِ لکندس. هتي في الحال اهو لکڻ ضروري ٿو سمجهان تہ ڪرنل رحمان جي جنرل ايوب خان جي پٽ گوهر ايوب سان مائٽي هئي ۽ ايئر مارشل اصغر خان، تحريڪ استقلال جي سربراهہ سان دوستي هئي. هن اسان جي منجهند جي ماني ريسٽ هائوس ۾ ڪرائي، جتي مانيءَ تي اسان سان هڪ پنجابي جوڙو بہ موجود هو. جي بہ اسان وانگر مهمان ها ۽ ڪچي ادرڪ رڙڪي رهيا هئا. جڏهن اسان ماني پئي کاڌي تڏهن ڪرنل رحمان مون کي ۽ منهنجي زال کي پنهنجي گهر چاءِ جي دعوت ڏني. اسان شام جو هن جي گاڏيءَ ۾ هن جي جاءِ تي وياسين، جتان سڄي ائبٽ آباد نظر اچي رهي هئي ۽ ديودار جا وڻ ائين ٿي لڳا ڄڻ آسمان ڌرتيءَ تي تنبو لڳايا هجن.
مون کان ڪرنل رحمان پڇيو تہ: "ڇا مان ايئر مارشل اصغر خان سان ملڻ چاهيندس."
مون هائوڪار ڪئي تہ هن چيو: "سياڻي تہ هو پنڊيءَ ڏانهن ڪنهن پارٽي ميٽنگ ۾ ٿو وڃي ۽ اوهان واديءِ ڪاغان وڃي رهيا آهيو. اوهان جڏهن

موٽي اچو تہ ساڳئي ريسٽ هائوس ۾ رهجو تہ مان اوهان جي ملاقات اصغر خان سان ڪرائيندس. ڪرنل رحمان هڪ نهايت مهذب انسان هو ۽ ذري گهٽ ساري دنيا گهمي آيو هو. ٻئي ڏينهن اسان ٽوئرسٽ بيورو جي جيپ تي واديءِ ڪاغان ڏانهن روانا ٿياسون. اسان کي سيف الملوڪ ڍنڍ تائين وڃڻو هو. زرينا ڊرائيور جي پرسان نہ ويٺي ۽ مون کي وچ ۾ ويهاري پاڻ دريءَ جي پاسي کان ويٺي. وادي اٽڪل ٻارنهن هزار فوٽ هيٺ هئي. زرينا هيٺ تي ڏٺو تہ ڪيس پنواٽي تي آئي. مٿان پهاڙ تي چيل ۽ ديال جا ايوب خان کان گهڻو اونچا وڻ ها. جڏهن شوگران وٽ جيپ پهتي، تڏهن مون زرينا کي چيو تہ رات هتي ريسٽ هائوس ۾ گذاريون ۽ صبح جو تازا توانا ٿي پوءِ اڳتي هلنداسون. ريسٽ هائوس ۾ پنجاب جو هڪ مهر جوڙو رهيل هو، ۽ ٻيو ڪوئي بہ نہ هو. پٽيوالي کي اسان پنهنجي لاءِ روسٽ مرغي ۽ نان چيا، تيستائين مهر چوڪريءَ سان ڳالهائيندا رهياسين ۽ اهو ڏسي حيرت آئي تہ پنجاب ۾ سنڌ جي بنسبت ڪيترو امن امان هو. ٻئي ڏينهن مهر چوڪرو ۽ چوڪري پهاڙيءَ تي هيٺ ڪافي پري هليا ويا. جڻ ڪنهن تاثريت پسند (Impressionistic) تصوير جو حصو ٿي نظر آيا. خدا پاڪستان جي اتر کي ڪيترو نہ خوبصورت بڻايو آهي! ناشتو ڪاڌوسين تہ زرينا چيو مون کي مٿي کي ڦيري ٿي اچي، مان اڳتي نہ هلندس، تنهن ڪري بهتر ٿيندو تہ موٽي هلون. اسان منجهند جو ائبٽ آباد جي پبلڪ اسڪول جي ريسٽ هائوس پهچي پٽيوالي کي چيو تہ ڪرنل رحمان کي اسان جي موٽي اچڻ جو ٻڌائي. پٽيوالي اکيون اگهندي چيو تہ، "ڪرنل رحمان تہ گذاري ويو."

"هان!" مون کان رڙ نڪري وئي. "هن کي ڇا ٿيو؟"

"ڪرنل صبح سان پهاڙيءَ تان سائيڪل تي اسڪول ويندو هو. جيئن هو اسڪول آيو ٻئي تہ هڪ بس هن سان ٽڪرائي ۽ هو تڏي تي مري ويو."

مون ريسٽ هائوس ۾ ٽپڙ نہ لاٿا ۽ ساڳيءَ جيپ ۾ پنڊيءَ ۾ هليو ويس. ٻئي ڀيري ترڪي ۽ استنبول ۾ اسان کي تاريخي جايون ڏيکاري رهيا هئا. اسان جو گائيڊ هڪ ڪميونسٽ هو. جنهن اسلام ۽ ترڪيءَ جي سلطانن کي گهٽ وڌ ٿي ڳالهايو. هونءَ تہ ترڪيءَ جي ڪميونسٽ پارٽي (ٽي. ڪي. پي) جو هيڊڪوارٽر جرمنيءَ ۾ هو. پر استنبول ۾ ترڪ پنهنجي خيالات جو اظهار نهايت بي باڪيءَ سان ڪري رهيا هئا. هو اسان کي ڪافي

ڪجھ ڏيکاري، سلطان عبدالحميد جي حرم سرا ۾ وٺي هليو. جنهن جي ديوارن تي ڪاشيءَ جي سرن تي قرآني آيات جي خوبصورت خطاطي ٿيل هئي. هيٺ تي سؤ ڪڏين جيترا ڪمرا ها، جن ۾ ڪٽ جيترو پلنگ پئجي سگهي ها. حرم سرا جي گائيڊ، جيڪو بہ ڪميونسٽ هو، سلطان عبدالحميد کي گهٽ وڌ ڳالهائيندي چيو: مٿي قرآني آيات لکيل آهن ۽ هيٺ سلطان جون ٽي سؤ داشتائون رهنديون هيون. اڳئين دؤر ۾ عورت سان ڪيترو نہ ظلم ڪيو ويو آهي!"

اسان سان مسٽر سيٺي، پشاور يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر گڏ هو. هو اسلامي تاريخ ۽ روميءَ جو فدائي هو ۽ جڏهن پشاور يونيورسٽيءَ ۾ هن رومي ڊي ملهايو هو، تڏهن مون کان صدارت ڪرائي هئائين. مسٽر سيٺي جو اڳ ئي پريو ويٺو هو، گائيڊ جي ياوه گوئيءَ تي مشتعل ٿي ويو ۽ هن کي چيائين: "تون ڪير ٿيندو آهين اسان جي سلاطين کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ وارو؟" گائيڊ بہ هن کي نهايت غصي وارو جواب ڏنو: "سلطان منهنجا ها يا تنهنجا؟ تون ڪير آهين مون کان سوال ڪرڻ وارو؟"

اسان غصي ۾ ٻاهر نڪتاسين تہ گوڙ ٿي ويو. منهن ورائي پڇيوسي تہ: "ڇا ٿيو؟" معلوم ٿيو تہ گائيڊ هارٽ اٽيڪ (دل جو دورو) پوڻ ڪري مري ويو.

مون کي اهڙو ئيون بہ عجيب غريب واقعو ياد ٿو اچي. مولانا عبدالستار نيازي، بينظير جي حڪومت ۾ مرڪزي وزير هو. هو ڪنهن اردو ڪتاب جي رونمائيءَ ڪرڻ لاءِ اسلام آباد مان ڪراچيءَ اچي رهيو هو ۽ مصنف کي چيو هئائين تہ مهمان خصوصي مون کي ڪيو وڃي. مون کي ان مصنف پاران گذارش ڪئي وئي تہ مون بہ هائوڪار ڪئي. ڪتاب جي رونمائي کان هڪ ڏينهن اڳ مولانا صاحب کي دل جو دورو پيو ۽ هو اسلام آباد ۾ گذاري ويو. ڪجھ وقت رکي مون کي مصنف صدارت لاءِ چيو، جيڪو مون قبول ڪيو. افتتاح کان هڪ ڏينهن اڳ مون کي زوردار دل جو دورو پيو ۽ مان وڃي مڊ ايسٽ ميڊيڪل سينٽر ۾ داخل ٿيس، جتي سترنهن ڏينهن هوس. پر زرينا جي صبح شام خدمت ۽ پنهنجي ڌيءُ ياسمين ۽ ڏوهٽي ڪنول جي محبت ڪري بچي ويس. مون اهو ڪتاب ڪتي لئبريريءَ ۾ ڦٽي ڪري ڇڏيو آهي. جڻ ان کي ڏسندي مون کي خوف ٿو ٿئي.

هاڻ انهن ڳالهين ۽ مذهب کي پاسي ڪندي مان هيٺيون فارسي شعر جهونگاريان ٿو.

نسيمِ خلد مِي وزد مگرز جوئبار ها،
کہ بوئي مشڪ مِي دهد هوائي مرغزارها.
(بهشت جي هير نديءَ جي ڪپر تان ٿي اچي،
پڪيٽڙن جي آڪيرن مان مشڪ جي خوشبو اچي رهي آهي.)

زرينا اڄ تہ وري بيگاريءَ ۽ شاهي باغ ڏانهن هلون. شاهي باغ تي بہ مان لوڪرام ڏوڏيجا جي ڪتاب 'منهنجو وطن منهنجا ماڻهو' مان توکي ڪجهہ پڙهي ٿو ٻڌايان. ڇو تہ هن جي لکڻيءَ ۾ جا بي مثال انفراديت آهي، سا پيرومل مهرچند، لال چند امرڏنو مل ۽ پرمانند ميوارام ۾ بہ نہ آهي. بمبئيءَ ۾ منهنجي پاڪستان واپس اچڻ کان هڪ رات اڳ، هن جو پٽ هن جا ڪتاب الهاس نگر مان بمبئيءَ ۾ ناڪر چاولا جي جاءِ تي مون لاءِ کڻي آيو هو. هن شڪارپور جي باغن لاءِ لکيو آهي:

"باغن ۾ سوادي ميوا بہ جهجها ٿيندا ها. لال بخش جي باغ جا ڏوڪا، ڪارڪان، اهڙيون مٺيون، جهڙا مصريءَ جا ڳنڍا. ڪارڪان بہ ڏوڪن جيڏيون وڏيون ۽ ککڙي بلڪل ننڍڙي. پائي ٿلوءَ جي باغ جا زيتون، زردالو ۽ پيچ بہ ڏاڍا رسيلا هوندا ها. جلال جي باغ جا ڦاروان ۽ اڇا ڪارا توت تہ اهڙا متارا هوندا هئا ڄڻ راسبريءَ جا ڍڪ ٿا پيئون! باغائيءَ کان پئسي ٽڪي جا وٽبا ها تہ پلاند ڀري ڏيندو هو. اڃيءَ تر مغزيءَ جي تراوت ۽ سواد نرالو هوندو هو. اها ڪرامت سنڌڙيءَ جي صدوريءَ ڌرتيءَ جي هئي.

اتي هر روز ڪنهن نہ ڪنهن باغ جي ڪوهہ تي ضرور وڃبو هو. جو اتي گهڻا مطلب پورا ٿيندا ها. اتي ڏيساور جي اڳهن ماڳهن ۽ واءِ سواءِ جو پتو پوندو هو. ورزش ڪري هڪبئي کان ڪشتي ۽ ملهہ جا داءَ پيچ سکبا ها. اخباران بہ کڻي ايندا ها. ۽ پرائيءَ پچار جو مزو وٺبو هو. نيسر جي ڌارا تارونءَ تي پوندي هئي تہ لنوَ لنوَ ٺري پوندي هئي ۽ تن من جا سڀ ٿڪاوَ شانت ٿي ويندا ها. سڀ کان اڳ ميٽ پائبو هو. جنهن ۾ نم جا پن، ڏهي، رابيل يا موتئي جا گل وجهي، بدن تي لڳائي سڪائبو هو تہ آرايون ۽ ڦرڙيون لهي ويندي يون هيون ۽ بدن اطلس جهڙو لسو ۽ خوشبوءِ دار ٿي پوندو هو. ڪوهن تي زالن لاءِ ڍڪ جي پردي سان اتاهين پيتين سان جدا آڏر هوندا هئا.

باغن ۾ ڪوهہ گيڙڻ لاءِ ڏاندن کي ٻڌل گهندڻيون، نار ڦرڻ ۽ پاڻي وهڻ جو مٺو آواز ائين لڳندو هو ڄڻ تال سُر سان ڪا سارنگي ٿي وڄي. باغائي

ڏاند جي اکين تي ان لاءِ کوپا چاڙهيندا ها تہ متان انهن جاٺي ڪو لقڙو نہ ڪن تہ هو ساڳئي هنڌ ڦيرا پائي رهيا آهن.

شڪارپور ۾ سڀ کان وڏو باغ اٽڪل ہ ميل چورس شاهي باغ هوندو هو. ان جي داخلا ونگ ڏاڍي شاندار هئي. چو جو پنهنجي بادشاهيءَ ۾ پٺاڻ بادشاهہ ان باغ ۾ اچي ديرو ڪندا ها. ان وقت باغ ۾ شينهن، چيتا، رڇ، جهنگلي سؤر وغيره جانور هوندا هئا. جو انهن جو دوبدو مقابلو ۽ ويڙهہ ڪرائڻ، بادشاهي رؤنشو ۽ وندر هوندي هئي. جڏهن بادشاهي نہ رهي تہ ڏتڙيل ميونسپالٽي، جانورن لاءِ پوري خوراڪ ميسر ڪري نہ سگهي تہ انگريزن اهي جانور ڪراچيءَ جي راڻي باغ ۾ ڏياري موڪليا.

اسان جي سانير ۾ اتي رڳو 'پکي - گهر' هوندو هو. جتي رنگ برنگي پکي پيا چهہ چهہ ڪندا ها.

ڪشمير، مئسور ۽ جپان وغيره ڏارين ملڪن جا مشهور باغ گهميو آهيان، پر شڪارپور جي شاهي باغ جو لطف ۽ راحت ڪا اور هئي! وڏن وڏن ٻارن ۾ چڻ سائي گاهہ جا غاليچا وڇايل هئا. جن جي وچ ۽ ڪنارن تي رنگ برنگي گلن جو پرت پريل هو. گلاب جا گل، اچي ڳاڙهي سائي پيلي نيري ۽ چٽڪمري رنگن جا، تن جي جدا جدا مست سڳنڌ ۽ ڪِن گلن ۾ پوپٽن، پکين ۽ باندرن جون شڪليون هونديون هيون. ٻيو ڪٿي ہ اهڙا گل ڏسڻ ۾ نہ آيا ها رڳو هماليہ ڳنڌ مادن پربت تي مشهور Valley of Flowers (گلن جي ماٿري) ۾ اهڙا عجيب گل ڏٺا هئم.

شاهي باغ جي پٺئين پاسي کان سنڌ واهہ طرف جيڪا سڙڪ ويندي هئي، ان جي ٻنهي پاسن کان سرنهن ۽ نم جي وڻن جون تاريون پاڻ ۾ ائين مليل هونديون هيون، چڻ تہ ڪي وڇڙيل پريمي گلي ملي رهيا آهن. سڄي رستي متان هڪ قدرتي ونگ ٺهيل هئي! سياري ۾ اتر جي هوا سوسات ڪري وڻن مان ائين نڪرندي هئي چڻ تہ گهڻي وقت کان وڇڙيل محبوب کان دل جون آهون، ٺڏن ساهن ۾ ڪڍي رهيا آهن! ان سڙڪ تي جهونجهڪڙي جي سانت ۽ نويڪلائيءَ ۾ جيڪا راحت ۽ سڪون ملندو هو، سو وساري نہ ٿو وسري!

ائين تہ باغن ۾ ٻارهوئي رونق لڳي پئي هوندي هئي، پر هوليءَ تي تہ ميلو لڳو پيو هوندو هو، چو جو تہ نائين ۽ پيٺوين کي سڄي ڪٽنب سميت شئل ڪرائبا ها. ائين تہ ناهي تہ باغن جا مزا رڳو شڪارپور ۾ ها، پر سنڌ

جي هر هڪ شهر ۾ اهڙا باغ هوندا هئا. مطلب تہ سنڌ جي رهڻي ڪهڻيءَ ۾، باغ ۽ ڪوهہ اهم پارٽ ادا ڪندا ها ۽ انهن ئي سنڌين جي زندگيءَ ۾ زنده دلي ۽ بهادري آندي هئي. انهن باغن ۽ ڪوهن جي موج ۽ مستيءَ ڀريل ماحول ۾ جيئڙن عاشقن جا جذبا بہ جاڳندا هئا."

واهہ، ڇا منظرڪشي ۽ ڇا تہ ٻولي آهي! لوڪرام ڪان اڳ ڪنهن بہ بزرگ اديب، اسان اڳيان، اطلس ۽ ڪمخواب جي ٽاڪين جيان، ٻولي کولي نہ رکي هئي.

مان سياري اونهاري ۾ صبح جو 5 وڳي اٿي شاهي باغ جا ٽي چار چڪر ڏيندو هوس. پنهنجي گهر مان نم وڻ جو ڏنڊڻ پٽي ان سان رستي تي ڏند بہ صاف ڪندو ويندو هوس ۽ مندر جي ڪلس مٿان پوئين پهر جو چنڊ بہ ڏسندو ويندو هوس. اهو پنڌ مان ٽئين درجي انگريزيءَ کان انٽرميڊيئيٽ تائين ڪندو هوس. رات جو پني تي خيام جي ڪائي رباعي، حافظ، غالب يا اقبال جو ڪوئي غزل يا نظم يا ڀٽائيءَ جو شعر پني تي لکي، اهو پنو پاڻ سان کڻي واري واري سان پڙهندو ويندو هوس، تان جو اهو مون کي بلڪل ياد ٿي ويندو هو.

شاهي باغ ۾ مند موجب جاءِ بجاءِ ڪرني، ڪيتڪي، ٽانگر، گلاب ۽ رابيل جا گل، زمين ۾ پوکيل هوندا هئا. ٿورا ٿارون جا ٻوٽا بہ هوندا هئا. انجير،انب، زيتون، ڪاٺ گدرا، توت، شهتوت، خشيون بہ ٿينديون هيون جي ڏينهن جو طوطا ٽڪيندا ها تہ ڪانياٺيءَ جو زيڪو پيو پوندو هو. جنهن وقت مان شاهي باغ ويندو هوس، ان وقت ابابيل آسمان ۾ اڏامندا نظر ايندا ها، ۽ ٻيا پکي پکڻ اجان نند ۾ هوندا ها. مان اڪثر سوچيندو هوس تہ ڇا پکي بہ سپنا ڏسندا آهن ۽ جي ڏسندا آهن تہ ڪهڙا سپنا ڏسندا آهن؟

باغ ۾ هزارين گلن جون ڪونڌيون رکيون هونديون هيون، جن ۾ ڪجهہ خوشبودار گاهہ ۽ ڪيترن ئي قسمن جا گل ٿيندا ها. گل بنفشہ، گل خيرو، پست جي ڏوڏين جا ڳاڙها گل، جن ۾ ڏوڏيون بہ ٿينديون هيون، جن کي ڇهڪ ڏئي آفيم ڪڍي ڇڏيندا ها. گلنار،گل بخمل، گل طوطو،گل ڪتو، عشق پيچ، ناڙا، سورج مکي، گينڊي جا پيلا گل، جنهن کي انگريزيءَ ۾ ميري گولڊ چوندا آهن، جي مون لنڊن جي ٻهراڙيءَ ۾ اڪيچار ڏٺا ها. گل جعفري، گل طرو،گل ڪهنبو، جنهن کي هنديءَ ۾ ڪُسم چوندا آهن (مون

اهو لفظ اقبال بانوءَ جي ڳايل ’سر بهار‘ واري ڪنسٽ ۾ ڪٿي پڌو هو.) ۽
ٻيا اڪيچار گل ڪونڊين ۽ زمين ۾ پوکيل هوندا هئا. ان کان سواءِ فرن، بيدِ
مجنون، پام (Palm) (پکن واريون ڪجيون) گل نرگس، زئفران، زنبق، چمپا،
گل چيتو، گل عقيق، جنهن ۾ قرمزي رنگ وارا گل هوندا هئا. نيريون،
ڳاڙهيون ۽ اڇيون، بوگين ولا، گل لالہ، گل شبو (اهي گل مان چام شورو ۾
وي. سي هائوس جي باغ مان پٽي ڪنهن ڏانهن تحفي طور موڪليندو هوس
۽ جو هاڻي ڪراچيءَ ۾ تحفن جي گل دستن ۾ گهڻو تو استعمال ٿئي.
بيماريءَ وقت مان جڏهن مدايسٽ ميڊيڪل سينٽر ۾ هوس، تڏهن جيڪي
گل دستا محترمہ بينظير ڀٽو، جناب عبدالله شاهہ ۽ جناب مرتضيٰ ڀٽو مون کي
تحفي طور موڪليا ها، انهن ۾ پاسن کان گل شبو لڳل ها ۽ وچ ۾ گلاب
جا گل ها.) گل سوسن، جهومڪا، ڪرن ڦل، گل سنبل، هيرڻ، بيگونيا،
فونوگل، جرينيم، گل عباسي، املتاس وغيره جا گل ٿيندا ها. مون کي
فارسيءَ جو هڪ شعر ياد ايندو هو، جيڪو هر هر دهرايو ويو آهي. پر
فرحت واري فضا تي ڪپي تو اچي، تنهن ڪري هيٺ ڏيان ٿو.

”اگر فردوس بر روئي زمين است،
همين است و همين است و همين است.“

جڏهن سِرنهن ۾ گل ڦٽندا ها يا جڏهن نمون ۽ انب ٻوڪبا ها تہ انهن
جي خوشبوءِ منهنجي ساهہ ۾ سمائجي ويندي هئي ۽ هر هر منهنجي شاعريءَ
۾ ايري آئي آهي. ڪيتريون ئي خوشبوئيون هيون انهن گلن ۾ ، جي مون پاڻ
چام شوري جي وي. سي هائوس ۾ پوکايا ها. انهن جو ذڪر پوءِ ڪندس.

مان هر آچر تي ڪجهہ درسي ڪتاب، ڪجهہ ادبي ڪتاب ۽ رسالا کڻي
ناشتو ڪري شاهي باغ ويندو هوس، ۽ شام جو گهر موٽي ۽ رات جي ماني
کائيندو هوس. سڄو ڏينهن ديوانِ غالب يا اقبال جا ڪتاب، داغ دهلوي، امير
مينائي وغيره جا ديوان يا علي قلي بيگ جو سچل سرمست جو رسالو يا
ڪوڙي مل جا ساميءَ جا سلوڪ، ديوانِ سانگي، ديوانِ فاضل، ديوان خاڪي
وغيره پڙهندو هوس. ڪڏهن ڪشن چند بيوس جو شيرين شعر جو مطالعو
ڪندو هوس، جيڪو اسان جي ٽئين درجي تي درسي ڪتاب طور رکيل هو.
مان ڪڏهن ڪڏهن مرزا قليچ بيگ جا گوناگون موضوعات تي ڪتاب بہ
پڙهندو هوس. مرزا قليچ بيگ سَون ماڻهن ۾ انگريزي ادب لاءِ چاهہ پيدا

ڪيو هو. ان وقت عام ماڻهن تي اهو اثر هو تہ شاعر چريا ڪريا، نڪمّا ۽ راهون رد ماڻهو ٿيندا آهن. پهريون شاعر مرزا قليچ بيگ هو جنهن انهيءَ اثر کي لاٿو، ۽ جنهن پنهنجي هڪ اردو غزل ۾ هڪ سٽ لکي:

شعر کهتے کهتے ميں ڈپٹي کلکٽر بن گيا.

مون کي هن جي باري ۾ اها ڳالهہ ڏاڍي وڻي هئي تہ هو وڻ ۾ آکيرو ٺاهي، انهيءَ ۾ ويهي پڙهندو هو. مان بہ انب جي ڏار تي ليٽي يا پپل يا ٻڙ جي ٽڙ کي ٽيڪ ڏئي ۽ ڪڏهن ڪنهن لان ۾ ڇپر تي ليٽي پڙهندو هوس. جڏهن پڙهي ٿڪجي پوندو هوس، تڏهن نوريٽڙن کي ٻٽلي ڊانسرن وانگيان ٽپا ڏيندو ڏسندو هوس. مون سان گڏ ساڌوءَ نالي هڪ ڪلاس فيلو بہ شاهي باغ ۾ چڪر ڏيندو هو. هن جو چوڻ هوندو هو تہ دنيا جو سارو علم ۽ سائنس اڳي ئي ويدن ۾ آهي. ويدانيت خدا جي وحدانيت جو تصور سيني مذهبن کان اول ڏنو هو. هُو آريہ سماجي هو ۽ ديانند سرسوتيءَ جو پوئلڳ هو. ڪنهن وقت هو ڪنهن سترهين اڌياوَ جي ڳالهہ ڪندو هو، پر مون سان واعدي جي باوجود، مون کي پڙهڻ لاءِ نہ ڏنو هئائين. بهرحال هو مورتي پوڄا جي خلاف هو. هو موتي رستي تي راما مورتيءَ جي آکاڙي ۾ ڏاڍي ورزش ڪندو هو، جتي آريہ سماجي ڇوڪرا آگرين تي ننڍيون کهاڙيون لڙڪائي ايندا ها ۽ ڪُشتيءَ جا داوَ ڪيڏندا ها، ۽ طرح طرح جون ورزشون ڪندا ها. هڪ ڀيري منهنجو ڪلاس فيلو 'لال' آگر تي کهاڙي لوڏائيندو آکاڙي مان نڪرندي مليو. مون کانئس پڇيو تہ: "آکاڙي ۾ مون کي وٺي هلندين؟" چيائين، "نہ. اتي اسان کي ياشڻ ڏيندا آهيون تہ هر وديشيءَ کي ڀارت مان ڪڍيو ويندو. اتي اوهان جي خلاف بہ ڀاشڻ ڏيندا آهن. اوهان هڪ هزار سال اسان جو رت پيتو آهي. هي ڪانگريسي بيوقوف آهن، جي اوهان کي ڀاءُ ٿا سمجهن."

مان دنگ رهجي ويس. پوءِ اهڙا سڀ ڇوڪرا مهاسيا ۾ شامل ٿيا، جي مهاتما گانڌيءَ کي گيدي سمجهندا ها. ويرساورڪر ۽ ڊاڪٽر هيج وار کي پنهنجا هيرو سمجهندا ها. هن وقت هو شايد ڀارتيہ جنتا پارٽيءَ سان آهن. جنهن جو صدر هڪ سنڌي مسٽر آڏواڻي آهي. جنهن جي پارٽيءَ جي هڪ شاخ شِوسينا بہ آهي، جنهن جو بال ٺاڪري صدر آهي. اها مهاراشٽرا ۾ اقتدار ۾ آئي آهي ۽ مسلمانن کي بمبئي ڇڏڻ لاءِ چيو اٿائين. بي. جي. پي گجرات ۽

راجستان ۾ بہ اقتدار ۾ آئي آهي. پارٽيہ جنتا پارٽيءَ جون ڪيئي سنستائون آهن، جي پوري هندوستان ۾ ڦهليل آهن. جيئن پارٽيہ جن سنگهہ، پارٽيہ سوام سيوڪ سنگهہ، وشنو هندو پريشد، اکل پارٽي وديارٿي پريشد وغيرہ. بي. جي. پي وارا شايد اتر پرديش ۾ اقتدار ۾ شامل آهن.

مون پاڻ هڪ ڪتاب آر. ايس. ايس. عملاً هڪ نظريو (R.S.S. Avision in Action) جي پيش لفظ (Prologue) جي شروعاتي باب، 'آر. ايس. ايسّ. قومي احيا جو سرچشمو' ۾ آر. ايس. ايس. جي باني ڊاڪٽر هيج وار جا هينيان لفظ پڙهي سوچ ۾ پئجي ويو هوس.

"منهنجو پنهنجو تجربو آهي تہ مسلمان گهڻو ڪري ڌمهاني آهن ۽ هندو بزدل آهن ۽ جتي بہ بزدل هوندا، اتي ڌمهاني هوندا." جنهن معاملي ۾ هندن جي بيداري محسوس ٿي رهي هئي، اها هئي هندن جي ڌرم ڦيرائي عيسائي يا مسلمان ٿيڻ جي هڪ طرفي عمل جي مزاحمت."

جڏهن مون مٿيون ڪتاب پڙهيو هو، ان وقت رام جنم ڀومي‌ءَ وارا بابري مسجد جي گنبذ کي ڊاهي رهيا ها، ۽ جن ماڻهن کي هٿن ۾ ان ڪم جي تڪميل لاءِ متڪا ها، انهن ۾ شودر (هاڻي دلت) بہ ها.

مون کي برصغير جو مستقبل نهايت تاريڪ نظر آيو. مون سان هڪ اسلامڪ سوشلسٽ اصغر علي انجنيئر مليو، جنهن جڏهن پاڪستان ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين جي پنجاهہ سالہ ورسي (گولڊن جوبلي انجمن ترقي پسند مصنفين 1986ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ملهائي وئي هئي.) تڏهن هڪ اجلاس جي صدارت ڪئي هئي، جو شروع ئي منهنجي نظم سان ڪيو ويو هو. هن مون کان پڇيو؛ "اياز صاحب! هي ڇا ٿي رهيو آهي؟"

مون ڪيس جواب ڏيڻ بدران سوال پڇيو؛ "تنهنجي سوشلزم ڇا ٿي چئي؟"

آزاديءَ جي تحريڪ عجيب خفتي (Faddist) پيدا ڪيا. جڏهن مان نيو ايرا اسڪول ۾ چوٿين درجي ۾ پڙهندو هوس، تڏهن پروفيسر يوڄراج ناگراڻيءَ، جو سڄي عمر ڪنوارو رهيو هو، ۽ سي ايند ايس ڪاليج شڪارپور ۾ پروفيسر هو، تنهن اسان کي 'برهم چريہ' تي ڪلاڪ ليڪچر ڏنو. ان وقت اسان کي ان جي معنيٰ بہ نہ ايندي هئي تہ 'ويريہ' ڇاهي ۽ 'ڪنڊلني شڪتي' ڪهڙي بلا جو نالو آهي! مان وقت جي سِير ۾ ڪجهہ لهوار تو وڃان، جيئن ناگراڻيءَ جي پوري ڪردارنگاري ڪري سگهان.

هو انٽرميڊيئيٽ ۾ اسان جو سنڌيءَ جو پروفيسر هو، جڏهن هو لکي در تي ڪنهن مشهور جاءِ، جيڪا شڪارپور ۾ سني ۾ سني ۾ ماڙ جاءِ هئي، ان جي هڪ فليٽ ۾ رهندو هو. جاءِ جي مالڪ جو پٽ ڏسڻو وائسڻو هو ۽ اڃان ڪنوارو هو، اهو بہ هن ساڻ گڏ رهندو هو. ناگراڻي ديوان بيدل ۽ ديوان بيڪس جي قلمي نسخي کي نقل ڪرڻ جو ڪم مون کي سپرد ڪيو هو. مان صبح جو پنجين وڳي منهن انڌيري ۾ هن وٽ اهي ديوان نقل ڪرڻ لاءِ ويندو هوس، جي مان ستين وڳي تائين نقل ڪري گهر موٽي ويندو هوس. هڪ پيري ڪائي هندو ڇوڪري، جا ايم. اي هئي، هن جي فلئٽ جي پرسان اچي رهي هئي، ناگراڻيءَ جي دل ٿي تہ هن سان شادي ڪري. هن ڪيترن ئي جوتشين سان مشورا ڪيا جن کيس چيو تہ: ”چاليهہ ورهين جي عمر ۾ هن برهم چاريہ جو پالن ڪرڻ وارو پرن پيڄو پوندو. هن مون کي اها ڳالهہ ٻڌائي چيو تہ تون مون سان بابا نيپراج ڏانهن روهڙيءَ هلندين؟ انهيءَ ڪان ان باري ۾ پڇي اچون.“

مان ناگراڻيءَ سان گڏ روهڙيءَ ويس. بابا نيپراج سکر واري قاضي مست وانگر اڱڻ ۾ پسار ڪري رهيو هو ۽ ڪجهہ جبري رهيو هو. مون کي تہ ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيو تہ هُو ڇا چئي رهيو آهي. پر جڏهن موٽياسين تہ مون ناگراڻيءَ کان پڇيو:

”سائين، اوهان ڪجهہ سمجهيو تہ هن ڇا چيو؟“

هن چيو: ”هائو، مون چڱيءَ طرح سمجهيو. سنت چيو، شينهن ڪيئن ڳانءِ سان زنا ڪندو؟ هن پنهنجي ٻوليءَ ۾ مون کي منع ڪئي.“

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هن جو بورچي پڇي ويو. ناگراڻيءَ پورو مهينو هن کي تلاش ڪري، کيس ڪراچيءَ مان وٺي آيو ۽ جڏهن مان هن وٽ ويس، تڏهن هن مون کي ٻڌايو تہ: ”هو بدصحبت ۾ ڦاسي ويو هو. جڏهن ڊاڪٽر هن کي تپاسيو تڏهن هن جي گديا (مقعد) مان ٻر ٻر ڪينئان تي ڪريا.“

سال 1963ع ۾ بمبئيءَ ۾ هن منهنجي ۽ پٽيءَ جي پنهنجي فلئٽ تي ماني ڪئي هئي. مون گهڻو ئي لنوايو، پر گوبند مالهيءَ چيو تہ هن وٽ ماني تي وڃڻ ضروري آهي.

جڏهن هن جي فلئٽ ۾ وياسين تہ ڳالهين ڪندي هن ٻڌايو تہ هن جي

هڪ يوگيءَ سان ملاقات ٿي آهي جو ڪافي دور رهندي به جڏهن هن تي ڏيان ڪندو آهي تڏهن هن جي چڻ (Hernia) ڍري ٿي ويندي آهي. پوءِ مون کي هن چيو تہ: "شايد توکي ان ڳالهہ تي اعتبار نہ ٿو اچي. هڪ ڀيري مون کي ڏند ۾ ڏاڍو سور پيو تہ اهو جوڳي اوچتو اچي نڪتو ۽ منهنجي ڏکندڙ ڏند وٽ آڱر گهمائي، ڪيئون ڪڏي مون کي ڏيکاريائين." مون پٽيءَ کي اک سان اشارو ڪيو تہ اٿي تہ هلون تہ ايتري ۾ هڪ ڀيرو ڇوڪرو اچي ويو جو هن جي سڪر واري رسوئي وانگر خوبصورت هو. ناگراڻي هن کي ڏسي چيو: "مون هن کي پٽ ڪيو آهي ۽ هو منهنجي رسوئي بہ ڪندو آهي ۽ رهندو بہ هتي آهي."اهو ٻڌي، انهيءَ ڇوڪري جي چپن تي هڪ فاحشہ وانگر معنٰي ڀري مرڪ اچي وئي. ناگراڻي لڳ ڀڳ ستر سالن جو هو يا ان ڪان مٿي ٿي چڪو هو. پر اڃان تائين ڪنوارو هو. جڏهن ناگراڻي باٿ روم ۾ ويو تڏهن پٽيءَ مون کي چيو: "ڇوڪرو تہ ڪنوار ہوتيءَ وانگر ٿو لڳي."

انساني فطرت ۾ ڪنهن ڀيهي ڏٺو آهي؟ انهيءَ ناگراڻيءَ ساميءَ جي سلوڪن جا ٽي حصا ڇپايا ها. جن کي محمد ابراهيم جويو ترتيب ڏني ۽ دولت مهتاڻي پاڪستان ۾ ڀيهر ڇپايو آهي. مون کي ساميءَ جو هڪ سلوڪ ٿو ياد پوي:

"سڪڻ، سگر توک، لِڪڻ تنهن ڪان اڳرو."

پورو سلوڪ ياد ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪيم پر ياد نہ آيو.

مان جڏهن پڙهندو هوس تہ سوم دت نالي هڪ ماستر دنيا جو پهريون هِپي هو، جو شام جو لکي در ڪان اسٽيشن تائين چڪر ڏيندو نظر ايندو هو. سوم دت زالن جيڏا وار ڪُلهن تي چوڙي ڇڏيندو هو ۽ هندو زالن وانگر ريشمي قميص ۽ پتلون پائيندو هو، جيڪو بہ ڪيس ڏسندو هو، هن کي زناڻو چوندو هو.

ائين نند جويري چوندو آهي تہ شڪارپور واري سک پُل دنيا جي پهرين Flyover Bridge (مٿان لنگهندڙ) پل آهي.

مون اڃان مٿين سٽ پوري ڪئي تہ محمد ابراهيم جويو جو فون آيو تہ هو ڪراچيءَ ۾ آهي ۽ مون سان ملڻ ٿو اچي. مون وٽ نثار منصور ۽ عبدالستار پيرزادو اڳ ئي ويٺا ها. نثار مون کي هن ڪتاب جي هڪ حصي، جيڪو لينن - گراڊ جي باري ۾ آهي، ان جا پروف پڙهي ٻڌائي رهيو هو، جي

ڦِڪيءَ ربن تي نڪتل ها. ڳالهين ڪندي مون جڏهن هن سان پنهنجي قنوطيت ۽ انسان جي مستقبل لاءِ مايوسيءَ جو اظهار ڪيو، تڏهن جويي صاحب چيو تہ: ”انسان خوابن جي ذريعي زنده آهي.“ مون ڪيس چيو: ”ها. برونو وانگر جنهن کي جيئرو جلايو ويو هو.“ مون کي اوچتو هڪ سريئلسٽ شاعر جي سٽ ياد آئي.

"Me, I am measure of the world, by passing

Through my dream."

”مان، آءُ ئي دنيا جي ماپ آهيان، ان کي پنهجن خوابن سان ڪڇي.“

شاعر جو مقصد هو تہ مان دنيا کي پنهنجي خوابن جي گزيءَ سان ڪڇي رهيو آهيان. ان کان هڪ ڏينهن اڳ مون کي انور ابڙو پنهنجي چؤستن جو پروف ڏيکارڻ آيو جيڪو هُو هِن مهيني پنهنجي رسالي ’سارس‘ ۾ ڇپي رهيو آهي. انور ابڙو بہ ترقي پسند آهي ۽ هو ۽ چندر ڪيسواڻي جو هن سان گڏ آيو هو ۽ ٻيا سويي جا مداح آهن.

ڳالهين ڪندي هن مون کي چيو: ”هاڻ تہ روس ۾ ڪميونسٽ پارٽي اڪثريت ۾ چونڊجي آئي آهي!“

مون ڪيس جواب ڏنو: ”جمهوري طور طريقي سان جيڪڏهن ڪميونسٽ پارٽي اقتدار ۾ اچي تہ مون کي ان تي ڪوبہ اعتراض ناهي. اعتراض تہ مون کي آمريت تي آهي، پوءِ اها پرولتاري آمريت ڇو نہ هجي. سوال اهو آهي تہ برسر اقتدار شخص عوام سان مخلص آهن ۽ اهي قوٰل پاڙن ٿا. جي هنن اليڪشن دوران ڪيا آهن يا نہ. جي نہ تہ پوءِ مون لاءِ ڪميونسٽ، اسلامڪ ۽ ڪرسچن سوشلسٽ سڀ هڪجهڙا آهن.

محمد حسن سومرو هڪ ڏاڍو مڙس هو، جو سدائين پاڻ سان هاڪي کڻي گهمندو هو. هن تي شڪ هو تہ هن ٻن هندو لوفرن ٺاڪر ۽ ٻئي جو خون ڪيو آهي. اوچتو هڪ هندان گڏڙن هنن جا لاش ڪوٺي ڪڍيا ۽ پوليس شڪ ۾ محمد حسن کي گرفتار ڪيو هو. انهيءَ وچ ۾ هندن روئندي جلوس ڪڍيا ها تہ ٺاڪر جو خون، خونِ ناحق آهي ۽ محمد حسن کي سزا اچڻ گهرجي. پر غالباً پوليس ڪيس چالان ئي نہ ڪيو هو ۽ جي چالان ڪيو بہ هئائون تہ هُو ان مان ڇٽي ويو هو. ان واقعي کان پوءِ مسجد منزل گاهہ جي واقعي ٿائين، جنهن جي ڪري سکر ۾ هندو - مسلم فساد ٿيا، انهن کان اڳ

۾ شڪارپور جي هندن ۽ مسلمانن ۾ ڇڪتاڻ نہ هئي. نہ تہ بيگاريءَ، سنڌ واهہ، شاهي باغ، ڏياري، دسهڙي ۽ شنڪر جي ميلي تي جو وڏي بيگاريءَ پرسان لڳندو هو، هندو مسلم سڀ ڪٺا هوندا ها. اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ڪٺا پڙهندا ها ۽ ڪڏهن هڪ ٻئي کان نفرت نہ ڪندا ها.

اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هندن ۾ ڇوت ڇات هوندي هئي. اسٽيشن تي هندو پاڻي الڳ هوندو هو ۽ مسلمان پاڻي الڳ هوندو هو، ۽ اڪثر هندو دڪاندار اسان کي هٿ ۾ شيءِ نہ ڏيندا ها. جيڪڏهن ڪنهن مسلمان جو هٿ لڳي ويندو هون تہ ڦٽجي پوندا ها. پر جڏهن شاهي باغ ۾ چانڊوڪين راتين ۾ ڪنور ڀڳت پنهنجي ڀڳت ڪندو هو ۽ پنهنجي رقت آميز آواز ۾ ڳائيندو هو؛ 'او نالي ڏٺي جي ٻيڙو تار منهنجو'، ان وقت هندو مسلمان چانڊوڪيءَ ۾ ڪوڏو ڪوڏي سان ملائي ويهندا ها ۽ چنڊ آسمان ۾ مرڪي رمندو رهندو هو. يا هو ڳائيندو هو؛

'آءٌ ڪانگا ڪر ڳالهہ مون کي تن ماروئڙن جي
ماروئڙن جي سانگيئڙن جي.'

تڏهن ٻڌي ائين لڳندو هو تہ هن جي آواز ۾ مستقبل جي ڪائي اڻ لکي لرزش آهي. ڪائي اڻ ڇٽي تصوير آهي، جنهن جو هو پاڻ بيان ڪري نہ ٿو سگهي ۽ ڪوئي پراسرار اونو. ڪائي ڳٽي، حال تي مستقبل جا بيچين ڪنڌڙ پاڇانوان وجهندي نظر اچي ٿي، ۽ ٻڌندڙن تي هڪ گمنام مايوسي ڇانئجي وڃي ٿي.

مون 1963ع ۾ ڀارت جي سفر دوران گيتا کان پڇيو تہ: "اوهان ۾ ايتري ڇوت ڇات ڇو آهي؟،

هن جواب ڏنو تہ: "اسان ۾ ڪٿي آهي. اسان تہ توسان ساڳين ٿانون ۾ کائيندا پيئندا آهيون، نہ کي وري اڪثر سنڌي هندن ۾ آهي. پر ڀارت جي هندو مخلوق ٿي ٻي منيءَ جي ٺهيل آهي."

اسان جڏهن مترا پهتاسون تہ گيتا مون کي چيو تہ: "هتان جا هندو اسان سنڌي هندن سان بہ ڇوت ڇات ڪندا آهن. هو چوندا آهن تہ اسان گوشت، مڇي، بيدا کائيندا آهيون ۽ ان ڪري مليڇ آهيون. آءٌ تہ مان توکي هتان جي ڇوت ڇات ڏيکاريان!"

گيتا کي نرڙ تي تلڪ لڳل هو ۽ ساڙهي ٻڌي پئي هئي ۽ هُوءَ بلڪل

ٻيءَ ڪنهن هندو عورت وانگر لڳي رهي هئي. رستي تي هڪ برهمڻ جو دڪان هو، جتي هُو مائي جا پيڙا وڪڻي رهيو هو. گيتا دڪاندار کي چيو تہ:
"رپئي جا پيڙا ڏي."

دڪاندار پهرين تہ پرسان رکيل گرم پاڻيءَ جي ڪڙهائيءَ مان هٿ ڌوتا، ۽ پوءِ گيتا کي چيائين: "ٻڪ جهل!" پوءِ هو گيتا جي ٻڪ ۾ مٿان هڪ هڪ ڪري پيڙا ڦٽي ڪندو رهيو. جڏهن ڏهہ پيڙا گيتا جي ٻڪ ۾ وڌائين تڏهن وري ان ڪڙهائيءَ مان هٿ ڌوتائين. پوءِ پنهنجو ٻڪ جهلي گيتا کي چيائين تہ: "رپيو ٻڪ ۾ ڦٽو ڪر." پوءِ رپيو مراديءَ ۾ وجهي وري هٿ ڌوتائين.

اوچتو گيتا مون کان پڇيو هو: "تو آئين اڪبري پڙهيو آهي؟"

"هائو." مون جواب ڏنو.

"اهو سچو هو يا ڪوڙو هو؟"

"ڪوڙو هو، هن ابوالفضل سان رٿ رٿي هئي ۽ ان کي پنهنجي سياسي مصلحت لاءِ لکرايو هئائين ۽ پوءِ وڻ هيٺان پورائي، سيني کي ڳولا لاءِ پٽڪايو هئائين."

"پر هن جا صلاحڪار تہ ابوالفضل ۽ فيضي ها، جي ٻئي سيوهڻ جا سنڌي ها."

"ها، پر جيتري قدر مون کي تاريخ ياد آهي، مان ڀانيان ٿو تہ ابوالفضل کي جهانگير مارائي ڇڏيو هو."

گيتا وڏو ٽهڪ ڏئي چيو: "هڪ سبب اهو بہ هو ورهاڱي جو."

مون مائيڪل ايڊورڊس (Michael Edwards) جي ڪتاب 'برٽش انڊيا جا آخري سال' (The Last Years of British India) جي ٽئين حصي ۾ بہ ٽڪرا (Quotations) پڙهيا ها جي هتي ڏيڻ ضروري ٿو سمجهان. 1931ع کان وٺي جنگ عظيم جي خاتمي کان پوءِ ۽ انگلينڊ جي ليبر پارٽيءَ جي اختيار ۾ اچڻ جي وچ واري حصي تي، مان پوءِ ايندس. پهرين اهي بہ ٽڪرا ڏيڻ ٿو چاهيان. متان مون کان وسري وڃن.

"مون ڪڏهن سوچيو بہ نہ هو تہ ائين ٿيندو. مون کي ان جي توقع ڪانہ هئي تہ مان پاڪستان پنهنجي زندگيءَ ۾ ڏسندس." (ايم. اي. جناح)

"تاريخ ڪنهن وقت بي انتها سست رفتاريءَ سان هلي ٿي. جيئن سمنڊ

۾ برف جو پهاڙ (Glacier) هلندو آهي ۽ ڪنهن وقت نهايت تيز رفتار ڌارا وانگر اڪتي وڌي ٿي." (لارڊ مائونٽ بيٽن)

آءُ تاريخ جي انهن ڪُنن ۾ ڦيراٽيون ڏيندو رهيس. جيستائين ڪالهہ خبر پئي تہ ڀارت دور مار پرٿوي ميزائيل ٺاهيو آهي. مان سوچيان پيو تہ: 'ڇا مون کي ايتري مهلت ملندي تہ ٻي مهاڀارت جي جنگ جو ويد وياس ٿي سگهان؟'

مان يادِ رفتگان ۾ عالمِ ارواح مان ٿيندو ڪٿي پهتو آهيان! دراصل جيڪي ھتي ۽ هاڻي آهي، سو ٻيهر اچڻو ناهي. پوءِ ڇا جي لاءِ من ماضيءَ جي ڪنديءَ ۾ ڦاٿل رهي ٿو؟ زرينا اچ تہ پاڙي تي نظر وجهون.

اقتصاديات جي مخروطي مناري جي تري وٽ جو عام آهي، اهو سدائين منهنجي دلچسپيءَ جو باعث بڻيو آهي. اهو گمنام جيئي ٿو ۽ گمنام مري ٿو. ان وچ ۾ اسان هن سان، هن کي چڻيءَ رات پيءُ جي ڏنل نالي سان مخاطب ٿيون ٿا.

اسان جي پاڙي ۾ تلسيءَ نالي هڪ اهڙي عام هندو عورت رهندي هئي، جا آفير بہ ڪائيندي هئي ۽ سگريٽ جا دُغاڙا بہ هڻندي هئي. هوءَ ريشمي پتلون قميص ۽ پوتي پائي پاڙي مان لنگهندي هئي. ڪنهن هن کان پڇيو: "تلسيءَ جو پوتو سدا سائو رهندو آهي يا سڪي بہ سگهندو آهي؟"

تلسيءَ جواب ڏنس: "جي هن کي پاڻي نہ ملندو آهي تہ سُڪي بہ سگهندو آهي."

"پوءِ ڏيونس پاڻي!" سوال پڇندڙ هن جي ڇاتيءَ ڏانهن گهوري ڏٺو. هن جي اکين ۽ چپن جي مرڪ مان شيطاني پئي ٻَڪي.

تلسي هن جي سوال جو مطلب سمجهي وئي ۽ "ماريا لفنگا." چئي هڪ ڪَنري (Canary) وانگر ويندي رهي.

ٻيو هڪ دلچسپ شخص، جو اسان جي پاڙي ۾ رهندو هو ۽ واجد علي شيخ سان گهڻو وقت گذاريندو هو. اهو پنڻ مکي هو، جيڪو گڙنگ جواري هو. هو چوندو هو تہ پَتي راند منهنجي پِتي ۾ آهي. هڪ ڀيري هن جوا تي کيڏي تہ هن ساري پونجي هارائي جا هُن وٽ هئي. ان کان پوءِ گهر داءَ تي رکيائين، پر اهو بہ هارائي ويو. ان کان پوءِ هن پنهنجي جوان جوءِ داءَ ۾ رکي. جڏهن اها بہ هارايائين، تڏهن هن جي جوءِ کي هٿي جواريءَ ٻانهن ۾ هٿ وڌو تہ هوءَ روئڻ لڳي. ان تي پنڻ مکيءَ زال کي آٿت ڏئي چيو: الکو نہ

ڪر. تون دروپدي تي وئينءَ!"

اسان جي گهر کان ٿيهارو قدمن تي بلو حجم رهندو هو. جيڪو پاڪيءَ سان ٻارن جا مٿا ائين ڪوڙيندو هو جو هن کي ياد ڪري مون کي ڪنهن درويش جو پهاڪو ياد اچي رهيو آهي: "حجامت يتيم جي مٿي تي سکجي، ڇو تہ هن کي مٿي تي ٺڪو ايندو تہ هن جي دانهن ٻڌڻ وارو ڪوبہ نہ هوندو."

گهر جي پرسان مسجد هئي. جنهن جو ملان رمضان عيد ڏينهن ڪتن کي ڳاوا هڏا زور سان هڻندو هو. هن کي ياد ڪري مون کي روسي پهاڪو ياد اچي رهيو آهي: "جيڪڏهن تون ڪتي کي هڏي سان مارينديءَ تہ هُو ڪوڪر نہ ڪندو."

اسان جا ٻہ مائٽ جڏهن لڪي در تان گهر وارين لاءِ راڏي جون تريل چاپون وٺي ايندا ها تہ پاڙي ۾ پيل ڪٽ پرسان ٻيهي منهنجي زال جي سؤٽ ادا اختر سان اڌ رات تائين ڊڙا ڊِشا هڻندا ها.

ادا اختر نوين وڳي اڌ چانور ڪير سان کائي ۽ اڌ ڪير چانورن ۾ وجهي ٻليءَ کي ڏيندو هو. جا هن سان هريل هوندي هئي ۽ پوري نوين وڳي اچي نڪرندي هئي. اسان جا مٿي ذڪر ڪيل مائٽ دونا هٽن ۾ جهلي بيٺا ڳالهائيندا ها ۽ هٿن کان وسري ويندو هو تہ هٿن کي ۽ هٿن جي زالن کي ماني بہ کائڻي آهي.

ٻيو هاسو سونارو واجد عليءَ وٽ روز ايندو هو ۽ پتي ڪيڏندو هو ۽ هن جي ڪچهريءَ ۾ شريڪ ٿيندو هو. جڏهن مان وڪالت ڪندو هوس تہ هو خيرپور واري مرحوم مير علي نواز جي زال باليءَ وٽ وٺي هلندو هو ۽ هن کان هيرا. پکراج وٺي، هن کي وڪڻي ڏيندو هو.

مان جڏهن ڇهين درجي ۾ پڙهندو هوس تہ واحد بخش لوهر عرف واڏل جي آڪاڙي ۾ پٽر جون پيچريون ۽ لوهہ جي ويٽ ڪٽندو هوس. جنهن ۾ لوهہ جي ٿلهي سيخ ۽ وزني لوهي ڦيٿا هوندا ها ۽ ڏنڊ بيٺڪون بہ ڪيندو هوس. هڪ ڀيري مون ويٽ ۾ ڪجهہ زياده ڦيٿا وڌا هيا. جيئن مون سَٽ ڏئي ويٽ مٿي ڪري ٻانهون ايبون ڪيون. تيئن ويٽ ڏنگي ٿي منهنجي سِرَ تي ڪِري ها جي واڏل لوهر ان کي جهلي نہ وٺي ها. اها هئي موت سان منهنجي ٽين ڪلهي ڪس.

چوٿين موٽ سان گوڏي گس تڏهن ٿي، جڏهن مان ريل جي ٽرڊ ڪلاس ۾ سکر مان شڪارپور موٽي رهيو هوس. بدي جي مند هئي ۽ گاڏيءَ ۾ ڏاڍي پوسٽ هئي، تنهن ڪري مان گاڏيءَ جي دروازي جي هيٺين ڏاڪي وٽ رڪ جي نلڪن ۾ هٿ وجهي ويٺس. اڃان شڪارپور جي ڦاٽڪ وٽان ٽرين مس گذري هئي تہ مون کي ڪنهن ازغيبي طاقت مٿي ڇڪي ورتو ۽ مان مٿي ٿي دروازي وٽ ٿي ويٺس. جيڪڏهن مان مٿي نہ ٿيان ها تہ گاڏيءَ جي دروازي جا ڏاڪا پليٽ فارم جي ايترو ويجها ها جو منهنجون ٽنگون ٽڪرا ٿي وڃن ٿا.

ادا اختر مطالعو براءِ مطالعو ڪندو هو. هن ساري عمر ڪتاب ۽ رسالا پڙهيا ها، پر انهن مان ڪجهہ بہ پرايو نہ هئائين. هُو ادب جو آفيمي هو. شام جو جڏهن پڙهي ٿڪجي پوندو هو تہ پاڙي جي پڊر ۾ پيپل ڪڻ تي ليٽي پوندو هو، ۽ ليڙي نالي حجم هن کي زور ڏيندو هو. هُو هر روز ليڙي سان ساڳيو چرچو ڪندو هو: ”ليڙا! سنڌيءَ جي هڪ سٽ ٻڌي اٿي، ’هلڪي ذات حجام جي، جيئن نڪر تي نيندي.‘“ تہ ليڙو ائين ڪلندو هو جو ٻڪر تي نيندٻءَ وانگر لڳندو هو.

شڪارپور ۾ هر ذات جي ڪائي نہ ڪائي چڙ هوندي هئي. دايا، ليمي تي چڙندا ها. سيد، پوئڪيءَ تي، شيخ ڪانوَ تي، حجم واڳڻ تي چڙندا ها. اهڙيءَ طرح ڪوري ۽ ٻي هر ڪنهن ذات جي ڪائي نہ ڪائي چڙ هوندي هئي. جي ڪوئي ڪنهن کي پنهنجي چڙ ياد ڏياريندو هو تہ هُو مِکر ڪري ميرجي ويندو هو ۽ هن کي ميڃائڻ مشڪل ٿي پوندو هو ۽ ان لاءِ ڏنڊ ڀرڻو پوندو هوس.

هاءِ اسڪول ڀرسان اوڌو داس تارا چند اسپتال هئي. جتي اوڌو داس جي مورتي لڳل هوندي هئي. پر هن جو نالو ڏاڪڻ تي لڳل هوندو هو. جيئن آيو ويو ان کي لتاڙيندو وڃي. مون کي اڃان معلوم نہ آهي تہ ٻي ڪنهن پنهنجي انا کي ائين ماري مَڃ ڪيو آهي.

اسپتال کان اڳتي ريلوي لائين ۽ اسٽيشن هئي. جنهن کان اڳتي هندن جا باغ هوندا ها ۽ انهن جون بينڪون نهيل هونديون هيون. ان کان پوءِ سي. اينڊ ايس ڪاليج، پوءِ بيگاري ۽ پوءِ سنڌ واهہ هوندو هو. شڪارپور پنهنجي پاڻ ۾ هڪ پوري ڪائنات هوندي هئي، جنهن کان ٻاهر وڃڻ تي دل نہ

ٿيندي هئي. سارو شهر چڻ سهي جي ٻج وانگر نرم لڳندو هو. لکي در تي رابيل ۽ گلاب جون کنديون وڪامنديون هيون، جي شام جو شڪارپوري پنهنجو پاڻ کي ڳچين ۾ پائيندا ها. پر آءٌ هر روز کنهن ڪونج جهڙي ڳچيءَ ۾ وجهندو هوس. جنهن جي گهر ڏانهن ويندي روز مان ٺاٺارڪي گهٽيءَ مان لنگهندو هوس، جتي ٺاٺارا کٽ کٽي برتن ٺاهيندا ها. انهن جي کٽ کٽان جو آواز اڃان تائين ڪوهِ ندا جي سڏ وانگر منهنجن ڪنن ۾ ٻرندو آهي.

مون حاتم طائيءَ جي قصي ۾ پڙهيو هو تہ ڪوهِ ندا هڪ جبل هو، جنهن مان سڏ ايندو هو ۽ جيڪو ان سڏ تي ويندو هو تہ وري نہ موٽندو هو.

شام جو مون کي پاٽولي پٽ جا ڊيرا ويڙهيندي نظر ايندا ها. جڏهن مان پنهنجي دوست جي پيڻ گارگيءَ سان ميونسپالٽيءَ واري رستي تي نڪري ويندو هوس، تڏهن گارگي مون کي تاجي پيٽي پٽ لڳندي هئي.

لکي در جي پرسان گوشت مارڪيٽ هوندو هو. جنهن جي مٿان ڪيئي هليون (سرٽيون) لامارا ڏينديون هيون. اهو منظر منهنجي تحت الشعور مان اڀري آيو هو، جڏهن مون لکيو هو:

”هونءَ وڏيرو هِل ڙي!
ٻگڙي جي سرڪار تہ هن جي جهرڪيءَ جهڙي دل ڙي!“

شڪارپور ۾ خصوصاً ۽ سنڌ ۾ عموماً ڪوبہ جهرڪي يا ڪبوتر کي نہ ماريندو هو. پر جڏهن مهاجر آيا، تڏهن انهن اهي سوَن هزارن جي تعداد ۾ ماري تري يا رڌي کاڌا ها.

’جيڻري جيت کي، مٿان مارين تون.‘

منهنجو هڪ پيارو دوست ڪار جي لنبي سفر ۾ ڳائيندو هلندو هو.

شام جو مان، جمال صديقي، غلام قادر مطلباڻي، چاندوڪي راتين ۾ اسٽيشن جي پريان، رستم ڳوٺ ڏانهن ويندڙ رستي تائين ويندا هئاسين، جتي خانہ بدوشن جا قافلا لٿل هوندا هئا. اتي هنن جا ڪتي جا تنبو کتل هوندا هئا ۽ هنن جا ڪتا ۽ گڏهہ ٻڌا ٻيٺا هوندا ها. هنن جون ڇوڪريون ڏاڍيون سهڻيون هونديون هيون ۽ سارو منظر چاندوڪيءَ ۾ ريمبران جي هڪ تصوير وانگر لڳندو هو. مون زندگيءَ ۾ پهريون نظر تڏي تي ڇپيو هو، جو منهنجي حافظي جي سپ ۾ موتيءَ وانگر بند هو، ۽ گهر اچي لکي ڇڏيو هو. اهو نظم

هو، ’خانہ بدوشن جو قافلو‘ جو پوءِ ’سندو‘ رسالي ۾ ڇپيو هو. جو انور فگار هڪڙي مون کي ڪجهہ سال اڳ ڪراچيءَ موڪلي ڏنو هو.

خان صاحب حسين بخش جي گذاري وڃڻ کان پوءِ مان خود اناج مارڪيٽ وڃي پلاوٽن سان پنهنجي ہنيءَ مان آيل ان جو حساب چڪائي ايندو هوس ۽ ڏسندو هوس تہ ڪيئن نہ بهانن سان ان مان ڪٽوتي ٿا ڪن. اناج مارڪيٽ ۾ طرح طرح جي اناج جا ڪرا رکيل هوندا ها جي نہ چاڙ مون کي ڇو وڻندا ها.

ڏل بہ مان ڏئي ايندو هوس، جنهن تي تپيدار رپٽي تي ہياني رشوت طور وڏيڪ وٺندا ها. ۽ جيڪڏهن ڪوئي ان کي ڏيڻ کان انڪار ڪندو هو تہ ڏل بستگيءَ ۾ ڦيرگهير ڪري هن کان ہيٽي ڏل وٺندا ها.

اسان وٽ هڪ مشهور لوڪ گيت هو. ’تپيدار ڙي، ماريو، قلم وجهي ٿو ڪَن ۾.‘ تن ڏينهن ۾ ماءُ ڪنهن کي دعا ڪندي هئي تہ چوندي هئي تہ پٽ شل تپيدار ٿين يا ناڪي منشي ٿئين! ہيو نمبر رشوت خور ناڪي منشي هوندا ها.

منهنجي لاشعور ۽ تحت الشعور ۾ مطالعي سان گڏ مشاهدو بہ رهيو آهي، جو منهنجي شاعريءَ ۾ اہڙڪا ڏئي نڪتو آهي، ۽ اهو تہ جي سٽ پُرهہ ڪوهہ وانگر ڪٿي نہ ٿو ڪٿي، جڻ ڪنهن محبوبہ جي محبت جي باري ۾ بار بار اظهار سبب دل بيزار نہ ٿيندي آهي. دراصل شاعريءَ ئي منهنجي محبوبا رهي آهي. ہيون محبوبائون ان لاءِ بهانا رهيون آهن. انهن جا ڳل، چپ، وار، اکيون ۽ سارو بدن منهنجي شاعريءَ ۾ ترو تازہ آهن ۽ وقت انهن کي مرجهائي نہ سگهيو آهي. ’ٿئي جي هوا ۾ گلابي بدن‘، بہ هڪ يادگيري هئي. ان گرم جسم جي، جو جنهن وقت منهنجي آغوش ۾ هو، تنهن وقت مون ڪمري جي دري ڪولي ڇڏي هئي، جنهن جي شيخن مان ايندڙ چاندوڪي هن جي گلابي بدن کي گلاب جي گل ۾ بدلائي رهي هئي. پر ان وقت مان جمال صديقيءَ سان ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪندو هوس.

پر اجان تہ مان ڇهين درجي انگريزيءَ ۾ پڙهندو هوس. فارسيءَ جي پوري بحر وزن تي مون کي گرفت اچي وئي هئي. هڪ ہيري سنڌيءَ جي استاد ڪلاس ۾ ڪنهن سٽ جو وزن پڇيو تہ هڪ ڇوڪري ڪلي ڇيو تہ، ”سٽ کي ڪيئن وزن ٿيندو؟“ مون هٿ مٿي ڪيو تہ مون کي ان سوال جو جواب اچي ٿو. ۽ مون استاد کي چيو تہ: ”ان جو وزن فعولن چار رکني آهي.“

”چار رڪني ڇا آهي؟“ استاد پڇيو.

مون وراڻيو: ”چار پيرا فعولن.“

ان تي مون کي استاد چيو تہ: ”تون تہ مون کان بہ وڌيڪ ٿو ڄاڻين.“

هن کي خبر نہ هئي تہ مون کي ’متفاعلن‘ چار رڪني بہ ايندو هو، جو مان علامہ اقبال جي ’بانگ درا‘ ۾ شايع ٿيل هڪ غزل مان سکيو هو. ڇهين درجي تائين مون کي فارسي بحر وزن تي پورو عبور هو. بيت ۾ وائي ڏانهن ۽ ماترائن تي ٻڌل شاعريءَ ڏانهن مون گهٽ وقت پوءِ توجهہ ڏني. شاعريءَ جي تخليق ۾ تحت الشعور ۽ لاشعور جو وڏو هٿ آهي. انگريز شاعر وليم بليڪ جو هڪ وڏو سرِيَت پسند (Mystical) شاعر هو. ان شاعريءَ کي الهام ڪوٺيو آهي. جا فطرت جي رهنمائي (Divine Guidance) سان وجود ۾ اچي ٿي. جڻ ڪوئي ازغيبي هٿ شاعر جي قلم کي جهلي ڇوي ٿو تہ: ”هيئن لک! هيئن لک!“مان دعويٰ سان چئي ٿو سگهان تہ مون جيان ڪتابن پٺيان ڪتاب دنيا جي ڪنهن بہ شاعر نٿو مان اٿي تخليق نہ ڪيا آهن. ان ڳالهہ جو عيني شاهد فقط ڊاڪٽر قاضي منظر حيات آهي، جو جڏهن منهنجي بيماريءَ وقت خوش خط ۾ منهنجو شعر شام جو نقل ڪرڻ ايندو هو، تڏهن مان بستري تان اٿي بہ نہ سگهندو هوس. جڏهن هو ٻئي ڏينهن ايندو هو تہ اڳي کان ٽيهارو صفحا وڌيڪ لکيل هوندا هئا. مان بتي وسائي پرسان قلم ۽ نوٽ بوڪ رکي سمهندو هوس. اوچتو ڇرڪ ڀري جاڳندو هوس ۽ اوندهہ ۾ ڪجهہ لکي پوءِ سمهي پوندو هوس. وري ٿوري دير اڪ لائي جاڳندو هوس ۽ ٻيو ڪجهہ لکي سمهندو هوس. ائين سلسلو صبح تائين هلندو رهندو هو. ڪنهن وقت اوندهہ ۾ مان ابتي قلم سان پني تي رهڙا ڏئي ويندو هوس، جن تي ٻئي ڏينهن قاضي منظر حيات چاڪ پريندو هو ۽ پوءِ نقل ڪري ڇڏيندو هو. اهو سلسلو بہ ٽي سال هليو، جيستائين هو لکيءَ ٽرانسفر ٿي ويو. پوري زندگيءَ ۾ مون کي منظر حيات جهڙو مداح نہ مليو آهي. مان هن جو ٿورو ڪڏهن بہ لاهي نہ سگهندس.

منظر حيات جو سوچي مون کي فارسي شاعر آذريءَ جو هيٺيون شعر ٿو ياد اچي:

بہ آن گروهہ کہ در ساغر وفا مستند

زما سلام رسا نيد هر ڪجا هستند.

ترجمو: (انهيءَ گروهہ ڪي جو وفا جي ساغر تي مست آهي
اسان جو سلام پهچايو، جتي بہ آهي.)

دراصل جڏهن فيروز احمد مون وٽان "گهاٽ مٿان گهنگهور گهٽا ۾"، ڪتاب ڇپڻ لاءِ ڪٽي ويو، تڏهن مون کي چيائين تہ، "مهرباني ڪري نثر ۾ وڌيڪ لکو، ڇو تہ اوهان جي لکيل نثر جي سنڌيءَ ۾ ضرورت آهي."

محمد ابراهيم جويي بہ جڏهن "ڪٿي نہ پيچبو ٽڪ مسافر" پڙهيو هو، تڏهن هُن بہ ساڳي ڳالهہ ڪئي هئي. مون جڏهن پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ جو ٻيو حصو "ڪٿي نہ پيچبو ٽڪ مسافر" جي نالي سان ڪجهہ لکيو تہ ٻہ شخص ان ڳالهہ جا اکين ڏٺا شاهد آهن تہ مون مهيني کن ۾ پنهنجي نوٽ بوڪن ۾ ٻارنهن سؤ صفحا لکيا آهن. هڪ ستار پيرزادو جو ان ڪتاب جو نقل ڪرڻ هر روز ايندو آهي ۽ ٻيو عبدالحميد ابڙو، جيڪو ملير جو سيشن جج آهي ۽ جنهن جهڙو، جمال ابڙي کان سواءِ، مون سان ڪو ٻيو ادب دوست ۽ راڳ جو ڄاڻو جج نہ مليو آهي. عبدالحميد ابڙو چوندو آهي تہ مون کي ٻن دانشورن سان عقيدت رهي آهي، هڪ مرحوم اي. ڪي. بروهي سان ۽ ٻيو مون (شيخ اياز) سان. هن کي شاهہ لطيف جي رسالي جو ڪيترو حصو ياد آهي. مون هن کي ٻڌايو تہ مون شاهہ جو پورو رسالو 1968ع ۾ ساهيوال جيل ۾ چڱيءَ طرح پڙهيو ۽ پوءِ ان کي پڙهڻ ڇڏي ڏنو، ڇو تہ منهنجي شاعريءَ ۾ شاهہ لطيف جا لفظ ايري ٿي آيا ۽ مون خليفي نبي بخش وانگر هن جو پڙاڏو ٿيڻ نہ ٿي چاهيو. مون هن کي چيو، "هاڻي مون کي هن ڪتاب ۾ پڇاڙيءَ جا ڪجهہ بيت گهرجن." هن ان وقت ئي حافظي مان مون کي ڪيئي بيت لکايا. جن مان ڪي هن ڪتاب ۾ ترتيل پڪڙيل آهن. هاڻي جڏهن منهنجي عمر جا 72 سال مارچ 1996ع تي پورا ٿيا آهن ۽ زندگيءَ جو نشيب ۽ فراز، نيڪ ۽ بد، حسن و قباحت پوري گهرائيءَ سان ڏسي چڪو آهيان ۽ اهو منهنجي رڳ رڳ ۾ سرايت ڪري ويو آهي، تڏهن وري مون کي وليم بليڪ جا لفظ ياد ٿا اچن:

"جنهن دؤر ۾ شاعر جو ڪم مڪمل ٿيندو آهي ۽ پنهنجي دؤر جا وڏا واقعا رونما ٿيندا آهن ۽ اهي انهيءَ دؤر ۾ پرجهيا پروڙيا ويندا آهن، تڏهن شاعري تخليق ٿيندي آهي. هڪ گهڙيءَ ۾ نبض جي هڪ دڪ دڪ ۾."

ان ڳالهہ ۾ اعتبار تہ شاعري الهام آهي مون هر وقت ۽ هر جاءِ تي ڪيو

آهي. حضرت عيسيٰ دوم چيو هو تہ: ”هو خدا جا الفاظ تڏهن چئي سگهندو هو جڏهن هڪ فرشتو هتن ۾ ٽانڊا ڪڻي هن جي چپن سان مهٽي انهن کي پاڪ ڪندو هو.“

اها ڳالهہ مون جان پريس (John Press) جي ڪتاب ’باهہ ۽ چشمو‘ (Fire and the Fountain) ۾ پڙهي آهي. ان ۾ وڌيڪ لکيل آهي تہ:

”ملٽن بہ اهڙو تصور چڏيو آهي تہ اهڙي تخليق پنهنجي پنيان چڏيان جا زنده جاويد هجي.“

ڪيترائي شاعر آهن، جن پاڻ کان ٻاهر ڪنهن مافوق الفطرت قوت جي رهنمائي پنهنجي لاءِ ضروري سمجهي آهي. غالب چيو آهي:

’آتے ھين غيب سے يہ مضامين خيال مين
غالب صرير خامہ نوائے سروش ھے.‘

ترجمو: (هي مضمون غيب مان منهنجي خيال ۾ اچي رهيا آهن.
اي غالب! قلم جو آواز فرشتي جي سڏ وانگر آهي.)

اردو ۽ فارسيءَ ۾ان مافوق الفطرت قوت کي ’هاتف‘ چوندا آهن. ڪنهن مهل اها قوت شاعر کي پورو نظم لکائي ٿي، ڪنهن وقت ترنم واري هڪ سٽ لکائي ٿي ۽ ٻئي ڏينهن لاءِ مواد مهيا ڪري ڏئي ٿي. ڊبليو. بي. ييٽس (W.B. Yeats) پنهنجي موت جي بستري تي هڪ نظم لاءِ مواد نثر ۾ 7 جنوري 1939ع تي ٽين وڳي صبح جو لکايو هو. پر اهو نظم 23 جنوري 1939ع تي مڪمل ٿيو هو. اها ڳالهہ مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب ۾ فخر سان لکيل آهي. ييٽس اهو شاعر هو، جنهن ’گيتا نجليءَ‘ جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو تہ رابندرناٿ ٽئگور کي نوبل انعام مليو هو. جو هونءَ شايد ڪيس نہ ملي ها. انهيءَ ييٽس جي فقط هڪ نظم جو ذڪر ايتري طمطراق سان ڪيو ويو آهي. پر مون ان ڪيفيت ۾ ڪيئي ڪتاب لکيا آهن، ان هوندي بہ پراوا تہ ڇا پر پنهنجا بہ اها قدرداني نہ ٿا ڪن. جو ڪنهن وات ڳاڙهي کي جيڪي جيءَ ۾ اچي ٿو، منهنجي باري ۾ لکي ٿو. غالب ساڳيءَ ڪيفيت ۾ هڪ شعر لکيو هو:

تو اے کہ محو سخن گسترانِ پيشيني
مباش منکر غالب کہ در زمانِ تُست

ترجمو: (تون جو اڳين شاعرن جي سُخن ۾ محو ٿي ويو آهين،
غالب جو منڪر نہ ٿيءُ جو تنهنجي وقت ۾ آهي.)

دراصل اها زماني جي ناشناسي ڪا نئين ڳالهہ ناهي. فردوسيءَ جو جنازو طوس مان هڪ طرف کان نڪري رهيو هو تہ محمود غزنويءَ جا موڪليل مُهرن سان اٺ ٻئي دروازي کان اچي رهيا ها.

جيڪڏهن حالي 'يادگار غالب' نہ لکي ها ۽ عبدالرحمان بجنوري غالب تي ڪتابچي ۾ ائين نہ لکي ها تہ: "هندوستان ۾ ٻہ مقدس ڪتاب لکيا ويا آهن، 'ويد' ۽ 'ديوانِ غالب.'" تہ غالب جو قدر نہ ٿئي ها. نہ تہ هونءَ غالب جي ديوان مان پساري پڙيون ٻڌندا رهن ها. پر انهن ڪتابن جي ڇپجڻ کان پوءِ سڄي هندوستان ۾ واهہ واهہ ٿي وئي.

سنڌ ۾ نقاد پراڻيون خرزينون کوليندا رهيا آهن تہ من ڪوئي سڳر ٽوڪ ملي پوي. هتي، جيڪڏهن لعل لِڌ مان ليي پوندو آهي تہ ان جي قيمت هونءَ کان سؤ ڀيرا وڌيڪ هوندي آهي. بهرصورت نہ غالب پنهنجي ميجتا لاءِ لکيو هو نہ مان لکندو آهيان، ۽ نہ ڪوئي قابل ذڪر شاعر لکندو آهي. مون کي اهي شاعر نہ وڻندا آهن جي هڪ مشاعريءَ ۾ غزل، نظم يا وائي پڙهڻ لاءِ ٽي سؤ ميل سفر ڪري ايندا آهن ۽ پنڊال ۾ ويهي ان ڳالهہ جو انتظار ڪندا آهن تہ ڪڏهن ٿو هنن جو وارو اچي. جڏهن شعر پڙهي کيپ ڪٽندا آهن، تڏهن تهہ سياري ۾ بہ پگهرجي ويندا آهن. شايد هنن کي علامہ اقبال جو هيٺيون شعر تسلي ڏيندو آهي.

موتي سمجھ کے شان کريمي ہے چن لئے
قطرات تھے جو مرے عرق انفعال کے.

ترجمو: (موتي سمجهي ڪريم جي شان چونڊي ورتا
منهنجا پگهر ڦڙا جيڪي مايوسيءَ ۾ وهيل ها.)

سچ تہ اهو آهي تہ شاعر پنهنجي ذات جي تڪميل لاءِ لکندو آهي ۽ نہ ٻين جي تحسين لاءِ. فقط امير مينائيءَ جهڙا شاعر لکندا آهن تہ:

صد بوتلون کا نشہ ہے اس واهہ واهہ ميں

اڄڪلهہ جيڪي منهنجي دل شڪني ڪرڻ چاهين ٿا تن کي ڏسي مون کي صائب جو هيٺيون شعر ياد ٿو اچي:

بہ نخل بار وَر سنگ از درو ديوار مي بارد
اگر اهلِ دلي آماده شو صائب ملامترا

ترجمو: (هر ميويدار وڻ تي هر طرف کان پٿر اڇلايا ويندا آهن،

اي ائب! جيڪڏهن تون اهل دل آهين تہ ملامت تي هري وڃ.)

مان هنن کي ڪيئن سمجهايان تہ ماديت جي فلسفي ۾ اعتبار انسان ذات ۾ برابريءَ جي نفي آهي. مون اٽليءَ جي هڪ ڪرسچن سوشلسٽ پارٽيءَ جي مئني فيسٽو ۾ جا پهرين سٽ پڙهي، اها هئي:

Man is born in the image of the divine.

(انسان پرتو الاهي آهي.) اهوئي فلسفو آهي، جو صحيح جمهوريت جو بنياد آهي، ڇوتہ هڪ پرتو الاهي ٻئي پرتو الاهيءَ کان برتر نہ ٿو ٿي سگهي، ۽ ان جي استحصال جي لاءِ ڪوئي بہ جواز نہ ٿو رهي. باقي جي انسان، انسان کي مادو سمجهن ٿا ۽ چون ٿا تہ هن کي روح نہ آهي، انهن کي پنهنجي مقصد لاءِ استحصال تي عار ڇو ٿئي؟ ان لاءِ مون کي ڪوبہ سبب نظر نہ ٿو اچي. مون کي جواهر وجديءَ جو هڪ فارسي شعر ياد اچي رهيو آهي.

ازدلم انديشہء آن لعل آتش گون گذشتہ
گويا از دريائي آتش زور قي پر خون گذشت

ترجمو: (دل مان هن باهہ جهڙي لعل جو خيال نڪري ويو.
ڄڻ باهہ جي درياہ مان ڪائي خون سان رڱيل ٻيڙي هلي وئي.)

مون کي پنهنجي نئين نسل جي بي سمجهي ۽ بيقدري ڏسي ٻٽائيءَ جو هڪ بيت ٿو ياد اچي:

آڏ تراڇا آهڙا، ڏونگر ۾ ڏارون،
هيئون هيرڻ پن جيئن، ڦٽي ٿيو ڦارون،
ڪنهن کي ڏيکاريون،ڪونهي سوداگر سُور جو.

ڪالهہ ڊاڪٽر مهڪريءَ جي ڳالهہ نڪتي جو منهنجو بزرگ دوست هو. جنهن جي مون اڳ پنهنجي ڪتاب، ’جڳ مڙيوئي سپنو‘ ۾ تعريف بہ ڪئي هئي. اڄ ستار پيرزادو هن جو ڪتاب ”مهڪري جا مضمون“ ڪٺي آيو آهي. جيڪو محمد ابراهيم جويي ترجمو ڪري ڇپرايو آهي. مون ڪتاب کوليو آهي تہ ڏٺو هڪ مضمون آهي: ”ڇا ڪٿولي جو موت نہ ڪپي!“ ان ۾ ميسور جي جنگ ۾ ٽيپو سلطان جي موت، سقراط جو خوشيءَ سان زهر پي مرڻ، مسيح جو مصلوب ٿيڻ، منصور حلاج جو پنهنجي ڦاسيءَ جي رسيءَ کي چمي ڏئي مرڻ، صوفي سرمد جي سر جو ڪپجڻ، قراة العين طاهره جو جلاد جي هٿان موت، سيزر جو بروٽس جي خنجر سان موت، انهن سڀني موتن کي

ساراهي ڇيو اٿس تہ: "اهي جڳان جڳ جيئرا آهن. پنهنجي ذاتي معجزي سان هنن پاڻ کي ڪتولي جي عام ۽ حقير موت کان بچائي ورتو."

حضرت عيسيٰ تہ خدا جو پيغمبر هو ۽ هن جي شهادت مشيت ايزديءَ جو حصو هئي. پر ڇا هر ماڻهوءَ جو ڪتولي تي موت حقير ۽ عام موت آهي؟ مون کي اهو مضمون پڙهي مرڪ آئي هئي. مهڪري تہ پاڻ 84 ورهين جي عمر ۾ بستري تي موت مئو ۽ هن تي پيرا پنهنجي پانهن ۾ مشين وجهائي هئي جنهن تي هن جي دل ڌڪ ڌڪ ڪندي هئي ۽ سندس مترجم جويو صاحب بہ اسي ورهين کان مٿي ٽپي چڪو آهي، منهنجي دعا آهي تہ قدرت کيس ڪنهن اتفاقي موت کان محفوظ رکي ۽ هو بہ پنهنجو نتيجہ خير ڪم ڪندو بستري تي وفات پائي.

پر ڇا مائيڪل اينجلو، سسٽين چئپل (Sistine Chapel) تي ڏينهن رات محنت ڪري غلطي ڪئي؟ ڇا بهتر ٿئي ها جي هو ان دؤر جي ڪنهن مقامي جنگ ۾ ماريو وڃي ها! هو 1664ع ۾ ڄائو هو ۽ 1775ع ۾ گذاري ويو. جي هو ايترو نہ جيئي ها تہ تخليق آدم جهڙي شاهڪار تصوير ڪيئي سگهي ها؟ ڪالي داس 375ع کان 455ع تائين زندگي ماڻي ۽ چندر گپت جي دؤر ۾ 'وڪرم اروشي'، 'ميگهہ دوت' ۽ 'شڪنتلا' جهڙا شاهڪار لکيائين. جي هو اڳ ۾ مري وڃي ها تہ دنيا انهن عظيم ناٽڪن کان محروم رهجي وڃي ها.

شيڪسپيئر 1564ع تي ڄائو ۽ 1616ع ۾ وفات ڪيائين ۽ ايلزبيٿ اعظم جي دؤر کي سرسبز ڪري ويو.

سعديءَ لاءِ چون ٿا تہ هن سؤ سالن کان وڌيڪ زندگي ماڻي ۽ بهترين غزل ۽ 'بوستان' ۽ 'گلستان' جهڙا شاهڪار مڪمل ڪري ورتائين.

امير خسروءَ جي دؤر ۾ اٺ جنگيون ٿيون هيون، جيڪڏهن هو هر جنگ ۾ بچي نہ وڃي ها تہ اهي غزل ۽ بي مثال 'ڪهہ مڪرنيون' ڪير لکي ها؟ ۽ سازن ۾ ستار ۽ موسيقيءَ ۾ خيال ڪير ايجاد ڪري ها؟

اطالوي شاعر ليو پارڊي 1798ع کان 1837ع تائين جيئرو هو ۽ روس جو رومانوي شاعر لرمنتوف ويڙهہ (Duel) ۾ ماريو ويو. هو ڪم عمريءَ ۾ وفات سبب ايترو تخليق ڪري نہ سگهيا جيتري هنن ۾صلاحيت هئي.

ليوناردو ڊاونچي، دنيا جي عظيم شاهڪارن 'رات جي پوئين ماني' (Last Supper) ۽ 'مونا ليزا' جو خالق 1452ع ۾ ڄائو هو ۽ 1519ع ۾ گذاري

ويو. هو جي اجان وڌيڪ جيئي ها ته دنيا کي ٻيو به امر آرٽ ڏئي سگهي ها.

عظيم مصور وان گوگ 1853ع ۾ ڄائو هو. 1890ع ۾ جوانيءَ ۾ پاڻ کي گولي هڻي ماريو هئائين. هن جي موت سان دنيا ڪيترين تصويرن کان محروم ٿي وئي؟

ڀٽائيءَ کي جي طويل عمري ملي ها ته وڌيڪ سُر ڏئي سگهي ها. جي دوديءَ ۽ درياءَ خان سان گڏ دفنايا نه وڃن ها. تاريخ ۾ اهڙا هزارين مثال آهن جي ثابت ڪن ٿا ته شاعر ۽ اديب جي مَسُ ڪنهن وقت شهيد جي خون کان وڌيڪ اهم هوندي آهي. هن کي ساري زندگي صليب ڪلهن تي کڻي پوي ٿي ۽ ڪيئي بروٽس ڪيس پٺيءَ ۾ ڇرو هڻن ٿا. خود مهڪريءَ جا ڏنل مثال ڏسو. قراة العين طاهره ۽ سرمد تي موت مسلط ڪيو ويو هو. سقراط زهر نه پيئي ها ۽ جلاوطني قبولي ها ته فلسفي کي وڌيڪ گهرائي ڏئي سگهي ها.

مهڪريءَ جو ڏنل ٽيپو سلطان جو مثال ذرا مختلف آهي. هو آزاديءَ جي جنگ ۾ ايترو وچڙي ويو هو جو هن جي پٺ تي موٽ جو سوال ئي نه ٿي اٿيو. انگريزن جي گهيراءُ ۾ بهادريءَ سان وڙهندي ماريو ويو، پر جي هو تانتيا ٽوپي، جهانسيءَ جي راڻي ۽ نانا صاحب وانگر هڪ هنڌان ٻئي هنڌ پڄي سگهي ها ته انگريزن سان گوريلا جنگ وڙهندي هن کي وڌيڪ ٽوٽا چٻائي سگهي ها. شهادت يا طويل عمري خدا جي دين آهي. انسان اها سجائي ڪري ته هو شهيد کان وڌيڪ دنيا کي ڏئي ٿو سگهي.

ڪن سياستدانن جون جڏهن ڪانيون ڪپي وڃن ٿيون، تڏهن هُو دونهين دکندي رکڻ لاءِ نوجوانن جا هڏا ان ۾ ڪانيون ڪري وجهن ٿا. ان ڪري سندن شهادت جي اهميت جتائين ٿا.

ڪنهن به ترقي پسند کان موت لاءِ پڇبو ته چوندو ته، موت بري ڳالهه آهي. پوءِ به هو ڪيترن نوجوانن کي انقلاب جي مچ کي مچائڻ لاءِ استعمال ڪري ٿو. مون وٽ چين جي انهن شاعرن تي هڪ ڪتاب آهي، جي هڪ اڌ نظم لکي چانگ ڪائي شيڪ جي گوليءَ سان اڏايا ويا ها.

ڪيئن چئجي ته اهي زنده رهن ها ته انهن مان ڪوئي لائوزو ۽ ڪنفيوشس کان به وڏو مفڪر پيدا ٿئي ها. غالب، بهادر شاهه ظفر سان گڏ 1857ع واري بلوي ۾ مري پوي ها ته فرق رڳو اهو پوي ها ته اسان غالب جي

ديوان کان محروم ٿي ويون ها. شاهہ لطيف ڀٽائي، مدد خان جي خلاف تلوار کڻي ها تہ ڪهڙا ڦاڙها ماري ها؟ رڳو سنڌ کي زنده جاويد ڪرڻ وارو رسالو تخليق نہ ٿئي ها.

ادب ۽ آرٽ، سياست جو هٿ ڪنڊو نہ آهي. دراصل ويهين صديءَ ۾، ادب ۽ آرٽ جي ٿيوريءَ سان راڳا ڪيا ويا آهن. ڇا شاعر جو اهو ڪم نہ آهي تہ هُو پڙهندڙ کي ڌرتيءَ جي ساري دک مان ڪجهہ وقت لاءِ نجات ڏياري؟ 'آرٽ آرٽ جي لاءِ' واري نظرئي ۾ ڪائي رجعت پرستي نہ آهي. آخر معاشي ۽ اقتصادي انقلاب جو مقصد ڇا آهي؟ اهو ئي تہ انسان جا معاشي ۽ اقتصادي مسئلا حل ڪري هن کي تخليقي سرگرمين لاءِ فرصت مهيا ڪري ڏني وڃي. ان لاءِ پلي انقلابي ۽ سياستدان جاکوڙين. پنهنجا نظريا آرٽسٽ جي نڪ ۾ ناڪولي نہ ڪن تہ بهتر ٿيندو. آرٽ ابدي آهي. سياست عارضي آهي. چار تقريرون ۽ آخر ۾ ايتري خاموشي جو ماڻهو سچ بہ چئي نہ سگهي! آرٽ ۾ ابدي سچ آهي، جنهن کي وقت پائمال ڪري نہ ٿو سگهي.

مون کي پنهنجي بزرگ دوست مهڪريءَ سان بيحد پيار هو. مان جڏهن وائيس چانسلر هوس تہ اسان منجهند جي ماني اڪثر گڏ ڪائيندا هئاسين. هن جي ظرافت نهايت سنجيده ۽ زندگيءَ جو دور رس نقطہ نظر بي مثال هو. پر ان جي معنيٰ اها نہ آهي تہ مون کي هن سان اختلاف جو حق نہ آهي. رات جو جيڪي شب گرد مون سان گڏ ڦرندا آهن، انهن ۾ ڊاڪٽر مهڪري بہ هوندو آهي.

وري موٽي ٿو اچان پنهنجي اصل موضوع آرٽ جي تخليق تي. آرٽ کان سواءِ ٻي هر تخليق آرٽسٽ لاءِ بي معنيٰ آهي. پال گوگين جي پون وچ سمنڊ جي هڪ ٻيٽ تي پالينيزين (Polynesian) عورتن جون ننگيون تصويرون ڪيندي هڪ پالينيزين عورت سان محبت ٿي وئي، ۽ ان مان هن کي هڪ پٽ ڄائو. پال گوگين جي موت کان اٽڪل اڌ صدي پوءِ هڪ لائيف مئگزين جي فوٽوگرافر انهيءَ سرزمين جي ۽ ان تي رهندڙ خوبصورت عورتن جي فوٽوگرافي ڪرڻ ويو، جن گوگين جي مصوريءَ کي اتساهيو هو. هن پال گوگين جي پٽ کي ڳولي لڌو. هو نِڪر پائي ڪناري تي مڇي ڦاسائڻ لاءِ ڪنڊي وجهي ويٺو هو. هن جو پيٽ وڏو ۽ ٻي ڊولو تي لڳو. مٿو گنجو ٿي ويو هوس ۽ منهن ۾ ڪهنج پئجي ويا هئس. هن جو منهن پاروٽي گدري جهڙو ٿي لڳو. هن جون ٻانهون ۽ ٽنگون ڦهلڙيون ۽ اڌ سڪل ڪمند جي

چڙين وانگر ٿي لڳيون. هُو ڪنڊي وجهي آسري ۾ ويٺو هو تہ مڃي ڪڏهن ٿي ڦاسي.

مون هن جو لائيف رسالي ۾ فوٽو ڏسي ٿهڪ ڏنو. ڇا جيڪو مصور نهايت خوبصورت تصويرون ڪڍي ٿي سگهيو، اهو تصور بہ ڪري ٿي سگهيو تہ ازلي مصور هن سان اهڙو مذاق ڪندو؟

زرينا، رمضان جي برڪتن جو مهينو آهي. تون پلي درود شريف پڙهہ ۽ دعا ۾ مون کي شامل رکج، جيئن مان اهو سڀ ڪجهہ لکي پورو ڪريان، جو مان لکڻ چاهيان ٿو، ۽ جيئن ڪنير جي نهائيءَ وانگر ڪوئي ڪچو گهڙو نہ نڪري جو سهڻيءَ کي سير ۾ ٻوڙي ماري.

انگريزي شاعر ڊريٽن (Drayton)، جرمن شاعر مارلو (Marlowe) تي هڪ شعر لکيو هو:

For that fine madness still he did retain
Which rightly should possess a poets brain.

ترجمو: (هن ۾ اڃان تائين اها عمدي ديوانگي هئي،
جا ڪنهن شاعر جي دماغ تي حاوي هئڻ گهرجي.)

ساڳي ڳالهہ جو جرمن شاعر شلر (Schiller) ذڪر ڪري ٿو. جڏهن هو چوي ٿو تہ: "تخليق ڪارن ۾ عارضي ۽ ٿوري وقت لاءِ ديوانگي ٿيندي آهي." ڇا اها ديوانگيءَ جي ڪيفيت مون کان لڪائي رهي آهي؟ نند مان وري وري جاڳائي رهي آهي؟ مون کي پٽائيءَ جون ڪجهہ سٽون ياد ٿيون اچن:

ڪَنُ ٿي ڪيڇين ڪچيو، ڪُجِ نہ ڪچيائون،
رهي نہ رتيءَ جيتري، انهن وٽ آئون،
وڃي وڏائون، هو جو وڻ هئڻ جو.

•

ڪنُ ٿي، ڪيڇين ڪچيو، ڪڄ نہ ٿا ڪچن،
پاڙان پوءِ وڃن، هُو جو وڻ هئڻ جو.

منهنجي ذهن ۾ ڪيئي تخليق ڪار اڀري اچن ٿا، ۽ ڪنهن وقت منهنجي رهنمائي ڪن ٿا، جيئن ٽي. ايس. ايليٽ جو وليم بليڪ ۽ ڊانتي جي جهنم ۽ بودليئر جي زندگيءَ جي پالهي پٽي جو تصور هن جي هيٺين سٽن ۾ اڀري اچي ٿو. جڏهن هو لنڊن جي باري ۾ لکي ٿو.

”غير حقيقي شهر
سياري جي ناسي باک جي ڪوهيڙي ۾
هڪ هجوم لنڊن پُل تان وڃي رهيو هو، ايترا ماڻهو،
مون نہ ڄاتو هو تہ موت ايترن کي مات ڪري چڪو آهي.“

اها ساڳي اثر جي ڳالهہ آهي جيئن مئين عنات ۽ لطف الله قادريءَ جي شاعريءَ جو ٽيتائيءَ جي شاعريءَ تي اثر آهي. جو تہ ان ۾ مئين عنات ۽ لطيف الله قادريءَ جون ڪيئي سٽون اچي ويون آهن ۽ انهن ۾ ڪٿي ڪٿي ٿوري ڦير گهير ٿيل آهي. ٽي. ايس. ايليٽ ۾ شاعر جي تحت الشعور جو اظهار آهي، جنهن ۾ هن جو مطالعو ائين لڪي ٿو وڃي جيئن ڪوهيڙي ۾ ٿيمس ندي ڍڪجي ويندي آهي. آرٽسٽ تي ڪنهن وقت جنون جي ڪيفيت ڇانئجي ويندي آهي ۽ هن جون ساريون صلاحيتون غير شعوري طور ابري ايندريون آهن. جڏهن روسي رقاص نجنسڪي لنڊن ۾ اسٽيج تي رقص ڪندو هو تڏهن لڳندو هو تہ پردا ائين ڦاٽي پوندا جيئن تانسين جي ڳائڻ سان ڏيئا ٻري پوندا ها. ان وقت نجنسڪيءَ جي پراسرار ڪيفيت کي ڪجهہ هيٺ لاهڻو پوندو هو. برنارڊشا تاريڪيءَ جي انهن گهراين ۾ ڏسي نہ سگهيو هو، جڏهن هن چيو تہ: ”نظم نثر کان آسان آهي.“ ۽ شيڪسپيئر جي خلاف تيز و تند لفظ ڪم آندا هئائين تہ هو شاعريءَ جي ڪيفيت کي سمجهي نہ سگهيو آهي. هن لاءِ شاعر جي حيثيت ۾ ڪجهہ تحسين جي اظهار کان پوءِ چيو هئائين تہ: ”هو ڊراما نويس ۽ مفڪر جي حيثيت ۾ ڪافي ڪمزور آهي.“ هن اهو نہ ڄاتو هو تہ ڊراما ۽ تفڪر هن جي شاعريءَ ۾ ڇُپيل آهن، جو مئڪبيٿ، هئمليٽ، قليوپطره جهڙا ڪردار هن جي آواز، تاجي پيٽي ۽ شاعريءَ جي ترنم مان ظاهر ٿين ٿا ۽ ان ۾ هڪ سمفني (Symphony) جي ڪيفيت آهي. جنهن ۾ متضاد موضوع هڪبئي ۾ رلمل ٿي ويا آهن.

جي مٿين ڳالهہ ڌيان ۾ رکبي تہ منهنجون ٽي آپيرائون، ’دودي سومري جو موت‘ ۽ ’رني ڪوٽ جا ڌاڙيل‘ ۽ ’ڀڳت سنگهہ کي ڦاسي‘ آسانيءَ سان سمجهہ ۾ اچي ويندا.

مون اهي لفظ لکيا پئي تہ پير محمد ڪيلاش، اردوءَ جيءَ هڪ نوجوان شاعره ثروت ظفر کي وٺي آيو. جو تہ ڪجهہ ڏينهن اڳي هوءَ مون کي ڪجهہ نظم ٻڌائي وئي هئي، جي مون کي پسند آيا ها ۽ نوجوان نسل جي

اردو شاعريءَ جي نموني طور هن ڪتاب ۾ داخل ڪرڻ تي چاهيا. اهي ڪجهہ هن طرح آهن

اپني حالت پر بهت تشويش هے
کہ اب هوائيں
حاملہ هيں
ميرے کانوں ميں ان کے درد کي آواز
گونجيں دے رهي هيں
وہ ميرے در پہ دستک دے رهي هيں
انهيں ميري ضرورت هے
مگر خاموش هوں ميں

اور ميرے شهر کے سارے مسيحائوں نے بهي
چپ سادهہ رکهي هے
مگر هم سب اس خوف ميں هيں
اور هميں اب فکر هے کہ
اس انوکهي ايک زچگي سے
همارے شهر کا کيا کچهہ بنے گا
همارے شهر کو کيا کچهہ ملے گا.

هائي غالباً انهن حاملہ هوائن جو اسقاطِ حمل ٿيو آهي!

اڄڪلهہ مان تہ پنهنجي ڪمري مان ٻاهر نہ ٿو نڪران ۽ گوشہءِ نشيني ايتري ٿي وئي آهي، جو صائب جو شعر هر هر ٿو ياد پوي؛

بمن دهند اگر باغ خلد را صائب
حضور گوشہء دل اختيار خواهم کردم.
ترجمو: (اي صائب! جيڪڏهن مون کي بهشت ڏين
تڏهن بہ مان دل جي ڪنڊ ۾ رهڻ پسند ڪيان.)

مان جڏهن کان هي ڪتاب لکي رهيو آهيان تہ ٻڌائيءَ جي بيت جي هڪ سٽ منهنجي ڪنن ۾ گونجي رهي آهي.

”جان جو پيهي پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ.“

اهو ’پاڻ‘ ڪائنات کان وڏو آهي. جيڪڏهن ان جو صحيح شعور ٿئي ٿو تہ هن عمر جو هر پل وڏي غنيمت آهي.

دوشنبي (تاجڪستان) ۾ منهنجي دوست گل رخسار هڪ ٻيڙي درياءَ ۾ ويندي ڏسي مون کي هي شعر ٻڌايو هو؛

غافل مشوز عمر ڪہ چون ڪشتيءَ بر آب

استاده مي نمايدو چون تيرمي رود.

ترجمو: (”عمر کان غافل نہ ٿي جو ٻيڙي پريان پاڻيءَ تي،

بيٺل نظر اچي ٿي پر تير وانگر وڃي ٿي.“)

عمر جو اختصار ۽ بي اعتباري منهنجي ايتري ڪثير تخليق جو ڪارڻ آهي. ڪير ڄاڻي تہ ڪڏهن ٿي قدرت موتي سپ ۾ بند ڪري ڇڏي! ڪيئن ڇنجي تہ سِتار جي تار ڪڏهن ٿي ٽٽي ۽ نغما بيهي وڃن ٿا. ڪيئن ڇنجي تہ مان ’ڪٿي نہ پيچبو ٽڪ مسافر‘ بدران ’ڪٿي بہ پيچبو ٽڪ مسافر‘ چئي هميشہ لاءِ ليٽي پوان! اي قلم اجان ساٿ ڏي! اي دل اجان ڌڪ ڌڪ ڪر! مون کي اجان پنهنجو اندر اوتڻو آهي.

زرينا، مان ايڏي وڏي ٿيي ڏٺي وري سطح تي ايري آيو آهيان. منهنجون اکيون واريءَ سان جهانوريل آهن. ڇا ڇا نہ ياد اچي رهيو آهي. ماضي، حال، مستقبل!

هي منهنجو دوست گل خان نصير آهي. بلوچي شاعر. جنهن جو بلوچي شاعريءَ جو ڪتاب ’شپ گروچ‘ (رات جو وچ جي گرج) مون کي، مون سان گڏ قيدي، پسند خان، سکر جيل ۾ 1965ع ۾ پڙهي ٻڌايو هو. پسند خان جلاوطن هو ۽ بغاوت سبب ڏهہ سال يا عمر قيد جي سزا ڪاٽي رهيو هو. اها بغاوت هن ٻين بلوچي رهنمائن سان جلاوان ۾ ڪئي هئي. هڪ ڀيري گل خان نصير، حسن حميدي، مان، ابراهيم جويو ۽ ڊاڪٽر حسان گڏجي ’عوامي ادبي انجمن‘ جو مئني فيسٽو لکيو هو جو ”ڪٿي تہ پيچبو ٽڪ مسافر“ ۾ ضميمي طور ڇپيل آهي. جنهن جو اردوءَ ۾ ترجمو محمد ابراهيم جويي ڪيو هو.

مئني فيسٽو جي ڊرافٽ کان پوءِ پوئين رات ڪامريڊ فتح الله عثماني، سيني جي ماني پنهنجي گهر ’شانتي ڪنج‘ ۾ ڪئي هئي. جتي گل خان نصير، ايوب خان تي پنهنجو هڪ بلوچي نظم، اردو ترجمي سان گڏ ٻڌايو هو. جنهن جي هڪ سٽ مون کي اجان ياد آهي. ”ايوب خان! گدڙ پٽر نہ ڇپاڙي سگهندا آهن!“ انهن ڏينهن ۾ گل خان نصير منهنجي ساراهہ ۾ بہ نظم لکيو هو جو ڪنهن ميڙ ۾ پڙهيو هئائين. مون هن جي سکر ۾ ڪيڏي نہ تواضع ڪئي هئي!

ان ڪان پوءِ پنّي جي دؤر ۾ مراد علي مرزا سکر ۾ منهنجي گهر آيو هو. هُو ان وقت ريڊيو پاڪستان ۾ ملازم هو ۽ هاڻي سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري آهي. (تازو خبر پئي تہ هاڻ کيس اتان فارغ ڪيو ويو آهي.) ۽ بينظير جي آتم ڪهاڻي، 'پورب ڇائي' جي نالي سان ترجمو ڪري چڪو آهي. جنهن وقت مون کي 'هلال امتياز' ڏنو ويو هو، تنهن وقت هن کي 'حُسن ڪارڪردگي' لاءِ تمغو ڏنو ويو هو. مراد علي مرزا چيو تہ: "حفيظ پيرزادي، پاڪستان جي وزير قانون کيس ٽيلي فون تي چيو آهي تہ آءُ 14 آگسٽ تي ريڊيو تي سنڌ جي نمائندگي ڪريان ۽ پنهنجو ڪوئي شعر پڙهان." مون هن کي مجبوري ڏيکاري ۽ چيو تہ: "مون کي هاڻي وئڪيشن آهي ۽ مان پنهنجي ٻارن سان پهرين تاريخ تي هڪ مهيني لاءِ ڪوئيٽا وڃي رهيو آهيان، تنهن ڪري 14 آگسٽ تي حيدرآباد اچي نہ سگهندس."

هو ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ وري آيو ۽ چيائين: "پنّي صاحب جو حڪم آهي تہ اوهان کي ڪوئيٽا ۾ ٽيپ ڪيو وڃي."

مان ڪوئيٽا ۾ بلديا هائوس ۾ رهيل هوس، جتي مون وٽ منهنجو جونيئر نبي بخش کوسو آيو، جيڪو هاڻي فيڊرل گورنمينٽ ۾ جوائنٽ سيڪريٽري آهي. مون کي چيائين تہ: ڪوئيٽا پنهنجو شهر آهي. هتي بلوچي حڪومت آهي؛ گل خان نصير وزير آهي، بزنجو گورنر آهي ۽ عطاءُ الله مينگل وزيراعليٰ آهي."

مون چيو تہ: "مون کي ٻارن سان زيارت وڃڻو آهي، جي ڪنهن سرڪاري يا ٽوئرسٽ گاڏيءَ جو بندوبست ٿي پوي تہ ڏاڍو چڱو."

نبي بخش چيو تہ: "هل تہ گل خان سان ملي بہ اچون ۽ هن سان گاڏيءَ لاءِ ڳالهہ بہ ڪريون. مون گل خان کي سنڌس آفيس ۾ پنهنجو ڪارڊ ڏياري موڪليو تہ هن چوائي موڪليو تہ: "اوهان ڪٿي ٽا رهو، پنهنجو پتو ٻڌايو تہ مان اتي ئي اچان." مون کيس بلديا هائوس ۾ پنهنجو ڪمرو نمبر لکي موڪليو. ٻارنهن ڏينهن گذري ويا تہ هو نہ آيو ۽ نہ فون ڪيائين. 14 آگسٽ تي مان نبي بخش کوسي سان گڏ ريڊيو پاڪستان تي پنهنجو آزاديءَ تي شعر رڪارڊ ڪرائڻ ويس تہ ڏٺم تہ وزيٽرس روم ۾ گل خان نصير ويٺو آهي. هن جي چوڌاري نيم خوانده بلوچي ويٺا آهن. هن مون کي ڪرسيءَ تي ويهڻ لاءِ چيو تہ مون کيس ميار ڏني. "ياءُ، تون واعدي مطابق

بلديا هائوس ۾ آئين تہ ڪونہ؟"

"مان ڇو اچان؟ تون مون سان ايترا مهينا مليو بہ ناهين؟" گل خان جواب ڏنو.

مون جواب ڏنو: "مان اٺ مهينا جيل ۾ هوس، توکي يحيٰ خان جيل ۾ تہ نہ وڌو هو. توکي مون وٽ منهنجي آزاديءَ کان پوءِ اچڻ گهربو هو."

هن چوڌاري پنهنجا حواري ڏسي منهن گهنجايو تہ مون گل خان کي چيو تہ: "مان هيٺ هلي شعر پڙهان ٿو، توکي جڏهن وڻي تہ اچجانءِ. مان گل خان نصير سان ملڻ آيو هوس، گل خان وزير کي نہ سڃاڻان!"

مون کان ٿوري دير پوءِ گل خان بہ پنهنجو شعر ريڪارڊ ڪرائڻ لاءِ هيٺ آيو ۽ مون کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. مون هن کي چيو تہ: "دل اهو شيشو آهي، جو اهو هڪ ڀيرو ٽٽو تہ وري نہ ڳنڍبو آهي."

بزنجو جي باري ۾ بہ 'ڪپر ٿو ڪن ڪري' جي پيش لفظ طور ڏنل ڊائريءَ ۾ذڪر ڪيو هوم. باقي عطاءُ الله مينگل سان مان نہ مليو آهيان.

فيض احمد فيض جو بہ اتي ڪنهن سرڪاري ريسٽ هائوس ۾ رهيو پيو هو ۽ جنهن جي گل خان ڏاڍي اڳ پوءِ وٺي رهيو هو. منهنجي دل جوئيءَ لاءِ ڪار ڪاهي آيو ۽ مون کي ايئرپورٽ تائين وٺي هليو هو، جتان هُو هوائي جهاز ۾ هليو ويو. مان هوٽل تي موٽي آيس. مان ساڍي نوين وڳي رات جي ماني يارن سان گڏ ڪائي ويٺس تہ در تي ٺڪ ٺڪ ٿي. انيس در کوليو تہ پيلو ٿي ويو. هڪ اڇيري ڏاڙهيءَ سان غير واقف شخص منهنجي ڪمري ۾ هليو آهي. هن جيئن در کوليو تيئن منهنجي نظر ڇهہ فوٽ ڊگهن مڙسن تي پئي، جن کي رائفلون هٿن ۾ هيون. هنن مان اڳيان ايندڙ شخص پنهنجو تعارف ڪرائيندي چيو تہ: "مان شيرو مري المعروف جنرل شيروف آهيان. مان سياڻي انگلنڊ ٿو وڃان، جتان مون کي فلسطين جي شدت پسند رهنما جارج حبش سان ملڻو آهي. جنهن کان جدوجهد لاءِ هٿيار وٺڻا آهن." هن وڌيڪ چيو تہ: "مان توکان بروچ قوم طرفان معافي وٺڻ آيو آهيان. گل خان اصل بروچ نہ آهي، بروهي آهي."

مون هن کي چيو تہ: "ڇانهہ پيئندؤ؟"

هن جواب ڏنو: "مان بيئر پيئندس، سو بہ اڌ ڊزن بوتلون."

مون کيس چيو تہ: "ساڍا نوَ وڳا آهن، گتا تہ سڀ بند ٿي ويا هوندا."

جنرل شيروف چيو تہ: ”ڪنهن کي مجال آهي جو جنرل شيروف جا ڪمانڊو وچن ۾ ڪلال گتا نہ ڪولن.“

مون ٻہ سؤ رپيا پنهنجي پٽ انيس کي ڏئي چيو تہ: ”هن جي ڪمانڊوز سان گڏجي وچ ۾ جي هُو ڪوئي گتو ڪولائي سگهن تہ اڌ ڊزن بيئر جون بوتلون وٺي اچ.“

”زرينا توکي تہ ياد هوندو تہ انيس اڌ ڪلاڪ ۾ بوتلون وٺي آيو.“

مون جنرل شيروف کي چيو تہ: ”مون ماني کاڌي آهي، ان ڪري بيئر پي نہ سگهندس.“

هُو بيئر جون بوتلون ڳٽ ڳٽ ڪري پي، جڏهن سُرور ۾ آيو، تڏهن هن وري چيو تہ: ”مان سياڻي انگلنڊ ٿو وڃان، جتان جارج حبش وٽ ويندس. مون ڪوئيٽا ۾ ٽريننگ سينٽر کوليو آهي، اوهان وٽ ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ گلين جي جنگ (Street Warfare) آسان آهي. اسان واري جابلو جنگ (Mountain Warfare) ڏکي آهي. اسان کي پيٽرول جو ڊبو وٺڻ لاءِ جبلن مان پنهنجي لڪايل جاين (Hideouts) تان ويهہ ميل پنڌ ڪرڻو ٿو پوي. مان سياڻي جارج حبش وٽ ٿو وڃان.“ هن هڪ ڪمانڊو کان هڪ چاقو وٺي مون کي تحفي طور ڏنو. باقي ٽي بيئر جون بوتلون پنهنجي ڪمانڊو جوانن کي ڪٽي هلڻ لاءِ چيائين. مون کان موڪلائي چيائين تہ: ”سياڻي سويري مون کي هوائي جهاز ۾ انگلنڊ وڃڻو آهي.“

بلوچيءَ جي ٻئي شاعر محمد حسين عنقا سان منهنجي ملاقات ڊپٽي ڪمشنر مستونگ جي آفيس ۾ ٿي. جتي مون تفريح لاءِ ڪوئي ڪيس ڪنيو هو. عنقا سان خان آف قلات جو پٽ بہ ساڻ هو. هنن ٻروچڪيءَ مهمانداريءَ پٽاندر مون کي هوٽل ۾ ماني کارائي.

خان قلات جو پٽ ڪافي بافضليت نوجوان هو. مون، هن ۽ محمد حسين عنقا کان حال احوال ورتا ۽ ڪجهہ عنقا جا بلوچي شعر ٻڌا، جي هن مون کي اردوءَ ۾ ترجمو ڪري ٻڌايا تہ مون کي هُن ۽ عبدالڪريم گدائيءَ ۾ ڪوئي فرق نظر نہ آيو.

پشتو جو شاعر اجمل خٽڪ مون وٽ حيدرآباد ۾ اورئينٽ هوٽل جي ڪمري ۾ ملڻ آيو. چيائين: ”تنهنجي اچڻ جي خبر پئي. دل ۾ آيو تہ توسان ملاقات ڪري وڃان.“

ڳالھين ڪندي ھن ٻڌايو تہ: ”پٺاڻن ڪي جيڪڏھن ڪا شيءِ ڏاڍي وڻندي آھي تہ ھو چوندا آھن تہ دُنبي جي گوشت جھڙي آھي. مون کي تنھنجي شاعري بہ دنبي جي گوشت وانگر وڻندي آھي.“ مون کي تشبيھ ڏاڍي اگري لڳي. ھن ۽ حبيب جالب بہ مون تي نظم لکيا ھا. ۽ عام ميڙ ۾ پڙھيا ھئائون. ھو پنھنجين پنھنجين ٻولين جا شعلا نوا شاعر سمجھيا ويندا ھا.

جڏھن ڀٽي صاحب جي ڏينھن ۾ راولپنڊي/ اسلام آباد ۾ ولي خان جي نئشنل عوامي پارٽيءَ جي جلسي تي گوليون ھلايون ويون، تڏھن اجمل خٽڪ بد دل ٿي افغانستان ڀڄي ويو ھو ۽ تڏھن موٽي آيو ھو، جڏھن افغانستان ۾ روسي انقلاب ناڪامياب ٿيو ھو. ھاڻي ھو، پاڪستان ۾ نئشنل اسيمبلي جو ميمبر آھي ۽ ٻيو ڀيرو ڪراچيءَ جي سرڪرده پٺاڻن سان گڏجي منھنجي فلئٽ تي مون کان طبع پرسي ڪرڻ واسطي آيو ھو. ھن جي شاعري سياست جي پيٽ چڙھي وئي.

حبيب جالب کي مون لاءِ سڪ ھئي ۽ جڏھن مون کي ’ھلال امتياز‘ تي مليو تہ حبيب جالب جي بيوھ کي مرحوم حبيب جالب پاران ’ھلال امتياز‘ ڏنو ويو ھو. ھن جي حالت قابل رحم ھئي ۽ ھن کي ڇپن تي ھلڪو بڳ ھو. جڏھن ھوءَ مون سان ملي تہ ھن جي اکين ۾ڳوڙھا ھا، جي ڏسي منھنجي اکين ۾ بہ ڳوڙھا ڀرجي آيا ھا.

فيض احمد فيض کان پوءِ پنجاب جو ٻيو اردو شاعر احمد نديم قاسمي، ڪيئي سال اڳ مون سان سکر ۾ ڪجھہ وقت گڏ ھو. جڏھن ھو سکر رائيٽرس گلڊ جي گڏجاڻيءَ تي آيو ھو، جنھن جو آءٌ اُن جو صدر ھوندو ھوس. سکر ۾ ٽانگن، موٽرن، لارين، وئگنن، گڏھہ گاڏين جي ٽرئفڪ ايتري بي ترتيب ھئي ۽ رستي جي پاسن کان ايترو ڪن ڪچرو پيو ھو جو احمد نديم قاسميءَ مون کان پڇيو تہ: شھر جي ھيءَ حالت صوبائيت جي ڪري ٿي آھي؟“

مون کيس جواب ڏنو تہ: ”نہ، صوبائيت جي گھٽتائيءَ جي ڪري ٿي آھي.“ ممڪن آھي تہ اسان ٻئي صحيح ھياسين. پر پنجابيءَ جو شاعر نجم الحسن سيد جو مون سان منھنجي دوست احمد سليم لاھور ۾ ملايو ھو. اھو ڪافي متاثر ڪندڙ شخصيت وارو ھو ۽ ھو پنجابيءَ کي پنجاب جي قومي زبان سمجھي رھيو ھو ۽ اردوءَ جي اھميت کان انڪار ٿي ڪيائين. ھن مون کي

پنجابي زبان ۾ پنهنجا ڪجهہ ڪتاب ڏنا ها ۽ منهنجو ٿورو ميڄيو هو تہ مون پنهنجي ڪتاب 'جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي' ۾ پنجابي زبان جي حمايت ڪئي هئي.

بينگال جا چوٽيءَ جا شاعر ڪوي جسيم الدين ۽ ڪوي غلام مصطفيٰ ها، جي مون سان گڏ رائيٽرس گلڊ جي مرڪزي ڪميٽيءَ جا ميمبر ها. اُهي مون کي معمولي شاعر لڳا ها. ڪوي غلام مصطفيٰ تہ سکر بہ آيو هو تہ پنهنجو هڪ بنگالي نظم پڙهي چيو هئائين: "هي نظم مون 'فعولن فعولن فعولن فعولن' جي وزن تي چيو آهي. جيئن 'ڪريما بہ بخشاي برحال ما' آهي." ڪوي جسيم الدين جنهن جو ترجمو آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ڇپايو هو، جنهن جي هڪ ڪاپي هُن مون کي تحفي طور ڏني هئي. مون کي ٽئگور جي پيٽ ۾ ائين لڳو هو، جيئن شاهہ لطيف جي پيٽ ۾خوش خير محمد لڳو. باقي رائيٽرس گلڊ ۾ جيڪي شاعر ۽ اديب مون سان مرڪزي ڪميٽيءَ تي ها، انهن جو ذڪر پوءِ ڪندس، جڏهن رائيٽرس گلڊ جي باري ۾ لکيم.

زرينا، مان ڪڏهن اُيي ڪان لمي ۽ ڪڏهن لمي ڪان ايي ٿو وڃي نڪران. مون کي جهل، تہ پهرين توسان گڏ ڪيل سفر پورا ڪري وٺان. منهنجي پاهرئين سفر ڪان منهنجي اندرئين سفر جو افسانو طويل تر آهي. مون ڳالهہ پئي ڪئي ڪوئيٽا جي بلديا هائوس جي، جنهن ۾ هڪ ڏينهن شام جو مان هيٺ ٿهلي رهيو هوس تہ مون کي خان بهادر محمد ايوب کهڙو مليو. هن مون ڏانهن غور سان ڏسي چيو: "تون اياز آهين؟ جنهن جي. ايم. سيد وٽ اڌ ڪلاڪ ڪان مٿي 'دودي جو موت' آپيرا پڙهيو هو."

مون جواب ڏنس: "خان بهادر مان ئي اياز آهيان. جنهن 'سهندو ڪير ميار او يار، سنڌڙيءَ تي سر ڪير نہ ڏيندو.' واري وائي لکي آهي." خان بهادر جي چپن تي ڪائي تلخ يادگيري آئي جا اظهار پائي نہ سگهي.

ٻئي ڏينهن تي نبي بخش کوسو، ٽوئرسٽ بيورو مان زيارت ڏانهن وڃڻ لاءِ هڪ ڪرائي جي وئن ڪرائي ورتي، ۽ سوپي گيانچندانيءَ جي پٽ ڪنعيئي سان گڏ اسان واري وئن ۾ زيارت هليو. سوپو، ڪنعيي کي ڪوئيٽا ۾ ڇڏي عطاءُ الله مينگل سان گڏ هوائي جهاز ۾ اسلام آباد ويو هو، جتي هن پئي صاحب کي چوائڻ ٿي چاهيو تہ هن تي جو لاڙڪاڻي جي ايس. پي محمد پنجيل بي بنياد ڪيس ڪيو آهي، ان لاءِ هن کي هدايت ڪئي وڃي تہ اهو ڪيس ڪورٽ مان موٽائي وٺي.

اسان ڪجهہ ڏينهن زيارت ۾ رهياسين. رستي تي خوبصورت جونيپر جا وڻ ها جي سج لٿي مهل اڻين تي لڳا چڻ شفق جو منظر ڏسي ڌرتيءَ جا وار اڀا ٿي ويا هجن.

زيارت تي اهو نالو ڪنهن فقير جي مقبري جي ڪري پيو هو. هونءَ تہ سنڌ سوڌو پاڪستان مقبرا ئي مقبرا آهي، جتي مئلن کي جيئرن کان وڌيڪ جاءِ آهي. پر اهي مقبرا ڏاڍا خوفائتا آهن جي انسانن جي اندر ۾ آهن. چيو ٿي ويو تہ انهيءَ مقبري جي چوڌاري ڪنهن ڪنهن وقت ڀوت ڦرندا ها. ان جي زيارت ڪري اسان گورنر جي ريسٽ هائوس ۾ وياسون، جنهن ۾ هڪ نهايت خوبصورت باغيچو هو. انهيءَ ريسٽ هائوس ۾ قائداعظم محمد علي جناح، پاڪستان جي بانيءَ پنهنجي حياتيءَ جا پويان ڏينهن گذاريا ها. ڪنهن مصنف چوائتي، جڏهن هن کي بيهوشيءَ جي حالت ۾ هوائي جهاز رستي ڪراچيءَ آندو ويو هو تڏهن هن سان فقط هڪ نرس ساڻ هئي، جا ڪپڙي سان هن تان مکيون هٽائي رهي هئي. مسلم ليگ جا سرڪرده ڪنهن گڏجاڻيءَ ۾ ها. ۽ جڏهن هو هوائي اڏي ڏانهن ڪيس وٺڻ ويا تي تہ ان کان اڳ ئي ايمبولينس رستي تي خراب ٿي پئي هئي ۽ قائداعظم اتي ئي گذاري ويو هو.

زيارت سمنڊ جي سطح کان 8200 فوٽ مٿي هئي. اونهاري ۾ ڏينهن تہ ڏاڍو خوشگوار هوندو هو، پر رات جو بہ ڪمبل پائڻا پوندا ها. اسان منا جي واديءَ ڏانهن جا زيارت کان ڏهہ ميل پري آهي. ڀترائين رستي تان وياسين جي پهاڙن تي ڪٽا ٿي. منهنجي زندگيءَ جي راهہ ۾ جيڪي روڙا آيا آهن، انهن کان اهي پٿر گهٽ ها. مان ان کان هڪ ڀيرو اڳ زيارت کان لورالائيءَ بہ ويو هوس. جيپ هڪ بلا نوش، پي ڪري هلائي رهيو هو ۽ اسان بہ چار ڀيرا پهاڙ تان هيٺ ڪِرڻ کان تِر تان بچي ويا هئاسين. مون کي وري وري ياد ٿو اچي تہ قدرت ڪيئن تہ مون کي موت جي مُنهن مان ڪنيي ورتو آهي.

هڪ ڀيري مان نٿيا گليءَ کان ڪوهہ مريءَ بس ۾ اچي رهيو هوس تہ بارش سبب هڪ وڏي چپ پهاڙ تان ڪِري اچي بس اڳيان پئي. ڊرائيور هڪ بہ فوٽ چپ کان اڳ زور سان بريڪ هڻي بس بيهاري ورتي هئي. ان ڳالهہ جو ذڪر مون ’جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙيءَ‘ ۾ ڪيو آهي. انهيءَ ئي ڪتاب ۾ ان ڳالهہ جو بہ ذڪر آهي تہ ڪيئن هڪ رات جڏهن زوردار بارش پئجي رهي هئي، تڏهن مان ڪپر نانگ جي ڏنگ کان بچي ويو هوس، جو باٿ روم جي نلڪي ۾ ويڙهيل هو.

هڪ ٻيو واقعو بہ ياد اچي رهيو آهي. مان، محمد ابراهيم جويو ۽ غلام رباني، سونڊا جي ريسٽ هائوس ۾ رهيل هئاسين ۽ رات جي ماني ڪائي، ٻهاڙيءَ تي ٽهلي رهيا هئاسين تہ هڪ لنڊي منهنجي پير ڪان اڌ انچ پريان لنگهي پاڇي ۾گم ٿي وئي. چانڊوڪي رات هئي ۽ ربانيءَ بہ اها ڇٽيءَ طرح ڏٺي ۽ چيائين تہ: "هل تہ بنگلي ۾ هلون."

لورالائيءَ ڏانهن ويندي اسان کي هڪ غار نظر آئي، جنهن مان مٺي پاڻيءَ جو چشمو وهي رهيو هو. اسان اونداهي غار مان پٿرن تي پير رکندا، جڏهن روشنيءَ ۾ پهتاسين، تڏهن ڏٺوسين تہ آبشار ائين ڪِري رهيا ها ڄڻ آسمان منهن ڌوئي رهيو هو. لورالائيءَ ڪان ديرا غازي خان ڏانهن رستو وڃي رهيو هو. ٻيو رستو زوب ڪان ديري اسماعيل خان ويندو آهي، پر اسان ان تان وڃي نہ سگهياسون. اسان جو دوست جيپ هلائي رهيو هو. اهو واري واري سان بوتل مان وسڪيءَ جو ڍُڪ پي رهيو هو. اسان کي خوف ٿيو تہ متان هي اسان کي بي موت ماري وجهي.

ٻيو زيارت جو ذڪر مون پنهنجي ڪتاب ’جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي‘ ۾ ڪيو آهي. مون کي قدرت ڪيترائي ڀيرا موت جي هٿن مان ڇڏائي ورتو آهي. هڪ ڀيري مان جيڪب آباد جي سيشن ڪورٽ ۾ ڪيس هلائي پورو ڪيو تہ ٻپهري ٿي وئي. آسمان مان آلا ٿي نڪتا ۽ بدن پگهر ۾ شرابور ٿي ويو هو. هوا ايڏي ڪوسي ٿي لڳي جو ڪل ٿي ڄرڪي ۽ اَڄ ۾ ڇپ ٿوهر جي شاخ وانگر ڪنڊا ٿي وئي هئي. مون ۽ ڊرائيور هڪ هوٽل ۾ ماني ڪائي لسيءَ جا ٻہ گلاس پيتا. رستي تي مون کي گهر جي ڪري ننڊ اچي وئي. اوچتو منهنجي اک کلي تہ ڏٺم تہ ڊرائيور جي بہ اک لڳي وئي آهي ۽ ڪار هڪ گهري کاهيءَ ڏانهن وڃي رهي آهي. مون رڙ ڪئي تہ ڊرائيور مقرب شاهہ اوچتو جاڳيو ۽ پاڻ مرادو هن جو پير زور سان بريڪ تي لڳو ۽ ڪار کاهيءَ ڪان ٻہ فوٽ اڳ ۾ بيهي رهي. اهڙو ڪار جو ايڪسيڊينٽ مون کي گوا ۾ بہ پيش آيو هو. جنهن جو ذڪر مون پنهنجي ڪتاب ’هيٺڙو ڌاڙهونءَ گل جيئن‘ جي مهاڳ ۾ ڪيو آهي.

ڇهہ ست ڀيرا اڳ مان دل جي دوري مان بچي ويو آهيان ۽ ٻوئين دل جي دوري جو ذڪر مان اڳ ئي ڪنهن ڪتاب ۾ ڪري چڪو آهيان. هڪ ڀيرو مون پروٽين جي انجيڪشن ڪنهن دوست جي چوڻ تي هڻائي ۽ پوءِ زرينا ۽

ٻارن سان گڏ منهوڙي گهمڻ لاءِ ويس. موٽي آيس تہ مون کي وات مان ڏاڍو رت اچڻ لڳو. انيس جو ان وقت سنڌ گورنمينٽ ۾ انفرميشن آفيسر هو. يڪدم مون کي گاڏيءَ ۾ کڻائي جناح اسپتال آيو. ان وقت مون کي جنرل وارڊ ۾ داخل ڪيائون. ڊاڪٽر بہ شعر و ادب کان ائين بي بهره هئا جيئن وارڊ بواءِ. مون انيس کي چيو تہ: ”جمال ابڙي کي چئو تہ هو چيف منسٽر ممتاز علي ڀٽي کي چٺي ڏئي مون کي اسپيشل وارڊ ۾ داخل ڪرائي.“ مون زرينا کي چيو تہ: ”تون انيس وٽ وڃي رهہ. مان ڊاڪٽر کان مارفيا جي سُئي هڻايان ٿو. منهنجو توسان واعدو آهي، مان توسان ملڻ کان سواءِ نہ مرندس. تون رات گهر گذاري صبح جو اچج. خيال اصل نہ ڪجانءِ. موت کي ايتري مجال نہ آهي جو وقت کان اڳ اچي. مون کي اجان ڪافي لکڻو آهي.“ زرينا روئندي انيس سان هلي وئي.

ٻئي ڏينهن تي جمال ابڙي جي ڪوشش سبب مون کي اسپيشل وارڊ ۾ رکيائون. ٽئين ڏينهن بہ مون کي اجان رت اچي رهي هئي تہ مون تبت تي هڪ دلچسپ ڪتاب ڪيئي ڪلاڪ پڙهيو. هڪ ڊاڪٽرياڻي جنهن مون کي ايتري محويت سان ڪتاب پڙهندي ڏٺو، تنهن چيو تہ: ”جي تنهنجي زندگيءَ سان ايتري محبت آهي تہ تون نہ مرندين.“ مون زرينا کي پاڻ وٽ رهائڻ نہ چاهيو، ڇو تہ مون نہ ٿي چاهيو تہ هُوءَ منهنجي اذيت ڏسي. مون فون ڪري غلام ربانيءَ کي گهرائي ورتو. اها ساري رات منهنجي وات مان رت اچي رهي هئي ۽ رباني صبح تائين منهنجي مٿي کان ويٺو هو. ممڪن هو تہ ان رات مان مري وڃان ها. مان جڏهن وائيس چانسيلر ٿي آيس تہ مون سوچيو ربانيءَ جو قرض چڪايو وڃي. ٿن ڏينهن ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر، سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر هوندو هو ۽ چيئرمين مرحوم طالب المولا هو. هڪ گڏجاڻيءَ تي هُو اچي نہ سگهيو، تنهن ڪري مون کان صدارت ڪرايائون. مون پهريون اهو ڪم ڪيو تہ غلام ربانيءَ کي 18 گريڊ مان 19 گريڊ ڏياريو ۽ پوءِ 21 گريڊ ۾ هن کي يونيورسٽيءَ جي پرو وائيس چانسيلر شپ لاءِ سنڌ جي چيف منسٽر غلام مصطفيٰ جتوئيءَ کي لکي موڪليو. منهنجي لکت قبول ڪئي وئي ۽ رباني پرو وائيس چانسيلر ٿيو. اسپتال ۾ ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ غلام ربانيءَ چيو تہ هاڻ مان هلان ٿو ۽ وڃي جوئي صاحب کي موڪليان ٿو. جويو بہ ساڳئي ڏينهن شام جو هليو آيو. اسين

تبت واري ڪتاب ۾ يوگين جي باري ۾ مصنف جي ڏنل احوال تي ڪلندا رهياسين ۽ منهنجي وات مان رت اچڻ بيهي ويو.

پٺي ڏينهن تي جمال ابڙو روس هليو ويو، جتي هو اُتم سان مليو هو. بيماريءَ دوران گهڻيون اذيتون تہ مون کي ڊاڪٽرن ڏنيون. پهرين تہ هنن کي شڪ هو تہ مون کي ڦڦڙن جي ڪينسر آهي. ان جي چڪاسڻ لاءِ مون کي بيهوش ڪيائون ۽ نڙيءَ ۾ تپاس لاءِ نلڪيون وڌائون، جن مون کي ايترا رهڙا ڏنا جو بيڊل رت وري وهڻ لڳو. پوءِ منهنجي پٺي ڪنهن ٽيسٽ لاءِ لنڊن مان هڪ وائل (Voil) گهرايائون. جڏهن اهو منهنجي نڙيءَ ۾ وڌائون تہ منهنجو دم منجهڻ لڳو. مان ٻن ڊاڪٽريائين جو ٿورائتو آهيان، جي سرجن کي مدد ڪري رهيون هيون. انهن مان هڪڙيءَ منهنجو هٿ وٺي پنهنجي رانن ۾ بند ڪيو، هن جون رانون اطلس وانگر هيون ۽ مون کي ڪجهہ آرام اچي ويو ۽ ان کان پوءِ ٻيءَ ڊاڪٽريائيءَ بہ ساڳي ڪار ڪئي ۽ مون کي ائين لڳو تہ ڪوئي پڪل زيتون مون کي ڇهي رهيو آهي.

ايتري ۾ سرجن ڊاڪٽر منهنجي نڙيءَ مان نلڪيون ڪڍيون ۽ مون سک جو ساهہ کنيو. مون کي انهن ٻنهي ڊاڪٽريائين جي انهيءَ جسارت جي ڪري گهڻي تڪليف محسوس نہ ٿي. مون هنن کي چيو تہ: ”مان چاهيان ٿو تہ مون کي نلڪين ذريعي اهو وائل ٻيهر بہ وڌو وڃي.“ هو کليون ۽ چيائون: ”اسان جو نسخو ڪامياب ويو.“ پٺي ڏينهن تي مون کي سرٽيفڪيٽ ڏنائون تہ مون کي برانڪي ايڪٽائيٽس آهي ۽ لنڊن وڃي، وڌيڪ علاج اتي ڪرايان. هفتي کان پوءِ مون ٻنهي ڊاڪٽريائين جي ڪنهن چائنيز هوٽل ۾ دعوت ڪئي. ماني کائيندي هنن چيو تہ: ”اسان کي خبر هئي تہ تون شاعر آهين ۽ جڏهن تنهنجو ساهہ ٿي منجهيو تہ اسان لاءِ توکي آرام پهچائڻ لاءِ اهو بهترين طريقو هو.“

ان ڳالهہ کي ويهارو سال گذري ويا آهن. مون ان بيماريءَ جو علاج نہ ڪرايو آهي ۽ نہ ئي ٻيهر اها بيماري مون کي ٿي آهي. رڳو منهنجي هٿن مان اطلس جي ڇهاءَ جي تڪليف نہ وئي آهي.

اڄ جي. ايم. سيد جو پوٽو جلال شاهہ، تاج جويو، اياز عالم ابڙو، حميد سبزوئي ۽ منير شاهہ، سيد سان لاڳاپيل ماڻهن جون يادگيريون سهيڙڻ لاءِ آيا ۽ وڊيو ڪئسٽ ڀريائون. اياز عالم ابڙي ڪئميرا مٿن طور ڪم ٿي ڪيو. انهن جي وڃڻ کان پوءِ زرينا پڇيو تہ: ”هي ستار پيرزادو بہ شاعر آهي

يا ادب دوست آهي، جو تولاءِ ايڏي ڀَٽ ڪوهہ ڪري رهيو آهي؟“

مون چيو: ”هائو، شاعر آهي.“ پوءِ هن کي ستار جو هڪ نظم ۽ بيت ٻڌايم. سندس نظم جو عنوان آهي: ’سچ لکو‘

اي اديبو شاعرو!
ڪوڙ کي ڏوڙ ۾ اڄ ملائي ڇڏيو
سچ سارو چئو
پل تہ ڪو مڃ ان سان مڇي
پل تہ ڪو ڪامي پڇري وڃي
ڪنهن کي ننهن ڪان مٿي تائين
باھہ پڙڪي لڳي
پل تہ مغرور ڪوڙي سندو
ڪنڌ ڍرڪي پوي
ڏنگ ڏيري ٿئي.
اڪ ميري ڪچڻ ڪان اڳي
شرم جي مرم ۾ ئي اجهامي وڃي
سچ ايري اچي
ڪوڙ کي پاڙ ڪان ئي اکيڙي ڇڏيو
ڪوڙ جو ٻج ٻيهر وري
سنڌ ڌرتيءَ کي چيري نہ اُسري سگهي
زندگي سچ ڪان واقف ٿئي
ڪوڙ جي لاءِ نفرت وڌي
ڳالهہ ڪوڙي چيل
سڀ ئي سمجهي سگهن
سچ جا سلسلا
روز ويجهن وڌن
جن کي ڪوئي نہ روڪي سگهي
جن کي ڪوئي نہ ٽوڪي سگهي.

سندس هڪ بيت بہ مون کي وڻيو آهي. اهو هي آهي:

هُوءِ جا ڏيءَ ڏراڙ جي، آهہ سامائي ڪالهہ،
ڳهيليءَ جي ڳالهہ، واڙي واڙي وات تي.

هي تہ بيت ڏاڍو پيارو هو ۽ مون کي وڻيو آهي. دخل در معقولات، روڪي مون ڳالهہ ڪئي، ڪنهن مافوق الفطرت هستيءَ جي، جنهن مون کي وڏيڪ زندگي، شايد ان لاءِ ڏني تہ هن وقت تائين تہ مون گوشت پوست جي انسان سان پيار ڪيو آهي. هاڻي ان ازلي حقيقت سان لون لڳائي ڏسان جا ازل کان ابد تائين روان دوان آهي. جنهن اڳيان اسان جا ارب کرب سال اک ڇوٽ کان وڏيڪ مختصر آهن.

هنديءَ جي شاعر سورداس لاءِ چوندا آهن تہ پنهنجي پريتما چنتامڻيءَ جي گهر روز ويندو هو. چنتامڻي هن لاءِ ڏاڪڻ جي دروازي کي اندران ڪڙو نہ ڏيندي هئي. هڪ رات مينهن اوڙڪون ڪري وسي رهيو هو. برسات ۾ پڄندو، جڏهن سورداس، چنتامڻيءَ جي گهر پهتو تہ هن کي ڏاڪڻ جو دروازو اندران بند نظر آيو. هن سوچيو تہ: ”شايد چنتامڻي ايتري تيز تر بارش ڏسي، سوچيو هوندو تہ ههڙيءَ بارش ۾ سورداس نہ ايندو ۽ ان ڪري ڪڙو ڏئي وڃي سمهي پئي هوندي ۽ ڪيس ننڊ اچي وئي هوندي. سورداس ڏاڍو در کڙڪايو، پر ڪائي موٽ نہ ملندي ڏسي، هيڏانهن هوڏانهن ڏٺائين تہ هن کي هڪ رسي ڪوٺي تان هيٺ لڙڪندي نظر آئي. هن ڀانيو تہ چنتامڻيءَ احتياطاً رسي لڙڪائي ڇڏي آهي. هُو رسيءَ تان ڪوٺي تي چڙهي ويو. چنتامڻي سوڙ ويڙهي ستي پئي هئي ۽ اهو سپنو ڏسي رهي هئي جو سورداس هن سان ورهائي نہ ٿي سگهيو.

سورداس، سوڙ ۾ هٿ وجهي ڪيس جاڳايو تہ هُوءَ ڇرڪ ڀري اٿي، ۽ سورداس کي ڏسي وائڙي ٿي وئي ۽ هن کي چيائين تہ: ”مون ڏاڪڻ جو دروازو اندران اهو سوچي بند ڪري ڇڏيو هو تہ تون ههڙي مينهن ۾ نہ ايندين.“

سورداس ڪيس چيو تہ: ”پر تو ڪوٺي تان رسي جو لڙڪائي ڇڏي هئي.“

”ڪهڙي رسي؟“ چنتامڻيءَ پڇيو. پوءِ ٻئي ڄڻا ان جاءِ تي آيا، جتان سورداس ڪوٺي تي چڙهي آيو هو. هنن ڏٺو تہ هڪ ڪوراڙ کان وڏي بلا، ڪوٺي تان لڙڪي رهي هئي. ان وقت سورداس، چنتامڻيءَ جي ڪمري ۾ وڃي ۾ سوٽا ڳولي لڌا ۽ اکين ۾ ڪپائي چيو تہ: ”جي مان اننت ۽ اپار سان ايترو پيار ڪيان ها، جيترو توسان ڪيو اٿم تہ الائجي ڪهڙي پد تي پهچان ها.“

مون علي هجويريءَ جي ڪتاب ’ڪشف المحجوب‘ ۾ ڪٿي پڙهيو هو

تہ هڪ امير جاگيردار جڏهن پنهنجي زمين گهمڻ ويو تہ هن جي هڪ هاريائيءَ تي نظر پئي، جا هر جي چونيءَ وانگر هن جي دل ۾ کپي وئي. هاريائيءَ جي مڙس کي ڪنهن ڪم سان ترڪائي ڇڏيائين ۽ پوءِ هاريائيءَ کي چيائين تہ گهر ۾ اندر هلي. جڏهن هُوءَ اندر وئي تڏهن جاگيردار کيس چيو تہ، سڀ دروازا بند ڪري. ان تي هاريائي، جا خدا جي نيڪ ٻانهي ۽ پرهيزگار عورت هئي، تنهن کيس چيو تہ: ”مان هڪ دروازي ڪانسواءِ ٻيا سڀ دروازا بند ڪري سگهان ٿي، جي تون بہ چاهيندين تہ ان دروازي کي بند ڪري نہ سگهندين.“ ان تي جاگيردار حيران ٿي چيس تہ: ”اهو ڪهڙو دروازو ٿي سگهي ٿو جو مان بند ڪري نہ ٿو سگهان؟“ هاريائيءَ جواب ڏنس تہ: ”خدا ۽ منهنجي وچ ۾ دروازو، جو سدائين کليل آهي ۽ بند ٿي نہ ٿو سگهي.“ جاگيردار شرمندو ٿي هن کي اجازت ڏني تہ هوءَ ٻاهر وڃي.

جي ماديت جي فلسفي ۾ اعتبار ڪن ٿا، اهي مون کي وهمي سمجهندا. ڇا هُو اِهو نہ ٿا سمجهن تہ اهو انسان ۽ ازلي حقيقت ۾ رابطو ايترو بہ بعيد از عقل نہ آهي. زندگي جڏهن موت جي ويجهو اچي ٿي تہ اها ساري جي ساري وهم لڳي ٿي.

مون نندي هوندي اصغر گونڊويءَ جو هيٺيون شعر پڙهيو هو، جو اڃان تائين مون کي ياد آهي:

جو نقش هے هستي کا دهوکا نظر آتا هے
پردے پہ مصور هي تنها نظر آتا هے
لو شمع حقيقت کي اپني هي جگہ پر هے
فانوس کي گردش ميں کيا کيا نظر آتا هے.

منهنجون ڳالهيون ٻڌي ٻن دهرين دوستن مون کي ضد سان چيو: ”اسان ملحد آهيون ۽ مرندي دم تائين ملحد رهنداسين.“

مون کين چيو تہ: ”دل ۾ اوهان فقط مذهبي تعصب کان گريز چاهيو ٿا ۽ نہ خدا جي وجود کان. هن وسيع ڪائنات ۾ انسان جي تجسس جي ڪا حد آهي؟“

صوفي صادق فقير جي مزار عمرڪوٽ ڏانهن ويندي رستي تي آهي. هن ڪيڏو نہ عجيب بيت چيو آهي. جنهن تي سوچيندي مان اڃان ڪنهن خاص نتيجي تي نہ پهتو آهيان.

الله ڇڏيو اوري، پري پنڌ پيا ،
بنا نالي سپرين، اجان ٿي بيا ،
واڪيندا ويا ، صادق ٻڌي سندرو.

اهو پري تائين پنڌ ڪيستائين آهي؟ ۽ صادق فقير 'بنا نالي سپرين' ڪنهن جي لاءِ چيو آهي؟ ڇا تصوف ڪي ڳالهہ مان ڳالهوڙو ٿو ٻڌائي يا صادق فقير جي نگاهہ اسان کان گهڻو اڳتي ٿي ڏسي؟ اهو دروازو انسان ۽ خدا جي وچ ۾ جڏهن کلي ٿو، تڏهن ڇا اسان جي ڪائي حدِ نگاهہ آهي؟

ادريس شاهہ پنهنجي ڪتابِ 'مشرق جا مفڪر' (Thinkers of the East) ۾ بهاءُ الدين نقش بند جي باري ۾ چيو آهي، تہ ڪنهن هن کي چيو: ”تون اسان کي ڪهاڻيون ٻڌائين ٿو، پر اهو نہ ٿو ٻڌائين تہ انهن کي ڪيئن سمجهجي.“

بهاءُ الدين جواب ڏنو: تون جي ڪنهن ميوي فروش کان ڪوئي ميوو وٺين ۽ هو ڳر ڪڍي، فقط کل توکي ڏئي تہ تون راضي ٿيندين؟“

شاعريءَ ۾ فارسيءَ جا برگزيدہ انسان اهڙيون ڳالهيون لکندا رهيا آهن، جي بظاهر اعتراض جوڳيون ٿيون لڳن. مولانا روميءَ چيو آهي:

بزير ڪنگرہ ڪبرياش مردانند
فرشتہ صيد و پيمبر شڪار و يزدان گير.

يا علامہ اقبال چيو آهي:

درد دشتِ جنون من جبريل زبون صيدي
يزدان بہ ڪَمند آور اي همتِ مردانہ.

مون تي ڪفر جا الزام مڙهڻ وارن ڪڏهن فارسي شاعريءَ ۾ شاعر جي آزاديءَ تي سوچيو آهي؟

چڱو زرينا، هاڻي زندگيءَ جي ڪهاڻيءَ تي اچون! هل تہ توکي چار شوري وٺي هلان، جتي توسان چار سال گذاريا هئا. سي. اي. جُنگ، يورپ جو ماهر نفسيات هو، جنهن پنهنجي يادداشت ۾ ڪيئي اهڙا واقعا لکيا آهن، جڏهن انسان کي خواب ۾ مستقبل نظر آيو آهي؟ زرينا! توکي ياد آهي تہ هڪ ڀيري مون توکي ننڊ مان جاڳائي چيو هو تہ: ”مون هڪ عجيب خواب لڌو آهي. ڏسان ٿو تہ هڪ ٻارو آهي، جنهن جي چوڌاري پيلي گلاب جا وڏا گل ٽڙيل آهن، جن جي وچ ۾ ڇپر آهي، جنهن تي هڪ گلابي پٽڙي پٿريل

آهي ۽ مان ان تي ليٽيو پيو آهيان. ان جي سامهون هڪ بنگلو آهي، جنهن جي چوڌاري هڪ ديوار آهي ۽ ديوار جي ٻاهران بندوقن سان ماڻهو بيٺا آهن.“

مهيني ٻن کان پوءِ مون کي پتي صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلير ڪيو هو. مان توڪي گهرو سرو سامان ڻاهڻ لاءِ سکر چڙي، اڪيلو چارم شوري چارج وٺڻ ويو هوس. جيئن سنترين وي. سي هائوس جو دروازو کوليو تہ مون خواب ۾ ڏٺل ٻارو ڏٺو، جنهن جي چوڌاري پيلي گلاب جا وڏا گل تڙيل هئا. ان جي سامهون هڪ بنگلو هو، جنهن جي چوڌاري هڪ ديوار هئي، جتي گارڊ بندوقون جهليون بيٺا هئا. فقط گلابي پٿرتي چبر تي پٿاريل نہ هئي. پندرنهن ڏينهن کان پوءِ تون جڏهن سارو سامان گهران ڪٽي آئينءَ تہ بستري ۾ اها گلابي پٿرتي بہ هئي. جا تو نئين سبائي هئي. اها قدرت الله شهاب جي ’شهاب نامہ‘ وانگر بعيد از فهم ڳالهہ نہ آهي. چو تہ ماضي، حال ۽ مستقبل ساڳئي ئي هنڌ آهن. ڪنهن ڪنهن وقت مستقبل جي جهلڪ نظر اچي ٿي. اها عورت جنهن کي مون ڏڪندڙ ڏند وانگر ڪڍي ڦٽو ڪيو هو ۽ ڏند ڪجهہ وقت لاءِ ڏڪندو رهيو هو پر پوءِ مون کي آرام اچي ويو هو. مون ملاقات کان اڳ خواب ۾ پنهنجي آغوش ۾ ڏني هئي.

مان جڏهن وي. سي هائوس ۾ ويس تہ ٻاهرين ديوار سان هڪ بوگن ولا، ڪجهہ ديسي انبن جا وڻ، ٻہ ٻيريون، هڪ گدامڙيءَ جو وڻ، هڪ ايڪڙ سينگاپوري ڪيلا، ٻہ سينگاپوري ليمن جا وڻ ۽ ڪجهہ پپيئن جا ۽ ڦارون جا وڻ هيا. مون کي ساري عمر سوداءُ رهيو هو تہ مون کي شاهي باغ جيترو باغ هجي. مون ان ۾ ڪيئي قلمي انبن جا وڻ، پپيئن ۽ ڦارون جا وڏيڪ وڻ، انجير، توتن، زيتونن جا وڻ، آريٺين جو هڪ وڻ، جو ڪجهہ وقت اڳ مون پروفيسر ناگوريءَ جي گهر ۾ ڏٺو هو، هڪ ڪچنار جو وڻ ۽ سٹاندڙيءَ جا وڻ پوکايا ها ۽ وي. سي هائوس جي ساري پڌر کي خوشبوءِ دار ۽ ڦولدار ولين سان جهنجهي ڇڏيو هو. اتي مون ڀامَ جون ڪونڊيون بہ رکايون هيون ۽ طرح طرح جون ڀاڄيون ڪرايون هيون. منهنجي مالهي محمد هاشم چڻ وي. سي هائوس کي پورو شاهي باغ بڻائي ڇڏيو هو. اتي ٽيليفون جي تارن تي شام جو پکيئڙا ڇهڇهائيندا ها ۽ سرءُ ۾ ڪانوَ لوندا ها. ۽ هوا ۾ ڦيريون ڏيندا ها. مان صبح جو اتي باغ ۾ چڪر ڏيندو هوس، ويتر جو منهنجي دوست، ميرپورخاص جي سيشن جج حيدر شاهہ ٽر مان بہ مور، هڪ

هرڻي ۽ هڪ السيشن ڪتو موڪليو تہ باغ ۾ رونق وڌي وئي. زرينا، تو بہ ڪيترائي سهڻ ۽ ڪبوتر پڃرن ۾ پاليا ها، ۽ ڪيترئون ئي ڪڪڙيون. اسان جي رڌڻي جي پٺيان ڦرنديون هيون. سهڻ توکي ڪيترا نہ وڻندا ها. تو هڪ بہ ڪبوتر يا سهڻ ذبح ٿيڻ نہ ڏنو. مان توکي ڪيترو سمجهي سگهيو آهيان زرينا! عورت کي سمجهڻ ڪيترو مشڪل آهي. مون لاءِ عورت هڪ معمو رهي آهي. مونا ليزا کان بي بي مريم تائين، ليوناردو ڊاونچي هن کي مصوريءَ ۾ ڦاسائي نہ سگهيو آهي. صبح جو باغ تان تون پاڻ سبزيون پٽڻ ويندي هئينءَ. تون پرهہ جي گلاب وانگر ترو تازہ لڳندي هئينءَ. مون کي افسوس آهي جو مون تنهنجي تعليم تي پوري توجهہ نہ ڏني. هونءَ تو ۾ ڪافي صلاحيتون هيون.

جيڪڏهن جيئي سنڌ وارا ڇوڪرا مون کي هر هر پريشان نہ ڪن ها ۽ منهنجا ماتحت هنن سان سازش ۾ شريڪ نہ هجن ها تہ ايتري اطمينان جي فضا ۾ مان يونيورسٽيءَ کي ناهي سگهان ٿا. مون هر ڪلاس ۾ وڃي انهن کان سندن ضرورتون پڇيون، ۽ اهي پوريون ڪري ڏنيون ۽ لئبريري ڪتابن سان ڀري ڇڏي. مون انقرہ يونيورسٽيءَ جي لئبريريءَ ۾ چار هزار رسالا آمريڪا ۽ يورپ مان هر مهيني ايندي ڏٺا ۽ هر ڏين جي سفارش تي ڪيئي فارين رسالا گهرايا. مون يونيورسٽيءَ کي ٺاهڻ چاهيو. پر اسان جي قوم ۾ حسد جو عنصر بي مثال آهي.

مون ايترن اديبن کي نوڪريون ڏنيون جيتريون يونيورسٽيءَ جي ساري عرصي ۾ بہ نہ ڏنيون ويون هيون. مون پاڻ اسلام آباد ۾ فيڊرل ايجوڪيشن جي سيڪريٽريءَ کي چئي، ڪين ٻاهرين ملڪن لاءِ اسڪالرشپون وٺي ڏنيون. پهرين هيٺين ملازمن لاءِ ڊي ٽائيپ ڪئارٽر رهائش جي لاءِ ٺهرايا ۽ ليڪچرارن ۽ پروفيسرن لاءِ پوءِ رهائش لاءِ ڪوارٽر ٺهرايا. جي ڪنهن بيواهہ کي جي. پي فنڊ نہ ملندو هو تہ مان ڊائريڪٽر فنانس جي آفيس ۾ ويهي، هن کي روبرو چيڪ ڪڍرائي ڏيندو هوس.

بمبئي، جتي 'شاهہ، سچل ۽ سامي' سيمينار ٿيو هو. اها جاءِ پروفيسر پنجوانيءَ جي نالي ۾ ٺهرائيندڙ هڪ سنڌي سيٺ، پهرين ڏينهن منهنجي ۽ زرينا جي دعوت ڪئي ۽ پاڻ سان گڏ پنهنجي خاندان جي ڪجهہ عورتن کي بہ وٺي آيو. سنڌي سيٺ ٻن فائيو اسٽار هوٽلن جو مالڪ هو. جن جي قيمت اٽڪل ڏهہ ڪروڙ رپيا هئي. پهرين ڏينهن جڏهن سائنس اسان جي پهرين

ملاقات ٿي، تڏهن اتي ماني کائيندي پڇيائين تہ: "تون تہ سنڌ جو شاعر آهين، ٻڌائي سگهندين تہ سنڌي ماڻهوءَ ۾ ايترو حسد ڇو آهي. مان ڏهن ڪروڙن جي ٻن فائيو اسٽار هوٽلن جو مالڪ آهيان. بمبئيءَ ۾ مون پنهنجي زندگي هڪ ٽائپسٽ جي حيثيت سان شروع ڪئي هئي. مان نہ ٿو چوان تہ ايترو مال ملڪيت ايمانداريءَ سان ڪٺو ٿي سگهي ٿو. مون ساري پارٽ کي ڏڏو آهي، پر سنڌين کي تہ ڏنو اٿم. اها جاءِ جتي رام پنجوانيءَ جي ڏيوري آهي، مون سٺ لک رپيا خرچ ڪري ٺهرائي آهي ۽ سنڌين کي دان ڪئي اٿم تہ پل هو پنهنجا جلسا اتي ڪندا وتن." پوءِ هُن مون کي هڪ لطيفو ٻڌايو. چي: "هڪ سنڌيءَ ڏتيءَ جي در دعا گهري تہ مون کي هڪ گهر ڏي." ڏتيءَ سندس دعا اگهائي. کيس تہ هڪ گهر ڏنائين، پر سندس پاڙيسريءَ سنڌيءَ کي ٻہ گهر ڏنائين. ان ڳالهہ هن کي همٿايو ۽ هن وري دعا گهري تہ: "اي ڏتي! مون کي هڪ ڪروڙ رپيا ڏي." ڏتيءَ هن کي تہ هڪ ڪروڙ رپيا ڏنا پر هن جي پاڙيسري سنڌيءَ کي ٻہ ڪروڙ روپيا ڏنائين. ان ڳالهہ کيس غصو ڏياريو ۽ ڏتيءَ در دعا گهريائين تہ: "منهنجي هڪ اک ڪڍ ۽ منهنجي پاڙيسريءَ جون ٻئي اکيون ڪڍ."

پوءِ هن هڪ ٺهڪ ڏنو ۽ چيائين: "سنڌ جي تاريخ ۾ پيهي ٻڌايو تہ هڪ سنڌيءَ ۾ ايتري غداري، پنهنجي هم وطن سان بدسلوڪي ۽ حسد جو جذبو ڇو آهي؟"

مون راجا ڏاهر کان وٺي شهيد ٻٽي تائين ساري تاريخ کي ولوڙيو تہ مون کي ڪوئي خاص سبب نظر نہ آيو. شايد ان سبب ڄاڻڻ لاءِ اجان ٻہ ٻنتي وجھو پوندو. جڏهن ڇچ پنهنجي راجا راءِ سهاسيءَ کي دغا سان مارايو هو. پوءِ نہ رڳو هن جي راج ڏانيءَ تي، پر هن جي استري (زال) تي بہ قبضو ڪيائين. ان ۾ بهرصورت شڪ نہ آهي تہ سنڌ جي موجوده تاريخ ڇچ جي ان دغا سان شروع ٿئي ٿي. ان ۾ حسد، دغا ۽ بدديانتيءَ جو عنصر آهي. اجان ٻنتي وجي سچو رگ ويد پڙهان تہ پوءِ کو پورو جواب ميسر ٿئي تہ سنڌ جا ماڻهو ايترا اکين ٻوٽ، احسان فراموش ۽ حاسد ڇو آهن.

مولانا غلام محمد گراميءَ جي تحقيق آهي تہ حضرت آدم، آدم شاهہ جي ٽڪريءَ تي لٿو هوءِ ممڪن آهي تہ قابيل ۽ هابيل جي وچ ۾، سرزمين سنڌ تي خون خرابي ٿي هجي. ڪيئن ڇئجي؟

وي. سي آفيس ۾ مون ڪم پوءِ شروع ڪيو. پهرين ڀٽ شاهہ تي حاضري ڀري آيس. اتي ڪجهہ تقريرون بہ ٿيون ۽ مون شعر بہ پڙهيا. جڏهن موٽياسين پئي تہ هڪ پروفيسر جا ڪئمپس ۾ رهندي هئي، انهيءَ چيو تہ: اوهان جي ڪار ۾ ڪافي جڳهہ آهي، ۽ مان بہ ماڻي ويندس. مون ڪي بہ ڪنيو هلو." مون ڪار جو دروازو کولي هن کي ويهاريو ۽ کانئس پڇيو تہ: "اوهين ڪير آهيو؟"

جواب ڏنائين، "مغليائي."

مون تي وڄ ڪِري پئي ۽ مان ڪار جي سيٽ ۾ پيهي ويس.

چار شورو ۾ منهنجو وقت گهڻو ڪري آفيس ۾ يا بنگلي واري باغ ۾ گذرندو هو. ڪڏهن ڪڏهن رستي تي پنڌ نڪري ويندو هوس. هوا ۾ ڪائي مهڪ مون کي ڇڪيندي هئي. اها ئي مهڪ مون کي ياد آئي، جڏهن جپسي عورت لينن گراڊ اسٽيشن تي مون کان سوال پڇيو هو، "تون ڪجهہ پٽتي ڇڏي آيو آهين ڇا؟"

ڪجهہ ڏينهن مس گذاريا تہ هڪ بجي رات جو شاگردن جو هجوم وي. سي هائوس ٻاهران ڪٺو ٿيو ۽ 'جيئي سنڌ' ۽ 'جيئي سنڌ' جا نعرا هڻڻ لڳا. مون کي هڪ گارڊ اچي چيو: "ڇوڪرا گيٽ ٽپڻ ٿا چاهين، چئو تہ پهرين پہ ٽي فائر ڪريون." مون هُن کي ائين ڪرڻ کان منع ڪئي ۽ پنهنجو روالور لوڊ ڪري، سوٽي کيس سان ڏڪي، گيٽ ڏانهن ويس. هُن چيو تہ: "تون هتي ننڊون ڪرڻ آيو آهين ڇا؟"

مون جواب ڏنو: "ننڊ تہ سوريءَ تي بہ اچي ويندي آهي. توهان هن اَويري وقت ڪيئن آيا آهيو؟"

جواب ڏنائون: "سيد وٽ هڪ اڳوڻو فوجي آيو ۽ بهانو ڪيائين تہ هو سيد جي فڪر کان متاثر ٿي آيو آهي، پر اسان کي شڪ پيو ۽ هن جي تلاشي ورتي سون تہ هن جي ور ۾ هڪ خنجر هو."

مون کانئن پڇيو تہ: "پوءِ اوهان ڇا ڪيو؟"

وراڻيائون: "اسان هن جو خنجر کسي ورتو. هن کي ٻڌي ويهاريو آهي. هن مارڪٽ تي ٻڌايو تہ، هن کي جي. ايم. سيد ۽ شيخ اياز کي قتل ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي. پر سيد تہ قرآن شريف جا حوالا ٿي ڏنا. ان ڪري مون هن کي قتل ڪرڻ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيو. باقي شيخ اياز کي ڏسي رهندس."

مون هُن کي تسلي ڏئي چيو: ”اڄوڪي رات تہ هو سَن ۾ پڪو وينو هوندو، منهنجي گارڊن کي هن جو حُليو ٻڌائي ڇڏيو. جي آيو تہ ڪيس خنجر سميت اڏائي ڇڏيندا. هاڻي مون کي ننڊ ڪرڻ ڏيو.“

ڇوڪرا گارڊن کي خونيءَ جو حُليو ٻڌائي موٽي ويا. ان ڪان پوءِ ٻہ بار بار جيئي سنڌ جي ڇوڪرن کي برغلايو ويو ۽ هو مون کي ڪافي تنگ ڪرڻ لڳا ها. مون کي حافظ جو هڪ شعر ٿو ياد اچي:

مَن از بيگانگان هرگز نہ نالم
کہ بامن هرچہ کرد آن آشنا کرد.
ترجمو: (مون کي بيگانن کان شڪايت نہ آهي،
مون سان جيڪي ڪيو هن آشنا ڪيو.)

ڪجھہ پروفيسر بہ ايا ٿي ويا ها. هو ان تي ڪاوڙيل ها تہ پيٽي صاحب هن تي يونيورسٽيءَ کان ٻاهريون ماڻهو ڇو مسلط ڪيو آهي؟ هڪ آمريڪن ڊاڪٽر مارڪ جو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ انسٽيٽيوٽ آف سائنٽيفڪ ريسرچ (Institute of Scientific Research) ناهڻ لاءِ موڪليو ويو هو، تنهن مون کي دعوت تي سڏيو، ڪيس انهن پروفيسرن کان ذاتي نفرت هئي، جي منهنجي مخالفت ڪري رهيا هئا. هُو هڪ خط لکي آيو هو ۽ چيائين تہ هي خط پيٽي صاحب ڏانهن ڪنهن پروفيسر جي هٿان موڪل ۽ جي هو توکي ڪٿي ملاقات لاءِ وقت ڏئي تہ هي پروفيسرن ۽ ڇوڪرن جي لسٽ ڏئي چوينس تہ انهن کي ٻي ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ موڪلي ڏئي. مون غلام ربانيءَ جي دوست پروفيسر دائودپوٽي کي خط سوڌو لاڙڪاڻي موڪلي ڏنو. پيٽي صاحب کيس چيو تہ: ”مان ٻن ڏينهن ۾ نارٿ ڪوريا وڃي رهيو آهيان ۽ اياز کي چئو تہ سڀاڻي مون سان ملي.“

مان ٻئي ڏينهن شام جو ستر ڪلفٽن تي ويس. سنڌ جو چيف منسٽر غلام مصطفيٰ جتوئي ٻاهر وينو هو. پيٽي صاحب مون کي اندر ڪمري ۾ گهرايو، جتي هو وسڪي پي رهيو هو. هن مون کي چيو تہ: ”ويهہ.“ مون نظر اڇلائي تہ سامهون شاهہ ايران جو، هن جي آٽوگراف سان گڏ مڙهيل فوٽو رکيو هو ۽ ان جي پٺ تان مائوزي تنگ جو، پنهنجي آٽوگراف سان مڙهيل فوٽو رکيل هو. اها هن جي باهمي دوستيءَ (Bilateralism) جي علامت هئي. هن چيو تہ: ”مون تنهنجو خط پڙهيو. ڪهڙا پروفيسر ۽ ڇوڪرا توکي

تنگ ٿا ڪن. لسٽ آندي اٿئي." مون هن کي ڪيسي مان لسٽ ڪڍي ڏني.

هن اي. ڊي. سيءَ کي چيو تہ: "جتوئي صاحب کي اندر موڪل."

مون اچان ڪجهہ ڪچيو ئي نہ هو تہ پٺي صاحب لکيو تہ پروفيسرن کي ڊس مس ڪيو وڃي ۽ شاگردن لاءِ لکيائين تہ هنن کي جيل ۾ وڏو وڃي. يونيورسٽيءَ ۾ ٿرٿلو مچي ويو. اهي پروفيسر جي ڊس مس ڪيا ويا ها، انهن مان ڪي عبدالحفيظ پيرزادي لا منسٽر آف پاڪستان جا واقف ها. انهن مان ٽي تہ سنڊيڪيٽ جا ميمبر هئا. انهن پيرزادي کي چيو تہ پٺي صاحب کي سمجهائي ۽ هو وري منهنجي مخالفت نہ ڪندا. پٺي صاحب پيرزادي کي چيو تہ مون سان گڏجاڻي ڪري پڇي تہ جي هنن کي ٻيهر ڪا نوڪري ڏني وڃي تہ مون کي اعتراض تہ نہ ٿيندو. اهڙي گڏجاڻي ڪراچيءَ ۾ رکي وئي، جنهن ۾ پيرزادو صاحب، جتوئي صاحب، مسٽر الانا، تعليمي وزير سنڌ ۽ عبدالوحيد ڪٽپر وزير صحت سنڌ موجود هئا. مسٽر ڪٽپر لاڙڪاڻي جو هيو ۽ پٺي صاحب جو خاص ماڻهو هو. ان کي شاهد طور موڪليو ويو هو. حفيظ پيرزادو جو سکر جو ۽ منهنجو پاڙيسري ۽ واقف هو ۽ سندس ننڍو ڀاءُ مجيب پيرزادو، نبي بخش کوسي سان گڏ منهنجو جونيئر رهيو هو، تنهن مون کان ٽڏائيءَ سان پڇيو: "اياز تون تہ يونيورسٽيءَ جو ماڻهو ناهين ۽ مان نہ ٿو ڀانيان تہ هنن پروفيسرن جي توسان ڪائي دشمني هوندي."

مون کيس چيو تہ: "نہ، مان تہ يونيورسٽيءَ ۾ اچڻ کان اڳ ڪين سڃاڻندو بہ نہ هوس."

ان تي پيرزادي وراڻيو: "هنن توسان بدشد ڳالهايو آهي ڇا؟ يا ڪنهن نموني تنهنجي بيعزتي ڪئي اٿائون؟"

مون جواب ڏنس تہ: هنن رڳو مون سان تعاون نہ ٿي ڪيو ۽ مون کي ڪم ڪرڻ نہ ٿي ڏنائون."

ان تي حفيظ صاحب چيو: "هنن يونيورسٽيءَ ۾ ڪيئي سال نوڪري ڪئي آهي، جيڪڏهن هي تو لاءِ ڪي مسئلا نہ اٿارين تہ هنن جي بحاليءَ تي ڪوئي توکي اعتراض آهي ڇا؟"

مون چيو تہ: "نہ."

حفيظ صاحب چيو تہ: "مون کي پٺي صاحب کي اهو ٻڌائڻو پوندو تہ توکي هنن جي بحاليءَ تي ڪوئي اعتراض نہ آهي."

ان ڪان پوءِ پِٺي هنن کي بحال ڪيو. ان تي پروفيسرن جو من وڌي ويو. هو يونيورسٽيءَ ۾ آيا ۽ هنگامو برپا ڪيائون. احمد محي الدين جو مون وٽ ڊين، فئڪلٽي آف سائنس هو. مون وٽ ڊڄندو آيو ۽ چيائين تہ: ”جي هي هتي رهيا تہ اسان لاءِ عذاب ٿي پوندا، ڇوتہ اسان توسان تعاون ڪيو هو.“

مون حفيظ پيرزادي کي اسلام آباد فون ڪيو ۽ ڪيس ٻڌايو تہ: هنن تہ اڄڻ سان هنگامو ڪيو آهي.“

ان تي حفيظ صاحب، يڪدم جتوئي صاحب کي فون تي چيو تہ: ”انهن پروفيسرن کي ڪنهن ٽرڪ ۾ واڙي ڪراچيءَ گهرايو وڃي، ڪين يونيورسٽيءَ ڪان ٻاهر نوڪريون ڏينداسون.“

جيستائين مان يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسلر هوس، هو حيدرآباد کان ٻاهر نوڪريون ڪندا ها. منهنجي چار سال ٽرم پورو ٿيڻ کان پوءِ يونيورسٽيءَ ۾ موڪليا ويا. ڇو تہ ضياءُا لحق جو اسلام پسند هو، مون سان نفرت ڪندو هو. هن پِٺي جي قاسي ڦاٽڻ تي چاهي ۽ تيستائين مون کي پِٺي جي ڪاتي ۾ وجهڻ نہ ٿي چاهيائين، ان ڪري مون تي ڪائي ڪارروائي نہ ڪئي هئائون.

پِٺو صاحب نہ رڳو ڏاڍو ذهين هو، پر هن جو حافظو بہ ڪارٿيج جي جنرل هَني بال وارو هو، جنهن کي پنهنجي هر سپاهيءَ جو نالو ياد هوندو هو.

هن بہ پيرا سکر جي سرڪٽ هائوس ۾ مون کي گهرايو هو. آخري پيري جڏهن ٽيپ رڪارڊ هلي رهيو هو، هن مون کي چيو: ”شيخ تون ۽ مان هڪ جيل ۾ گڏ رهيا آهيون، مان تنهنجي لاءِ ڇا ٿو ڪري سگهان؟ ڪا نوڪري، ڪو پلاٽ، پرمٽ جيڪي بہ گهرجئي.“

مون جواب ڏنو: ”اوهان جي مهرباني. اهوئي ڪافي آهي تہ اوهان ايوب خان وانگر منهنجي شاعريءَ تي بندش نہ وڌي آهي. مون کي جيل ۾ نہ تا وجهو.“

پِٺي صاحب چيو: ”شيخ، توکي جهڙي شاعري گهرجي پلي ڪر. مان توتي ڪائي بندش نہ وجهندس. مان تنهنجي ٽائيپ کي سڃاڻان. تون گهرندين ڪجهہ بہ نہ. پلا تون شاعر آهين. هيءَ رنگارنگ دنيا ڏسڻ چاهيندين؟ توکي ڪيڏانهن ٻاهر موڪليان؟“

مون جواب ڏنو: ”پلي.“ ۽ ڏنم تہ پِٺي جي منهن تان رنجش لهي وئي. وي. سي. هائوس ۾ منهنجي پي. اي عطا محمد فون ڪئي چيو تہ: پرائيم

منسٽر جو ملٽري سيڪريٽري اوهان سان ڳالهائڻ ٿو چاهي. مون فون کڻي، ’هيلو‘ ڪئي ته ملٽري سيڪريٽريءَ چيو ته: ”پرائيم منسٽر اوهان سان ڳالهائڻ ٿو چاهي.“

”شيخ خوش آهين؟ يونيورسٽي ڪيئن پئي هلي؟“ ڀٽي صاحب پڇيو.

”ٺيڪ پئي هلي.“ مون جواب ڏنو.

”شيخ توکي ياد آهي ته مون توسان هڪ واعدو ڪيو هو.“ ڀٽي صاحب چيو.

مون جواب ڏنو: ”سائين مون کي ته ياد نه ٿو اچي.“

ڀٽي صاحب چيو: ”مون توکي دنيا گهمائڻ جو واعدو ڪيو هو. هاڻي مان توکي يو. ايس. آر ڏانهن ڊيلي گيشن جو ليڊر ڪري ٿو موڪليان. ٻن ڏينهن ۾ اسلام آباد مان ڪوئي آفيسر تو وٽ پهچندو، تيستائين پاسپورٽ ڪڍرائي رک!“ پوءِ جو احوال مون ”جڳ مڙيوئي سپنو“ ۾ ڏنو آهي.

ان کان ڪافي مهينا پوءِ ڀٽو صاحب حيدرآباد آيل هو. مون اڃان وائيس چانسلر جي چارج مس ورتي هئي. هو هڪ وڏي پنڊال ۾ ويٺل هو ۽ هن جي پرسان ايم. اين. اي ۽ ايم. پي. اي ويٺا هئا. مان ڀٽي صاحب جي سامهون ڪجهه وڪيلن سان گڏ ويٺو هوس، جي منهنجا پراڻا دوست هئا، جيئن ڀٽي جي نظر مون تي پئي تيئن چيائين: ”شيخ، تون ايڏو پري ڇو ويٺو آهين. تون ته منهنجي پرسان اچي ويهه ته توسان ڳالهائي سگهان.“ اوچتو ايم. ا ين. اي، ايم. پي. اي هڪ ٻئي کي ڏسڻ لڳا ته ڪير اٿي مون کي جاءِ ڏئي! هر ڪنهن کي ڪرسي پياري هئي، ڇوته ڀٽي صاحب جي ويجهو ويهي هُو پاڻ کي عرش و ڪرسيءَ تي سمجهي رهيا هئا. نيٺ قمرالزمان شاهه اٿي مون کي چيو: ”شيخ صاحب! هن ڪرسيءَ تي اچي ويهو.“

وڏيرن ٺڏو ساهه پريو، ڇڙ هنن تان ڪائي آفت ٽري وئي.

وائيس چانسلر واري وقت ۾ مون کي آرام جي گنجائش هئي، نه ته ان کان اڳ مون ساري عمر بي آراميءَ ۾ گذاري هئي، پر سنڌ جا نوجوان ڏاڍا زود فراموش آهن ۽ هنن جلد وساري ڇڏيو ته مون هنن لاءِ ڇاڪيو هو. اديب، جي منهنجا دوست ها، انهن مان اڪثر مَ سَهُو ها. اها حالت رڳو مون سان نه ٿي هئي، پر صديون اڳي سنسڪرت جي عظيم شاعرن ڪالي داس ۽ ڀوُڀوتيءَ لاءِ به ساڳي ڳالهه لکي وئي آهي، جا مون کي شروع ۾ ذڪر ڪيل

شاعرہ تورو دت ٻڌائي هئي. پر ان سان منهنجي گفتگو ان اسرار جو حصو آهي جو مان ظاهر ڪرڻ نہ ٿو چاهيان.

ٻئي ڀيري ڀتي صاحب مون کي يونيسڪو جي ڪنهن ڪانفرنس ۾ ترڪيءَ موڪليو. ان جي باري ۾ احوال ڊاڪٽر گِوَنچ جي حوالي سان مون ”جڳ مڙيوئي سپنو“ ۾ ڪيو آهي. جڏهن مون استنبول جي شيريٽن هوٽل جي ڪائونٽر تي خوبصورت ڇوڪريءَ کي پنهنجو نالو لکايو تہ هن چيو: ”اياز تہ ترڪي لفظ آهي. توکي خبر آهي تہ ان جي معنيٰ ڇا آهي.“

مون جواب ڏنو: ”نہ.“

ان تي هن چيو: ”سرد هوا.“

مون دل ۾ چيو تہ: ”هونءَ تہ منهنجي شاعري لڪَ وانگر لڳندي هئي. پر هاڻي شايد ڳگهاڻجي وئي آهي.“

هُوءَ ڏاڍي خوبصورت هئي. منهنجو نالو رجسٽر ۾ نوٽ ڪري، پورٽر کي سامان ڪٺي وٺڻ لاءِ چيائين، ۽ مون کي پاڻ ڏانهن گهوريندو ڏسي انگريزيءَ ۾ چيائين: ”اوهان کي ڀيو ڪجهہ گهرجي.“

مون هن کي چيو تہ: ”فقط تون.“ پر پرسان بيٺل پنجاب يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسيلر مسٽر خيرات کي ڏسي لفظ ڪاٽي ويس ۽ جملو اڌ ۾ رهجي ويو.

فائيو اسٽار هوٽلن ۾دعوتون، وسڪي، نمڪين پستا ۽ باداميون، ترپل بڪيون ۽ جيرا، زندگيءَ کي رنگين بڻائي رهيا هئا.

مون اڃان مٿيان لفظ ٿي لکيا تہ فيروز احمد جو حيدرآباد مان فون آيو تہ ”گهاٽ مٿان گهنگهور گهٽا ۾“ ڪمپوز ٿي چڪو آهي. مون ٻڌو آهي تہ اوهان ”ڪٿي نہ پيجبو ٿڪ مسافر“ لکي رهيا آهيو.“

مون جواب ڏنو تہ: ”ها. پنهنجي نوٽ بوڪ جا هڪ هزار کن صفحا لکي چڪو آهيان. جن کي اڃان درست بہ ڪرڻو آهي.“

فون رکيم تہ هڪ ڳالهہ ياد آئي جا بابا منهنجي ڏاڏي کان ٻڌي هئي تہ: ”هڪ ڀيري حڪيم ابوسينا ڪوئي پوڙهو مڙس ڏٺو، جو ڪاٺين جي ڀري مٿي تي کڻي ٿي ويو. ابوسينا پنهنجي شاگرد کي هن جي ڪڍ موڪليو ۽ هن کي چيائين تہ، هي اڪٿي هلي مري وڃي تہ مون کي اچي ٻڌائجان.“

ڪجهہ پنڌ ڪري پوڙهو ٿڪجي پيو تہ ڪاٺين جي ڀري لاهي رکيائين

مس تہ پاڻ پريءَ وانگر ڦهڪو ڏئي ڪِريو. ابي سينا جي شاگرد موتي جڏهن ابي سينا کي اها حقيقت ٻڌائي تڏهن ابي سينا کيس چيو: ”مون هن کي ڏسڻ سان ئي سمجهي ورتو هو تہ هي هلي ئي پريءَ جي زور تي ٿو. پري لاهيندو تہ مري ويندو.“

”ها. ها...“ مون سوچيو: ”هي ساروٿيون هڪ پري، انهن ڪائين جي پريءَ کان ڪيئن مختلف آهي!“

اسان جي گهر جي سامهون فليٽ ۾ هڪ هندو عورت رهندي آهي. جنهن کي سيئيَ دادي ڪوٺيندا آهن. هُوءَ زرينا سان آچر بازار ۾ گڏجي وئي ۽ اتي ڪجهہ خريد ڪيائين. هُوءَ پئسا کڻڻ ڀلجي وئي هئي. زرينا کيس ان ڪري سؤ رپيا ڏنا ها. جڏهن هو گهر موٽي آيون، تڏهن ٻن منٽن کان پوءِ داديءَ اسان جي فليٽ جي گهنٽي وڄائي ۽ اچان زرينا در کوليو تہ کيس سؤ رپيا موٽائي ڏنائين. ان تي زرينا چيس: ”دادي، ايڏي ڪهڙي تڪڙ هئي. شام جو ڏين ها!“

ان تي داديءَ وراڻيو: ”پيڻ، حياتيءَ جو ڪهڙو ڪٿ آهي.، شام جو مان جيئري هجان يا نہ هجان. ڪنهن جو بہ قرض ڪائي وڃڻ چڱو نہ آهي.“

يڪدم مون کي خيال آيو تہ آءٌ بہ هيءَ آتم ڪهاڻي پوري ڪري زندگيءَ جو قرض چڪائي وٺان. پر سوچيم تہ فيروز احمد لاءِ هي ڪتاب ڪافي ڏکهو ٿي ويندو. اچان تہ ڇهين درجي انگريزيءَ تائين پڙهيو آهيان.

مون برسات ۾ پنهنجي ڪالم ۾ لکيو هو تہ: ”منهنجي اندر جا مانسرور آهي، ان مان هڪ ندي بہ پوري نہ وهي آهي، مون کي پنهنجي ڪم کي پورو ڪرڻ لاءِ هڪ سؤ سال ٻيا بہ گهرجن. پر عمر دراز جي تمنا جي باوجود جي مان اڄ ۾ مري وڃان تہ مون کي ڪلفٽن تي ٻهاڙيءَ تي پوريو وڃي، سمنڊ جي سامهون جو منهنجو ياءُ آهي. پر پاڪستان جي ڪنهن بہ سرڪار ۾ مون کي اها اميد نہ آهي. ان ڪري بهادر شاهہ ظفر جي هڪ سٽ تي اڪتفا ٿو ڪيان:

”دو گز زمين بهي نہ ملي کوئے يار مين.“

’يار‘ بدران ’شهر يار‘ پڙهيو وڃي تہ وڌيڪ معنيٰ خيز ٿيندو.

ڪالهہ منهنجي ڀائيجي سعيده ۽ هن جو مڙس ڪرنل وقار ملڻ آيا ۽ چيائون تہ: ”شڪارپور مان ٿا اچون.“ انهن سان ڳالهيون ڪندي مون سوچيو

تہ جي مون کي پاڻ اڳيان ابدي آرام لاءِ جاءِ نہ ملي سگھي تہ پيڻ جي پرسان ئي ملي. شڪارپور ۾ پير الف شاهہ جي قبرستان ۾ منهنجي پيڻ دفنايل آهي. اتي منهنجو سهرو ۽ سس ۽ وقار جو پيءُ واجد علي ۽ ٻيا مائٽ دفنايل آهن. اتي منهنجي پرسان جاءِ ڇڏي وڃي، زرينا ٽيهہ چاليهہ سال پوءِ ايندي. هُن لاءِ بہ جاءِ ڇڏي وڃي.

مون سعيدہ کي سؤ رپيا ڏئي چيو، "منهنجي پيڻ ۽ ان جي پرسان آرامي مائٽن تي گل وجهي." ان تي وقار چيو تہ: "چاچا دال ۽ چانور بہ وجهون. انهن قبرن مٿان هڪ وڻ ڇٽ وانگر جهڪي آيو آهي، جنهن تي ڪيئي پکي چون چون ڪندا آهن. انهن کي چوڳو وجهڻ ثواب جو ڪم آهي." مون وقار کي چيو تہ: "ڀلي. پکي بہ منهنجي ذات وارا آهن."

منهنجي ڏتيءَ در التجا آهي تہ مون کي ايتري فرصت ڏئي تہ مان مهد کان لحد تائين پنهنجي آتم ڪهاڻي پوري ڪري سگھان. منڪر ۽ نڪير لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڇڏيان. مون اجان تائين تہ مٿرڪ تائين بہ زندگي نہ لکي آهي. اميد تہ خدا اها منهنجي التجا اگھائيندو. آمين.

17.5.96

Time: 11.05 Pm

نيو فيلڊس طرفان

شيخ اياز جا ٻہ جلد ايندڙ نوان ڪتاب

## ڪونجون ڪَرڪن روهہَ تي

## ڪٿي نہ ڀيڄبو ٽڪ مسافر (جلد ٽيون)

نيو فيلڊس طرفان شيخ اياز جا شايع ٿيل ڪتاب

چنڊ چنبيليءَ ولَ (شاعري)
رڻ تي رِم جهم (شاعري)
ساهيوال جيل جي ڊائري
ڀڳت سنگهہ کي ڦاسي
ڪپر ٿو ڪُن ڪري (شاعري)
ڪي جو ڀيڄل ٻوليو (شاعري)
خط، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو پهريون)
راج ـ گهاٽ تي چنڊ (شاعري)
لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري)
ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي (شاعري)
اُڪن نيرا ڦليا (شاعري)
ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون (آتم ڪهاڻيون)
پڻر پري آڪاس (شاعري)
جهُڙ نيٽان نہ لهي (شاعري)
وِڇون وسڻ آئيون (شاعري)
پنهل کان پوءِ
جڳ مڙيوئي سپنو (شاعري)
اُڀر چنڊ پس پرين (شاعري)
پتڻ ٿو پوُر ڪري (شاعري)

هيئنڙو ڏاڙهونءَ گل جيئن (شاعري)
خط، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو ٻيو)
ٽڪرا ٽڪرا صليب جا (شاعري)
واٽون ڦلن ڇانئيون (شاعري)
الوداعي گيت (شاعري)
ڪتين ڪَرَ موڙيا جڏهن (جلد پهريون)
ڪتين ڪَرَ موڙيا جڏهن (جلد ٻيون)
ننڊ وليون (شاعري)
سر لوهيڙا ڳِيا (شاعري)
سورج مکيءَ سانجهہ (شاعري)
جَرَ - ڏيئا جهمڪن (شاعري)
هرڻ اکين ڪيڏانهن (شاعري)
ڪٿي نہ ڀيڄبو ٽڪ مسافر (جلد پهريون) (آتم ڪهاڻي)
چنڊ ڳليون (شاعري)
گهاٽ مٿان گهنگهور گهٽا ۾ (شاعري)
ڪٿي نہ ڀيڄبو ٽڪ مسافر (جلد ٻيون) (آتم ڪهاڻي)

شيخ اياز
ڪٿي نہ ڀيڄبو ٽڪ مسافر (آتم ڪهاڻي) (جلد ٻيو)
نيو فيلڊس (205)

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳَل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سينني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوڻ، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)